حصو پهريون
جلد 02

# ذاتين، قومن ۽ قبيلن جي انسائيڪلوپيڊيا

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين، قومن ۽ قبيلن جو تاريخي، سماجي ۽ نسلياتي جائزو، تحقيقي شجرن سميت





محقق ۽ مؤرخ
اياز پاڳت

# ذاتين، قومن ۽ قبيلن
# جي انسائيڪلوپيڊيا

## جلد 2

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين، قومن ۽ قبيلن جو تاريخي، سماجي ۽ نسلياتي جائزو، تحقيقي شجرن سميت


محقق ۽ مؤرخ

**اياز ياڳت**



**مهراڻ پبلشرز، ڪراچي**

ڇپائيءَ جو سال / پهريون ڇاپو: 2019ع

ڪتاب جو نالو: ذاتين، قومن ۽ قبيلن جي انسائيڪلوپيڊيا

محقق ۽ مؤرخ: اياز ڀاڳت

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي، عبدالله جروار

ڇپيندڙ: عزيز پريس، ڪراچي

ڇپائيندڙ: مهراڻ پبلشرز ڪراچي

ملهه: 2000/= روپيا (ٻئي جلد)

هي انسائيڪلوپيڊيا محقق ۽ مؤرخ جناب اياز ڀاڳت جي تحقيق جو نچوڙ آهي، هن ۾ شامل مواد هڪ تاريخي راءِ جي حيثيت رکي ٿو، جنهن جي ذميواري صرف ۽ صرف محقق ۽ مؤرخ جي مٿان آهي. —— پبلشر



**ملڻ جا هنڌ:**

ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي B-24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي. فون: 021-32737290، سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- سنڌيڪا بوڪ شاپ، شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر حيدر چوڪ، 03133692150، سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537، سنڌيڪا بوڪ شاپ، مدني شاپنگ سينٽر، جي پي او روڊ، لاڙڪاڻو فون: 0331-3480039، سنڌيڪا بوڪ شاپ، رمضان بروهي مارڪيٽ، نزد شجاع آئي هاسپيٽل پڊ عيدن روڊ، نوشهروفيروز. فون: 03022917397، العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي 03002827848، ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم کي چاڙهي سکر- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ؛ رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي، رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس -المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- سليمان برادرس، مسجد روڊ، عوامي بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 03003319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، وسيم ڪتاب گهر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور- سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گهر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535

# فهرست

# الف ب وار ذاتين جي فهرست

# مهاجر

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ ننڍي کنڊ ۾ وڏي پيماني تي لڏ پلاڻ ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جا سنڌي خاندان جن جو تعلق هندو مذهب سان هو پنهنجو اباڻو وطن ڇڏي هندستان جي مختلف شهرن ڏانهن هليا ويا. اهڙي طرح هندستان جي مختلف صوبن ۽ شهرن مان ڪيترا هندستاني لڏي سنڌ ۾ آيا. دنيا جي تاريخ جي وڏي لڏ پلاڻ ۾ سنڌ جي قديم ثقافت ۽ مخصوص معاشرو ڊانوان ڊول ٿي ويو. سنڌ، سماجي ۽ معاشرتي طور ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي هڪ شهر ۽ ٻيو ٻهراڙي. سنڌ جي ماٿهن آيل مهاجرن عرف پناهه گيرن کي قبول ڪيو پر انهن سنڌين کي ذهني طور نه مڃيو جنهن ڪري سماجي، معاشرتي ۽ سياسي خال پيدا ٿيو ۽ سنڌين جي سياسي طاقت گهٽجي ويئي.

سنڌي قوم هندن جي لڏي وڃڻ ڪري سماٽ جو انگ گهٽجي ويو ۽ 1947ع ڪان ڌاريون قومون اينديون رهيون، جنهن جي نتيجي ۾ اهو ٿيو جيڪو ماضي ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن ۽ ٻين جي دور ۾ به نه ٿيو هو.

اڳ سنڌ ۾ سومرا، سمه، مهاڻا، جت ۽ انهن جا قبيلا ۽ سيد، مغل بلوچ بروهي وغيره هئا. جيڪي صدين ڪان وٺي هتي هڪ ٻئي سان گڏ رهندا پيا اچن. هن لڏ پلاڻ جي ڪري سمه، سومرا، مهاڻا، جت يعني سورج ونشي ۽ چندر ونشي خاندان جي انگن ۾ ڪوٽ پئجي ويئي ۽ هندستان ڪان آيل ڪيترن نسلن، ڪيترن ذاتين وارا ماڻهو ۽ ڪٽنب هتي پنهنجي ذات ۽ نسل بدران، شهرن، صوبن ۽ علائقن جي نالي سان سڏيا ويا ڇاڪاڻ ته انهن پنهنجي سڃاڻپ نسل ۽ خاندان بدران علائقن سان منسوب ڪري ڇڏي، جيئن انهن جي تعداد ۾ گهٽائي نظر اچي.

پهريان ته هو هندستاني سڏيا ويندا هئا پر آهستي آهستي جڏهن هو ترقي ڪندا ۽ مضبوط ٿيندا ويا ته هنن پنهنجي سڃاڻپ، شهرن ۽ علائقي طور ڪرائڻ شروع ڪئي. جنهن ڪري اڄ به اسان کي سندن جي نسل ۽ خاندان جي صحيح خبر نه ٿي پئجي سگهي. تنهن ڪري ڪين ائين سڏيون ٿا جيئن هنن سڏرايو آهي. دهلي جي طرف ڪان لڏي آيلن کي دهلوي سڏيو، مدراس ڪان پهتلن کي مدراسي چئون، اهڙي طرح اتر پرديش وارن کي يوپي وارا ڪوٺيون. اهڙي طرح هتي نيون ذاتيون بمبئي وارا، رنگون وارا، اوغيرن وارا، جي پوري، رام پوري، دهلوي، بريلوي، امروهوي، مدراسي، مهاراشٽري، دکني، بهاري وغيره ٻڌڻ ۾ آيا.

اهڙي طرح جهونا ڳڙهه، راجستان، ڪڇ، ڀڄ، گجرات، مارواڙ ۽ سورت ڪان ايندڙ جن جو نسلي تعلق سنڌين سان آهي، اهي به هت پنهنجي اصلي ذات سڏائڻ بدران مهاجر ۽ هندستاني (۽ اتان جا علائقائي سڏجڻ ۾ آيا) ٿي پناهه گيرن جي فهرست ۾ شامل ٿيڻ پسند ڪيو. هو هتي سمه، سومرا، راجپوت، وغيره ذات ۽ سورج ونشي، چندر ونشي خاندان مان سڏائڻ بدران پنهنجو حسب نسب لڪائي ڇڏيو ۽ هو پاڻ کي جهونا ڳڙهي، راجستاني ڪڇي، گجراتي، مارواڙي ۽ سورتي وغيره چورائڻ پسند ڪيو، جيتوڻيڪ ڪين اها ڄاڻ هئي ته سنڌ، راجستان، ڀڄ، ڪڇ، سورت، مارواڙ ۽ مهاراشٽر (ڪاٺياواڙ) جون قومون هڪ ئي نسل سان تعلق رکندڙ آهن پر هنن پنهنجي زندگي جو جياپو ۽ روزاني جو ڪاروهنوار هم نسلن بدران لڏي آيلن سان ڳنڍي ڇڏيو.

اسان کي اڄا تائين اها به خبر پئجي نه سگهي آهي ته هنن جو تعلق ڪهڙي نسب وارن سان آهي، سواءِ ميمڻ ۽ ڪاٺياواڙي جي. هنن تي صحيح نموني ڇنڊ ڇاڻ به نه ٿي ڪري سگهجي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته انهن جي نئين نسل کي اها به خبر ڪونهي ته هنن جو نسلي تعلق ڪنهن سان آهي. انهي ڪري جڏهن اسان کي سنڌ جي سيني ذاتين

جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي ته هنن ڪي سنڌن اصل ذاتين بدران سنڌن علائقن جي نالن تي ذاتين ۾ شمار ڪيو ويندو.

اڳاڻن دورن ۾ ٻاهران ايندڙ ڪٽنب، خاندان، قبيلا سنڌ ۾ گهڻي وقت کان رهڻ ڪري، هتان جي ذاتين، ڪٽنبن ۽ قبيلن جو حصو ٿي ويندا هئا ۽ جيڪي پنهنجي اصليت برقرار رکندا هئا اهي سنڌي سماج جا حصا ٿي ويندا هئا، جنهن ڪري هت ٻاهرن ذاتين جو تعداد گهٽ نظر اچي ٿو. پٺاڻ پاڻ کي سنڌي پٺاڻ چورائن، مغل سنڌي ڳالهائن، عرب ۽ ايران کان آيل سيد ۽ ٻيا پنهنجي مادري زبان ڇڏي مقامي ٻولي ڳالهائن، تنهن ڪري هتي اسانکي عربي، فارسي تاتاري ڳالهائڻ وارا ڪو نه ملندا.

هاڻي جيڪي ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ افغان جنگن کان پوءِ آيا آهن اهي پشتو ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائن ٿا. بروهي ۽ بلوچ جيڪي صدين کان سنڌ ۾ ايندڙ آهن، تن جي دفتري، بازاري ۽ عام ٻولي سنڌي آهي ۽ گهرن ۾ به گهڻو ڪري سنڌي ڳالهائن ٿا. ان جو مطلب ته هو سنڌي نسل وارن سان ملي جلي ويا آهن. پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ ۾ ڪڏهن به اهو تصور سامهون نه آيو آهي ته هتي ڪا به ڌاري ٻولي ڌاريو نسل ۽ ڌاريا ماڻهو به آهن.

سنڌ ۾ رهندڙ هون به سنڌي آهن پر جڏهن نسلن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي ويندي تڏهن سنڌن اباڻي ذات قبيلو ضرور معلوم ڪيو ويندو پر جڏهن هتي هندستان جي طرف کان لڏي آيلن جي اولاد کان پڇيو ويندو ته هو صرف هڪ جواب ڏيندا هندستاني جيڪڏهن جذباتي ٿي ويو ته چوندو مان پاڪستاني آهيان صرف پاڪستان ۽ منهنجي سڃاڻپ پاڪستان کانسواءِ ٻي ڪا به ڪانهي. جيتوڻيڪ پاڪستان ۾ رهندڙ سڀ قومون هڪ ملڪ هئڻ ڪري پاڪستاني ٿي وڃن ٿيون پر قومون قوميت مان ٺهنديون، قوميتون، قبيلن مان، قبيلا ذاتين مان، ذاتيون، پاڙي مان، پاڙو نک مان، ۽ نک ڪٽنب مان، جيڪڏهن پنهنجي ڪٽنب، نک، پاڙي، ذات ۽ قبيلي جي ڇاڻ ئي نه هوندي ته قوميت ۽ قوم جو جذبو ڪاڏانهن پيدا ٿيندو. اصل ۾ ڪنهن عمارت جي مضبوطي جو سبب بنياد آهي. بنياد ئي ڪمزور هوندو ته اها عمارت ڪيتري وقت تائين قائم رهي سگهندي، تنهن ڪري هر انسان تي اهو ضروري ۽ فرض آهي ته هو پنهنجي ڪٽنب، ذات ۽ قبيلي جي صحيح معنيٰ ۾ ڇاڻ رکي.

# پنجابي

پنجاب معنيٰ هندستان وارو پنجاب ۽ پاڪستاني پنجاب جو وچ يعنيٰ جتي ٺيٺ پنجابي ٻولي ڳالهائي وڃي. هي گڏيل نسل جا ماڻهو آهن. هندستان تي اڪثر ڪاهون، خيبر لڪ ڪان ٿينديون هيون، ساڪا، سٿين، يوچي، يوناني ۽ ٻيا به انهيءَ وٽ ڪان آيا. سڪندر مقدوني جڏهن ايران جي سلطنت تي قبضو ڪري سنڌ تي ڪاهي آيو ته هو سنڌو درياءَ ۾ اٽڪ وٽان داخل ٿيو هو. اهڙي طرح محمود غزنوي ڪان وٺي نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابدالي تائين به ڌارين جو هميشه انهي طرح ڪان يعنيٰ وچ پنجاب ڪان مارو ڪيو هو. ڌارين ۽ لشڪرن جي مسلسل آمد ۽ ڪاهن ڪري اتان اصل ۽ قديم قومون لڏي ويون ۽ ڌارين ۽ وچڙيل قومن اچي ان کي آباد ڪيو جنهن ڪري اهي هڪ نسل، هڪ قبيلي جي اولاد هجڻ بجاءِ مخلوط النسل ماڻهن جي اولاد ٿي ويا. پنجاب نالو ڪنهن قبيلي ۽ قوم ۽ ذات جي پويان ناهي سڏايل پر عام طور پنجن دريائن جو ملڪ سڏيو ويو ۽ اتان جي رهواسين کي پنجابي ۽ هيئنيون علائقو جتي سنڌي سرائڪي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي اتي ته ست درياءَ وهندا هئا ۽ پوءِ هڪ ٿي سنڌ ۾ داخل ٿيندو هو. پنجابي – پنج +آب مان نڪتل آهي. يعني پنجن پاڻن وارا مطلب پنجن دريائن وارو.

محمود غزنوي واري دور ڪان غوري، تاتاري، مغل، پٺاڻ ۽ ٻين نسل جا ماڻهو اچي آباد ٿيا ۽ انهن جي گهڻائي ٿي ويئي جنهن ڪري اتي قديم قومون پنهنجا پير جمائي نه سگهيون ۽ اهي چڙ وچڙ ٿي ويا، يا وري جيڪي رهيا ۽ بچيا اهي انهن قومن جو حصو ٿي ويا. گستان پائولي تمدن هند ۾ لکيو آهي ته پنجاب فاتحن جي رستي ۾ اچي ٿو، تنهن ڪري اتي جا باشندا مخلوط النسل جا آهن. انهن ۾ سنڌي يعني مهين وارو نسل بلڪل ختم ٿي ويو آهي.

اسان هن گڏيل نسل جي ماڻهن کي پنجابي سڏيو.

پنجاب ۾ جيڪي اسان کي جاٽ نظر اچن ٿا، اهي جاٽ يعني زراعت جي معنيٰ ۾ آهن. جن ۾ گهڻائي سٿين، ساڪا نسل جي ماڻهن جي آهي، انهن جو هڏ ڪاٺ هتان جي ماڻهن ڪان مختلف ۽ ڊگهو آهي اهي رنگ جا گورا ۽ پورا آهن ۽ سندن اکيون مقامي ماڻهن جي بنسبت ننڍيون آهن. جنرل ڪنهنگهام انهن کي انڊوسٿين نسل ٻڌائي ٿو ۽ چوي ٿو ته هو سڪندر ڪان پوءِ آيا. هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته ان ۾ ڪهڙي طرح جو به شڪ نه آهي ته انڊوسٿين قوم نه مهين وارن مان آهي ۽ نه وري آرين سان ملي ٿي.

سنڌ جي جت ۽ پنجاب جي جاٽ کي هڪ سمجهڻ رڳو جت ۽ جاٽ جي لفظن جو هڪ جهڙو هجڻ ڪري شاهان گجر جي مصنف لکيو ته، سمه راجپوت ۽ جاٽ هڪ آهن، حقيقت ائين هجڻ گهرجي سمه ۽ جت هڪ آهن. پنجاب جي اصل جتن کي به جاٽ ۾ شامل ڪيو ويو آهي. جنهن ڪري انهن کي هنن ڪان الڳ ڪرڻ تمام ڏکيو ٿي پيو آهي. هاڻي اها خبر نه ٿي پوي ته اصل جت ڪهڙو آهي ۽ سٿين جاٽ ڪهڙو آهي، اهڙي طرح تذڪره پٺاڻ ۾ خان روشن خان سومرن کي پٺاڻ ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي، بلڪل ائين جيئن پنجابي جاٽ ۽ سنڌي جت، انهي ڪري ته شاهان گجر ۽ پنجابي ذاتين تي تحقيق ڪندڙن چيو آهي جاٽ ۽ سٿين يوچي خاندان سان تعلق رکندڙ آهي. اسان ثابت ڪري چڪا آهيون ته جت مهين واري دور جي قوم آهي، ۽ پنجابي جاٽ پوءِ ۾ الڳ آهن.

اسان سنڌي جت ۽ پنجابي جاٽ ۾ فرق ڏسون ٿا. سنڌي جت اهو آهي جيڪو مهين واري دور ۾ سنڌ ڪان عراق، مصر، شام ۽ ٻين ملڪن ڏي مال پهچائيندا هئا. هو بهادر ۽ جفاڪش قوم هئي. پنجابي جاٽ ۾ اڪثريت سٿين ۽ يوچي قبيلي وارن جي اولاد جي آهي، جيڪي سڪندر مقدوني ڪان پوءِ هن ملڪ ۾ داخل ٿيا ۽ جڏهن دائمي طور هتي رهيا ته ڪين جاٽ

سڏيو ويو ڇاڪاڻ تہ، پنجاب ۾ جاٽ جو مطلب آهي، ڪاشتڪار، زراعت معني هاري، سنڌ ۾ بہ ڪيترا جت زراعت جو پيشو ڪندڙ هئا پر پنجابي جاٽ ۽ سنڌي جت ۾ اهو بہ فرق هو تہ هو ٻاهريان آيل آهي ۽ هي بنيادي ۽ مقامي ماڻهو هئا. ان جي جدا نسل هئڻ جي وڏي ثابتي اها آهي تہ انهن جي اڪثريت "سک" مذهب اختيار ڪيو. اهڙي طرح اتي چنيوٽي آهن جيڪي پڻ چين ڪان آيل چيا ٿا وڃن جيئن هاڻي مسلمان ٿيڻ ڪان پوءِ اڪثر طور شيخ سڏيا ويندا آهن، اهڙي طرح اتان جا ڪوڪر جڏهن مسلمان ٿيا تہ رانگهڙ سڏجي ويا، اهڙي طرح مقامي النسل قومون، ٻين ذاتين وارن ۾ شامل ٿي ويون.

اسان طبعي طور ڏسون ٿا تہ پنجاب جو اولهندو پاڳو يعني ملتان، ساهيوال وغيره تائين سرائڪي علائقو آهي، معنيٰ قديم ملتان جتي سماٽ ۽ مقامي ذاتين جي اڪثريت آهي. اهڙي طرح ڊيره جات ۾ قديم جت سماٽ ۽ مقامي ذاتين جي اڪثريت آهي. اهڙي طرح ديرا جات ۾ بہ قديم قومن ۽ بلوچن جي گهٽائي آهي. ان ڪان متئون پناڻ آهن ۽ باقي پنجاب ۾ ٻاهران آيل، فاتحن، حملہ آورن ۽ پناهہ گيرن ماڻهن جي مخلوط النسل ماڻهن جي آبادي آهي.

پنجاب جي جاگرافي علائقي ۾ شامل قومن کي اسان پنجابي چونداسين ۽ اهڙي طرح سنڌ جي جاگرافي حدن ۾ رهندڙ، سنڌي بلوچ، بروهي ۽ مهاجر سنڌي سڏبا.

# ديوراج جي اولاد

ديوراج جنهن مندور جي راڻا جي ڌيءُ سان شادي ڪئي هئي انهن مان هڪ پٽ ڪيهر نالي هو. جڏهن جيسلمير تي سلطان جي فوج گهيراءُ ڪيو تہ سندس زال ٻارهن سالن جي پٽ کي وٺي مندور هلي ويئي، جتي هو ڳئون چارڻ وارن سان گڏ ويندو رهندو هو. هڪ دفعي جهنگ ۾ ننڊ وٺي ويس تہ هڪ نانگ ان جي حفاظت ڪندي ڏٺو ويو جنهن مان سمجهيو ويو تہ هو هڪ ڏينهن راجا ٿيندو. نيٺ هڪ ڏينهن پٽين ڪيس پنهنجو راجا بڻايو. ڪيهر کي اٺ پٽ هئا. (1) سوماجي (2) لڪشمڻ (3) ڪيلڻ (4) ڪلڪرن (5) ساتل (6) بجو (7) تنو (8) تج سوما هن جي اولاد سوما پٽي چورايو.

ديوراج جي ٻي زال جيڪا بروهي قوم مان هئي، تنهن مان پنج پٽ هئا، جن جي اولاد کي "چيدو راجپوت" چون ٿا. ٽاڊ هن جو ذڪر تاريخ راجستان ۾ ڪيو آهي.

# رڻ مل جي اولاد

جيسلمير جو راجا چوندا هڪ هزار راجپوتن سميت 1382ع ۾ ناگور ۾ قتل ٿي ويو، جنهن کان پوءِ رڻ مل گادي نشين ٿيو جنهن جي والده گوهل ذات مان هئي. ميواڙ جي "راجا لاکي" پنهنجي ڌيءَ جو سنگ رڻ مل کي ڏنو. جنهن مان هيٺين اولاد پيدا ٿي.

(1) جوڙا (2) ڪاندل (3) چانيا (چانها)
(4) اکي راج (5) منڊلا (6) تپا
(7) لاکا (جنهن مان لاکاوت) (8) بالا
(9) جيت مل (10) ڪرٽو (11) وپا
(12) نانو (13) ڏونگرا (ڏونگروٽ ۽ ڏهوٽ)
(14) ساندا سنداوت ۽ ساند) (15)ماندو
(16) برو (بروٽ ۽ پرٽ) (17) جگمل
(18) همچو (19) سڪتو (سيڪتاوت ۽ سيڪاٽ)
(20) ڪرم چند (21) اراوال (22) ڪستي
(23) ستي وسال (24) ڪيجل

معلوم ٿئي ٿو تہ هي اولاد ڪنهن هڪ ماءُ مان نہ هوندي ممڪن آهي تہ رڻ مل ٻيون بہ شاديون ڪيون هجن ۽ هي اولاد سيني زالن جي گڏيل هجي. هنن جي نالي پويان ذاتيون سڏجن ٿيون. جيڪي سنڌ ۽ راجستان ۾ رهن ٿيون. تاريخي طور اهو طئي آهي تہ راجستان جون اڪثر ذاتيون سنڌ ۾ موجود آهن ڇاڪاڻ تہ اوائلي دور ۾ راجستان ۽ سنڌ هڪ ملڪ هئا.

# اڇڻ

اڇڻ ذات جو تعلق ساهتي پرڳڻي جي موڙا سنگهه سان آهي جنهن جو احوال سهتا ذات ۾ ڏنل آهي. اڇڻ موڙا سنگ جي ستن پٽن مان ننڍو پٽ هو. انهي جي اولاد سندس نالي پويان سڏي ويئي. شيخ صادق علي انصاري جي مطابق اڇڻ جت قبيلو جو هڪ پاڙو آهي. هڪ روايت موجب اجين هندستان مان لڏي جيڪي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا اهي اجين جي پويان اڇڻ سڏيا ويا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغت ۾ جت ذات جا 43 پاڙا لکيا آهن جن مان اڇڻ ايڪيتاليهون (41) پاڙو آهي. هن ذات وارن کي جت ۽ سمہ ٻنهي ۾ شامل ڪيو ويجي ٿو. رحيم يار خان ۽ بهاولپور ۾ رهندڙ اڇڻ قريشي سڏرائيندا آهن.

چون ٿا تہ موڙا سنگ پنهنجي پٽ اڇڻ کي پنهنجي مال ۽ ملڪيت جي سنڀال ٿي مقرر ڪيو هو پر ڪيس ڪا بہ موڙي هٿ نہ آئي ۽ ملڪيت هن جا پائر ڪٽي ويا. انهي ڪري هڪ مقامي شاعر چيو آهي.

اڇڻ ٿيو اڻ چاڻ، جو پون (زمين) نہ آيس هٿ ۾

هي ضلعي خيرپور، نوشهرو ۽ سکر ۾ رهن ٿا ۽ پنهنجا ڳوٺ اٿن، اڪثر هاريي جو ڪم ڪندا آهن ۽ شريف ذاتين ۾ شمار ٿيندا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) اڇڻ | (5) جت | (9) اجيٽا |
| (2) ٻاجهاڻي | (6) پنجاڻي | (10) قنڌاري |
| (3) ٻڊاڻي | (7) ريڊار | (11) ڪاراڻي |
| (4) جاڙاڻي | (8) سڪائي | (12) ميلاڻي |

# اڊيجو

اڊيجا سماٽ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جن جي اڪثريت بدين ۽ ڪڇ ۾ آهي، ڪن جي خيال موجب تہ هو پڻ اوڊر معنيٰ ڍڪڻ، پناهہ ڏيڻ، جي ڪري اڊيجا يا اوڊيجا سڏيا ويا. ڪن جو خيال آهي تہ هي سومرن جي هڪ نک هئي جيڪا سمن ۾ شامل ٿي ويئي. هي اصل ۾ واڊا هئا پوءِ بدلجي اڊيجا ٿي ويا. شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ اڊيجا کهڙي سماٽ قبيلي مان آهن. تنهن جو ڏس پتو نہ ٿو پوي پر هو سمن جي ڪنهن قبيلي جو پاڙو ضرور آهن.

اسان جي ڏنل شجري موجب هڪ هنگورو پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن يا رائڌڻ پٽ سمو پٽ انڙ جي اولاد مان آهن. انهي ڪري نہ هو سومرن مان آهن ۽ نہ وري ملاحن ۽ ٻين نسلن وارن سان انهن جو تعلق آهي. هو سمہ نسل جا فرد ۽ سماٽ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

ٻين سنڌي ذاتين ۾ پڻ اڊيجا پاڙو موجود آهي پر انهن جو هن پاڙي سان ڪو بہ نسلي تعلق ڪونهي. ڪن روايتن موجب اوڊو ۽ اڊيجو هڪ ذات آهن پر اسان جي تحقيق موجب هو ٻہ الڳ الڳ ذاتيون آهن. اوڊو ذات وارا جکري جي اولاد آهن جڏهن تہ اڊيجو هنگورو پٽ هالو جي نسب مان آهن.

# برفت

ڪوهستان جي نومڙيا قبيلو جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي لسٻيلي، ڪوهستان، ٺٽي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا. هي نومڙيا سردار جن کي ملڪ سڏيو ويندو آهي. انهن جي سرداري ۾ آهن سائين جي ايم سيد برفت لاءِ وضاحت ڪندي لکيو آهي ته برفت ڦرلٽ جي ڪري سڏيندا هئا يعنيٰ بري آفت پوءِ بدلجي سڏيو ويو. برفت، ڪيترن ڪين گهڻن لڙائين، حملن ۽ ڦرلٽ ۾ ڪاميابي تي لقب ڏنو. ”ابو الفتح“ جيڪو بعد ۾ بدلجي به ٿي ويو برفت، ڪن روايتن موجب ڄام هوٿي جي هڪ پٽ جو نالو ڄام عيسب خان هو ان جي پٽ جو نالو برفت هو. سندس اولاد ان جي نالي پويان برفت سڏجي ٿي. جوڪين ۾ پڻ هڪ پاڙو برفت آهي. هاڻي هي به پاڙا پاڻ کي بلوچ چورائن ٿا پر حقيقت ۾ هو سماٽ آهن. هنن جي مادري زبان سنڌي آهي پر بلوچن سان پاڙي ۾ رهڻ ڪري ڪي خاندان بلوچڪي به ڳالهائيندا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| حملاڻي | ٻاپڙاڻي | ٿهٽيبجا |
| ڏڏر | ڄاموٽ | شاهوڪ |
| برهه دودا | مانڊڙا | رونجها |
| موندرا | بنديجا | ڄٽا |
| ڄاپرو | حسناڻي | برفت |
| رامددوئي | اساسولي | عاقلاڻي |
| ڪانڙا | ڏيٽ راڻي | موچيجا |
| هميرڪا | نهاڙي | چورا |
| شودا | لالاڻي | گوندر |
| موسيٰ پوٽا | شهٽا | سنهڙا |
| ڪاسوٽا | نوت | هوت |
| برا | ڪاڇيلا | ٻهرياڻي |
| سنڌ لاڻي | ڄاڳلا | ڄاڳلي پوٽا |
| روٿمان پوٽا | ڏيناڻي | جيئندپوٽا |
| ينيلڏي پوٽا | لوهاراڻي | |

# بوبڪ

بوبڪ هڪ قديم ذات آهي. جنهن جو تعلق مهاڻو قبيلي سان آهي. انهي نالي تي هڪ ڳوٺ ۽ ريلوي اسٽيشن آهي جيڪا هاڻي ڄامشورو ضلعي جي حد ۾ اچي ٿي. هي مهاڻا اصل ۾ منڇر ڍنڍ جا رهواسي هئا چون ٿا ته منڇر جو نالو ايران جي بادشاهه منوچهر جي نالي پويان آهي. سنڌ جو هي علائقو سنڌي سمنڊ کان وٺي اتر سنڌ تائين ايران ۾ شامل هو.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي ليکڪ لکيو آهي ته جيئن ته منڇر ڍنڍ مان مڇيءَ جي بوءِ (ڌپ، ايندي هئي ۽ اهي ماڻهو سڄو ڏينهن پيا ڳالهائيندا هئا جنهن کي بڪ چيو ويندو هو، ان ڪري بوءِ+ بڪ مان لفظ ٺهيو بوبڪ ان کان پوءِ اهي ماڻهو ذات جا بوبڪ سڏجڻ لڳا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته هو ارغون نسل مان آهن. اهڙي طرح تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ يوسُف ميرڪ لکيو آهي ته بوبڪ پاڻ کي خلجي سڏائن ٿا. هنن ۾ مخدوم جعفر بوبڪائي جي اولاد مان ڪي مخدوم آهن جيڪي بوبڪن جي ڳوٺ ۾ رهن ٿا.

اهي سڀ بيان ۽ روايتون غلط بياني تي مبني آهين. بوبڪ نه ارغون آهن ۽ نه وري خلجي ۽ بوءِ ۽ بڪ واري روايت به هٺ ٺوڪي آهي. حقيقت ۾ بوبڪ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جيڪو بگ مان ڦري بڪ ۽ پوءِ بوبڪ ٿي ويو. بگ جي اصطلاحي معنيٰ آهي . دريائن ڍنڍن ۽ ڍورن تي روزگار ڪرڻ وارا. تنهن ڪري بوبڪ جي معنيٰ آهي اهي مهاڻا جيڪي درياءَ، ڍنڍن ۽ واهڙن تي گذران ڪرڻ وارا ان ۾ ضروري ناهي ته هو رڳو مڇي ماريندا هجن پر اهو به ممڪن آهي ته هو پنهنجي ٻيڙين ۽ ٻتيلن تي ماڻهن ۽ سامان کي هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تي پهچائڻ جو ڪم ڪندا هجن،

شاهان گجر جي مصنف مولوي عبدالمالڪ گجر جت ۽ سماٽ جي پاڙن ۾ بوبڪ کي بوڪن ڪري لکيو آهي. هو لکي ٿو ته اهي راجا جگديو جي اولاد مان آهن. هن جي وڏي جو نالو بوبڪ يا بوڪن هو جنهن ڪري ان جي اولاد بوڪن يا بوبڪ ڇورايو. جامع سنڌي لغات جلد پهرين ۾ لکيل آهي ته بابڪ ايران جي هڪ بادشاهه جو نالو هو،.

انهيءَ ٻنهي بيانن مان ثابت ٿئي ٿو ته بوبڪ پهريان مهاڻو قبيلي ۾ شامل ڪو نه هئا. شيخ صادق جي ڏنل مهاڻن جي پاڙي ۾ بوبڪ پاڙي جو ڪو به ذڪر ڪونهي ۽ اسان جي تحقيق موجب به پهريان بوبڪ مهاڻن ۾ پاڙو نه هو پر پوءِ ان ۾ نظر اچي ٿو. حمل ۽ ڪاڇڙي ڍنڍ تي مهاڻا ايندا ويندا رهندا آهن. انهن ۾ هڪ پاڙو بوبڪ هو ۽ ٻيا بوبڪائي سڏائن پيا.

اهو ممڪن آهي ته ايران جي بادشاهه بابڪ پويان ڪجهه خاندانن بابڪ سڏرايو ۽ پوءِ اهي بوبڪ ٿي ويا. ڇاڪاڻ ته هي علائقو گهڻي وقت تائين ايران جي زير اثر رهيو. شايد انهي ڪري شاهان گجر جي مصنف انهن کي راجا جي نسب سان ڳنڍي ڇڏيو هجي. بهر صورت هن وقت هي مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي جن جي اڪثريت منڇر ڍنڍ وٽ رهي ٿي.

# ڏوگر يا ڊوگر

ڏوگر يا ڊوگر اصل ۾ ڏوگر آهي پر عام طور ان کي ڊوگر پڙهيو ۽ لکيو وڃي ٿو. ان جو سبب شايد اهو هجي ته انگريزي ۾ ڏوگر ۽ ڊوگر جي ساڳي اسپيلنگ آهي. DOGAR تنهن ڪري اها پل ٿي آهي.

ڏوگر ذات وارا ضلعي خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا. هنن جا ڪجھ گھر لاڙڪاڻي ۾ به آهن. سندن چوڻ موجب هو آبڙ مان آهن، تنهن ڪري ڏوگر سان گڏ ابڙو به چورائيندا آهن. ڪتاب ابڙو وڏ وڙو ۾ ڏنل ابڙن جي پاڙن ۾ ڏوگر يا ڊوگر ڪونهي.

شيخ صادق علي به ابڙن جي پاڙن ۾ انهن جو ذڪر ناهي ڪيو. اسان پنهنجي تحقيق ۾ انهن کي آبڙ جي پاڙي ۾ شمار ڪيو آهي. هو حقيقي طور ابڙائي آهن پر ڪن ڪين ڊوگر سمجهي غير سماٽ ذات ۾ شمار ڪيو ۽ اوڏانهن خيال ئي نه ويو ته هو ڊوگر نه پر ڏوگر آهن. هاڻي هي ڏوگر يا ڊوگر هڪ سمجھڻ گھرجن. جامع سنڌي لغات ۾ هنن کي ڏوگر ڪري لکيو ويو آهي ۽ انهيءَ نالي سان اڳ تعلقو ڪڪڙ ۽ هاڻي خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي.

ڏوگر يا ڊوگر نڪتو آهي لفظ ڊوگر مان جنهن جي معنيٰ آهي نڪمو بيڪار، جيئن ته شروعات ۾ هن ذات جو وڏو يا جدا مجد، سست ۽ ڪاهلي هوندو. تنهن ڪري سندس مائٽ ۽ عزيز ڊوگر سڏيندا هجن ۽ پوءِ ان جي اولاد ان پٺيان ڊوگر ۽ بعد ۾ ڊوگر ۽ ڏوگر سڏي ويئي. يعنيٰ بيڪار سست، ڪاهلي ۽ نڪمي جي اولاد ۽ اها سندن سڃاڻپ ٿي ويئي.

ڏوگر يا ڊوگر جي اها به معنيٰ ٿي سگھي ٿي جيئن ڊينزل ابٽسن بيان ڪئي آهي لفظ ڏوگر يا ڏوگھر جو استعمال هڪ مخلوط رت جي طرف اشارو ڪري ٿو. اي ڊي ميڪليگن جي راءِ موجب ان جو لفظي مطلب آهي پاٽي جو گھڙو هڪ ٻئي جي مٿان رکيل يعنيٰ گڏيل نسل وارو، هو لکي ٿو ته ان نالي جي هڪ صورت DOGHAR يعنيٰ گوالو، کير ڏوهڻ وارو به آهي. مطلب ته اهي مالوند ماڻهو به ٿي سگھن ٿا. هو پنجاب جي ڊوگر ذات متعلق لکي ٿو ته مسٽر پرسر ڄاڻايو آهي ته هو ٻن قبيلن ۾ ورهايل آهن ، هڪ اهي جيڪي چوهاڻ چورائن ٿا ۽ ٻيا پهنور راجپوت هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن.

سنڌ جا ابڙا ۽ ڏوگر به اصل راجپوت نسل مان آهن، جنهن جو ذڪر سمه سلسلي ۾ تفصيل سان ٿيل آهي. هي زمين کي آباد ڪرڻ سان گڏ، مالوند ماڻهو به آهن. سنڌ جي ڏوگرن جو پنجاب جي ڊوگرن سان ڪو به نسلي تعلق ڪونهي ۽ نج سنڌي قبيلي جو حصو آهن.

# هالو

هالو يا هالا ذات وارا ضلعي مٽياري ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا. ان کانسواءِ ڪڇ ۽ راجستان ۾ پڻ هالا ذات وارا موجود آهن. ڪن جو خيال آهي ته هالا عرب کان آيل آهن پر ان ۾ ڪا به صداقت موجود ڪونهي. تاريخي طور ان جي شهادت موجود آهي چچ نامو جي بيان موجب جڏهن سنڌي ۽ عرب لشڪر درياءَ سنڌ جي ٻنهي ڪنارن تي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون موجود هئا ته محمد بن قاسم کي خبر پئي ته سيوهڻ جو اڳوٽو حاڪم چندي رام هالو پنهنجي فوجي دستي سان حملو ڪري، ڪن ٺاڪرن ۽ ڪامورن کي پاڻ سان ملائي قلعي تي قبضو ڪري ورتو آهي. جيڪو ان وقت اسلامي حڪومت جو مرڪز بڻايو ويو هو.

محمد بن قاسمؒ وڌيڪ پيش قدمي کي روڪيو "محمد بن معصب" کي هڪ هزار سوار ۽ ٻه هزار پيادا فوجي ساڻ ڏيئي سيوهڻ روانو ڪيو. هن عرب لشڪر سان مهاڏو اٽڪايو پر پنهنجي وطن وارن جي بزدلي ۽ غداري ڏسي جهمپير واري علائقي ڏانهن هليو ويو.

انهي مان اهو ثابت آهي ته هالو مقامي نسل وارن جي ذات آهي. اسان کي سنڌي قبيلن جي شجرن ۾ پنج هالو نالي وارن جو ذڪر ملي ٿو. تحفته الڪرام جي بيان ڪيل شجري ۾ ٻه هالو نالي وارا آهن ۽ فارسي نسب نامه سنڌ ۾ ٽي (3) هالو نالي ملن ٿا. تحفته الڪرام جي مطابق.

چار هوٿي پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ ڪاڪو پٽ سمو پٽ لاکو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڍو پٽ اوڍار پٽ نوتيار پٽ نيٽ پٽ ابدري پٽ هسپت پٽ جادم کي پنج پٽ ڄاوا، جن مان هڪڙو هالو هو، سندس اولاد هالا ذات وارا آهن. ٻي هالو جو نسب نامو هيئن آهي.

ڏيسر پٽ هنگورو ڪونر پٽ لاکو پٽ ڪاهو پٽ ڪاهي پٽ لاکو چار پٽ ڪراڙهو پٽ چار جوٿو پٽ هاپر پٽ چار هوتي. جنهن جو هڪ پٽ هالو هو جنهن جو ذڪر شجري ۾ ڏنو آهي. يعنيٰ ٻي هالو، هالو جي ڀاءُ هاپر جي اولاد مان هو. پر هن جي اولاد هالو نه سڏايو.

ٽيو شجرو جنهن ۾ سمن جو تعلق ايران جي بادشاهه جمشيد ايراني سان ڳنڍيو ويو آهي ان ۾ به هالو نالي وارو اچي ٿو. سندس شجرو هيئن بيان ٿيل آهي.

هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ نوتيار پٽ نرپت پٽ جادم ۽ پوءِ سلسله نسب جمشيد ايراني تائين. هالو کي ست پٽ هئا. هڪ جوٽو، ٻيو جيهو، ٽيون، جکرو، چوٿون هوتي، پنجون هنگورو، ڇهون ڏيرو، ستون پلي، انهن مان ڪنهن جي به اولاد هالو ذات نه سڏائي ان جو مطلب ته هالا ذات وارا هن جي نسب مان نه آهن.

اڳ هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قبيلن جو شجرو ڏنو آهي، جنهن جي مطابق هالو يا هالا ذاتَ وارن جو جدا مجد هالو پٽ چنو پٽ لاکو پٽ ڦل پٽ لاکو. هي اهو ئي لاکو آهي جنهن ٻه شاديون ڪيون ۽ انهي جي نسب مان هالا ذات وارن جو هالو هو، خود تحفته الڪرام جو بيان ان جي تصديق ڪري ٿو. لکيل آهي. "لاکي ٻوٽهي جاره (قوم) مان شادي ڪئي. جنهن مان چار پٽ پيدا ٿيا. مٿين لاکي پيري ۾ ٻي زال پرٽي جنهن مان پڻ چار پٽ پيدا ٿيا. ڏسو تفصيل لاءِ شجرا.

اسان جي ڏنل هنن شجرن کي غور سان ڏسندا ته تحفته الڪرام وارو بيان ٿيل لاکو ۽ نسب نامه سنڌ وارو لاکو هڪ آهن. ٻنهي شجرن کي جاچي ڏسبو ته ٻيون شجرو درست ۽ صحيح آهي. انهي لاکو ٻه شايون ڪيون هڪ چاوڙي ۽ ٻي گوهر ڏٽي هر هڪ مان ڪيس چار پٽ هئا.

اسان جي ڏنل شجري ۾ ٻه هالو نالي وارن جو ذڪر آهي. تن جو شجرو هيئن آهي. هالو پٽ هوٿي پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو، ساگي ص

جنهن ۾ شاديون ڪيون هيون.

اوهان غور سان ڏسندا ته اها حقيقت واضح ٿيندي ته نسب نامه لکڻ ۽ شجرن ٺاهڻ وارن پنهنجي معلومات مطابق ترتيب ڏني آهي پر آخر وري به وڃي لاڪو تائين پهتا آهن. تنهن ڪري اهو تسليم ڪرڻو پوندو ته تحفته الڪرام وارو هالو ۽ اسان جي شجرو ۾ ڏنل هالو حقيقت ۾ هڪ آهي ۽ اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته باقي بيان ڪيل هالو نالي وارن هالا ذات وارن سان ڪو به تعلق ڪونهي ۽ اهي هڪ هالو جي اولاد مان آهن.

هالو يا هالا ذات بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سومره دور ۾ لکيو آهي ته ڪڇ ۽ ڪاٺيا واڙ جو الهندين ساموندي ڪناري وارو پاڳو ويندي چامر ننگر ۽ جهوناڳڙهه تائين هالار سڏجي. چو ن ٿا ته اهو (خاص طرح ڪڇ جو ڏکڻ الهنديون ۽ چامر ننگر وارو پاسو) اهو هالن جو ملڪ هو. انهي ڪري هالار سڏيو ويو.

ان جو مطلب ته هالو ذات وارن جي ڪري اهو علائقو هالار سڏيو ويو. يعني اهي هالن ۽ ٻئي وارا هالا انهيءَ علائقي جا نه آهن نه ته ائين لکيل هجي ها. هالا، ڪڇ جي هالار جبل يا هالار علائقي مان اچڻ ڪري هالو سڏيا ويا. تنهن ڪري اسان کي انهن جي اصليت جاچڻ لاءِ وري شجرن کي ڏسڻو پوندو. اسان جي ڏنل شجري ۾ هالو پٽ چنو آهي. جنهن جو اهو مطلب ٿي سگهي ٿو. هالو چنه ذات وارن مان آهي. تنهن ڪري اسان کي چنه ذات جي ڪوجنا ڪرڻي پوندي. پراڻي چوڻي آهي:

سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير
چوٿون پاءُ هو چفدو جنهن جو گاديءَ مٿي پيبر

اسان کي تاريخي طور اهي شهادتون ملن ٿيون ته مڪلي جي ٽڪري کان وٺي جهل مگسي يعنيٰ گنجابي واري علائقي کي ڪاڇو سڏيو ويندو هو جيڪو هاڻي ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو آهي. موجوده بلوچستان واري ڪاڇي کي ڪڇي سڏيو وڃي ٿو. ونگو کان وٺي لکي وارن جبلن تائين ڪاڇو سڏجي ٿو ۽ لکي کان مڪلي تائين ڪوهستان ڪوٺن ٿا. انهي سڄي علائقي تي چنن جي حڪمراني هئي جيڪي راجپوت نسل مان هئا. وڌيڪ جاچڻ لاءِ چنه ذات ۾ پڙهيو وڃي.

اوائلي دور کان وٺي راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ دور تائين انهن علائقن جا حاڪم چنا رهيا ۽ اتي هنن جي اڪثريت هئي. جڏهن محمد بن قاسم سيوهڻ کان اڳتي وڌيو هو ته ڪاڇي جي طرف چنن جا راڄ هئا.

عرب تاريخن ۽ چچ نامو ۾ ذڪر آهي ته بڌيه پرڳڻي (لاڙڪاڻو ضلعو ۽ ڪڪڙ کان وٺي گنجابي تائين) جو حاڪم ڪاڪو پٽ ڪوتل جنهن جو لقب راڻو هو، جيڪي گنگا درياءَ جي ڪناري کان هجرت ڪري سنڌ آيا هئا. انهن کي سنڌ جي راجا مان ۽ عزت ڏيندي بڌيا علائقي جو حاڪم مقرر ڪيو هو هو ٻڌ ڌرم جا پيروڪار هئا.

ڪاڇي جا رهواسي جن ۾ اڪثريت چنه ذات وارن جي هئي تن عربن سان مهاڏو اٽڪائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ان کان راڻو ڪاڪو کي آگاهه ڪيو جنهنڪري هنن هڪ هزار چنن جا جوان ۽ سپاهي پيمڻ جي ڪمان هيٺ ان واسطي تيار ڪيا ۽ ٻي طرف عرب لشڪر جي جاسوسي ڪرڻ لاءِ ماڻهو مقرر ڪيا. جن نماز جي وقت ۾ عرب لشڪر کي ڏٺو ته هو هڪ جٽي جي تابعداري ۾ فرض ادا ڪري رهيا آهن. جنهن جو اثر انهن تي ڏاڍو ٿيو ۽ واپس وڃي چنه قبيلي وارن کي ٻڌايو ته هن قوم کي اهڙو متفق ڏٺو آهي جو جنهن به ڪم ۾ هٿ وجهندا اهو پورو ٿيندو"

چنه قوم جا ڪيترا فرد ۽ ٽولو نماز واري عمل مان ايترا متاثر ٿيا جو مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار ٿي پاڻ مراد عربن وٽ هلي ويا ۽ محمد بن قاسم سان ملاقات ڪئي. جڏهن هو ان وٽ پهتا ته ڪين انهيءَ وقت ڪاڏي لاءِ دستر خوان وڇايل هو جنهن ڪري محمد بن قاسم هنن کي مرزوق يعنيٰ نصيب وارو سڏيو. چنه سنڌي قوم جو پهريون قبيلو هو جن پاڻ مرادو اسلام قبول ڪيو.

هالا ذات وارا چنه راجپوت قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيڪو پڻ هاڻي هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. چنه قبيلي جو هي پاڙو هالا ان ڪري به سڏيو ويو جو بڌيه ۽ ڪاڇي جو علائقو کيرٿر جبل سان لڳي ٿو جنهن جو قديم نالو هالار جبل هو ۽ انگريز محققن پڻ مقامي روايتن نالي پويان ان کي هالار سڏيو. سنڌي لغت جلد پنجين ۾ آهي. هالار اسم خاص سنڌ جي الهندي طرف واري جبلن جو قطار جو نالو (جنهن ۾ مکيه ٽي جبل اچي وڃن ٿا. ڪرو جبل، کيرٿر جبل ۽ پب جبل) تنهن ڪري چنه ذات وارن جي هڪ پاڙي کي هالو سڏيو ويو يعنيٰ هالار جبل جا رهاڪو. جڏهن چندي رام هالو دل شڪسته ٿي ويو ته هو جهمپير ڏانهن هليو ويو هو مطلب ته ڪوهستان ۽ ڪاڇي وارو علائقو هن جو

اباڻي رهائش هئي يا اتان جو هو.

ڪڇ يا ان جي آسپاس وارا هالا نسلي طور هنن هالن کان الڳ آهن. راجستان ۾ هڪ ذات گوڙ رهي ٿي جنهن جو احوال هن ڪتاب ۾ موجود آهي. تنهن جي هڪ پاڙي جو نالو ”سل هالا“ آهي. جيڪو هاٽي رڳو هالا سڏجي ٿو تنهن ڪري اهو مغالطو ٿي ويو آهي ته هالن ۽ ٺٽي وارا هالا ۽ ڪڇ وارا هالا هڪ نسل مان آهن. جيڪا هاڻي حقيقت واضح ٿيڻ کان پوءِ اها غلط فهمي دور ٿيڻ کپي.

جڏهن ڪاڇي ۾ چنن جو زوال شروع ٿيو ته انهن جي ڪيترن ڪٽنبن ۽ پاڙن ذات مٽائڻ شروع ڪئي ته انهي زماني ۾ چنن جو ڪو به ڪٽنب يا فرد يا هالو پاڙي وارو ڪاڇي يعنيٰ ٻڍيه ۽ هالار جي علائقي کان لڏي اچي درياءَ جي ڪپ تي ڪنڊي جي وڻ پرسان پنهنجا بنا ٻڌي ويهي رهيا. جنهن ڪري ان ڳوٺ جو نالو پئجي ويو هالا ڪنڊي يعنيٰ هالا ذات وارن جو ڳوٺ ڪنڊي وارو جنهن کي پڻ پراڻو هالا چيو وڃي ٿو. اهو ڳوٺ ايترو مشهور ٿي ويو جو ان وقت جا عالم ۽ بزرگ به اچي انهي ڳوٺ ۾ رهيا جن ۾ مخدوم اسحاق پٽني، مخدوم ابراهيم ولد عمر، مخدوم عربي ديانه، مخدوم نوح صديقي ۽ ٻيا.

ڪن جو رايو آهي ته راجا هال جي پويان هالا ذات سڏي ويئي ۽ ان هالا ڪنڊي جو بنياد رکيو. ايليٽ جي راءِ موجب ته هالا ڪنڊي جو نالو جيڪڏهن چچ نامي ۾ اچي ها ته اهو سمجهجي ها ته ان شهر جو بنياد راجا هال رکيو هو پر جيئن ان جو ڪو به ذڪر ڪونهي، تاڊ هڪ سمه راجا جو ذڪر ڪيو آهي. ممڪن آهي ته ان جو بنياد ان رکيو هجي. ٽريولس ان ويسٽرن نديا جي صفحي 474 تي لکيل آهي ته، گجرات ۽ هالار جبل جاڙيجن جي نسل مان هالار نالي هڪ راجا جي نالي پنيان سڏيو ويو.

اليٽ لکي ٿو ته هن ڳالهه جو قوي امڪان آهي ته هالار جبل جي طرف هڪ ئي نسل جا ماڻهو رهندا هئا. جن هيليني را سڏيو ويندو هو. سنڌن لاءِ هڪ تاريخي والو هن ريت آهي ته هيلا لوڪنجي ”جوءِ“ سيپيتا ۽ ڪلابي عالمن لاءِ مان ۽ مرجاتا وارو نالو آهي. اهو نالو مٿن ”هيلا“ نالي هڪ جبل ڪري پيو آهي. هو لکي ٿو ته اتان جي راڻن کي ”هيلئنس“ ڪري ڪوٺيو ويندو هو. يعنيٰ هالا جا راڻا.

اليٽ جي راءِ کان پوءِ اهو چٽي طرح واضح ٿي وڃي ٿو. ڪيرٿر جبل جي هڪ حصي هالار جي نالي پويان هالو ذات جو بنياد پيو جن اچي اسلامي دور جي آخر ۾ ان شهر کي آباد ڪيو. اهو شهر جيڪڏهن محمد بن قاسم کان اڳ يا پوءِ موجود هجي ها ته عرب جاگرافيدان ۽ سياح ان جو ذڪر ڪن ها! پر انهن جي تذڪرن ۾ هالو ڪنڊي جو ڪو به احوال يا اشارو موجود ڪونهي.

801 هجري ۾ انهي ڳوٺ يا ان وقت جي شهر ۾ هرات جو رهندڙ سيد حيدر آيو ۽ اتان جي چڱي مڙس يا وڏيري ارباب شاهه محمد هالي پنهنجي نياڻي سندس نڪاح ۾ ڏني جنهن جي اولاد هاڻي سادات متعلوي چورائي ٿي جنهن مان شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو، شاهه عبداللطيف ڀٽائي. سن جا سيد يا جي ايم سيد ۽ ٻيا آهن.

مخدوم نوح رحه بروز خمس تاريخ 27 ذوالقعد سنه 998 هجري مطابق سيپٽمبر 1590ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهن کان پوءِ درياءَ به دفعه هن شهر کي پائي ويو جنهن ڪري محمد يوسف هالو اتان لڏي اچي ٻن ميلن جي فاصلي تي مرتضيٰ آباد ۾ رهيو جنهن کي مخدوم مير محمد ٻڌايو هو جيڪو بعد ۾ هالا ذات پويان نوان هالا جي نالي سان مشهور ٿيو.

هالا ڪنڊيءَ لاءِ محترم منور ارباب هالو صاحبپنهنجي ڪتاب هالا ائنڊ هالاز Hala and Hallas ۾ لکي ٿو ته هالا نوان ۽ هالا پراڻا بقول ان جي

Both the hala towns have originated from halakondi which was inhabited by hala tribe.

هو لکي ٿو ته هالا ڪنڊي 600 هجري مطابق 04-1203ع ۾ سمن جي دور حڪومت ۾ موجود هو، اهو به ممڪن آهي ته هالا ڪنڊي، اموي حڪومت جي آخر يا عباسي خلافت جي شروعات ۾ آباد ٿي هجي. هن جو اهو به رايو آهي ته چنڊي رام هالو جنهن سيوهڻ تي محمد بن قاسم جي قبضي ڪرڻ کان پوءِ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ممڪن آهي ته هالا ڪنڊي جا رهواسي هن جا وڏا هجن. جن کي محمد بن قاسم پنهنجي قبضي ۾ آندو هو جنهن ڪري هو هالا ڪنڊي ڏانهن وڃڻ بدران جهمپير طرف هليو ويو.

محترم منور علي ارباب جي راءِ مان اهو معلوم ٿئي ٿو هالا ڪنڊي مسلمانن جي سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ ۾ موجود هو. هن اهو به خيال ڏيکاريو آهي. هالا ڪنڊي 69 عيسوي ۾ آباد ٿيو هجي جنهن کي سنڌ تي حڪومت ڪندڙ راجا هال وٽندڙ هنڌ سمجهي شهر جو بنياد رکيو. هو اهو به تسليم ڪري ٿو ته

هالا ڪنڊي هالار جبل جي ڪري هالو سڏائيندڙن آباد ڪيو.

هالا ڪنڊي هالا قبيلي جو آباد ڪيل قديم شهر آهي جنهن جي مشهوري امير تيمور جي وقت ۾ به هئي جنهن ڪري امير تيمور لنگ سان گڏ ايندڙ علي هراتي جو پٽ حيدر اتي آيو ۽ شاه محمد هالو وٽان شادي ڪئي.

درياءَ سنڌ جيڪو سمنڊ وانگر ڇوليون هڻندڙ هو. هميشه موجن ۾ رهندو هو انهي ڪري آب ڪلياڻي واري منڊ ۾ چارهه هوندو هيس ۽ ڪڏهن گهٽي پاڻي اچڻ ڪري ڪشمور کان وٺي سمنڊ تائين سڄي سنڌ تي ٻوڙي ڇڏيندو هو. انهي صورتحال جي لاڳيتي رهڻ ڪري هالا ڪنڊي جي رهواسين هالو ذات وارن سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي 800 هجري مطابق 98-1397ع ۾ نئون شهر ٻڌو جنهن کي هاڻي هالا پراڻو سڏيو وڃي ٿو.

هالا پراڻو جيڪو پڻ پنهنجي وقت جو نالو وارو شهر هو جنهن ڪيترا عالم ۽ بزرگ اچي اتي رهيا. اتان جي رهواسي مخدوم مير محمد هڪ نئين شهر جي ضرورت محسوس ڪندي 1800 عيسوي مطابق 1215هجري ۾ مرتضيٰ آباد نالي نئين شهر جو بنياد وڌو جيڪو بعد ۾ هالا ذات وارن جي لڏي اچڻ ڪري سنڌن ڳوٺ/شهر هالا جي پويان هالا نوان يا نئون جو نالو ڏنو ويو جيڪو هالا پراڻا کان ٻه ڪلو ميٽر پري آهي.

نئي جي طرف رهندڙ هالا ذات وارا به اصل ۾ پراڻا هالا جا آهن. محترم منور ارباب هالو جي مطابق مخدوم نوح رحه هڪ دفعي نئي ۾ شيرازن وٽ آيو جتي سماع جي محفل متي جنهن ۾ سائٽس سان گڏ آيل ابوبڪر هالو محفل کي مست ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري شيرازن مخدوم نوح رحه کي عرض ڪيو ته هو ابوبڪر هالو کي اتي ڇڏي وڃي. مخدوم صاحب فرمايو ته جيڪڏهن هو پنهنجي رضا خوشيءَ سان رهڻ چاهي ته هن جي اجازت اٿس. ابوبڪر هالو شيرازن جي اسرار ۽ مخدوم جي اجازت سان نئي ۾ رهي پيو. نئي وارا هالا ان جي اولاد آهن جن مان محمد جمن مشهور ٿي گذريو آهي.

سنڌ جي ذاتين ۾ رچرڊ برٽن ۽ ٻين هالا ذات جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ڪين سنڌي قبيلن مان ڄاڻايو آهي. هنن جي اڪثريت پراڻي حيدرآباد ضلعي ۾ آهي ۽ پنهنجا ڳوٺ اٿن. موجوده دور ۾ محترم منور ارباب هالو مشهور رٽائرڊ بئنڪ آفيسر آهي جيڪو پنهنجي ذات جي کوجنا ۾ مصروف آهي.

## پاڙا

(1) ڳاهوڻي (2) ٻاٽوڻي

(3) خانوڻي- جيڪي اجا تائين هالا پراڻا ۾ رهن ٿا.

(4) سالاريا (5) پنيا (6) گهوٽاڻا

(7) جراريا- ارباب جو لقب هن خاندان جي وڏي کي مليو. هاڻي هي خاندان ختم ٿي ويو آهي.

# منور ارباب هالو جو شجرو



# حيسباڻي

حيسباڻي جيڪي پنهنجي خاندان جي وڏي حيسب جي نالي پويان سڏيا وڃن ٿا. انهن جي بقول سندن تعلق بلوچ قبيلي رند سان آهي، جيڪي ڊيره غازي خان مان لڏي سنڌ جي ضلعي خيرپور ميرس جي تعلقي فيض گنج ۾ اچي آباد ٿيا.

فقير بخت علي حيسباڻي جي مطابق حيسب جي اولاد مان چار پائر هر هڪ صوفي خوش خير محمد فقير، فقير شير محمد، فقير مير محمد ۽ فقير عرض محمد سنڌ ۾ آيا. جن مان سندن ٽيون نمبر پاءُ فقير مير محمد نوابشاهه ضلعي طرف هليو ويو ۽ سٺ ميل ڳوٺ ۾ رهائش اختيار ڪئي، جنهن ڪري نواب شاهه ضلعي سان تعلق رکندڙ حيسباڻي ذات وارن جو تعلق ان سان آهي. باقي صوفي خوش خير محمد فقير، فقير شير محمد ۽ فقير عرض محمد جي اولاد جو اولاد فيض گنج ۾ رهي پيو ۽ اتي رهندڙ حيسباڻي انهن جو اولاد آهن.

انهن چئن پائرن مان صوفي خوش خير محمد فقير، نالي وارو بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. اڄ بہ سندس مزار زائرين لاءِ زيارت گاهہ آهي. هي هڪ وڏو شاعر هو، جنهن سرائڪي، سنڌي ۽ فارسي ۾ شاعري ڪئي آهي جيڪا عوام ۾ مقبول آهي. خاص ڪري هي شعر تہ عام ماڻهن جي زبان تي رهندو آهي.

ڪيا انصاف آڪان تيڏي آوڻ دا،
ڏاڍا لائق ڪيتئي ليئي پاوڻ دا.

اسان جي تحقيق موجب فيض گنج ۽ 60 ميل سان تعلق رکندڙن کان علاوه ٻين هنڌن تي ان ذات وارا بہ رهن ٿا پر انهن جو حيسب جي نسل سان ڪو بہ تعلق نہ آهي ۽ اهي ڪلهوڙا قبيلي جا فرد آهن. جيڪي پنهنجي ذات جي نالي ۾ "ح" جي بدران "هه" استعمال ڪندا آهن. جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ اهي حيسب نالي پويان سڏيندڙ ذات سان تعلق رکندڙ نہ آهن پر حقيقت ۾ اهي ڪلهوڙن جي هڪ ٿاخ جا فرد آهن، جيڪي لاڙڪاڻي ۽ سنڌ جي ٻين ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا پر صوفي خوش خير محمد فقير جي ناماچاري ۽ شهرت سبب پاڻ کي انهن حيسباڻن ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي.

اصل حيسب جي اولاد حيسباڻي ۽ ڪلهوڙن سان تعلق رکندڙ هيسباڻي سرائڪي زبان ڳالهائيندڙ آهن. حيسب جي اصل اولاد جو سرائڪي ڳالهائڻ جو اهو سبب ٻڌايو ويو آهي تہ جيئن تہ اهي سرائڪي علائقي ڊيره غازي خان کان آيا هئا جتان جي زبان سرائڪي آهي. تنهن ڪري هو ستين پشتين کان ممڪن آهي تہ اصل کان وٺي سرائڪي ڳالهائيندڙ آهن. تنهن ڪري هنن جي هتي بہ ٻولي سرائڪي رهي يا هوءَ اڄ تائين سرائڪي ڳالهائين ٿا ۽ ڪين بلوچي اچيئي ڪو نہ.

اهڙي طرح هيسباڻي منڍ کان وٺي سرائڪي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا. ڪلهوڙن جي پڻ زبان سرائڪي ۽ سنڌي هئي جنهن ڪري ڪين سرائي سڏيو ويندو هو ۽ سندن تحريڪ کي ميان وال تحريڪ سڏيو ويو ۽ سندن پوئلڳن کي فقير جي لقب سان سڏيو ويو آهي.

اسان جي خيال موجب جن جو تعلق حيسب جي اولاد سان آهي، تن کي ڪلهوڙن سان ملائي نہ ٿو سگهجي ۽ جن هيسباڻين جو تعلق ڪلهوڙن سان آهي تن کي فيض گنج ۽ سٺ ميل وارن حيسباڻين مان نہ ٿو سمجهي سگهجي. انهي ڪري "ح" ۽ "هه" جي فرق کي نمايان ڪيو وڃي جيئن ذات جو فرق سمجهہ ۾ اچي سگهي.

حيسباڻي: اصل حيسب جو اولاد جيڪي ڊيره غازي خان مان لڏي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا.

هيسباڻي: ڪلهوڙا قبيلي جو هڪ پاڙو.

ٻنهي ۾ فقيري لقب ۽ ٻولي سرائڪي مشترڪ آهن.

# چنڙ

هي حقيقت ۾ سماٽ قبيلي جي ذات آهي. جنهن جو تعلق قديم سنڌ جي بهاولپور واري علائقي سان آهي. تنهن ڪري ڪي ڪين پنجاب کان آيل چوندا آهن. ڇاڪاڻ ته هو اتي راڻا جي لقب سان سڏيا ويندا آهن ۽ ڪين "چنن دي" ڪوٺيو ويندو آهي.

چيو وڃي ٿو ته هن ذات وارن مان ڪي پير چنڙ يا پير چنن جي اولاد آهن، پر اهو به چيو ويو آهي ته هن پير ڪڏهن به شادي ڪو نه ڪئي هئي ۽ سنڌس پونيئر ڀائرن جو اولاد آهن. هي روايت ۾ هو لاڙڪاڻي وارن ڀٽن جي جد امجد آهي جنهن مان شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ممتاز علي ڀٽو آهن.

بهاولپور جي دراوڙ قلعي کان 6 ڪلوميٽر پري هڪ جبل تي پير "چنن" جي مزار آهي. هڪ روايت موجب سيد جلال الدين هن شهر ۾ آيو، (جيڪو هاٿي دڙي جي صورت ۾ موجود آهي) ۽ ڀڇا ڪئي ته هتي ڪو مسلمان آهي؟ جواب مليو ته ڪو به ناهي. پوءِ هن ڀڇا ڪرائي ته ڇا ڀلا ڪا به عورت ڳورهاري آهي. راءِ (ان وقت جي حاڪم) ڪيس ٻڌايو ته سندس گهر واري اميد سان آهي، جنهن کان پوءِ سيد جلال الدين هڪ مسلمان دائي ڪي ان عورت جي خدمت لاءِ مقرر ڪيو ڇاڪاڻ ته اهو ٻار مستقبل جو بزرگ ٿيڻ وارو هو.

جڏهن ٻار ڄائو ته "راءِ" ان ٻار ڪي هڪ جبل جي چوٽي تي رکيو، ان وقت آسمان مان صندل جو ٺهيل هندورو نازل ٿيو، راءِ ٻار ڪي ان هندوري مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جيئن هو ان جي قريب ٿي ويو ته هندورو مٿي ٿيندو پيو وڃي، آخر "راءِ" هار مڃي ۽ پنهنجي پٽ جيڪو اڳتي هلي "مخدوم جهانيان" جي نالي سان مشهور ٿيو، ان کي پنهنجو مرشد ڪري مڃيو.

چنڙ قبيلي وارا "مخدوم جهانيان" جي سنتن ڀائرن جو اولاد آهن يعني راءِ جي خاندان مان آهن. هي سنڌ ۾ سنڌي ۽ پنجاب جي، سرائڪي علائقي ۾ سرائڪي ڳالهائيندا آهن.

سنڌ ۾ سندن وڏو ڳوٺ وارهه تعلقي ۾ آهي ۽ اتي ٻڻ هڪ قديم دڙي ڪي "چنڙ جو دڙو" ڪري سڏيو ويندو آهي.

اها به حقيقت آهي ته چنڙ مهر قبيلي وارن جو هڪ پاڙو آهي.

چنڙ ذات وارن مان هڪڙن جو تعلق مهر قبيلي وارن سان آهي، جيڪي ضلع نوشهروفيروز ۾ رهن ٿا. سندن روايتن مطابق مهر قبيلي جي چنڙ ذات وارن مان ٻه ڀائر ملتان مان لڏي اچي ڪنڊياري ۾ ويٺا، جتي مقامي ماڻهن جي ٻن سوڍن پنهنجون ڌيئرون پرڻائي ڏنيون. انهن ڀائرن مان هڪ ڀاءُ درياءِ سنڌ جي مٿانهين واري حصي تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيو جنهن ڪي بند وارا ٽوڙهائي چنڙ سڏيو ويندو هو، جنهن ڪي هاٿي يوسف چنڙ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

اهڙي طرح ٻيو ڀاءُ درياءِ سنڌ جي هڪ ڍوري تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌو جنهن ڪي ڍورائي چنڙ سڏيو ويندو هو جنهن کي هاٿي سومر چنڙ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

ٻنهي ڀائرن جي اولاد جڙي وڌي ويجهي جوان ٿي ته انهن هڪ ٻئي کي سڱ ڏنا ۽ ورتا، هنن جو ويهه پيڙهيون اتي گذري ويون آهن. هن ذات وارن ۾ هڪ رسم آهي ته جڏهن ڪو ٻار بيمار ٿيندو آهي ته تڪليف ڏسندو آهي ته چنڙ ذات جون عورتون ڏاڏا سچ چنڙ نالي واري ناءِ تي باس باسينديون آهن ته ٻار جي خوش ٿيڻ ۽ تڪليف دور ٿيڻ کان پوءِ هو ان جي نالي لولو پچائي ورهائينديون آهن.

چنڙ ذات وايون عورتون جڏهن اهو لولو تيار ڪنديون آهن ته رڳو پاڻ ۾ ورهائي کائينديون آهن ۽ ڪنهن به ڌاري ذات واري عورت ڪي نه ڏينديون آهن. جيڪڏهن ڪنهن به ڌاري عورت ان لولي مان ڪجهه کاڌو ته نتيجي طور اهو ٻار گونگو ٿي ويندو. تنهن ڪري چنڙ ذات وارا انهي رسم تي عمل نهايت سختي سان ڪرائيندا آهن. جيئن ڪا به بدشگوني نه ٿئي.

# ناريجو

ناريجا سماٽ جو هڪ وڏو پاڙو آهي، روايتن موجب سندن ذات مٿان اهو نالو سنڌو درياءَ جي وهڪرن جن کي "نارو" چيو ويندو هو، جيئن اوڀرندو نارو جيڪو اروڙ کان مٿان رهندو هو جنهن ۾ قديم دور ۾ هاڪڙو ۽ ستلج اچي گڏبيون هيون ۽ هاڻي اهو سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ هڪ وڏي ڪئنال جي صورت ۾ وهي ٿو جيڪو خيرپور ضلعي جو اوڀرندو حصو ڏيئي ڪڇ واري پٽي مان گذري ڪڇ ۽ لاڙ جي ڪن حصن کي آباد ڪري ٿو.

اهڙي طرح اولهندو نارو هو جيڪو لاڙڪاڻي جي سامهون عاقل وٽان نڪرندو هو ۽ هاڻي سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ دادو ڪئنال ۽ رائيس ڪئنال جي وهڪرن جو حصو بڻجي ويو آهي.

انهيءَ ناري وارن وهڪرن تي آبادي ڪندڙن، مڇي مارڻ وارن ۽ پاڻيءَ تي ٻيڙي ڪرت ڪرڻ وارن کي نارن جي ڪنارن تي رهڻ ڪري ناريجا سڏيو ويو يعني سنڌو درياءَ جي نارن+ وهڪرن، تي رهڻ وارا. انهي ڪري هن ذات وارن جي گهڻائي خيرپور ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وڌيڪ آهي. سندن هيٺيان پاڙا آهن:

(1) بکراڻي (2) گهرياڻي (3) فضراڻي
(4) دوداڻي (5) محموداڻي (6) ڊنڊئي
(7) عالماڻي (8) مدراڻي (9) قائماڻي
(10) هشامي (11) ڪتائي (12) مونگلاڻي
(13) گولائي (14) محباڻي (15) خليفاڻي
(16) سومراڻي (17) گذاڻي (18) سوناڻي
(19) بخشاڻي (20) عنائتاڻي (21) دائوداڻي
(22) راضلاڻي (23) مورياڻي (24) جليلاڻي
(25) بخشياڻي (26) ڪالاڻي.

## شجرو ڪالاڻي ناريجا



## ادر ڪالاڻي ناريجو جي اولاد

- ڪالو خان
  - ادر
    - گهرام خان
      - بهرام خان
        - امام بخش
          - نياز خان
            - امام بخش
            - علي بخش
              - عابد علي
              - اياز علي
              - عمران علي
              - عرفان علي
              - ممتاز علي
              - هالار
              - محمد اسلم
            - ڪريم بخش
            - خادم حسين
              - عبدالقيوم
              - فهيم احمد
              - نويد احمد
              - عبدالصمد
            - نبي بخش
              - وقار احمد
        - علي بخش
      - چام خان
        - محمد بخش
          - الله بخش
            - نور محمد
            - زاهد خليل
          - لال بخش
            - عارف حسين
            - عامر حسين
            - محمد بخش
            - ممتاز
          - عالم خان
          - چام خان
            - شازيب
            - جان زيب
        - نورل
        - عالم خان
        - قادر بخش
      - پنجل خان
        - پريل
    - ميوو




پيارو خان
حاجي امير بخش
پنجل
الاهي بخش
نبي بخش
قلندر بخش
غلام عباس
غلام مصطفيٰ
پريل
پنجل
غلام شبير
غلام سرور
غلام علي
غلام الله
غلام اڪبر
غلام مرتضيٰ
غلام ڪبريا
غلام مجتبيٰ
بشير احمد
آفتاب
غلام عباس
لعل
گلاب
بچل
علي حيدر
علي مدد
يارل
لعل
محمد حسن
غلام رسول
غلام حسين
غلام مرتضيٰ
غيبي خان
گلاب خان (مطهر)
حاڪم علي
منظور علي
علي حيدر
محمد بچل
سهيل احمد
سميع الله
امير بخش
واجد علي
ساجد علي
عبدالواحد
عبدالخالق
نور نبي
عبدالنبي
شعيب
حاڪم علي (ارسلان)
آفاق علي
ماجد علي
جنيد خان
شيراز خان
مبين خان

# چنو

سنڌ جي ڪاڇي ڪوهستان بلوچستان ۽ سنڌ جي جبلن ۾ رهندڙ سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، جن ڄام فيروز ۽ ڄام صالح الدين جي گهرو ويڙهه جي تباهي ڪري ارغون لشڪر جي مارڌاڙ کان بچڻ لاءِ وڃي جابلو علائقا وسايا.

هي چنو راءِ آمري جي اولاد آهي جيڪو دلوراءِ جو ڀاءُ هو ۽ مسلمان ٿي عرب علائقن ڏانهن هليو ويو هو ۽ اتي هڪ عرب عورت فاطمه سان شادي ڪئي هئي ۽ پوءِ موٽي اچي سيوهڻ ۾ رهيو. هي پرهيزگار ۽ نيڪ انسان هو، جنهن ڪري الله تعاليٰ جي پهتل ٻانهن ۾ شامل آهي. هو واپس اچي برهمڻ آباد ۾ رهيو ۽ پوءِ اتان سيوهڻ هليو آيو.

چنو "راءِ آمريءَ جو ٻيو نمبر پٽ هو، جنهن جي نالي تي آمريءَ جو شهر ٻڌل آهي، بعد جي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته راجا دلوراءِ مسلمان ٿيو ۽ پنهنجي ڌيءَ جو سنگ سيد علي کي ڏنو جنهن مان سنڌ جا لکياري سيد آهن. ان بابت تفصيلي احوال سومرن جي سلسلي ۾ ڏنو آهي.

چنو امراڻي جو مقبرو سيوهڻ شهر ۽ ريلوي اسٽيشن جي وچ تي آهي، جنهن تي مغل صوبيدار ديندار خان 1042 هجري ۾ مقبرو تعمير ڪرايو ۽ سندس گهر واري فاطمه جي قبر به اتي موجود آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي کي اصل سنڌي لهجي ۾ جيئن هي چنا ۽ ڳائيجا پڙهي ۽ سمجهي سگهن ٿا. تيئن سنڌ جي ٻين ذاتين کي اها ڄاڻ ڪانهي، هي سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ آهن.

چنا ذات وارن جي پنهنجي چواڻي ته جيڪي هاڻي اسان جا سردار چورائن ٿا اهي اصل ۾ وڏيرا سڏيا ويندا هئا ۽ انهن جو تعلق به اصل چني قبيلي سان نه آهي.

اهي هڪ سمي "پوٽ نالي بزرگ جي خاندان سان تعلق رکندڙ آهن انهي پوٽ جو هڪ پٽ "چنن" وٽ رهيو جنهن جي ڪري سڀ چنا ڪيس بزرگ واري حيثيت ڪري وڏو مان ۽ مرتبو ڏيندا هئا ۽ اڳتي هلي انهي خاندان کي پنهنجو وڏو تسليم ڪيائون. انهي پوٽ جي اولاد پوٽاڻي سڏجي ٿي. جنهن جو شجرو هيئن آهي.




## صالح محمد (موجوده سردار)

چون ٿا ته گنجا، مڃاڻي، بنديجا ۽ ٻڪڪ اصل ۾ چنا ذات سان تعلق رکندڙ نه هئا پر پوءِ چنن ۾ شامل ٿي ويا، اهڙي طرح چنن جو پاڙو مارچو معنيٰ مارچو ڪتو مارينڊڙ ميرڪ چني جي اولاد کي سڏيو ويندو آهي، اٽڪل 1200ع ڌاري ميرڪ چنو رهندو هو جنهن وٽ هڪ هوشيار ۽ بهادر ڪتو هو. سندس ذات واري هڪ ماڻهو جيڪو "ڪرڇ جبل" وٽ رهندو هو جيڪو ڪيرٿر جبل جو حصو آهي. تنهن پنهنجي ڌڻ جي حفاظت لاءِ اهو ڪتو ميرڪ کان اوڌارو ورتو. چون ٿا ته انهيءَ جي هڪ ڏينهن ڌڻ مان چوري ٿي وئي جيڪا ڪتي جي هوشياري ۽ سڃاڻپ ڪري واپس ٿي، جنهن تي ڌڻ واري خوش ٿي ڪتي کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ خط لکي ڪتي

جي ڳچي ۾ وجهي ميرڪ لاءِ روانو ڪيو.

ميرڪ به ڪجھ ڏينهن گذرڻ ڪري انهي دوست ڏي اچي رهيو هو. جڏهن ڪتو واڻ تي مليس ته هن سمجهيو ته ڪتو پڇي آيو آهي، جنهن ڪتي کي ڏسي بجو ڏيندي چيو ته تون منهنجي لڄ لڄائي آهي ۽ پڇي آيو آهين. ڪتو اهو ٻڌي مالڪ جي پيرن ۾ ڪري پيو ۽ اتي دم ڏنائين. مالڪ سندس ڳچيءَ ۾ ٻڌل خط ڏٺو، جنهن تان احوال معلوم ٿيس ته ڪتو هن جي مرضيءَ سان آيو آهي، جنهن تي ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ ڪيرٿر جبل جي اوچائي واري ٽڪري تي ان کي دفن ڪيو، جنهن ڪان پوءِ اهو هنڌ "ڪتي جي قبر" نالي سان مشهور ٿي. اهو علائقو لاڙڪاڻي ضلعي جي حدن اندر آهي ۽ 6900 فوٽن جي اوچائي تي آهي. جڏهن مرزا قليچ بيگ مختيارڪار وارھ هو ته هن ان وقت ان علائقي جو دورو ڪيو هو ۽ اتي پنهنجي طرفان يادگار طور ڪتبو نصب ڪرايو ۽ اتان جي مقامي ماڻهن کي زمين الاٽمينٽ ڪري ڏني هئي. اهڙيون سندون اڄ به چنن وٽ موجود آهن.

ڪن حوالن سان چنن ذات وارن کي مهاڻن جو پاڙو ٻڌايو ويو آهي پر منهنجي تحقيق موجب هنن جو تعلق سمه قبيلي سان آهي.

### پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) پوتاڻي | (2) ٻهلول | (3) عيسيٰ |
| (4) نوتاڻي | (5) ٻٽواڻي | (6) گونگو |
| (7) واٽڪاڻي | (8) اوٺماڻي | (9) صديقاڻي |
| (10) گنجا | (11) مڄاڻي | (12) ٻنديجا |
| (13) ٻڪڪ | (14) توراڻي | (15) مارچو |

# گائينچو

سنڌ جي هن قديم ذات جا ماڻهو اڄ به سنڌي ٻولي اهڙي ڳالهائيندا آهن جيڪا اڄ کان 500 سال اڳ ڳالهائي ويندي هئي. هنن جي اڪثريت جابلو علائقي سان تعلق رکندڙ آهي ۽ انهيءَ هنڌن جا رهاڪو آهن، جتي سنڌ جي ماڻهوءَ پهريون پيرو زراعت ڪاري ڪئي هئي ۽ فصل جي آباد ڪرڻ لاءِ پاڻي کي ذخيرو ڪيو جنهن لاءِ مٽيءَ ۽ پٿر جا بند ٻڌا جن کي گوربند ۽ ڪافر ڪوٽ چيو وڃي ٿو.

باجڪ جا هي رهاڪو دنيا جي پهرين وسنديءَ ۾ رهن ٿا. جتان انسان جي شعور جي شروعات ٿي، اوائلي انسان غارن کان نڪري وسنديون آباد ڪيون، شڪار کان شروع ٿي زمين کيڙڻ ۽ آباد ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ آهستي آهستي واديءَ باجڪ کان ٿيندو سيتا ڏاٽ، ۽ منگلي کان ٿيندو مهين جهڙي عاليشان شهر جو بنياد رکيو.

گائينچا ذات نڪتل آهي گان مان ۽ گان، ڳئون کي چيو ويندو آهي، جابلو علائقي ۾ ٻڪرين ۽ رڍن کان علاوه ڳائو مال به رهي سگهي ٿو، معلوم ٿئي ٿو ته هن قبيلي وارا ڳائو مال جام ڌاريندا هئا جنهن ڪري ان نسبت سان گائينچا سڏيا ويا. هن ذات جو تعلق چنا قبيلي سان آهي جيڪي اصل ۾ ڪاڇي جا مالڪ ۽ رهواسي هئا.

### پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) حسراڻي | (2) ڏنڙ | (3) رهاڻي |
| (4) جڪراڻي | (5) وڏواڙي | (6) کهاڻي |
| (7) چناڻي | (8) لاڙڪ | (9) ٿوهراڻي |
| (10) لوراڻي | (11) نونياڻي | (12) راهواڻي |
| (13) نوتاڻي | (14) چوئيراڻي | (15) ٻڪراڻي |
| (16) سينلاڻي | (17) گمباڻي | (18) محمداڻي |
| (19) مراداڻي | (20) ويسراڻي | (21) عرضاڻي |
| (22) ننڌاڻي | (23) ڪونگاڻي | (24) ڪوڙاسي |
| (25) ڪانهاڻي | (26) ٻاريجا | (27) ڇاهرو. |

# جوکيو

جوکيا سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، جيڪو هاڻي خود هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. هي راجپوت نسل سان تعلق رکندڙ آهي. مرزا قليچ بيگ، اي ايچ ائٽيڪن ۽ ٻين لکيو آهي تہ هو موجوده سنڌ جي حدن ۾ مڪران جي طرف کان آيا. هي انهن سنڌين جي اولاد آهن جن کي بلوچ نفرت مان جدگال سڏيندا آهن. يعنيٰ جاهل، ڄٽ، هي حقيقت ۾ بلوچستان جي ايراضي جا مالڪ هئا. حقيقت اها آهي تہ جڏهن لس ٻيلي ۾ گهرو ويڙهہ وڌي ويئي تہ هي اتان نڪري ملير ڪراچي اچي پهتا جتي نومڙين ۽ ڪلمتن جو راڄ هو. هو مڙسي سان انهن کي ٻي دخل ڪري پنهنجا پير ڄمائي ويا. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ هي ماڻهو لاڙ ۾ اچي رهيا ۽ ٻن سون ورهين تائين چوري ۽ ڦرمار تي گذر بسر ڪندا رهيا.

مسٽر فريئر جو بيان آهي تہ ”جوکيا اصل ۾ راجپوت آهن. اهي پهريان شاهہ بلاول جي اتر ۾ رهندا هئا جتان حب جي ماٿري ۾ پهتا ۽ پوءِ اتان حب ندي ۽ نئين ملير جي وچ واري علائقي ۾ پکڙجي ويا.

جوکيا بابت اسان کي تاريخي حوالو تحفتہ الکرام ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ لکيل آهي تہ 1160 هجري مطابق 1747ع ۾ نادر شاهہ جي قتل کان پوءِ ڏاراڇي جي راڻي جي چرچ تي هڪ سئو جابلو ويڙهاڪ ٺٽي جي پس گردائي کي ڦرڻ لاءِ آيا جن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٺٽو جو حاڪم مسو فقير سامٽيو، شيخ شڪر الله ۽ بولا خان نومڙيو (جاکرو) هزارين ماڻهن جو لشڪر وٺي انهن جي سامهون ٿيا پر هو هنن جي هٿان شڪست کائي ويا. ٿوري وقت کان پوءِ شيخ شڪر الله، ٻجار جوکئي جي معرفت راڻي ڏاراڇي کي صلح ۽ ڳالهين ڪرڻ لاءِ موڪليو جنهن ان کي ڌوکي سان آرماڙ مان لاهي قتل ڪري ڇڏيو. اهو دور ميان نور محمد ڪلهوڙو جو هو.

فريئر اهو واقعو غلام شاهہ ڪلهوڙو جي دور سان منسوب ڪيو آهي، جنهن جي پوئواري مرزا قليچ بيگ گزيٽئر لکڻ وارن ۽ ٻين ڪئي آهي. پر اها حقيقت آهي تہ ميان نور محمد جي وقت ۾ ٻجار جوکئي ڌوکي سان راڻي ڏاراڇي جنهن جو نالو فريئر ارجن ٻڌايو آهي تنهن کي قتل ڪري ڇڏيو جنهن ڪري هن جو وڏو نالو ٿي ويو ۽ اهو ممڪن آهي تہ غلام شاهہ ڪلهوڙو پنهنجي وقت ۾ ٻجار جوکئي کي ڄام جو لقب ڏنو ۽ کيس جاگير عطا ڪئي ۽ کيس ڪراچي کان ٺٽي ڏانهن ويندڙ سامان تي محصول جي اوڳاڙي جو حق ڏنو.

جنهن مان هن کي ساڍا ڇهہ هزار رپيا ساليانو آمدني ٿيندي هئي. جوکين تي اها ذميواري بہ عائد هئي تہ هو ڪراچي کان سيوهڻ ويندڙ قافلن جي حفاظت ڪن.

محترم غلام محمد لاکو، ڪلهوڙا دور ۾ لکيو آهي تہ سن 1182هجري مطابق 1768ع ۾ نومڙين جي سردار گهڻي لشڪر سان ٻجار جوکيو تي حملو ڪيو. ٻجار جوکيو بچاءَ لاءِ ٺٽي ڀڳو. نومڙيا بہ ٺٽي طرف ڪاهہ ڪئي جڏهن ميان غلام شاهہ کي اهڙو اطلاع مليو تہ هن ڇهہ هزار فوج ٺٽي جي بچاءِ ۽ نومڙين جي تاديب لاءِ موڪلڻ جو حڪمُ ڏنو. جهيڙي جي خاتمي کان پوءِ ٻہ هزار لشڪر مستقل طور ٺٽي ۾ رکيو ويو.

معلوم ٿئي ٿو تہ ان ويڙهہ جو خاتمو ائين ٿيو جو جوکيا ۽ نومڙيا انهن قافلن جي گڏجي حفاظت ڪندا هئا ۽ محصول ۾ ڀائيوار هئا. بهر صورت غلام شاهہ ڪلهوڙو جي وقت ۾ جوکين جي وڏي عزت ۽ حيثيت ۽ اهميت هئي جنهن ڪري 1843ع ۾ جوکيو سردار ڄام مهر علي ٽالپرن جي مدد ڪرڻ بدران انگريزن جو ساٿ ڏنو جنهن ڪري کيس مرتبي ۽ لقب سميت جاگير ڏني ويئي.

هنن جون مينگلن، گڇڪن ۽ برفتن سان مٽيون

مائٽيون آهن. حب کان وٺي گهگهر ڦاٽڪ تائين هنن جو راڄ هو.

جوکيا هڪ قبيلو ۽ ذات آهي پر هين ڪيترن قبيلن ۾ پڻ پاڙو جوکيو آهي پر انهن جو اصل جوکيا قبيلي وارن سان ڪو بہ تعلق نہ آهي. سنڌ ۾ اڄ ڪلهہ گڏهن تي ڪم ڪندڙ دايہ جڏهن پنهنجي ڪرت ڇڏي ٻيو ڌنڌو اختيار ڪندا آهن تہ پاڻ کي جوکيو چورائيندا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| مومت | سالار | ڪليپوٽا |
| ڏاگر | بنديجا | آري پوٽا |
| پنڊ | دباعي | موسيٰ |
| ٽيبر ساتلاڻي | طهرياڻي | ٽيبر ساڪاڻي |
| حميرڪا | بجار پوٽا | چوهڙاڻي |
| سعيد پوٽا | عيسيٰ پوٽا | طهرياڻي ٽيبر |
| جاڙاڻي | سائيناڻي | لاکاڻي |
| بيگاڻي | مريداڻي | شهداداڻي |
| ارٽي | سهراباڻي | بيگاڻي |
| وسنداڻي | ڏيسراڻي | قندر پوٽا |
| هالاڻي | ساک پوٽا | سهرياڻي |
| شهياڻي | گبراڻي | گاد |
| دليلاڻي | بابراڻي | حملاڻي |
| توپو | برفت | تاجپوٽا |
| اڇيا | | |

## نکون

**1_ توپر**

1. ايري (آري) 2. بجار 3. چوهڙ
4. ڪڏار 5. ڪالو 6. ميراڻ پوٽا
7. مريد 8. ساتل 9. قادر
10. ڪالاڻي 11. قادري

**2_ بنديجا**

1. چني پوٽا 2. چنيءَ پوٽا 3. غلام پوٽا
4. گجر پوٽا 5. شادي پوٽا

**3_ سالار**

1. گلاڻي 2. جکرا 3. قيصر پوٽا
4. دوڙي پوٽا 5. ٿوهاڻي 6. روڙيپوٽا
7. مناڻي 8. جماڻي

**4_ برفت**

1. برهماڻي 2. بورا (ٻرا) 3. چورا
4. گهنيا 5. گوندر 6. حملاڻي

**5_ پنڊ**

1. چام 2. طيباڻي 3. جعفري
4. ممداڻي

نوٽ: ٽيبر سردار گهراڻي جو پاڙو آهي.

جوجو جي اولاد

## جوکيو جو شجرو



## جوکيا سردارن جو شجرو



- (7) ڄام مريد
  - (9) ڄام ڪريم داد
    - محمد
    - احمد
- (8) ڄام دينار
  - بهرام
    - درياءَ خان ڪراچي بندر جو حاڪم

سائين ڏنو
- تگيو
- چاڪر
  - (10) ڄام بجار
    - چاڪر
    - (11) ڄام مراد علي
      - (12) ڄام مهر علي
        - (13) ڄام مراد علي
        - (14) ڄام بجار
          - (15) ڄام مراد علي
            - (16) سردار ڄام بجار خان فيبروري 2008 کان
              - عبدالڪريم (پنهون)
              - اويس (گهورام)
            - ڄام عبدالحفيظ
            - ڄام عبدالسلام
          - مهر
          - غلام قادر
        - بچل
      - بجار
      - قنبر علي
      - صالح محمد
        - غلام الله
      - دوست علي
        - چاڪر
- نتالو

نوٽ:- جوکيا قبيلي جو سردار ٽيپر پاڙي مان آهي ۽ جوکين جو پهريون سردار ڄام ميرڻ سمن حاڪمن جي وقت ڄام فتح علي جي وقت مقرر ٿيو.



# مهاڻو

سنڌ جي قديم ترين قوم مهاڻو آهي، جنهن جي ڪتابن ۾ ديو ميدا، ميد سڏيو ويو آهي، اڄ کان پندرهن هزار سال اڳ ۾ جڏهن دريائن ۽ سمنڊن ۾ ٻيڙا ۽ ٻيڙيون هلنديون هيون ته هي انهن جا ملاح هئا. اردو هندي لغت جي مطابق مهاڻو جو مطلب ”منهه“ اهو هنڌ جتي ٻه دريا پاڻ ۾ ملن.

مهين جي شهر ترقي تڏهن ڪئي جڏهن ان جو واپار هڪ طرف عراق ۽ مصر تائين هو ۽ ٻي طرف اوڀر تائين وڌيو. هن واپار کي وڌائڻ ۽ سامان آڻڻ ۽ نيڻ وارا هي مهاڻا هئا جن سنڌ جي عظمت کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا.

ايچ. جي ويلز آوٽ لائين آف هسٽري ۾ لکيو آهي قديم دؤر ۾ سمنڊ ۽ دريائن ۾ ٻيڙا هلندا هئا. جنهن لاءِ هن عراق ۽ سنڌ جو نالو ڪنيو. هڪ ٻئي محقق ڊي. ڊي ڪوسمبي ثابت ڪيو ته دنيا ۾ سڀ کان اول جهاز راني سنڌ وارن شروع ڪئي- هو ”ڪانءُ“ جي مدد جهاز راني ڪندا هئا ۽ ڪانءُ رڳو سنڌ ۾ آهي.

سنڌ جا هي ماڻهو ڪولمبس، واسڪو ڊيگاما ۽ ٻين کان وڌيڪ هوشيار ڦرتيلا ۽ محنتي هئا. مصر واري ”سنڌباد“ جي ڪهاڻي اصل ۾ سنڌ جي مهاڻي جي ڪهاڻي آهي.

قرآن شريف ۾ ٻيڙن جو ذڪر ٿيل آهي جيڪي الله تعاليٰ جي مهرباني سان سمنڊن ۾ هلنديون هيون ۽ انهن جي هلائيندڙن جو ذڪر مبهم ٿيل آهي ان جو مطلب ته اڻ سڌي طرح قرآن شريف ۾ هن ذات وارن جو ذڪر ٿيل آهي.

آرين جي حملن کان اڳ ۾ سنڌ ۾ قديم قومون رهنديون هيون جن مان ڪي قومون پنهنجو وجود برقرار رکي نه سگهيون ۽ ختم ٿي ويون يا وري ڪنهن ٻي قوم سان ملي ويون پر مهاڻا انهن ذاتين مان آهن جن هزارن سالن گذرڻ کانپوءِ به پنهنجي وجود کي برقرار رکيو آهي ۽ پاڻي تي روزگار ڪرڻ وارن پنهنجي ڏنڌي کي نه ڇڏيو آهي. جديد دؤر ۾ ڪيترن مهاڻن پنهنجي اباڻي پيشي کي ڇڏي نئين سماج ۾ شامل ٿي ويا آهن پر پوءِ به انهن کي پنهنجي ماضي تي رشڪ آهي.

مهين واري دؤر ۾ هر ڪم ڪار ورهايل هو حاڪم ڪان وٺي ڪارندي تائين ۽ هاري ۽ مزدور کان وٺي واپاري تائين. هت جمهوري نظام لاڳو هو، هڪ مضبوط نظام رائج هو. سنڌي زراعت سان گڏ وڏا واپاري هئا، سنڌن سرشتو هيئن هلندو هو.

پهريون: اهي جيڪي محنت ڪري خام مال تيار ڪندا هئا يا مهيا ڪري ڏيندا هئا. يعني هاري.

ٻيو: اهي جيڪي خام مال ضرورتون واريون شيون تيار ڪري وڪرو ڪندا هئا يا ڪنهن دڪاندار يا واپاري لاءِ مال ضرورت مطابق تيار ڪندا هئا يعني هنرمند.

ٽيون: اهي جيڪي هنرمند کان مال وٺندا هئا يا خام مال وٺي هنرمند کان مرضي مطابق شيون تيار ڪرائيندا هئا. يعني دڪاندار ۽ واپاري.

چوٿون: اهي جيڪي ڏيسارو مال ڪٺي ويندا هئا ۽ ضرورت مطابق ڏيساور مان مال آڻيندا هئا. هو پاڻ به مال خريد ڪري وڪرو ڪندا هئا ۽ واپاري جو مال باامانت ڏٺي تائين پهچائيندا هئا. يعني ايڪسپورٽ، امپورٽ ۽ شپنگ جو ڪاروبار ڪندا هئا جن کي اسان مهاڻو چئون ٿا.“

قديم دؤر ۾ مال ڏيساور موڪلڻ جا ٻه ذريعا هئا هڪ سامونڊي ۽ ٻيو زميني. سامونڊي رستن جا مالڪ ۽ واپاري مهاڻا هئا ۽ زميني رستي تي هلندڙ وڻج واپار جت جو هو جن کي جمالي ۽ گاڏهي معنيٰ گاڏي وارو، جمالي ڏيساور ويندو هو ۽ گاڏهي مقامي آمدو رفت جو ڪم سنڀاليندا هئا.

قديم دؤر واري پٽي ۽ ميد اڇوڪا مهاڻا آهن. پروفيسر

ماٽڪ پيٽاوالا هن قوم بابت لکي ٿو "هنن کي پنهنجي تهذيب هئي، پنهنجا گهر گهاٽ هئا ۽ پاڙا ۽ ڳوٺ هئا. ڳوٺن کي چوگرد پناهه گاهه ڏنل هئا. هو نه اندر ديوتا (آرين جو ديوتا) جي پوڄا ڪندا هئا، نه پوکي ۽ زراعت انهن جو پيشو. اهي پنڊتن کي نه ڪي سوما ۽ نڪي ٻيون قربانيون پيش ڪندا هئا جيتوڻيڪ هو وڏا واپاري ۽ شاهوڪار هئا. "ماٽڪ پيٽا والا هي راءِ مهين جي شهر جي تباهي ۽ آرين جي عروج واري زماني جي بيان ڪئي آهي. ماهر ان راءِ تي تقريباً متفق آهن ته مهين وارن مهرن ۽ سڪن تي اڪريل تصويرن جو تعلق هن قوم سان آهي.

هڪ ٻيو محقق اي. ڊي پسالڪر The Tribes in the Regved ۾ لکي ٿو: پاڻي يا پڻي قوم جو تعلق داسيو سان آهي جيڪي آرين جا دشمن هئا. هونڪي ديوتائن جي پوڄا ڪن ۽ نه وري پنڊتن ۽ ٻين کي سوکڙيون پاکڙيون ڏين. انهي ڪري انهن کي رگ ويد ۾ ڪنجوس، خود غرض، لالچي ۽ بدزبان ڪري لکيو ويو آهي، رگ ويد ۾ آهي ته هي مال ونڊ ۽ مال چور هئا. هو اهڙا راڪاس هئا جيڪي پاڻي ۽ چوپايو مال کي روڪي ڇڏيندا هئا انهن جي ديوتا جو نالو "پريو" ۽ سندن راجا سندن (سنڌ) هو. (پريو- پريات مان نڪتو آهي، معنيٰ سج اڀرڻ کان اڳ واري روشني، مطلب پاڻي جو پوڄاري) هو ڄاڻائي ٿو ته پاٽيڪ يا واٽيڪ (واڻيو) پاڻي ۽ وياني جنهن جي معنيٰ آهي "سکيا ۽ ڏاها واپاري" هو لکي ٿو لاڙ جا لهاڻا ۽ مهاڻا انهنجي اولاد آهن اهي لهاڻا ۽ مهاڻا هاڻي خوجا ۽ بوهرا ٿي ويا آهن.

تاج صحرائي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي "هي بنيادي سنڌي ماڻهو هئا جن جو تعلق دراوڙن (مهين ماڻهن) سان هو. هو واپار ڪري وچي سمنڊ جي ڪنارن تي (وينا) آباد ٿيا ۽ هو تمام هوشيار ملاح هئا. هو وڌيڪ لکي ٿو "سنڌي ميربحر مهاڻا ۽ ملاح پڻي (پاڻي) وارا جن جون آباديون، وسنديون ۽ مياڻيون سمنڊ جي ڪنارن ۽ سنڌو جي ڇوڙ وٽ هيون."

ڪاڪي ڀيرومل لکيو آهي "ماڱرجن کي ماڄر سڏيو وڃي ٿو، ذات جا مهاڻا آهن جيڪي دراوڙن (مهين ماڻهون) جي اولاد آهن. هو قديم زماني کان وٺي سنڌ ڪڇ ۽ گجرات ۾ وڻج واپار ڪندا هئا." هو لکي ٿو "ماڱر مهاڻا ملبار طرف به گهڻا آهن. ماڱر ماڄر ٿي ويو جيڪو اصل دراوڙ لفظ آهي (قديم سنڌي) جنهن جي معنيٰ آهي ڄار رکندڙ معنيٰ "مهاڻو."

رگ ويد ۾ آرين ۽ هن قوم جي ويڙهن جو ذڪر آهي جن کي ڀهريان داسيو سڏيو ويو ۽ جڏهن هنن سان ناهه ٿيو ته ڪين داس سڏيو.

ڪراچي شهر پڻ مورڙي ميربحر جو وسايل آهي جيڪو ٻهليم پاڙي سان تعلق رکندڙ هو.

سنڌ جا هي جهازران ۽ واپاري پندرهن هزار سالن کان پنهنجو وجود برقرار رکيو پيا اچن.

عرب جي تاريخ نويسن جت ۽ ميد جو (مهاڻو) جو گڏ ذڪر ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته اهي قومون ديس کان ڏيساور ۽ ڏيساور کان ديس اينديون ويندون رهنديون هيون. هنن جا لڳ لاڳاپا دنيا جي واپاري ٻيڙن، شهرن ۽ حڪمرانن سان هئا.

عربن هنن کي سامونڊي ۽ بحري ڌاڙيل قرار ڏنو آهي. هو لکن ٿا "هي نهايت بهادر ۽ جنگجو قوم آهي جيڪا ايران جي لشڪر ۾ شامل آهي، هنن جي پنهنجي حيثيت ۽ عظمت آهي، انهي ڪري هي سنڌي سمنڊ کان وٺي خليج فارس ۽ اتان پونوچ سمنڊ تائين ڦهليل آهن ۽ هنن جا ڏيساور ۾ پنهنجا علائقا آهن. عرب سياحن پنهنجن سفرنامن ۾ هن قوم جو ذڪر ڪيو آهي ۽ لکيو آهي دجله ۽ فرات ۾ ائين رهندا آهن جيئن سنڌو ۾ رهن ٿا. 1960ع جي ڍاڪي ۾ هن زال مڙس جرمن عالمن جت ذات تي تحقيق ڪندي عراق ويا، جتي ڪين اهڙي قبيلي بابت ٻڌايو ويو جيڪي هزارن سالن کان دريا جي اهڙن هنڌن تي رهن ٿا جتي "سر ۽ ڪانهه" جام آهي، جتان انسان جو لنگهڻ ناممڪن آهي. مقامي ماڻهن ڪين ٻڌايو ته هو "ميدان" آهن يعني ميد، مهاڻا.

ايڇ. ٽي. سورلي لکيو آهي "مهاڻو جت ۽ سمي کان گهڻو اڳ جو آهي (منهنجي تحقيق موجب، مهاڻو جت ۽ سمو مهين واري دؤر ۾ گڏ هئا ۽ ٽئي هڪ ٻئي سان لاڳاپيل قومون ۽ ذاتيون آهن) هي موهن جي دڙي جا ماڻهو آهن. هن ميربحر جي معنيٰ جي باري ۾ هيئن لکيو آهي، Lord of Sea or Water، سمنڊ ۽ پاڻي جا بادشاهه.

عرب واپاري هنن کان ڏاڍا ڊڄندا هئا ان ڪري هنن سان منهن ڏيڻ لاءِ سنڌين جي هڪ ٻي ذات سمه جن کي عرب سيابچ سڏيندا هئا، پنهنجي بچاءُ لاءِ ٻيڙين تي محافظ طور مقرر ڪندا هئا. انهي ڪري عرب ميديعني مهاڻي جو مطلب ڪيندا هئا. "سامونڊي بلا ۽ سامونڊي آفت".

ڪتابن ۾ متفرقه طور آيو آهي ته قديم زماني ۾ لبنان،

شام ۽ يورپ جي ڪن علائقن ۾ هڪ وڏي سڌريل قوم هوندي هئي جنهن کي عالمن فونيقي يا فونيشين سڏيو آهي. ان قوم جو سنڌ جي قديم قوم مهاڻن سان تعلق هو ۽ انهن مان هئا. هي اصل ۾ مهين جي شهر جا رهواسي هئا. ڪاڪي ڀيرومل پڻ اهڙي خيال جو اظهار ڪيو آهي. ايران جي تاريخ ۾ جنهن قديم ميد ۽ ميديا سلطنت جو ذڪر آهي. اهي دراصل سنڌوءَ جي مهاڻو قبيلي جي فردن جي حڪومت هئي. تفصيل لاءِ سنڌ جي تاريخ جلد پهريون حصو ٽيون پڙهون.

اڄ سنڌين جي هي عظيم ذات مختلف پاڙن ۾ ورهائجي ويئي آهي پر اڄ بہ انهن جي هڪڙي اڪثريت پاڻي تي پنهنجو گذربسر ڪري ٿي. ڪين ملاح، ميربحر ۽ مهاڻو چيو وڃي ٿو.

مهاڻي مڇي مارڻ تي پنهنجو گذر بسر تڏهن شروع ڪيو جڏهن انهن جو ڏيساور اچڻ وڃڻ بند ڪيو ۽ پنهنجو معاش ٻيڙن ۽ ٻيڙين سان برقرار رکندي، سمنڊ دريا، ڍنڍن ۽ ڍورن مان مڇي مارڻ شروع ڪيون. سنڌن قديمي شجرو جنهن ۾ هنن جو نسلي تعلق ظاهر ٿئي ٿو اڳ بہ ڏنل آهي.

## مهاڻن جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) آبڙاٽي | (2) آدماٽي | (3) آجايا |
| (4) عاقباٽي | (5) اتلاٽي | (6) عزيزاٽي |
| (7) ٻچاٽي | (8) ٻچيرا | (9) باداٽي |
| (10) باغاٽي | (11) باگڙا | (12) ٻهلم |
| (13) باجاٽي | (14) ٻلهڙا | (15) بلواٽي |
| (16) ٻارا | (17) ٻڙڇ | (18) بارهرا |
| (19) باريجا | (20) ٻورا | (21) ٻٽ |
| (22) ٻٽرا | (23) ٻيلائي | (24) باديلا |
| (25) ٻاڳل | (26) ٻگرا | (27) ٻولگائي |
| (28) ٻورا | (29) ٻوڏاٽي | (30) ٻودراٽي |
| (31) ٻڌڙ | (32) ٻوهيرا | (33) ٻرڙا |
| (34) چيڙ | (35) چاگينڊو | (36) چاڪي |
| (37) چالڪا | (38) چن | (39) چانداٽي |
| (40) چاريجا | (41) چوٻٽ | (42) چونڊ |
| (43) ڊاپا | (44) ڊايلا | (45) ڊيراٽي |
| (46) ڏپاٽي | (47) ڏپر | (48) ڊاگبا |
| (49) ڊاميچا | (50) دند | (51) دندا |
| (52) ڏيپراٽي | (53) ڏرها | (54) ڏيرا |
| (55) ڏاڍا | (56) ڏڪڻ | (57) ڏنڏل |
| (58) ڏانديا | (59) ڏهريا | (60) ڏوڪي |
| (61) ڍوليا | (62) ڏنداهي | (63) ڏيلاسيا |
| (64) دوداٽي | (65) ڏوڪي | (66) ڍولا |
| (67) ڏنبر | (68) گبا | (69) گڏيجاٽي |
| (70) گڏڙ | (71) گانياٽي | (72) گدارا |
| (73) گنجڻ | (74) گاگهر | (75) ڳاڙهيا |
| (76) گيگلاٽي | (77) گهوگهارا | (78) گهوٽا |
| (79) گهوگهٽ | (80) ڇچڙا | (81) گنگاٽي |
| (82) گدڙ | (83) گهوگهير | (84) گجيرا |
| (85) گوجيرا | (86) غلام | (87) گنا |
| (88) هالاٽي | (89) هولائي | (90) هوت خاناٽي |
| (91) حسناٽي | (92) آبواٽي | (93) انعامي |
| (94) جهازئي | (95) جڪراٽي | (96) جابير |
| (97) جاريڪو | (98) جسراٽي | (99) جابير |
| (100) جال جائي | (101) جوٽاٽي | (102) جوٽيا |
| (103) ڪاهيا | (104) ڪندرا | (105) ڪانهيرا |
| (106) ڪان راٽي | (107) ڪان ويرا | (108) ڪارا |
| (109) ڪاريچا | (110) ڪاسائي | (111) قاسم پوٽا |
| (112) ڪانير | (113) قراق | (114) ڪيڪائي |
| (115) ڪاڇڙي | (116) ڪاڏا | (117) ڪاڏترا |
| (118) خديجا | (119) ڪڪڙا | (120) کهڙا |
| (121) ڪاڪواٽي | (122) خال ناٽي | (123) خميرائي |
| (124) خاق پرا | (125) خارائي | (126) ڪتري |
| (127) خاداٽي | (128) خمينائي | (129) ڪوپرا |
| (130) ڪڏائي | (131) کهيريجا | (132) ڪوچاڙا |
| (133) ڪونچي | (134) ڪونا | (135) ڪوٽائي |
| (136) قوم واٽي | (137) ڪونهگئي | (138) ڪونگهٽيا |
| (139) ڪونجيرا | (140) قطريا | (141) لاڪائي |
| (142) لاڪاٽي | (143) لالاٽي | (144) لارا |
| (145) لارائي | (146) لاڙڪ | (147) ليارا |
| (148) لياراٽي | (149) لونگائي | (150) لونٽيا |
| (151) لودائي | (152) لولا | (153) لوٽرا |
| (154) لٽير | (155) مڪڙا | (156) مڪڙا |
| (157) ملحانان | (158) منارا | (159) منڇري |
| (160) مندارا | (161) منگريا | (162) مانجهواٽي |
| (163) مانجواٽي | (164) مرائي | (165) متار |
| (166) ماڻي | (167) ميري | (168) ميساوا |

(169) ميرگاٽي (170) ميسائي (171) مناٽي
(172) موريا (173) موريائي (174) مونٽاٽي
(175) مڇيرا (176) مگرا (177) مهاٽا
(178) موڪا (179) مولاٽي (180) مراپورا
(181) مورگل (182) موسوائي (183) ناهيجا
(184) ناهيا (185) نرائي (186) اوڀاڙا
(187) پڪڙا (188) پکيار (189) پالڪيا
(190) پنجابي (191) پنجارا (192) پارائي
(193) پارها (194) پاريري (195) پارسي
(196) ڦوليا (197) پنيار (198) پوپرائي
(199) پوپائي (200) ڦودڙا (201) پوريچا
(202) را (203) رباني (204) راڪيا
(205) رامر نائي (206) ربلاٽي (207) روة
(208) روڏيا (209) صفراٽي (210) شارا
(211) سهتا موهاٽا (212) سکيرا (213) سميجا

(214) ساموٽ (215) سانداٽي (216) سنگراٽي
(217) سانگيا (218) سانگي (219) سانجاٽي
(220) سانجهيجا (221) سانجهوجا (222) ساسيائي
(223) ساٽياٽي (224) ساني (225) ساڪٽيا
(226) سڪرا (227) سيا (228) شاهپورائي
(229) شيلهياٽي (230) سرگول (231) سيريا
(232) سيال (233) سوڍر (234) سونڙا
(235) سوپ پونڙا (236) سپرا (237) طاهراٽي
(238) ٽالاٽي (239) ٽانڊيا (240) ٽانرا
(241) ٽينگا (242) ٿهيم (243) ٽاهي موري
(244) ٽينگا (245) ٽوپياٽي (246) ٽويا
(247) ولاهري (248) وساٽا (249) ويلاسا
(250) ويسراٽي (251) وونگرا (252) ظاهارا
(253) ظهرا (254) اسراڻ (255) مورڙا

# چانگ

سنڌ ۾ رهندڙ چانگ پنهنجو نسب بلوچن سان ملائيندا آهن. پر ڊينزل ابٽسن جي مطابق هو اصل ۾ هندو شودر آهن جيڪي گهرٽ، باهٽو ۽ چانگ سڏجن ٿا. سماٽ ۾ چانگ پڻ هڪ پاڙو آهي. ڪي ڪين تاتاري نسل مان چاٽائن ٿا، هو گهڻو ڪري زراعت جي پيشي سان وابستہ آهن چانگ جي معنيٰ آهي. چا معنيٰ مالڪ، گ معنيٰ گهر يا زمين، مطلب زمين جو مالڪ. هو مخلوط النسل راجپوت آهن جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا.

سنڌي نسل جي ٻين قبيلن وانگر هن کي بہ بلوچ قبيلن مان چاٽايو ويو آهي جيتوڻيڪ بلوچن جي بيان ڪيل بنيادي شجري ۾ هن جو ڪو بہ ذڪر نہ آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ حسب عادت قديم سنڌي قومن کي بلوچ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ مختلف قصا ۽ ڪهاڻيون گهڙيون آهن هن چانگ کي بلوچ ۾ شمار ڪرڻ لاءِ مير جلال لهان يا مير چاڪر جو سهارو نہ ورتو ۽ لکيو تہ بلوچن قبيلن مان چانگ هڪ آڳاٽو قبيلو آهي جيڪو اوائلي اسلامي دؤر ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ آباد ٿيا. مطلب اموي يا عباسي دؤر ۾، جڏهن تاريخي طور ثابت ٿي چڪو آهي تہ سنڌ ۾ بلوچ ڄام فيروز جي وقت ۾ ان وقت شاهہ بيگ ارغون سان گڏ داخل ٿيا جڏهن هن ٻيهر سبي تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ پنهنجا پير ڄمائيندو ويو.

مسٽر ميڪليگن جي مطابق چانگ کي چاهڪ ۽ چاهنگ بہ سڏيندا آهن جيڪي بنيادي طور ڪڙمت جو ڪم ڪندا آهن ۽ هو ڪانگڙ ۽ هوشيارپور جي ڪاڇي واري علائقي ۾ رهندڙ آهن.

هن ذات وارا، حيدرآباد، بدين، دادو، مٽياري، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي ضلعن کان سواءِ ٻين هنڌن تي بہ رهن ٿا. سندن بنيادي پيشو زراعت ۽ مال ڌارڻ آهي. ڪي ڪين جت بہ سمجهندا آهن جو انهن مان ڪيترا اٺ پاليندا آهن. سنڌيءَ ۾ اٺ کي چانگو بہ چوندا آهن، تنهن کي ڌارڻ ۽ پالڻ ۽ مالڪ کي چانگ چيو ويندو آهي. انهيءَ نسبت سان جت قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. وارهہ تعلقي ۾ رهندڙ چانگ پاڻ کي جت چورائيندا آهن. اڪثر سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائيندا آهن. سنڌ جي قديم نسل سان هنن جو تعلق آهي. جڏهن سنڌ ۾ زراعت جي شروعات ٿي هئي ۽ مهين جي دور ۾ سنڌي قبيلن پنهنجون ذميواريون ورهائي ڪنيون هيون.

### پاڙا

(1) ڪنڊل (2) ريرو (3) پررواج
(4) بديال (5) پٽاري (6) چورا
(7) چاهرو (8) پتو

# ٻهليم

ٻهليم، ميربحر جو هڪ پاڙو آهي جيڪو قديم دور کان وٺي سنڌوءَ جي ڪناري ۽ سامونڊي پٽيءَ وٽ رهندو هو. سنڌ جي مشهور بهادر مورڙي ميربحر جو تعلق هن ذات سان هو، جنهن پنهنجي چالاڪي، حرفت ۽ بهادريءَ سان پنهنجي ڇهن ڀائرن جي ڳڙڪائڻ جو پلاند مانگر مڇ کي ماري ورتو، جيتوڻيڪ هن ۾ جسماني ڪمزوريون هيون پر هو غيرتمند هو.

مورڙي ان مانگر مڇ کي ماري ان جي پيٽ مان ڀائرن جا لاش ڪڍي، سمنڊ جي ڪناري دفن ڪيا، جيڪي هاڻي وزير مينشن نالي سرڪيولر ريلوي اسٽيشن سامهون هڪ چوڪ تي موجود آهن،جنهن کي مورڙو ۽ ان جي ڀائرن جو مقام يا قبرون سڏيو وڃي ٿو.

هنن جي قبرن کي ميساري ان جاءِ تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر سنڌي ماڻهن جي احتجاج گلبائي چوڪ جي قديم آثارن کي بچائي ورتو.

موجوده ڪراچي جو بنياد وجهندڙ مورڙو ميربحر ۽ ان جو خاندان هو، جنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته جديد ڪراچي جا قديم بانيڪار ٻهليم ذات وارا هئا. مورڙي جو اولاد شمس ڳوٺ ۽ ابراهيم حيدري کان سواءِ بابا ۽ ڀٽ ٻيٽن وغيره تي رهي ٿو، جن ۾ ٽي پاڙا، ڪلاچي وارا، لاڙا، بندري، ۽ موريا ۽ پوٽا مشهور آهن.

سنڌ جي خيرپور ضلعي ۾ انهن جي اڪثريت رهي ٿي جيڪي سنڌو درياءَ جي ڪناري موجوده لاڙڪاڻو خيرپور پل جي ڀرسان رهن ٿا، جتي هنن جا ڪافي ڳوٺ آهن، جن جي اڪثريت اباڻو پيشو ڇڏي، زمين، ڪرت ۽ ٻين ڌنڌن ۾ لڳي وئي آهي.

**ٻهليم جا پاڙا**

| | | |
|---|---|---|
| (1) ناريجو | (2) ممڻاڻي | (3) ٻگهيو |
| (4) لاڙڪ | (5) پنيرو | (6) ميراڻي |
| (7) جهبر | (8) ٻوهيو. | |

# مهر

مهر اصل ۾ هندو هئا. هنن جو وڏو ”چند“ راءِ ساهيسي جو غلام هو. جنهن کي هن ماتيلي جو گورنر مقرر ڪيو هو. ڪتاب سماٽ ۾ محترم الهرکيو پٽ 86 صفحي تي ندوي ابو ظفر جي تاريخ گجرات جي حوالي سان لکيو آهي ته مهر خاندان ايران کان نڪري بلوچستان کان ٿيندو پوري هندستان ۾ پکڙجي ويو، پنجين صدي عيسوي جي آخر ڏاري گپتا خاندان کي شڪست ڏيئي، مهرن اتر ڪاٺيا واڙ جي علائقي تي قبضو ڪيو. هي قوم اڄا تائين ڪاٺياواڙ ۾ موجود آهي. انهيءَ حوالي جي پٺڀرائي ڪندي اسا جو جديد محقق محترم شاڪر بروهي لکي ٿو ته انهيءَ مهرن جو پڻ هڪ وڏو تعداد سنڌ ۾ رهي ٿو. اتر سنڌ جي موجوده مهر سردار گهراڻي جو وڏو ”چاند“ هو جيڪو ستين صديءَ جي شروعات ۾ راءِ گهراڻي جي راءِ ساهيسي پيو جو غلام هو. راءِ اڳيان وڏي عزت حاصل ڪري ماتيلي جو گورنر مقرر ٿيو ان کان پوءِ چاند جي پونئرن جي باري ۾ ڪا معلومات نه ٿي ملي پر تيرهين صديءَ جي شروعات ۾ سنڌ جي مهرن بابت تاريخي اهڃاڻ ملن ٿا.

تاريخي شاهدن مان معلوم ٿئي ٿو ته ابو ظفر ندوي جو حوالو غلط ۽ بي بنياد آهي. گپت گهراڻي کان حڪومت مهر قبيلي وارن کو نه کسي هئي پر انهن کان سفيد هوڻ (تاتاري) لوڪن کسي هئي جن کي چيني YELHA رومي ۽ ايراني مؤرخ هفتالي سڏن ٿا ۽ سبط حسن ڪين ابدالي ڪوٺي ٿو. تاريخ جي مطابق چوٿين ۽ پنجين صدي عيسوي ۾ خاندان گپت، چندر گپت ۽ ان جي پٽ سمنڊ گپت وچ هندستان ۾ پنهنجي حڪومت منظم ڪئي ۽ سياسي طور اڀري آيا ۽ پروارا حاڪم سندن شان ۽ شوڪت کان مرعوب ٿي ڪيس تحفه ۽ تحائف ڏيندا رهيا، جيئن مسٽر چوڌري لکي ٿو ”330ع کان 375ع ۾ سمنڊ گپت جي دربار ۾ سنڌ جي شهنشاهه پاران ديوا پترا (ڏيوائچ) جنهن کي آءٌ پنهنجي تاريخ سنڌ ۾ راءِ ٻاري ڪري لکيو آهي، سفير جي حيثيت ۾ آيو هو، جنهن متعلق مسٽر سمٿ ٻڌائي ٿو ته اهو ڪشان شهنشاهه گرمباس هو، جنهن سمنڊ گپت ڏانهن ان کي سفير ڪري موڪليو هو. هي اهو هو جنهن ايران جي شهنشاهه شاهپور ثاني جي مدد لاءِ 360ع ۾ آمده ويو هو ۽ ان جي جا خيمه ۽ طنبو ٻين طنبن کان مٿي ۽ شاندار هئا. هو سنڌين جوهڪ وڏو لشڪر وٺي ايرانين جي مدد لاءِ پاڻ ويو هو. ان وقت يا پوءِ ايران ۾ ڪا به ”مهر“ نالي قوم ڪو نه گذري آهي جنهن جي الڳ ۽ شاندار حيثيت هجي.

ارلي هسٽري آف انڊيا جي مطابق 388ع ۾ سمنڊ گپت جو وارث چندر گپت ثاني بڪرما جيت ڪشان شهنشاهه جي نائب وسوا سينا تي حملو ڪيو ۽ ان کان ڪاٺياواڙ ۽ هيٺين سنڌ جو علائقو کسي ورتو. محترم رشيد اختر ندوي تاريخ ارض پاڪستان ۾ لکي ٿو چندر گپت ثاني ۽ ان جا وارث ڪمار گپت ۽ سمنڊ گپت 455ع-560ع تائين سنڌ جا حاڪم اعليٰ رهيا ۽ اها به ڳالهه تسليم ڪري سگهجي ٿي ته 388ع کان وٺي 465ع تائين گپت خاندان کي هيٺين سنڌ (لاڙ، ڪڇ، ڏکڻ سنڌ ٿر ۽ پارڪر) ۾ سياسي سربراهي نصيب رهي. هو وڌيڪ لکي ٿو ته جڏهن گپت خاندان سنڌ تي قابض هو ته ڪابل کان وٺي راوي تائين ڪشان بادشاهن جي حڪومت هئي، جن کان خانه بدوش هوڻ لوڪن حڪومت کسي ۽ وچ هندستان تائين قيامت برپا ڪري ڇڏي.

هوڻ لوڪ جن کي تاريخ بربريت ۽ وحشت جو ٽولو سڏيو آهي، اهي 458ع ۾ طوفان وانگر وچ ايشيا مان نڪري، سنڌو ماٿر جي علائقي کي پامال ۽ برباد ڪندا، ڳوٺن جا ڳوٺ ساڙيندا، فصل ۽ آباديون ناس ڪندا اچي سنڌ تائين پهتا، ان وقت سنڌ، گپت خاندان جي فرمان روا سمنڊ گپت جي ماتحت

هئي، جنهن ان ٽولي کي منهن ڏنو ۽ انهن جي پيش قدمي کي روڪيو ۽ کين شڪست ڏيئي واپس ورڻ تي مجبور ڪيو.

هو پيهر تورمان جي ڪمان هيٺ 465ع ۾ سنڌ ۽ سمنڊ جي بادشاهي تي حملو ڪيو ۽ هو فاتح بڻجي وچ هندستان تائين وڃي پهتا.

سن 510ع ۾ تورمان جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مهر گل تخت تي ويٺو جنهن جي سلطنت جي گادي جو هنڌ ساڪل يعني موجوده سيال ڪوٽ هو. شايد ندوي صاحب مهر گل جي پونئرن کي مهر سمجهي لکي ڇڏيو ته هنن ڪاٺياواڙ تي حملو ڪري پنهنجي تصرف ۾ آندو هجي، پر حقيقت ايئن نه آهي اهو برابر ٿي سگهي ٿو ته تمورمان جي حملي وقت مهر گل ان سان گڏ هجي جيڪو نوجوان هو. مهر گل جي بادشاهي جو وڏو عرصو وچ پنجاب ۽ ڪشمير جي علائقي ۾ گذريو جنهن کي 528ع ۾ هندستان جي متحده فوج گپت بادشاهه بالادت ۽ وچ هندستان جي راجا ليسو ڌرمن جي ڪمان ۾ شڪست ڏني هئي.

هن تاريخي حوالن مان واضح ٿي وڃي ٿو ته گپت خاندان کان ايران مان ايندڙ مهر قبيلي وارن حڪومت ڪو نه کسي هئي پر وچ ايشيا مان ايندڙ هوڻ لوڪن گپت خاندان تي حملو ڪيو هو وڌيڪ تفصيل ڄاڻڻ لاءِ منهنجي لکيل تاريخ سنڌ حصو اول ۽ جلد ٽيون ۽ سنڌ تي حملن جي تاريخ پڙهو.

هڪ شجري ۽ حوالي موجب مهر راجا مهر يوچ جي اولاد آهن جيڪو قنوج تي حڪومت ڪندو هو، جنهن کان پوءِ سندس پٽ مهندر پال، ان کان پوءِ راجا مهر يوچ ثاني، تنهن کان پوءِ ان جو ننڍو ڀاءُ مهپال تخت تي ويٺو جنهن کان 914ع ۾ راشٽرڪوٽ جي راجا انند سومر قنوج تي قبضو ڪيو پر مهپال ان کي پيهر حاصل ڪرڻ ڪامياب ٿي ويو ۽ هو 940ع ۾ فوت ٿي ويو. ان کان راجا ديوپال 955ع تائين حڪمران رهيو. تنهن کان پوءِ ان جو ننڍو ڀاءُ راجاوجياپال 990ع تائين قنوج جو حڪمران رهيو، جنهن کان پوءِ رياست زوال پذير ٿي ويئي ۽ مهر راجائي کان محروم ٿي ويا.

رائچند هريچند لکيو آهي ته ٿر جي پراڻن شهرن ۾ نهٽي نالي هڪ شهر هو جتي مهر راجپوت رهندا هئا. مهر نالو پڻ "مهراڻ درياءُ" تان پيو آهي جيڪو ڪنهن زماني ۾ وهندو هو، سڄو ملڪ سر سبز ۽ آباد هو، هن ڄاڻايو آهي ته هڪ مهر راجا کي حسين ڇوڪري هئي، ان وقت ڪڇ ۾ راءِ لاکو ڦلاڻي راڄ ڪندو هو تنهن جو روجهون رات جي وقت مهرن جي باغن ۽ فصل ۾ پيهون ۽ ڀيل ڪئي. جنهن تي ماڻهن کين ڌاهه ڏنو ۽ ڊوڙايو جنهن ڪري ڪيترين روجهون مري ويون، جنهن ڪري راءِ لاکو مهرن تي ڪاهي آيو ۽ کين لڙائي ڪانپوءِ شڪست ڏني، راجا مهر پنهنجي ڌيءَ "مهر ڪماري" ڏيئي صلح ڪيو.

شادي ٿيڻ کان پوءِ مهرن جي مخالفن راءِ لاکي جا ڪن ڀريا ۽ چيو ته "مهر ڪماري" ستي نه آهي ۽ توسان ڌوڪو ڪيو ويو آهي. راءِ لاکي انهن تي يقين ڪيو. پهريان ته "مهر ڪماري" کي مارڻ چاهيو پر پوءِ ان کي ڍاهگ ڏيئي روانو ڪيو. جنهن ڪري ڪيس "چڪيا" تي ڇاڙهيو ويو. ان جاءِ کي "مهر جو ڍهر" چوندا آهن.

پنجاب جي ذاتين ۾ سر ڊيزل ابسٽن جويا ۽ مهر جي عنوان سان لکيو آهي ته جويا ۽ مهر ڀاڻ ۾ ڀائر آهن. هو لکي ٿو ته "راجپوتن جي 36 شاهي خاندانن ۾ شامل جويو (جوئيه) کي قديم لکڻن ۾ بطور "جهنگل ديس جا آقا" چيو ويو آهي. ان جهنگل ديس جي علائقي ۾ هرياڻه، پٽياڻه، ڀٽنير ۽ ناگور شامل آهن. اهي ديهيار (جويا جي نالي سان گڏيل نالو) سان گڏ مشترڪ طور درياءَ سنڌ ۽ ستلج جي ماڳن جي قريب ڪنارن تي رهندا آهن جن کي ست سؤ سال اڳ (رهاٽوکي مدي مطابق 828 سال اڳ)، انهن کي واضح طور درياءَ سنڌ جي پٽيءَ کان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ باگڙ علائقه ۾ ڀٽين عارضي طور انهن کي پنهنجي تابع ڪيو سورهين صدي جي وچ ڌارين راٺوڙ حڪمرانن پنهنجي وڃايل آزادي پيهر حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ انهن کي بيڪانير جي جويا علائقه کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ڪرنل ٽاڊ چيو آهي ته راجپوتن ان علائقي ۾ تلوار ۽ جنگ آندي جنهن ڪري انهن هن کي رڻ پٽ ڪري ڇڏيو، تڏهن اهي علائقه ويران آهن ۽ جويه جو نالو به غائب ٿي چڪو آهي "پر پوءِ ڪيترن ڳوٺن مان جويا (مهر گڏ) غائب نه ٿيا آهن.

هو وڌيڪ لکي ٿو ته حصار جا جوئيه ڀاڻ کي "سميجه" جي مادري سلسلي ۾ ٻڌائين ٿا. مهر ستلج تي فاضلڪا جي سامهون هڪ ننڍو قبيلو آهي جن کي جويا جي هڪ ڀاءُ مهر جي اولاد ٻڌايو وڃي ٿو. انهن کي جهيڙي ڪار، احمق، عادي چور، مال جو شوقين ۽ زمين جي ڪم ڪار کان لاپرواهه چيو وڃي ٿو.

ڪن جو چوڻ آهي ته مهر جو تعلق سومرن سان آهي، مرزا شاهه حسن ارغون جي وقت ۾ چنڊ جي اولاد مان "سن مڪ" نالي سردار اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيو. ان کان پوءِ مهر قبيلي وارا به دين اسلام تي آيا. سر ڊينزل ابٽسن ۽ ٽاڊ جي مطابق ته مهر سنڌ ۽ جيسلمير جو هڪ قديم قبيلو آهي جيڪو حالتن سان مقابلو ڪندي آخر پنجاب جي ڪن علائقن،

سرائڪي، پٽي ۽ گهوٽڪي ضلع ۾ آباد ٿي ويا. جتي هن قبيلي جا وڏا رهن ٿا، جن جو اڄ به جيسلمير وارن مهرن سان تعلق آهي. هنن جو وڏو محمد بخش خان خان ڳڙهه ۾ رهي ٿو.

ڪيپٽن گولڊ سمٿ پيپل آف انڊيا ۾ مهر قبيلي متعلق لکيو آهي:

The Mhars inhabit the skirts of the desert, south of Bhawaulpoor, and are a very ancient tribe, originally Hondoos. Their period of conversion is of Sind, and the tribe are Soonnees, though ordinarily very ignorant, They are for the most part peaceendle cultivators and herdsmen, breeding from a taint of violence, yet do not appear in the reports of the frontier tredes as engaged in predatory warfare, either independently or in connection with others. Of the Mhars, Captain Goldsmiths report on Shikarpur affords the folloving particulars:

In the year A.D. 1541 there were seven brothers of the tride in Oodara, near the present Bhawulpoor frontier, one of whom, by name Jaisur, separated from his kinsmen, and went to Bukkur, then occupied by Mahoomed, the governer on behalf of Shah beg Urghoon, then ruler of Sind.

شيخ صادق علي هنن کي آبادگار ۽ ڌڻ پاليندڙ چاڻايو آهي. هو لکي ٿو:

THE MAHERS ARE EITHER AGRICULTURISTS OR CATLEBREEDERS THOSE WHO LIVE THE SAND. HILLS AND IN THE DESERT PORTION OF TALUKA MIRPOR AND JAISLAMIR- THE ARE CATTLE- BREEDERS AND PASS NEARLY EICHT MONTHS OF THE YEAR IN THE DESERT THEIR HERDS AND FLOCHKS OF CATTLE AND GOATS. THEY COME DOWH TO THE INHABITED OF SIND IN MARCH AND RETURN TO THE DESERT IN JULY,DIRECTLY AHEIR CATTLE ARE SO ACCUSTOMED TO THE DESERT THAT, AS SOON AS THE BEGINSTO FALL IN THE SAND- HILLS AND IN THE DESERT, THEY RUN VOLUHTARI THEIR JSUAL PLACES OF GRAING AND PASTURE.

مطلب ته هي سنڌ جو قديم قبيلو آهي جنهن جي نسب جون پاڙون هن ڌرتيءَ ۾ کتل آهن. جتان ڦٽي ٻاهر نڪتيون آهن جنهن جو ثبوت اهو آهي ته هن قبيلي ۾ اڄ به پراڻيون روايتون نظر اچن ٿيون. هي مال وند ماڻهو آهن جيڪي سنڌ ۽ جيسلمير ۾ رهن ٿا.

محترم نذير شاڪر براهوي پنهنجي تحقيقي مقالي چانڊڪا پرڳڻو ۾ مهر قبيلي تي تفصيلي روشني وڌي آهي، جنهن لکيو آهي ته:

تيرهين صدي شروعات يعني 1025ع ڌاري لاڙ تي سومرن جي حڪومت يا قبضو قائم ٿيو (123). جڏهن ته اتر ۽ اولهه سنڌ ناصرالدين قباچه (1205ع-1225ع) جي قبضي هيٺ آئي. هن جي قبضي هيٺ آيل سنڌ واري علائقي تي ست راڻا هئا. ان دوران چيني خان، جيڪو ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جو جدامجد هو، پنهنجي پيري مريديءَ جي وجهه ڪان مذهبي، سياسي تاڻءُ پيدا ڪيو ۽ هن قباچه وٽ پيش ٿي مڪمل سياسي ۽ حڪومتي طاقت حاصل ڪئي. قباچه هن کي "جام" جي لقب سان ڳنڍ، جاگير ۽ اوباوڙي ڪان وٺي لاهري بندر تائين علائقي جي ڍل وٺڻ جو نگران مقرر ڪيو ۽ ستن راڻن کي سندس تابع ڪيائين. هن وري انهن ستن راڻن جي ڌيئرن سان شادي ڪري، پنهنجي سياسي طاقت مجرائي. چيني خان انهن ڪمن لاءِ پنهنجي ٻن ملازمن مان: هڪ شاهو سمي کي ملڪي انتظام جي سنڀال لاءِ، ۽ ٻئي ملازم جاڙو مهر کي حضوري وزير جي عهدن تي فائز ڪيو. اهڙيءَ طرح اولهه ۾ ڪيچ مڪران، اتر ۾ دائود جال (دائود خيل)، ڏکڻ ۾ مارواڙ تائين ۽ اوڀر ۾ لوهري ۽ ابوهر تائين جي سموري علائقي تي سندس حڪم هلڻ لڳو.

امير چيني خان جو حضوري وزير جاڙو مهر ڪير هو؟ ڪٿان جو هو؟ ان جا پونئر آهن به يا نه؟ انهن سوالن جي جواب متعلق ڪجهه وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته چيني خان جي هٿ هيٺ سکر ڪان اوباوڙو ۽ سکر ڪان جيڪب آباد تائين وارو علائقو هو. تي سگهي ٿو ته چيني خان، جاڙي مهر کي ڪا جاگير يا ڪا زمين ڪيڙڻ لاءِ ڏني هجي! هن ان زمين کي آباد ڪرائڻ لاءِ ڪي نوان واهه کوٽايا هجن. ان گمان ۽ شڪ جي بنياد تي هن وقت سنڌ واهه (تعلقو لکي، ضلعو شڪارپور) مان بوجا ناپر ڳوٺ، ريگيوليٽر ارڙهن ميل (تعلقو لکي) ڪان به واهه هڪ شير ڪوٽ شاخ ۽ ٻيو جاڙو واهه نڪرن ٿا. انهيءَ

ٻنهي مان جاڙو واهه سکر، شڪارپور هاءِ وي ۽ ريلوي بند ڪراس ڪري پوءِ ٻه اڌ ٿئي ٿو. انهن مان هڪ لکي مائنر ۽ ٻيو پنهنجي پراڻي نالي يعني جاڙو واهه جي نالي سان سڃجي ٿو. اهو جاڙو واهه، تذڪري هيٺ آيل جاڙو خان مهر کوٽايو هو. چو ته اتان جي ماڻهن جو چوڻ آهي ته اهو واهه اڳ ۾ ننڍي ۽ وَر وڪڙ شڪل ۾ موجود هو. آزادي کان پوءِ يا ٿورو اڳ ان کي ويڪرو ٻه اڌ ڪيو ويو. يعني لکي مائنر نئون آهي ۽ جاڙو يا جاڙا واهه تمام پراڻو ۽ ساڳئي پيٽ تي موجود واهه آهي. جاڙو واهه هن وقت يو سي رڪ ۽ يوسي لکيءَ جي وچ ۾ يو سي انتظامي حد طور ٻه شمار ٿئي ٿو. مثلاً جاڙو واهه يا جاڙا واهه تي ”حاجي علي محمد بروهي“ جو ڳوٺ ٻڌل آهي. جاڙو واهه انهيءَ ڳوٺ جي وچان لنگهي ٿو. انهيءَ واهه جي پرينءَ ڪَڙ وارا گهر يو سي رُڪ ۾، ۽ اورين ڪَڙ وارا گهر يو سي لکيءَ ۾ شمار ٿين ٿا. اها ڳالهه ٻه اهم آهي ته ان واهه جي ٻنهي ڪڙن ۽ واسي پاسي ۾ جيڪي مهرن، بروهين، جتوئين ۽ ٻين ذاتين جا گهر ۽ ڳوٺ اهن، سي سيئي واهه جي مناسبت سان ”جاڙائي“ سڏجن ٿا.

ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته سنڌ واهه مان جاڙا واهه ۽ شيرڪوٽ شاخن جو گڏجي وهڻ ۽ سکر ۽ شڪارپور روڊ ڪراس ڪرڻ تائين هلڻ جي وجهه ڪان انهيءَ تي جاڙا واهه نالو پيو هجي. اهو تصور يا مفروضو غلط آهي، چو ته ٻئي واهه شروع کان پنهنجي پنهنجي عليحده نالن سان وهن ٿا. جيڪڏهن ٻنهي جي گڏجي وهڻ ڪري متن نالو پيو آهي ته پوءِ ٻنهي تي ”جاڙا واهه“ نالو پوڻ گهرجي، نه ڪ هڪ تي پوڻ گهرجي. جاڙو واهه تمام قديم آهي ۽ ساڳئي پيٽ تي موجود آهي. پوءِ ان کي کوٽائي ويڪرو ڪري سکر، شڪارپور روڊ ڪراس ڪرڻ کان پوءِ ان مان لکي مائينر کي ڌار ڪڍيو ويو ۽ جاڙو واهه کي ساڳئي پيٽ تي بحال ڪري وڌيڪ ويڪرو ڪري وڏو ڪيو ويو. مطلب ته جاڙو مهر جو سکر ۽ شڪارپور ضلعن ۾ آباد مهرن سان تعلق ڳنڍڻ لاءِ اها هڪ ڪڙِ گماني طور موجود آهي. هتي اها ڳالهه ٻه امڪاني طور سامهون اچي ٿي ته جاڙو مهر، چاند جي نسل يا پشت مان هو ۽ موجوده سکر، شڪارپور ۽ اوٻاوڙو ۾ مهر قبيلي جو سردار هو.

ڄام فتح خان 1415ع ۾ جنهن مهر شخص کي مهر قبيلي نظام جي سرداري ۽ جاگير عنايت ڪئي، ان جو نالو سُنمُڪ هو. اهو مهر سردار، متي ڄاڻايل ”جاڙو خان مهر“ جي پونئرن مان هو ۽ ڄام الدين جي شروعاتي دور تائين سردار رهيو. جڏهن ڄام نظام الدين حاڪم بڻيو، ته هن جي دور ۾ تاريخي سَندَن ۽ تاريخي تذڪرن جي مطابق ”سردار سچڻ خان مهر“ نالي شخص شڪارپور واري علائقي ۾ پنهنجي پيءُ جو وارث ۽ مهر قبيلي جو سردار بڻيو. جنهن کي موجوده ضلعو شڪارپور ۽ جيڪب آباد وارا تعلقا بطور شڪارگاهه جي طور جاگير ۾ مليل هئا.

سردار سچڻ خان مهر پنهنجي دور جو نالي وارو سردار رهيو، جيئن ته ڄام نظام الدين جو دور شانتي ۽ سرسبزي جو دور هو، ان لاءِ هن کي ٻه ڪنهن خلاف وڙهڻ جي تڪليف پيش نه پئي. هن جو دور امن ۽ سلامتيءَ سان گذريو. هن جو نالو ۽ سندس شڪارگاهه جو حوالو چانديا جاگير واري سَندَ ۾ ڏنل آهي.

جڏهن ڄام نظام الدين سمو 1508ع ۾ وفات ڪري ويو ته سنڌ ۾ ارغونن جون ارهه زورايون شروع ٿيون جنهن ڪري سنڌ جي مقامي قبيلن بغاوت جو سلسلو شروع ڪيو. جنهن ڪري اندرون سنڌ ۾ هر طرف افراتفري، بدامنيءَ جو اڻ ڪٽ سلسلو شروع ٿيو. جتوئين پڻ ان افراتفريءَ مان فائدو وٺي آسپاس جي امن و امان واري صورت خراب ڪري ڇڏي. شاهه بيگ ارغون، بکر جو پرڳڻو، فاضل محمود ڪوڪلتاش جي پُٽ سلطان محمود کي ڏنو. ان جي دور ۾ والي مهر، جيڪو شڪارپور ضلعي ۾ مهر قبيلي جو ناليوارو مڙس ۽ طاقتور سردار هو. پنهنجي سمورن پائرن (ٽوٽل ست پائر هئا) سان گڏجي. شاهه بيگ ارغون جي آڏو پيش پئي، سندس حڪومت ۽ حاڪميت کي تسليم ڪيو. جڏهن ته جتوئين نابريءَ واري صورت ڏيکاري ۽ بغاوت، ڦرلٽ، افراتفري برقرار رکي.

بالآخر شاهه بيگ ارغون سنڌ ۽ بکر جي انتظامي ڪمن مان آجو ٿي، لکي، خانپور ۽ ٻين آسپاس جي علائقن ۾ آباد جتوئين ڏانهن متوجهه ٿيو. اهو انهن ڏينهن ۾ ”جتوئي پرڳڻو“ سڏبو هو. شاهه بيگ ارغون جتوئي پرڳڻي جي سموري جتوئي مخالف قبيلن ۽ ذاتين جي چڱن مڙسن، وڏيرن ۽ سردارن کي، جنهن ۾ مهر قبيلي جو چڱو مڙس ۽ سردار پڻ شامل هو، کي گهرائي ساڻن جتوئين کي مات ڏيڻ جي باري ۾ صلاح ۽ مشورو ڪيو. آخر سڀني جتوئين جي طاقت ۽ اُرهه زوراين کي هميشه ختم ڪرڻ لاءِ متانئن حملو ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي. مغل يا ارغون جيڪي اڳيئي پنهنجي سفاڪي ۽ ظلم طور مشهور هئا، تن ان تجويز کي قبول ڪيو. مهرن پنهنجي ٻانهن ٻيلي قبيلي ڏهرن (جيڪي ان وقت

موجوده ڏهرڪي جي ايراضيءَ جا رهاڪو هئا) ڪي جتوئين خلاف پاڻ سان گڏ ساٿاري بڻايو ۽ انهن کي ڏهرڪيءَ مان گهرائي لکيءَ جي آسپاس پنهنجي اثر و رسوخ وارن علائقن ۾ ويهاريو.

شاهه بيگ ارغون طئي شده تاريخ ۽ وقت تي مهر ۽ ڏهر قبيلن جي مدد سان جتوئي پرڳڻي ۾ آباد جتوئين تي هڪ مڪمل خفيه ۽ خطرناڪ حملو ڪيو، نتيجي ۾ جتوئين جا ٻائيتاليهه ڳوٺ تباهه ڪري ڇڏيائين.

شاهه بيگ ارغون، جتوئين تي مڪمل طور عسڪري قوت سان غالب ٿيڻ کان پوءِ مهرن ۽ ڏهرن مان خوش ٿي، ڪين نه صرف مهرن جي سرداري بحال ڪئي، بلڪ پراڻي جاگير جي توثيق ڪري، لالي مهر کي سموري ”جتوئي پرڳڻي“ جو ”سردار اعليٰ“ (Chief taincy) مقرر ڪيائين. ٻئي طرف ارغون حاڪم، ڏهرن مان خوش ٿي، ڪين پڻ لکي تعلقي ۾ ”ڏهر جاگير“ عطا ڪئي، جيڪا اڄ به لکي تعلقي نمورو تپي ۾ ”ڏهر جاگير“ جي نالي سان مشهور ۽ موجود آهي. هتي هيءَ ڳالهه به وڏي اهميت جي حامل آهي ته مهر ۽ ڏهر، انهيءَ ڪاميابيءَ کان پوءِ هميشه تقريباً هڪ ٻئي جي پرسان ڳوٺ اڏيائون. يعني جتي مهر آباد آهن، اتي يا ٿوري مفاصلي تي ڏهرن جو به ڪو نه ڪو ڳوٺ قائم آهي. مثلاً نوشهرو ابڙي ۾ مهرن جا گهر آهن (هاڻي ڊسمبر 2011ع ۾ لکي تعلقي ڏانهن لڏي ويا)، ته نوشهرو ابڙي جي اولهه ۾ ڇهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ”اسحاق ديرو“ (عام طور ساڪ ديرو) ڏهرن جو ڳوٺ موجود آهي. ٻنهي قبيلن جي اها هڪ ٻئي پرسان رهائش، جتوئين جي خلاف ويڙهاند طرف اشارو آهي يا ان دور جي ياد تازي ڪري ٿي.

يوسف ميرڪ، جتوئي پرڳڻي ۾ مهرن يعني لالي مهر کي سموري جتوئي پرڳڻي جي سرداري ملڻ جي حوالي سان لکي ٿو ته:

”انهيءَ پرڳڻي جي سرداريءَ جي پڳ پوءِ مهرن کي ٻڌرائي ويئي......“

ايم. سليم اختر پڻ يوسف ميرڪ سان متفق نظر اچي ٿو. هو لکي ٿو ته:

“Then, he cntnused the chieftaincy of that pargana to eh Mahars....”

يوسف ميرڪ ۽ سليم اختر جي ان مٿين جملن مان هيٺيان پيش ڪيل حقائق ۽ انڪشاف سامهون اچن ٿا:

(1) شاهه بيگ ارغون، لالي مهر کي مهر قبيلي سميت سموري ”جتوئي پرڳڻي“ ۾ آباد مختلف قومن، قبيلن ۽ ذاتين، جن ۾ ڏهر، جتوئي، ابڙا، پهوڙ، سومرا، سما، پنهور ۽ ٻيا شامل هئا، جي سردارن مٿان ”چيف سردار“ مقرر ڪيو.

(2) سورهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ موجوده ضلعي شڪارپور (پراڻو جتوئي پرڳڻو) جي تعلقي ڪي سان واسطو رکندڙ لالي مهر، جيڪو مهر قبيلي جي جيسراج پاڙي مان هو ۽ سموري مهر قبيلي جو سردار بڻيو هو، يعني ان وقت سموري مهر قبيلي جي سرداري، سياسي، سماجي ۽ قبيلائي طاقت جو مرڪز لکي ۾ هو.

خداداد خان، چار سئو نوي سالن کان پوءِ به ان ڳالهه جي تصديق هنن لفظن ۾ ڪري ٿو ته:

”ماهرن (مهرن) جا سردار، جن جي سرداري انهيءَ زماني ۾ لکي شهر، شڪارپور ۽ سکر جي اوسي پاسي هئي.....“

هن وقت مهر قبيلي جي سردار لاءِ عام مشهور آهي ته اهو سردار محمد بخش خان (ٻيو) ولد غلام محمد خان مهر آهي جيڪو گهوٽڪي ضلعي جي تعلقي خان ڳڙهه جي شهر خان پور مهر ۾ رهائش پذير آهي. علي گوهر خان مهر، علي محمد خان مهر، علي نواز خان مهر عرف راجا خان ٽيئي ڀائر، سردار محمد بخش خان مهر جا سڳا سؤٽ آهن. پر خداداد هاڻي يعني 1900ع دوران سردار محمد بخش خان (اول) ولد حاجي خان مهر کي قرارڏئي ٿو. هو لکي ٿو ته:

”۽ هن ريت ”مهارڪي“ (مهرڪي) ۾، جا ميرپور مهاره (ميرپور ماٿيلو) ۽ گهوٽڪي تعلقي ۾ آهي، رهائش پذير آهن. اڄڪلهه سندن سردار ميان محمد بخش ولد حاجي خان مهر آهي، جو خان پور تعلقي ۾آهي ميرپور مهاره ۾ رهي ٿو ۽ تمام وڏو رئيس آهي....“

ايٽڪن به ساڳي ڳالهه ڪري ٿو. هو لکي ٿو ته:

Their Chief is Muhammad Baksh khan wd. Haji khan, azamindar of khanpur in Mirpur taluka of the Sukkr district....

هتي اهو سوال ڪُرُ ڪڍي بيهي ٿو ته سورهين صديءَ عيسوي ۾ شاهه بيگ ارغون جي دور ۾ لالي مهر سردار هو، جيڪو لکي تعلقي جو هو. پوءِ مهرن جي سرداري لکي تعلقي

مان، گهوٽڪي جي تعلقي خان ڳڙهه ۾ ڪيئن منتقل ٿي؟ ان سوال جي جواب کي معلوم ڪرڻ ۽ سمجهڻ لاءِ اسان کي لالي مهر سان گڏ گولڊ سمٿ جو شڪارپور جي لکيءَ جي مهرن جي سلسلي ۾ پيش ڪيل بيانن کي تاريخي ۽ تحقيقي طور پرکڻو پوندو. ان ڪانپوءِ اسان ڪنهن نتيجي تي پهچي جواب ڏئي سگهنداسون يا جواب ملي سگهي ٿو. گولڊ سمٿ لکي ٿو:

Wc leam that there were seven brothers of tribe on Oobara near the present bhawalpoor frontier, of whom one, by name Jaisur, not finding a residenee with his near kindred, accord with this View of independence, tumed his step to Bukkur, the occupied by the...Mahmood (as may be inferred) govemer under the Shah Beg Urghoomn, of the fort in 1541...
Moosa khan Mahar was & man of influence with Mahmood, and oblative the assistance of some hundreds to querall the disturbance, by asserting the rights of his own side. The conscpucnce was the subjection of the Jatoees? And a partition of contry. Jaisur received the tact from Mahlanee to larkana a free (Tindad and mudud mash), starting that on the laps of a generation one tenth prduce would be reclaimed by government....

شڪارپور (تعلقي لکيءَ) جي مهرن جي تاريخ تي ضمناً تحقيق ڪندڙن ۾ اي. ڊبليو هيوگز (جنهن گولڊ سمٿ جو متيون سمورو حوالو مَن و عَن حوالي طور نقل ڪيو آهي)، اي. ايچ. ايٽڪن . مرزا قليچ بيگ ، غلام احمد بدوي ، پروفيسر لطف الله بدوي ۽ ٻين، صرف گولڊ سمٿ ۽ هيوگز جي بيانن تي اکيون ٻوٽي پروسو ڪري، وڏي علمي غلطيءَ جا مرتڪب ٿيا آهن. گولڊ سمٿ کان وٺي موجوده دور جي محققن، ڄام فتح خان سمو، ڄام تغلق سمو، ڄام نظام الدين سمو جي دور ۾ سردار سڄڻ خان مهر ۽ پوءِ شاهه بيگ ارغون جي دور ۾ لالي مهر ۽ سندس پائرن جو تعلقي لکي ۾ سرداري، قبائلي ۽ سياسي طاقت وارن ڪارنامن کي پنهنجي تحقيق جي دائري ۾ نه آندو آهي پر انهن جو ذڪر ئي نه ڪيو اٿن. ان مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته انهن سيني محققن ۽ مؤرخن کي سمن حاڪمن ۽ ارغونن جي دور جي مهر سردارن جي ڪا صحيح خبر نه هئي. ان لاءِ گولڊ سمٿ کان وٺي موجوده دور جي محققن تائين جو مهر قبيلي جي باري ۾ پيش ڪيل تاريخ تضادي آهي ۽ صحيح نه آهي. جو ته:

(1) جيسور (اصل ۾ جَيسُرُ) 1522ع ڌاري اوٻاڙي مان پائرن سان گڏجي لڏي اچي لکي تعلقي ۾ موسيٰ خان مهر جي طاقت سهاري اچي ويهي رهي ٿو ۽ پوءِ جلد ايتري عسڪري ۽ سياسي طاقت حاصل ڪري وجي ٿو، جو محمود، بکر جي حاڪم کيس هڪ وڏي جاگير مهلاڻي کان وٺي لاڙڪاڻي تائين سوڪڙي طور ڏئي ٿو. موجوده دور ۾ اها جاگير مهلاڻي (اصل ۾ مهر+آڻي يعني مهرن جي زِمين) ۽ ٻيلو آباد مهلاڻي جي نالي سان لکي تعلقي جي عزت تپي ۾ موجود آهي. پوءِ جيسور جا پونئر لکي ۽ ٻين علائقن تي پوري طاقت سان قبضو ڪن ٿا. ڇا؟ هڪ نئين لڏي آيل خاندان يا گروهه جو ايتري ٿوري عرصي ۾ طاقت حاصل ڪري ويهي رهڻ ۽ حاڪم کان جاگير سوڪڙي طور وٺڻ واري ڳالهه منطقي طور ڪيتري حد تائين مڃڻ لائق آهي!

(2) جيسور مهر جي اچڻ کان هڪ سؤ ست سال اڳ ڄام فتح خان، ڄام تغلق ۽ ڄام ننڍي جي دور ۾ سڄڻ خان مهر ۽ پوءِ شاهه بيگ ارغون جي دور ۾ لالي مهر پنهنجي پائرن ۽ قبيلي سان گڏ جتوئي پرڳڻي ۾ بحيثيت چيف سردار جي پشت به پشت ۽ تسلسل سان ضلعي شڪارپور جي لکي تعلقي ۾ موجود هو. حالانڪ اها سرداري ۽ جاگير به کيس ئي شاهه بيگ ارغون ڏني هئي. ڇا؟ ان هڪ سال ۾ لالي مهر ايترو ڪمزور جيسور جي طاقت جي سامهون بيوس ٿي ويو جو جيسوَر سندس ئي علائقن ۾ ارغونن کان سوڪڙي طور مهلاڻي (مهراڻي، مهلاڻي مهرن جو هڪ پاڙو پڻ آهي) واري جاگير سوڪڙي طور حاصل ڪري ٿو.

حالانڪ تاريخي حقائق جي مطابق جيسور جو نالو صرف گولڊ سمٿ ئي ڄاڻايو آهي، جڏهن ته سنڌ جي ٻئي ڪنهن به تاريخ ۾ ان جو ذڪر نه ٿو ملي. ان جي برعڪس لالي مهر جو نه صرف نالو ملي ٿو، پر منطقي ۽ گماني تاريخي

اهڃاڻ مان سندس ڪارنامن جو بہ پتو پوي ٿو.

جيسور جا پٽ، لالي مهر جي پٽن ۽ پوٽن سان گڏجي نوان ڳوٺ ”عزت پور“ نالي ٻڌن ٿا ۽ قبضي هيٺ آڻين ٿا. اهو ڇو ۽ ڇا لاءِ....؟ ڇا....؟ جيسور، موسيٰ خان مهر ۽ لالي مهر جي وچ ۾ ڪو نہ ڪو تمام ويجهو قريبي رشتو آهي؟ ان متعلق گولڊ سمٿ ڪجهہ واضح اشارا نہ ڏنا آهن ۽ نہ ئي ٻين مؤرخن ڪا وضاحت ڪئي آهي.

اسان جي تحقيق ۾ لکي (ضلعي شڪارپور) جي مهرن جي متعلق مليل تاريخي حقائق جي مطابق جيسور ۽ لالي مهر پاڙ ۾ پائر ۽ موسيٰ خان مهر سندن پائٽيو هو ڇو تہ گولڊ سمٿ واضح طور جيسور جي ٻن پٽن: عاقل ۽ بکر کي سڄڻ خان مهر جا سؤٽ قرار ڏنو آهي ۽ سڄڻ خان مهر کي هڪ پٽ ”مارو خان“ نالي قرار ڏنو آهي ۽ هو لکي ٿو تہ:

Jaisur khan remained at lukee...and at his death, his son Akil, in conjunction with a brother, Bukkur, and cousin, waddeira Sujun khan determined on building a new twon to replace the OIL one...Sujun also built a village, callod Maroolo, after his son Maroo-now known as Wuzcerabad...Akil khan made two divisions of lukce-one retaining name of Town itsclf, the ather called Bhanbore, ofter his son...Akil khan died in the year 1012 of the hijra (about 1603 of the Christianera) His son Sher khan was arnong the most bitter opponents of the Daoodpotras....

گولڊ سمٿ جي هن مٿئين بيان مطابق جيسور کي بہ پُٽ: هڪ عاقل ۽ ٻيو بکر هئا ۽ انهن جي سؤٽ جو نالو سڄڻ خان هو، جنهن کي مارو خان نالي پُٽ هو. اُن جي نالي تي مارولو (هاڻي وزير آباد، وفاقي وزير غوث بخش خان مهر جو اباڻو ڳوٺ) نالي ڳوٺ ٻڌو. عاقل خان لکيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو. هڪ جو نالو عاقل جي لکي (جيڪو هاڻي لکي غلام شاهہ جي بلڪل سامهون سکر، شڪارپور روڊ جي ٻئي پاسي قائم آهي ۽ ٻئي جو نالو پنهنجي پاءُ جي نالي پنيور (موجوده دور ۾ صوبائي اسيمبلي ميمبرانور خان مهر جو علائقو ۽ تماچاڻي جو علائقو ان ۾ اچي ٿو ويو، مشهور آهي. ٻيو پنيور نالي ٻيلو لکي ۽ سکر تعلقن ۾ پڻ موجود آهي، اهو بہ پنيور جي نالي مشهور آهي) رکيائين. عاقل خان مهر 1603ع ۾ وفات ڪري ويو تہ ان کان بعد هن جو پٽ شير خان وارث بڻيو. گولڊ سمٿ جي تحرير جي آڌار، لکي (شڪارپور) جي مهرن جو شجرو هن طرح بيهي ٿو:




دراصل لالي مهر 1520ع ۾ سردار مقرر ٿيڻ کان پوءِ سنت ئي فوت ٿي ويو، هن جو پٽ سڄڻ خان (ٻيو) صغير هو ان لاءِ مهرن جي سرداريءَ جي پڳ لاهي مهر جي پاءُ جيسوَر تي رکي وئي. لالي مهر جو پٽ سڄڻ خان (ٻيو) ۽ جيسور جا ٻہ پٽ: عاقل ۽ بکر همعصر ۽ همعمر هئا. جيسوَر جي مرڻ کان پوءِ مهرن جي سرداريءَ جي پڳ سندس پٽ تي رکي وئي. اهڙيءَ ريت لالي مهر جي پٽ سڄڻ خان (ٻئين) جي بدران جيسوَر جو پٽ عاقل خان مهرن جو سردار مقرر ٿيو. گولڊ سمٿ مهرن جي انهن اندروني واقعن يعني لالي مهر ۽ جيسوَر جو پاڙ ۾ پاءُ هجڻ، لالي مهر جي فوت ٿيڻ ۽ سرداريءَ جي پڳ جيسور تي ٻڌڻ جي واقعن جي خبر نہ هجڻ ڪري هو مهرن جي تاريخ کي غلط انداز ۾ پيش ڪرڻ جي غلطي ڪري ويٺو. عاقل مهر جي وفات کان پوءِ سندس پٽ شير خان مهر، مهر قبيلي جو سردار بڻيو. ايئن، شير خان کي مهرن جو سردار قرار ڏنو آهي. هو لکي ٿو تہ:

Sher khan. The chief of a colony of Mahar from ubauro.

مرزا قليچ بيگ پڻ، شير خان کي مهر قبيلي جو

سردار قرار ڏنو آهي، هو لکي ٿو ته:

”بهادر خان.....جو اوباوڙي جي مهرن جي سردار شير خان سان تڪرار ٿيو.“

يعني ته ارغونن جي دور ۾ لالي مهر، مهرن جو سردار هو. هن جي فوت ٿيڻ کان پوءِ مهرن جي سرداري سندس پياءُ جيسور جي خاندان ڏانهن منتقل ٿي، جيڪا اڄ تائين هلندي اچي ٿي.

گولڊ سمٿ، شير خان مهر جي دور ۾ هڪ ”بولا خان مهر“ نالي شخص جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:

It was occupied by Mahars (Under Bola khan), Zamidars of great power and influence, who looked upon the Dodpotras wth jealousy and distaste....

هتي اهو سوال اڀري ٿو ته هي ”بولا خان مهر“ جيڪو لکي شهر ۾ هڪ وڏي طاقت وارو زميندار هو سيئي مهر هن جي هٿ هيٺ هئا، ڪير هو؟ جنهن دائود پوٽن سان ارهه زورايون شروع ڪيون. اهو دور يقيناً شير خان مهر جو آهي جيڪو پهريون دفعو دائود پوٽن کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندو هو يعني ان وقت دائود پوٽا شڪارپور ۽ لکيءَ واري ايراضي ۾ آسپاس ۾ پنهنجون نيون وسنديون ٺاهي وينا هئا جيڪا ڳالهه بولا خان کي نه وڻي ۽ ڪانئن نفرت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ اڃا تائين مهرن کي دائود پوٽن سان جنگ ڪرڻ جي نوبت نه آئي هئي. ان صورتحال کي مدنظر رکي ۽ گولڊ سمٿ جي ہڌايل ڳالهه ۽ تحرير جي آڌار تي اهو بلڪل يقيني آهي ته بولا خان، شير خان مهر جو پاءُ ۽ مير عاقل خان مهر جو پٽ هو.

باقي گولڊ سمٿ جي اها ڳالهه تاريخي حقائق جي بلڪل برعڪس آهي ته مهر، پهريون دفعو جيسور (حالانڪ ان کان اڳ هن موسيٰ خان مهر جو نالو لکيو آهي ته هو هتي آباد هو) جي اڳواڻيءَ ۾ هتي يعني لکي تعلقي ۾ آيا ۽ هميشه لاءِ هتي وڏي طاقت حاصل ڪري ويهي رهيا.

هتي خداداد خان جا هي جملا قابل ذڪر ۽ قابل تحقيق آهي ته:

”ماهرن (مهرن) جا سردار، جن جي سرداري انهيءَ زماني ۾ لکي شهر، شڪارپور ۽ سکر جي اوسي پاسي هيئ ۽ هن وقت ”مهارڪي“ (مهرڪي) ۾، جا ميرپور مهاره (ميرپور ماٿيلي) ۽ گهوٽڪي تعلقن ۾ آهي، رهائش پذير آهن. اڄڪلهه سندن سردار ميان محمد بخش ولد حاجي خان مهر آهي، جو خانپور تعلقي ميرپور مهاره ۾ رهي ٿو ۽ تمام وڏو رئيس آهي.....“

اسان هڪ سوال جيڪو مٿي اُٿاريو هو ته ارغونن جي دور ۾ لالي مهر لکي تعلقي ۾ مهرن جو سردار هو اها سرداري گهوٽڪي جي تعلقي خان ڳڙهه ڪيئن منتقل ٿي؟ ان جي جواب ۾ اسان مٿي تعلقي لکي ضلعي شڪارپور جي مهرن جو تاريخي جائزو ورتو هو، ته ڄام نظام الدين جودور ۾ سچڻ خان مهر ۽ شاهه بيگ جي دور ۾ لالي مهر تعلقي لکي (ضلعي شڪارپور) ۾ مهر قبيلي جو سردار هو. لالي مهر، سچڻ خان پهرين جو وڏو پٽ هو ۽ سچڻ خان کي ڪل ست پٽ هئا، جن ۾ لالي مهر وڏو هو، پيءُ جي وفات کان پوءِ مهرن جو سردار ۽ وارث بڻيو. بقايا ہيو ڀاءَ جيسر ۽ ٽئين ڀاءُ جي پٽ يعني پائنٽي جو نالو موسيٰ خان مهر ملي ٿو. بقايا سندس چئن ڀائرن جا نالا تاريخ ۾ ناپيد آهن پر شايد گمان آهي ته بقايا چار ڀائر اوباوڙي، ماٿيلي ۽ سکر جي آسپاس موجود خاندان جاگيرن کي سنڀاليندا هئا. ان ڳالهه جي سُڌ ان مان چئجيو وڃي ٿي، ته ان علائقي جي مهرن جا لکيءَ جي مهرن سان تمام گهاٽا مراسم ۽ تعلقات هئا. اُهي به لکيءَ جي مهرن وانگي ارغونن جا حامي هئا. جيئن مير معصوم بکري، اوباوڙي ۽ ماٿيلي جي مهرن بابت، ارغونن جو حمايتي هجڻ لاءِ لکي ٿو ته:

”سن 928هه جي شروعات ۾ مرزا شاهه حسن کي خبر پهتي ته اوباوڙي ۽ پٽي واهڻ جا ڏهر، ماڇي وغيره هميشه ماٿيلي پرڳڻي جي رهاڪن ۽ مهر رعيت سان ايذاءَ ڪندا ٿا رهن. تنهن ڪري مير فاضل ڪوڪلتاش جي فرزند ارشاد بابا احمد کي فوج ساڻ ڏيئي انهيءَ جماعت کي سيکت ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيائين. هو پڻ سپاهي تيار ڪري، پٽي واهڻ ۽ اوباوڙي جي آسپاس تي حملو ڪري موٽي ماٿيلي جي قلعي ۾ آيو. ڏهرن، سيورائي جي رهاڪن بلوچن کي ڪڙو ڪيو ته مغل دست درازي ڪري مال ۽ جانور کاهي ويا آهن. جيستائين توهان اڳرائي نه ڪندا تيستائين هو هميشه ائين ڪندا رهندا. سيورائي جي بلوچن ماٿهو گڏ ڪري مهرن تي ڪاهيو. بابا احمد کي خبر معلوم ٿي ته سندن پٺيان پيو. اوباوڙي جي سامهون مقابلو ٿيو ۽ جنگ لڳي. نيٺ بلوچن شڪست کاڌي ۽ گهڻا ماڻهو قتل ٿي ويا. ڏهرن مان

ڪي هٿ ڪري قيد ڪيائون. مرزا شاهه حسن پڻ هڪ فوج، بلوچن تي حملي ڪرڻ لاءِ، ”ڪندي“ ۽ ”وتر“ تائين موڪلي هئي، تن پاڻ بلوچن کي سيڪت ڏيئي موٽڻ وقت اوڀاوڙي سان تعلق رکندڙن ماڇين مان ڪن کي قتل ۽ گهڻن کي قيد ڪري چڱي، گوشمالي ڏني. (آخر هنن) ماڻهن پئسا نذراني طور ڏنا ۽ بابا احمد کي سگ پڻ ڏنائون. بابا احمد اوڀاوڙو پنهنجي قبضي هيٺ آندو.“

تاريخ معصومي جي مٿئين بيان ۾ ماڇين ۽ بلوچن جو مهرن تي ڪاهي وڃڻ مان مراد ارغونن تي ڪاهي وڃڻ جي برابر هو. ان لاءِ ارغونن مان احمد بابا مهرن جي مدد لاءِ مٿن ڪاهي ويو ۽ ڪين پنهنجو تابع بڻايو پر پوءِ بہ بلوچ سرڪشي ڪندا ٿي رهيا. مير محمد معصوم بکري هڪ جاءِ تي لکي ٿو تہ:

”اتان (احمد بابا) دلجاءِ ڪري ٿورو لشڪر اتي ڇڏي بکر موٽي آيو. پاڙيءَ جي اٿل جي موسم ۾ مرزا جي سرڪار جا اٺ جيڪي ڌهرن ۽ محمد فراش مهر جي نگرانيءَ هيٺ ماٿيلي ويجهو چرندا هئا، تن جي خبر سيورائيءَ جي بلوچن ۽ ديراور، فتحپور ۽ آسپاس جي رهندڙ جتن کي پيئي تہ لشڪر گڏ ڪري، اچي مرزا جا اٺ ڪاهيائون. هيءَ خبر بکر ۾ پهتي تہ بابا احمد ٽي سؤ سوار وٺي يلغار ڪري وڃي ديراور پهتو ۽ انهن مان گهڻن کي قتل ڪري اٺ موٽايو ٿي آيو؟.“

هن مٿئين حوالي مان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ مهرن ۽ ڌهرن جي نگرانيءَ ۾ ارغونن جا ڪيترائي وڳ چرندا هئا، يعني تہ مهر ۽ ڌهر ارغونن جا حمايتي ۽ تابع هئا. هن مٿئين حوالي ۾ ”محمد فراش مهر“ جو نالو قابل ذڪر آهي. هيءُ اهو ”محمد فراش مهر“ آهي، جنهن جي نالي تي ”فراش مهر ڳوٺ اڄ بہ سکر شهر ٻاهران شڪارپور روڊ تي قائم بس اسٽينڊ کان شڪارپور طرف ويندڙ روڊ کان ٻن-ٽن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڪپي پاسي روڊ کان هڪ ڪلوميٽر اندر واقع آهي. محمد فراش مهر متعلق مٿيون بيان هڪ اهم تحرير آهي، مان سندس سياسي قد ۽ ڪاٺ، قبائلي طاقت جو پورو علم ٿئي ٿو، تہ هو وڏي طاقت وارو شخص هو ۽ ارغونن سان سندس تعلقات تمام گهاٽا ۽ ويجها هئا جو ارغونن جا وڳ سندس زير نگرانيءَ ۾ چرندا هئا. سکر ويجهو سندس نالي ڳوٺ، ارغونن سان سندس تعلق مان پتو پوي ٿو تہ هيءُ لالي مهر، جيسور مهر وارن جو ڀاءُ هو جيڪو اوڀاوڙي، ماٿيلي ۽ سکر پاسي واري پنهنجي جاگير سنڀاليندو هو.

انهيءَ بحث مطابق ۽ تاريخي طور اهو چئي سگهجي ٿو تہ مهر قبيلي جي سرداريءَ جو مرڪز اتر سنڌ ۾ تعلقو (ضلعو شڪارپور) جي جيسر ذات وارن ۾ هئي ۽ ارغونن جي دور ۾ لالي مهر جيسراج سردار هو. خان پور مهر وارا ”مهر سردار“ ڪو نہ آهن، ڇو تہ هو سخيجا پاڙي سان واسطو رکن ٿا ۽ سندن تعلق جيسراج ذات سان نہ آهي، جڏهن تہ اتر سنڌ ۾ مهرن جي سردارن جو تعلق جيسراج پاڙي سان هو ۽ آهي ۽ اُهي اصل سردار آهن.

## مهرن جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) بالاڻي | (2) بکراڻي | (3) ٻيجل |
| (4) پوڄا | (5) بلها | (6) ڀنڀها |
| (7) چنڙ | (8) چانجا | (9) ڇوهرا |
| (10) ڇٽا | (11) ڊبولا | (12) ڏيريجا |
| (13) ڏيٽا | (14) گاگٽائي | (15) هالا |
| (16) حاصيجا | (17) جيڏها | (18) |
| (19) خانائي | (20) لنجارص | (21) لالي پوٽا |
| (22) لوڊرا | (23) لنگهاڻي | (24) ماڪا |
| (25) مارو پوٽا | (26) ماٿيرا | (27) متريجا |
| (28) جهلاڻي | (29) منوهاڻي | (30) مباهہ |
| (31) منهنجا | (32) مراداڻي | (33) ناريجا |
| (34) نداماڻي | (35) ننهجا | (36) رائپر |
| (37) راهوجا | (38) رڪناڻي | (39) ساڪاڻي |
| (40) سکيجا | (41) سومارجا | (42) تماچاڻي |
| (43) توگاڻي | (44) انساڻي | (45) ويجل |
| (46) وينجها | (47) جيسراجا | |

نوٽ:- سکيجا سرداري پاڙو آهي جنهن مان موجوده سردار محمد بخش، علي گوهر ۽ علي محمد مهر وارا آهن. جيسراجا مان لکي وارو غوث بخش مهر آهي جنهن کي ننڍو

## خان ڳڙهه جي مهر سردارن جو شجرو

- سائرو(ا) (مغلن جي دور ۾ سنڌن پاران ماڇيلي جو نواب مقرر هو)
  - چنڙ
  - ريپار
  - ويجهو
  - سخي (هن جي نالي تان سخيجا ذات مشهور ٿي)
    - محمد عارب
      - ورو خان
        - بنگل خان
          - محمد مراد خان
            - محمد خان
              - حاجي خان
                - محمد بخش خان
                  - حاجي خان (پيو)
                    - علي گوهر خان (بي اولاد وفات ڪيائين)
                  - علي نواز خان
                  - علي محمد خان
                    - غلام محمد خان
                      - محمد بخش خان (پيو)
                      - بنگل خان (پيو)
                    - حاجي علي
                      - علي گوهر خان (پيو)
                      - علي محمد (پيو)
                      - علي نواز خان عرف راجا خان (پيو)
          - زاهد خان (لانديين وارا سخيجا هن جي اولاد مان آهن)
        - ڪرم خان
        - عالم خان (احمد خان سخيجو وارا هن جي اولاد آهن)
        - ابراهيم خان (اسلام خان ۽ حاجي ڪريمداد وارا هن جي اولاد مان آهن)





## سکر ۽ شڪارپور جي مهر سردارن جو شجرو

چاند (چنڊ) مهر (1)
(راءِ سهاسي ٻئي جي دور 630ع-640ع ۾ مائيلي جو گورنر هو)

↓

تقريباً ٻارنهن کان پندرنهن پيڙهيون پوءِ

↓

جاڙو خان مهر (2)
(امير چيني خان جو، ناصرالدين قباچہ جي دور ۾ 1220ع ۾ حضوري وزير هو)

↓
؟
↓
؟
↓
؟
↓
؟
↓

سمُڪ
(تاريخي اهڃاڻن جي مطابق هي)
ڄام فتح خان سمو(1413ع-1428ع)
ڄام تغلق شاهہ جوڻو (ثاني) (1428ع-1453ع)
سڪندر شاهہ ثاني ڄام محمد عرف ڄام انڙ (صرف ٽي ڏينهن حڪومت ڪئي) ۽
صدرالدين شاهہ ڄام سنجر عرف راءِ ڏنو
(1454ع-1461ع) جي دور ۾ سردار هو)

↓



سردار سچڻ خان مهر (3)
(جام نظام الدين عرف جام نندو (1460ع-1508ع) جي دور ۾ مهرن جو سردار هو)
۽ جتوئي پرڳڻي ۾ سندس شڪار گاهه ۽ هڪ وڏي جاگير موجود هيس
جَيسوَر خان مهر (5)
(هن جي نالي تان جيسراءِ ذات مشهور ٿي، هن جي نالي
تان جيسر ڳوٺ اڄ به نور محمد شجراع جي ڳوٺ
ويجهو قائم آهي، جيڪو هن جو آباد ڪيل آهي)
محمد موسيٰ خان مهر
(سچڻ خان مهر ۽ محمد موسيٰ خان ٻئي پاڻ ۾
سڳا سؤٽ هئا، هنن ٻنهي گڏجي عزت پور يا
عظمت پور ڳوٺ جو بنياد وڌو)
محمد فراش مهر
لالي مهر (4)
(هن جي نالي تان لالياڻي ذات مشهور ٿي ۽
شڪارپور ۽ خانپور جي وچ تي لاليون ڳوٺ هن جي
آباد ڪرائڻ ڪان وٺي اڄ سوڌو آهي)
بڪر خان مهر
(هن جي نالي تان بڪيراڻي
ذات مشهور ٿي)
عاقل خان مهر
(هن پنو عاقل ۽ عاقل جي لکي
نالي به ڳوٺ ۽ شهر جو بنياد وڌو)
سچڻ خان مهر (پيو)
ماڙو خان (8)
(هن جي نالي تي مارولو يا ماريلو ڳوٺ موجود
وزير آباد لڳ هڪ سروي نمبر جي مفاصلي تي
قائم آهي ۽ هاڻي وزير آباد جو هڪ پاڙو آهي)
حبيب خان مهر
(ڪن جو چوڻ آهي ته هي به سندن پاڻ
آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته هي چنڙ
مهر آهي. هن جي نالي تان حبيب
ڪوٽ ڳوٺ موجود آهي)
پنهور خان (7)
(هن جي نالي تان سکر ايئرپورٽ جو وچ وارو
علائقو پنهور بيلو سڏجي ٿو) هڪ ٻئي ڪتاب
۾ محمد پريل ان ڪان پوءِ محمد عارف
محمد عارف خان
بنگل خان
محمد ويرم خان
محمد مريد خان
بُولا خان
(هن جي نالي تائين بُوليائي ذات جڙي)
شير خان (اول)
(هن موجوده شيرڪوٽ ڳوٺ قائم ڪيائين)
ڪريمڏنو خان مهر
(داٺو دهوٺن سان پولاد واهه جي جنگ ۾ مارجي ويو)
(شجرو الڳ ڏنل آهي)
همت علي خان
واحد بخش خان (پهريون)
نبي بخش خان
واحد بخش (پيو)
عارف خان
ڪريمڏنو
امام بخش خان
گل محمد خان
غوث بخش خان (پهريون)

- غلام خان
  - پريل خان
    - محمد عارف خان
      - (صرف هڪ نياڻي)
  - بنگل خان (پيو)
    - موٽيل خان
      - خانصاحب امير بخش خان
        - علي مراد خان (لاولد)
      - پير بخش خان
        - صرف ٽي نياڻيون
    - ڏنل خان (لاولد)
    - نصير محمد خان
      - وزير محمد
      - رسول بخش
      - حاجي شاهنواز خان
        - انور احمد خان مهر (سنڌ صوبائي اسيمبلي ميمبر)
          - محمد ويرم خان (پيو)
          - محمد عاقل خان (پيو)
          - اختر علي خان
          - شاهنواز خان (پيو)
          - محمد اطهر حسين خان

خان صاحب امير بخش جي گهرواري ← خانصاحب امير بخش خان

- قلندر بخش خان
  (هن کي نرينه اولاد نه پئي ٿيو، آخر پنهنجي مرشد غوث بهاؤالدين زڪريا جي درگاهه تي باس باسيائين، بالآخر نرينه اولاد ٿيس ۽ سندس نالو غوث بخش يعني غوث جو بخشيل/ڏنل رکيائين.)
  - غوث بخش خان (پيو)
    - عارف خان
      - محمد وليد
    - شهريار خان
      - محمد راشب خان




شجرو ڪريم ڏنو خان مهر جي اولاد
ڪريم ڏنو خان مهر
(دائودپوٽن سان پولاد واهه جي جنگ ۾ مارجي ويو)
؟
؟
؟
شير خان (پيو) (6)
ڄٽو
پير بخش خان
هزار خان
محمد سليمان خان
لطيف ڏنو مهر
تاج محمد خان مهر
(حال رهائش شيرڪوٽ ڳوٺ)
دانيال
حسين بخش خان
تاج محمد خان
(بنا اولاد جي وفات ڪري ويو)
صوبدار خان
الاهي بخش
آصف علي خان
(بنا اولاد جي وفات ڪري ويو)
اين علي خان
عاشق علي خان
اين علي (پيو)
ارشد علي
راشد علي
ذوالفقار علي خان
امتياز علي خان
(غير شادي شده)
ممتاز علي خان
(بنا اولاد جي وفات ڪري ويو)
ممتاز علي خان
(بنا اولاد جي وفات ڪري ويو)

# باجارا

باجارا جن کي باجريا باجار بہ چون ٿا. سندن چوڻ موجب هو اصل ۾ عرب نسل جا ماڻهو آهن جيڪي تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ آيا هئا ۽ پوءِ سيوهڻ پرسان منڇر جي ڪپ تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا. جنهن کي هاڻي بہ باجارا جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. سندن چوڻ مطابق هو بني حاڪم جي اولاد آهن.

اسان جي راءِ موجب باجارا اصل ۾ هندو هئا جن جو تعلق سيوهڻ جي حاڪم ۽ راجا ڏاهر جي سوٽ بجهرا ۽ پٽ چندر سان هو جنهن کي محمد بن قاسم لڳاتار سيوهڻ واري قلعي کي گهيري ۾ رکي. اتان نڪرڻ تي مجبور ڪيو ۽ هو لاڙڪاڻي طرف هليو ويو. باجارا ڳوٺ اصل ۾ بجهراءِ ۽ جو ڳوٺ هو جتي ان وقت جا واپاري ۽ ڪاروبار ڪرڻ وارا ماڻهو رهندا هئا.

بجارا اصل ۾ نڪتو آهي باجر مان، سنڌي لغت مطابق باجر جي معنيٰ آهي. وهنوار يعنيٰ ڪاروبار ڪرڻ. فيروز اللغات جي مطابق باجارا جن کي بنجارا بہ چئي سگهجي ٿو. تنهنجي معنيٰ آهي ان جو سوداگر، چانورن جو واپاري، مطلب سوداگر ۽ واپاري جن کي باجارا يا بنجارا چيو وڃي. لغات جي مطابق هڪ جابلو قوم، هڪ قسم جا خانہ بدوش هندو.

فيروز اللغات ۽ جامع سنڌي لغات موجب هي هندن جي واپارن جو هڪ طبقو هو. سيوهڻ سنڌ جو هڪ قديم ۽ مشهور شهر هو جتان ڏيساور سان واپار هلندو هو ۽ راجا ڏاهر جي وقت ۾ اتان جي حاڪم بجهراءِ ۽ واپارن جي سهولت خاطر سيوهڻ جي پرسان منڇر جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ ٻڌايو جتي هنن کي سندن ڪٽنبن سميت رهايو جيئن تہ ان وقت آمدو رفت جو اهم وسيلو درياءَ تي هلندڙ ٻيڙيون ۽ ٻيڙا هئا ۽ منڇر ان ڏاسطو هڪ وڏو بندر هو. جنهن ڪري اتي بنجارن يا باجر جي نالي سان هڪ مخصوص شهر ٻڌايو ويو جنهن کي باجر ۽ پوءِ باجارا سڏيو ويو.

باجارا ذات وارا انهن هندن يعنيٰ سنڌين جي اولاد آهن جيڪي ڪاروبار ڪندا هئا. منهنجي خيال موجب هي حضرت لعل شهباز قلندر يعنيٰ عثمان مرندي جي وقت ۾ ان جي تبليغ ۽ ڪرامتن ڪان متاثر ٿي مسلمان ٿيا ۽ پوءِ اسلامي رنگ ۾ ائين رنگجي ويا جو هنن پنهنجي نسبت عرب نسل وارن سان ڳنڍي ڇڏي.

# واگهري

گذريل سال جي ڳالهه آهي تہ جڏهن محترم آصف بروهي صاحب جي مستونگ فارم کان واپس لاڙڪاڻي اچي رهيو هيس ۽ جڏهن مان عمرڪوٽ - ميرپورخاص روڊ تي پهتس تہ روڊ تي پنڌ هلندڙن جا ڪيترائي قافلا ڏٺا جيڪي پيرين پنڌ هٿن ۾ هندومت جا جهنڊا کڻي، وڏي جوش ۽ خروش سان نچندا، ڪڏندا وڏي اتساهہ ۽ اڪير سان وڃي رهيا هئا، معلوم ڪرڻ تي خبر پئي تہ ٽنڊوالهيار ۾ راما پير جو ميلو آهي، جتي هي سڀ وڃي رهيا آهن. انهن ۾ اوڏ، مينگهواڙ، ڀيل، ڪولهي، واگهري وغيره هئا. مون کي پهريون دفعو معلوم ٿيو تہ هتي واگهري قبيلي وارا رهن ٿا، جيڪي هندو مت جا آهن پر هت تمام گهٽ تعداد ۾ رهن ٿا، ڪڇ لاڙ واري پاسي آهن پر هنن جي گهڻا ڪڇ، سورت، راڌنپور، هندستان ۾ رهي ٿي.

ماضيءَ ۾ جيئن تہ سنڌ جون حدون مهاراشٽر صوبي تائين هيون ۽ بذات خود راجستان سنڌ جو حصو هو، جيڪو راءِ سهاسي جي مرڻ کان پوءِ چچ جي اروڙ واري تخت تي سازش ڪري ويهڻ کان پوءِ راءِ جا مائٽ حڪومتي طور الڳ ٿي ويا پر سنڌي قبيلا جيڪي ٻنهي پاسن ۾ رهندڙ هئا، انهن جي اچ وڃ، رشتا، تعلقات ايستائين جو هڪ ملڪ ۾ رهندڙن جهڙا هئا، جيئن هندستان ٻارڊر تي لوهي چاريون هڻي پنهنجي سرحد کي نروار ڪيو، جنهن کان پوءِ قبيلن، خاندان جي فردن جو اچ وڃ بند ٿي ويو، انهن ۾ هي واگهري قبيلي وارا بہ آهن.

هي سنڌ جو هڪ قديم قبيلو آهي، سنڌن شڪل، شبهات، رنگ ڍنگ، چال چلت کي ڏسي اخذ ڪرڻ ۾ دير نہ ٿي لڳي تہ هي مهين جي دور جا ماڻهو آهن، جن ۾ نسلي ملاوٽ تمام گهٽ آهي، پنهنجو پاڻ بہ هڪ نج قبيلو آهي. واگهري قبيلي جي فردن کي "راوڙو" بہ چوندا آهن، جنهن جو سبب اهو آهي تہ 1947ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ جڏهن ڪنهن ماڻهو يا آکہ لاءِ پڇيو ويندو هو تہ نہ هجڻ جي صورت ۾ پنهنجي ٻوليءَ ۾ چوندا هئا تہ "رڙي ڳيا" يعني رلي ويو، دربدر ٿي ويا، مطلب اهو اسان کان وڇڙي ويو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ جملي جي استعمال ڪرڻ سبب جيڪي سنڌ ۾ رهجي ويا تن لڏي ويندڙن ۽ ڇڏي ويندڙن لاءِ اهو جملو استعمال ڪندا هجن ۽ اهڙي طرح ڪڇ، ڀڄ، سورت ۽ گجرات وارا بہ سنڌ وارن اهو جملو يا محاورو ڪتب آڻيندا هجن جو عام طور کين "رڙي" سڏيندا هجن ۽ پوءِ رڙي بدلجي راوڙو يا راوڙ ٿي ويو هجي.

واگهري قبيلي وارا هڪ هنڌ ٽڪاٽو ناهي ڪن نہ ويهن جتي روزي ۽ روزگار ملي ويو اتي پونگڙي ناهي ويهي رهن ۽ پنهنجي ڪم ڪار کي لڳي وڃن، بنيادي طور هي پورهيت ۽ محنت ڪش ماڻهون آهن، جيڪي صدين کان ائين ڪندا پيا اچن، جنهن ڪري شايد پنهنجي ووٽ جو استعمال ڪري نہ سگهندا هجن.

هي مينگهواڙ، ڀيل، اوڏ ۽ ڪولهي کان منفرد آهن ۽ الڳ سڃاڻپ رکندا آهن. هنن جو پنهنجو رسم ۽ رواج آهي. هي شادي ڪرڻ وقت مردن لاءِ ٻاهر چنو ڪو نہ ٺاهين، چنو صرف ڪنوار جي گهر ۾ هوندو آهي، ڇج سنئون سڌو اچي ڪنوار جي جهوپڙي ۾ اچي لهندي آهي، هي ٽرين وانگر چؤنرو ڪو نہ ٺاهين البتہ چن ٺاهيندا آهن. جنهن کي ڳُٽڻي چوندا آهن گهوٽ کي اچڻ شرط تلڪ لڳايو ويندو آهي، ان مهل سڄي برادري گڏ هوندي آهي. انهيءَ مهل برادري وارا حسب حال پنهنجي طرفان تحفہ وغيره ڏيندا آهن. رخصتي مهل ڪنوار ۽ گهوٽ کي الڳ الڳ ڪٽن تي ويهاريو ويندو آهي. انهيءَ دوران اڪثر مرد نچندا ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ خوشيءَ جا گيت ڳائيندا آهن. تان جو مختلف رسمن کان پوءِ ڪنوار ۽

گهوٽ گڏجندا آهن.

هي هندن جي انهيءَ مت تہ زال مڙس جي مرڻ کان پوءِ اڃو وڳو پائي ويهي رهندي آهي، ان کي سماجي طور ٻي شادي جي اجازت نہ هوندي آهي پر هي ائين ڪو نہ ڪن. هو شادي شده عورت جي وڏي ڏومر ڏام سان شادي ڪندا آهن.

مذهبي طرح ڪو ڪنهن بہ ڀڳوان جي مورتي ٺاهي پوڄا ڪو نہ ڪندا آهن پر هي شِوَ ديوتا ۽ ڪالي ماتا جي پوڄا ڪندا آهن ۽ عبادت لاءِ ڪو بہ خاص ڏينهن مقرر ڪو نہ اٿن، جڏهن بہ سندن ٻائو ڏينهن مقرر ڪندو آهي تہ ۽ ان کي عبادت جو خاص ڏينهن سمجهي پوڄا پاٺ ڪندا آهن. هي لاش کي هندن وانگر ڪو نہ ساڙيندا آهن ۽ پنهنجي مخصوص قبرستان يا ڪنهن خاص مقام ۾ دفن ڪندا آهن. چون ٿا تہ هنن جو خاص مقام سيد ملوڪ شاهہ وارو آهي، جتي لاشن کي دفن ڪندا آهن. فوتگيءَ جون رسمون ڪافي ڏينهن تائين ادا ڪندا رهندا آهن.

هي زندگيءَ ۾ باگڙين وانگر شوق شڪار جا شوقين آهن، جنهن ڪري ڪتن جون لوڏيون ڏاريندا آهن.

# راٺوڙ

راٺوڙ قديم سنڌي ٻولي جي لفظ راٺ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پڪو، سخت، ضدي، مضبوط، بهادر ۽ راٺوڙ جو مطلب آهي سخت جان، جوڌو جوان، جنگجو مڙس ماڻهو، ٻين لفظن ۾ ويڙهو، اڻ موٽ، سر ۽ جان جي بازي لڳائڻ وارو.

ترتيب موجب قبيلن جي شجري مطابق، راٺوڙ انهن سورهن پائرن کي چيو ويندو آهي جيڪي ٻڌا پٽ سام پٽ نوح نبي جي اولاد آهن ۽ اسان به ساڳي ترتيب ڏني هئي پر جڏهن وڌيڪ تحقيق ڪئي ۽ مختلف شجرا سامهون آيا ته معلوم ٿيو ته سام پٽ نوح کي ٻڌيا ٻڌا نالي ڪو به پٽ ڪو نه هو. توريت ۽ قديم شجرن ۾ انهيءَ نالي واري جو ڪو به ذڪر ڪونهي، پر ٻڌا پٽ سما ننديا سمه پٽ جنجو آپٽ جنجو پال پٽ ڪڪ (ڪاڪ) پٽ راجا مل پال پٽ ڌرپٽ تور يعني تور خاندان مان آهي.

جڏهن ته مهاڀارت جي هيرو پانڊو جي ارجن جي اولاد کي به راٺوڙ چيو ويندو آهي ۽ شري نارائڻ جي ٻي پٽ اتري جي اولاد کي راٺوڙ لکيو ويو آهي جيڪي راجا ٻڌ جي اولاد آهن جنهن جي شادي ايلاراڻي سان ٿي هئي، جنهن جي نالي تي ايلاس باس نالي شهر جو بنياد رکيو ويو هو. جنهن کي هاڻي الله آباد چون ٿا. راجا ٻڌ کي پٽ پرورد ٿيو جنهن پرياگ شهر تعمير ڪرايو، جنهن کي "راڻي بسي" مان ست پٽ ٿيا، جنهن کان پوءِ راجا ايوجي شادي راڻي راج دلاري سان ٿي جنهن مان ڪيس ڇهه پٽ ٿيا، جن جي اولاد راٺوڙ سڏي ويئي، ويندي راجا هستي تائين هستناپور شهر آباد ڪيو هو. ان جي اولاد کي به راٺوڙ سڏيو ويو.

سنڌ ڪانسواءِ هندستان ۽ ڪشمير ۾ راٺوڙ گهٽي تعداد ۾ رهن ٿا، جن مان ڪيترا مسلمان ٿيا ۽ مختلف رياستن جا والي ٿي رهيا ۽ ڪشمير ۾ به انهن جو وڏو اثر ۽ رسوخ هو ۽ سنڌ ۾ انهن جي پاڙي سهتو، مان ساهتي پرڳڻي ۽ مختلف هنڌن تي والي ۽ حڪمران ٿي رهيا.

راٺوڙ ۽ ان سان لاڳاپيل ذاتين جو تفصيل سهتو ذات ۾ ڏنو آهي، ان ڪانسواءِ هي بيان موجود آهي ته: راٺوڙ جو شجرو ديوتائن کان شروع ٿئي ٿو ۽ اندر جي پوئين پشت تائين ڳنڍيل آهي. هي مارواڙ جا آهن ۽ سورج ونشي آهن. ٻي روايت مطابق هي خاندان "ڪسڪي" جي نسل مان آهن. جيڪي ڪرشن جي پٽ راما جي اولاد مان آهن. هي سورج ونشي آهن پر ان تي به اختلاف آهي، ڪي چون ٿا ته هي ڪرشن جي اولاد مان ناهن، جيتوڻيڪ هو "ڪيوشت" آهن پر اهي "ڪشپ" جي اولاد مان آهن جيڪو پڻ سورج ونشي هو. ڪي هن کي "ڪوسڪ" جي نسل مان سمجهن ٿا. هنن جو اصل وطن قنوج هو.

سن 470ع ۾ نين پال قنوج جي راجا جيپال کي قتل ڪري قنوج حاصل ڪيو جنهن جي پٽ "پدارٿ" کي پٽ "پونجا" هو. جنهن مان تيرنهن خاندان پيدا ٿيا.

(1) ڌرم ٻنڀو (2) ڀانو واجسني (3) سومر ويرچند (4) امربجي (5) سوجن ٻنوو (6) پدم (7) اپر (8) بردبو (9) اوگر پرپو (10) لانگل (11) چند (12) ٻنپوريا ۽ تيرهين بابت ڪابه ڄاڻ ڪانهي. راٺوڙن جي جن پاڙن ۽ خاندانن اسلام قبول ڪيو تن پنهنجي ذات بدلائڻ بدران پنهنجي اصلي ذات راٺوڙ چورايو.

راٺوڙ سنڌ ۽ هند جي قديم ترين قبيلن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ وڏي تعداد ۾ آباد آهن. هي پاڻ کي راجپوت سڏرائن ٿا، هي سنڌ ۾ ٿر جي علائقي ۾ ڪافي تعداد ۾ آهن. جن جو مذهب هندومت آهي، ڪجهه گهراڻا مسلمان آهن، جيڪي پڻ لاڙ، وچولي ۽ ٿر ۾ رهن ٿا. هي سڀ پاڻ کي سوريه بنس ۽ تورجي شاخ چورائيندا آهن.

ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪنهن طاقتور، ڪنهن گهٽ ذات واري عورت سان ڏاڍائي ڪئي، جنهن مان راٺوڙ پيدا ٿيو. هنن جا سماجي تعلقات، آمڙن، روهلن، ڏنڪرن، راهن ۽ ٻين سان آهن.

هي روهتڪ جي علائقي ۾ تور ۽ جٽ راجپوت چورائيندا آهن. هي ٻاره مهڙ، راجستان، رامپور، ڪانگڙ ۽ چمبہ رياستن ۾ اڪثريت سان موجود آهن. هي ان ڪانسواءِ دهلي، جهولري ۽ گڏ ڳاوان ۾ آباد آهن.

## ڳاهو پٽ راٺوڙ

ڳاهوٽو، ڳن پير، ڳاهوٽ، ڳاهيو، ڳاهيجو: هي خاندان خاص ڪري دادو، خيرپور، سانگهڙ، نوابشاهہ (ساهيتاراج) لاڙڪاڻي ۾ ٿورو تعداد ۾ آباد آهن. حالانڪ ڳاها بلوچستان ٿر جسلمير، ٻاڙهير، رامپور، مطلب تہ راجستان ۽ هند جي ملڪ ۾ تمام گهڻا وڻا آهن جيڪي پاڻ کي راٺوڙ سڏائڻ تا شڪارپور ۾ گاهيجن جو شهر بہ آهي. ڪجھ ٻين قبيلن ۾ بہ ڳاها ڏسڻ ۾ اچن ٿا جيڪي پاڻ سمون، ڏهر ۽ سميجو تا سڏائن انهن جو تعداد تمام ٿورڙو آهي. اڪثر سنڌ ۾ هند جا ڳاها پاڻ کي راٺوڙ تا سڏرائين اڪثر تاريخ نويسن هنن کي سمو، سميجو کل مان تا لکن.

## ڏهوٽ پٽ راٺوڙ

راٺوڙ خاندان جو بهادر قبيلو آهي جيڪو سنڌ ۽ هند ۾ ڪثرت سان آباد آهي. جيڪو ٺڪر ۽ سوريا بنس تا چوائين راجپوت بہ سڏائن. وچ پنجاب ۾ ۽ مشرقي پنجاب ۾ جاٽ تا سڏائين. سنڌ ۾ سرائي ۽ رئيس ٿا چورائين. ڪلهوڙا دور حڪومت ۾ ڪاڇي ۽ هنڙيءَ تي حاڪميت ڪئي اٿن نائچن، ليڪين جهنجهڻ، ڳچلن سان گڏجي مغلن خلاف وڙهندا رهيا آهن. سنڌ ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي تا ڳالهائن.

## راٺوڙ پٽ جنجوآ جو خاندان

| | | |
|---|---|---|
| 1) ورڻ | مکو | جهال |
| 2) ڏانڊا | مکواڻ | - |
| 3) سهتہ | ميهي بابي | انڪر |
| 4) آمڙا | نٽ | مهولي |
| 5) بدا | سورا | - |

| | | |
|---|---|---|
| 6) ٻور | ولها | منگوال |
| 7) ٻورپوتہ | ويسر | - |
| 8) چهاڻ | ولالہ | بنديل |
| 9) ڏواڪرا | راني | - |
| 10) چاهڻ | رابري | جرار |
| 11) مبوهولي | راج | - |
| 12) وانرا (ونس) | راجس سين پوتہ | سهرات |
| 13) ڏارا راجڪمار | - | - |
| 14) ڏهوٽ راجڪرا | - | دلال |
| 15) ڳاها | راجاڻي | - |
| 16) جهنج | لکي پوتہ | دسيوال |
| 17) جر | - | - |
| 18) جرڪي پوتہ | - | وانرا |
| 19) راجسو پوتہ | - | - |
| 20) ڪارڻ | چنديل | - |
| 21) ڪوڪر | ڏوڪرا | - |

## ٻاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڏاندل | (2) برهل | (3) چڪٽ |
| (4) دوهريا | (5) ڪوڪرا | (6) برورا |
| (7) چاچيرا | (8) رامر ديوا | (9) ڪبيرا |
| (10) هتونديا | (11) ملاوٽ | (12) سون رو |
| (13) ڪنيجا | (14) ميوهولي | (15) گوگا ديوا |
| (16) مهيجا | (17) سلنگا | (18) مورسيا |
| (19) جوت سيا | (20) جورا | (21) گوتمر |
| (22) ماوندني ساڪا | (23) سڪرا | (24) ڪانگهڙ |

## سنڌ ۾ رهندڙ راٺوڙ جا ٻاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) آمرا | (2) بدا | (3) پوري پوتا |
| (4) چهاڻ | (5) چهواڻ | (6) ڏاوڪو |
| (7) ڏانديا | (8) ڏهرا | (9) ڏهوٽ |
| (10) ڳاها | (11) جنجهہ | (12) جهوڪ پوتا |
| (13) ڪون | (14) ڪوڪر | (15) مڪوانا |
| (16) نون | (17) سهتا | (18) شورا |
| (19) واهلہ | (20) ويسر | |

## رائوڙ پٽ تُور (طور) جي اولاد ۽ شجرو



## راٺوڙ جو نسل

(1) آمڙا (2) ورڻ، بدا پور (پرپوٺ) ڇهاڻ، ڏوڪرا، ڏانڌ، ڏارا (ڏارو) ديسوال، ڏهوٽ، ڳاها، جهنجھ (جهنجهي) جرڪ (جرڪ پوٽا) ڪارڻ، ڪوڪر، ڏنڊ، سهتہ، شورا، ولها، ويسر، مڪو، مڪواڻ، نٽ، راج (راحيسن پوٺ) ماديو، راجڪمار، راجڪرا، راجاڻي، پڪي (پڪي پوٺ)، ولايہ، راهو، روهل، وانرا (ونس) راٺي، رابرن، مگڻ، اڇڻ، موڙها، ڏنڪر.

## آمڙا پٽ راٺوڙ

آمڙا-راٺوڙ خاندان جو معروف قبيلو آهي، جيڪي سنڌ ۽ هند ۾ آباد آهن، هندو بہ آهن تہ مسلمان بہ. اڄڪالهہ ضلع دادو، لڳ آمڙن جو ڳوٺ آهي ان ڪان علاوه ضلع خيرپور، رحيم يار خان ۾ بہ ويٺل آهن. ريلوي اسٽيشن آمري اصل ۾ آمڙي جي بگاڙ آهي. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي جن جا نالا هن ريت آهن.

(1) آمڙائي (جٽ ٿا سڏائين)
(2) آمر
(3) اگهام (اگهمر)
(4) آنور
(5) اونگر
(6) اُتراس، سوريہ نسب راٺور ٿا سڏائين. هندو ۽ مسلمان آهن.
(7) امهڙا
(8) آهر، پاڻ کي جاٽ ۽ راجپوت بہ سڏائين ٿا.
(9) اويسر
(10) آهور، ڪي سمون ٿا لکن غلط آهي.
(11) آهنداڻي
(12) اُمراڻي
(13) اُڇريہ، پاڻ ڪي ڇاموٽ-سماٽ ٿا ڪوٺائين، جٽ راجپوت بہ سڏجن ٿا.
(14) ابريا
(15) املي
(16) اويسلا
(17) اِپريہ
(18) اٽ
(19) آهنگر، هي ڪٿي سما بہ سڏائين ٿا آهنگر (لوهار)
(20) اميار، پاڻ ڪي سامر جي نسل مان سما ۽ راٺوڙ ٿا سڏائين.
(21) اگريہ، هي راٺوڙ سوريہ نسب ٿا ڪوٺائين.
(22) اُتر، تر ۾ آباد آهن، راٺوڙ ٿا سڏائين ڪٿي سمون بہ سڏائين، هندو ۽ مسلمان آهن.

## راٺي پٽ راٺوڙ

راٺي لفظ راٺ مان نڪتل آهي، جيئن راٺوڙ لفظ راٺ+وڙ جو مرڪب آهي. هي معروف خاندان آهي. هي تور خاندان خاص ڪري راٺوڙ جو اهم قبيلو آهي. قديم ترين خاندانن ۾ شمار ٿئي ٿو. سنڌ ۽ هند ۾ آباد آهن. هي پاڻ کي راجپوت تہ ڪٿي جٽ بہ سڏرائن ٿا. سنڌ ۾ اڪثر هندو آهن. تر ۾ ڪافي آباد آهن. ميرپورخاص حيدرآباد جي گرد بہ آباد آهن. پاڻ ڪي سوريہ نسب ۽ راٺوڙ ۽ تور جي شاخ ٿا سڏائين. ڪن جو خيال آهي تہ راٺوڙ ڪنهن گهٽ ذات واري عورت سان ناجازي ڪئي هئي ان مان پيدا ٿيو. راٺي معنيٰ زبردستي هن جا ڪيترائي پائر آهن. ڏسندا راٺوڙن جو شجرو، انهن جي خاص قرابت، آمڙن، روهل ۽ ڏنڪرن. راهو وغيره سان آهي. هي هند روهٽ جي علائق ۾ پاڻ ڪي تور (جٽ راجپوت) ٿا سڏائن. ان ڪان علاوه پاڙمير، راجستان، رما پور، ڪانگڙهہ، چمبہ ۾ بہ اڪثريت سان آباد آهن. دهلي، گڙگا وان، جهولڙي ۾ بہ آباد آهن. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي جيڪي چارٽ ۾ ڏسندا.

## راٺي پُٽ راٺوڙ خاندان

(1) بلوترا
(2) برهاڻي
(3) چانگڙا (جهانگڙا) پنهي عاقل ۾ وينا آهن.
(4) راڪوڙا
(5) گوردوال
(6) گائونل
(7) منگوال
(8) جهالا
(9) باراڻي
(10) باڪا
(11) باگاٽا

(12) ستروال
(13) جانو (چانو)
(14) رکو
(15) رامراڻ

## موڙها راهو پٽ جيجو آ

راهو لفظ راهه مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب رستو- واٽ، فارسي ۾ آسماني گرهه تو سڏجي. سنڌ ۾ هڪ معروف قبيلو آهي. جيڪو ڇاموٽ سماٽ تو سڏجي. هن جي اڪثريت اتر سنڌ خاص ڪري خيرپور، لاڙڪاڻو، دادو ۾ آهي. هنن لاءِ هڪ پهاڪو آهي ته رات ۾ رهجي راهوجن ۾. پنجاب ۾ هنن کي ڪنتين وارو ٿا سڏين. البته هنن جي ٿر ۾ حاڪميت به رهي آهي.

ڪيترن تاريخ نويسن هنن کي سمون خاندان مان لکيو آهي البته غلط آهي. هان هي درست آهي ته تور خاندان جي پٽ ڏرپٽ جي اولاد مان جنجو آ جي پٽ جو نالو سمانند هيو، جيڪو سمون جي نالي سان سڏيو هيو. هن جي نسل مان موڙها سنگهه راجا جنهن کي موڙا موڏا سنگهه به چوندا هئا. ان موڙها سنگهه جي خاندان مان راهو به هڪ هيو.

ڏسندا چارٽ:




## راهو پٽ موڙها سنگهه جي اولاد

هنگورجا، هنگورڻا، راهجيا (هن کي پيروزاڻي به سڏين ٿا)، راڪڙا، روجهامر (روجهاڻي)، ڦوڳاڻي، رنا (رنو)، آبساڻي، رانتا، ريهاڙ، رڪناڻي، رنگهار، رانگها، راڻيا، رونو، رانوڙ.

## راهوجا پٽ موڙها سنگهه

راهوجا موڙها سنگهه جي خاندان مان آهي، جيڪو راهو جو پاءُ آهي. خيرپور، دادو، لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

راهوجا، سميجه، سارين، ابڙن (ڪمارين سمن انڙن ۾ آهن. اهڙي طرح هي راهو به هاپر پٽ هوتي پٽ ساند پٽ پلي جي نسل مان به آهي. هاپر جي هڪ پٽ جو نالو جوٽو ۽ ٻئي جو نالو راهو هيو. جنهن جي اولاد راهه پونو ۽ رهاوجو هيو.

البته هي راهوجو پٽ موڙها الڳ آهي، جيڪو تور (جنجوآ) خاندان آهي. جنهن جي اولاد ٿر پارڪر، اتر سنڌ ۾ آباد آهي.

## وانرا (ونس ونيس) پٽ رانوڙ خاندان

هي رانوڙ پٽ جنجوآ خاندان جو معروف گهراڻو آهي. هند ۽ سنڌ ۾ آباد آهن. پاڻ کي جاموٽ، سماٽ، جاٽ ۽ سوريه نسل ٿا سڏائين ۽ پنهنجو تعلق رانوڙ پٽ جنجوآ سان ٻڌائين، جيڪو چارٽ ۾ به موجود آهي.

سنڌ ۾ هنن کي وانرا ٿا ڪوٺين جيڪي هندو ۽ مسلمان به آهن. ٿر، دادو، عمر ڪوٽ، ميرپور خاص، حيدرآباد ۾ آباد آهن. هند جي علائقه راجستان، راجپوتانه، حصار ۾ آباد آهن. سڀ هندو آهن. پاڻ کي راجپوت ۽ جٽ ٿا ڪوٺائين.

پنجاب ۾ هن کي ونيس (ونس) به ٿا ڪوٺين امرتسر، شاهه پور، گورداسپور ۾ جٽ ٿا چورائين. ملتان، شاهه پور، بهاولپور ۾ راجپوت ۽ جٽ به سڏائين ٿا. هتي مسلمان آهن ۽ مشرقي پنجاب ۾ سک ۽ مسلمانآهن. هن کي پنيس وش به ٿا ڪوٺين. امرتسر ۾ هن کي بنيس ٿا ڪوٺين.

## وانرا (ونيس) خاندان

| | | |
|---|---|---|
| سڏل | سينڌل | سوڙ |
| رامر چندريه | وارسيا | ڪرم سوت |
| واٽيچا | ڏاروپا | ٽاٽارا |
| هلوائي | مونيا | سيواريه |

| | | |
|---|---|---|
| واتهڙا | واهن | روندا |
| جوگل | پالوٽ | راجڪماريہ |
| گوال | تالاتوڙ | ڪودتوڙ |
| سينا | ڪوندڪر | پيٽڙ |
| موتي (موتياٽي) | ٽوله پنيا | واهن |

## ويسر پٽ رائوڙ

سنڌ ۽ هند ۾ هي تمام گهڻو معروف قبيلو آهي. اڪثر ماڻهون هنن کي وسير ٿا چون جيڪو غلط آهي. وسير ڍهوڍهي خاندان مان پنڇر جو پٽ آهي. هي پاڻ کي وسير ٿا ڪوئائين. نہ کي وسير. وسي البتہ پاڻ کي ويسر ٿا ڪوئائين. بلوچستان، ايران، راجستان، ٿر، لاڙ، اتر سنڌ ۾ آباد آهن. اڪثر رائور سڏجن ٿا.

ڪجهہ ويسر، راڇپرن، سوڍن، باجون ۽ جي اوڙڪن ۾ بہ ملن ٿا. جيڪي تعداد ۾ ٿورا آهن. پاڻ کي وسير نہ البتہ سوڍا، باجر ۽ راڇپر ٿا ڪوئرائين. جيڪي وسير ٿا سڏائين اُهي دراصل رائوڙ خاندان آهن ۽ رائوڙ جي ٻين خاندانن سان گڏ وينا آهن ۽ انهن سان مائٽيون ڪن ٿا.

## ويسر خاندان جو چارٽ

| | | |
|---|---|---|
| وئونرا | وشيو | واسو |
| ويرام | ويوسي | واهر ڪريا |
| وگر | ونها | واگهوريہ |
| نهارا | نڪامرا | ووڪا |
| ويراچ | وسواڻ | هتيار |
| ويڙها | ونانڙي | وڪڙا |
| وريامر | ورگ | ورها |
| نگرا | نل. | |

(واسو=گهوٽڪي ۾ آباد آهن، پاڻ کي چاموٽ ۽ چامر ٿا سڏرائن.)

## جهنجهہ (جهنج) پٽ رائوڙ

هي قبيلو تمام گهڻو هند ۽ سنڌ ۾ آباد آهي. پاڻ کي رائوڙ ٿا چورائين. هي قبيلو چولستان، راجستان، جيلسمير ۾ ڪافي تعداد ۾ آباد آهي. اتر سنڌ، بهاولپور، بيڪانير ۽ جوڌ پور ۾ بہ آباد آهن. پاڻ کي سوريہ نسب ۽ جاٽ، رئيس، ملڪ جي لقبن سان سڏرائين ٿا. ٿرپارڪر ۾ جهنجهي بہ سڏجن ٿا.

جهنج ڪلهوڙا خاندان ۾ بہ هڪ شاخ جو نالو آهي. جيڪي ڪلهوڙا ٿا ڪوئائين. اڪثر جهنج پاڻ کي رائوڙ ٿا سڏائين. جهنج دلن ۾ آهن. ڪٿي ڪٿي ماڻهون ۽ ليکاري هنن کي ملاح ۽ مهاڻو بہ لکيو اٿن جيڪو غلط آهي.

## جهنج خاندان (جهنجهہ)

| | | |
|---|---|---|
| ججهہ | جهلوري (ميرپورخاص ۾ آهي) | جهنڊو |
| ٻيٽا (دادو ۾ آهن) | سن (دادو ۾ آهن) | ڀهڙا |
| ڀوڏر | پروا | پرند |
| پرڻ | ٻرنگ | ٻيڏا |
| ٽيرڙ | ڏهاگ | ٻيڙيل |
| ڏونگر | ٽيڪ | سرهاڙي (نواب شاهہ) |
| دوڙ (نوابشاهہ) | | |

## سهتو (سها) پٽ رائوڙ

سنڌ ۽ هند جي وڏي ۾ وڏي خانداني آهي. جيڪي پاڻ کي چامر، سماٽ، سوريہ نسب، رائوڙ جي لقبن سان سڏجن ٿا. هن شاهي خاندان لاءِ ليکارين ڪافي ماڻهن کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪي چون ٿا تہ جادم جيڪو سمان نسل مان آهي. هن جي پٽن مان هڪ سهتو هيو. ڪي وري هن کي مهاڻو ٿا سڏين. ڪي وري رائوڙ جو پاءُ ٿا لکن.

سهتو (سهتہ، سها) خاندان جي حاڪميت پاتال (روهڙي) ڪان نيرون ڪوٽ (حاليہ) حيدرآباد ۾ ق-م رهي آهي. اڄ بہ هن علائقہ کي ساهتي، پرڳڻو سڏبو آهي. جنهن جو دار الخلافہ هنگورجا شهر رهيو آهي. جيڪو قديم دؤر (10) ڪوهن ۾ پکڙيل هيو. جنهن جا نشان اڄا سوڍو حاليہ هنگورجا ۾ موجود آهن. ڪن ليکڪن جو رايو آهي تہ هندو قومر جي ستن ورڻن مان هڪ ورڻ جو نالو سهتو هيو. ان مان سهتو قبيلو پيدا ٿيو آهي.

ڪن جو رايو آهي تہ سامر پٽ نوح جي پٽ ٻڌا کي (16) پٽ هئا. جيڪي مجموعي طرح رائوڙ سڏبا هئا. انهن مان سهتو هڪ هيو. اِها آڪاٽي آهي. سامر جي پٽ ٻڌا جو وجود خيالي آهي ..... ق-م تاريخن، هندو مذهبي، غير مذهبي ڪتابن ۾ منو (نوح) جي اولاد جو ذڪر ۾ ڪٿي بہ ٻڌا لفظ ڏسڻ ۾ نہ آيو آهي. البتہ سها (سهتو) جو لفظ ويدن ۾ ضرور آيو آهي اهو بہ اتر ويد ۾ منو جي اولاد ۽ عظيم جل پرلويان (پاٽي واري قيامت) طوفان جو ذڪر هندو ڌرمي-غير ڌرمي،

ڪتاب پئدائش (زبور، انجيل، توريت) ۾ بہ آيو آهي. هن عظيم طوفان جي خبر عربن کي ڪونہ هئي.

نوح لفظ عربي نہ بلڪ عبراني جو آهي. ان جو مطلب بہ ٻيڙي آهي. هندو لوڪ بہ منو کي منو مهار سيٽ (ٻيڙي وارو رشي) سڏين ٿا. جنهن کي هو پنهنجو رشوتليان ۽ تيستائين (پيغمبر ۽ رسول ٿا ڪوٺين جنهن جو ڌرم صابعئين هيو. سنڌ ۽ هند) پائر هئا. جيڪي سام جا پٽ هئا. جن جي نالن پٺيان سنڌي، هندي قوم، ملڪ ۽ زبان سڏجي ٿي. هي انهن (7) رشين مان هئا. جيڪي منوءَ (نوح) جي ٻيڙي ۾ سوار هئا. جنهن کي وشنو (پرماتما، خدا) پاڻ هلائي رهيو هيو. هندو ڌرمي ڪتاب لکن ٿا تہ هي جل پرلو يات هاٽوڪي ڪيرالہ وتان شروع ٿيو هيو. منو کي پرماتما حڪم ڪيو تہ ٻيڙي تياري لاءِ ملائڪ موڪليان جن هي ٻيڙو تيار ڪيو ۽ منو کي حڪم ڪيائين تہ هر جاندار جو جوڙو وجھ. ان بعد جڏهن اهو ڪم چوري ٿئي اوهان پنهنجي گهر جي واري تنور مان پاڻي نڪرڻ شروع ٿئي يڪدم اوهان پنهنجي خاندان ۽ اهل ايمان وارن سان ٻيڙي ۾ چڙهجو. اهو تنور امان حوا (پاروتيءَ) جو جيڪو آدم (شيو شنڪر) ٺاهيو هيو. جنهن ۾ پاروتي ماني پچائيندي هئي هي ڪيرالہ گجرات جي ساحل سمنڊ تي آهي. هينئر هند ۾ آهي اڳ ۾ پراچين سنڌ ۾ هيو. خود گجرات سنڌ جي پٽ جو نالو آهي. اڄ ڪلھ بہ منو جي پيرن جا نشان اُتي موجود آهن. جيڪا هر ماڻهن لاءِ زيارت گاھ آهي. منو (نوح) جي قبر بہ گجرات جي ڳوٺ مندا ۾ 270 گز جي آهي. اها بہ زيارت گاھ آهي. بحوالہ ڪلڪي اوتار ويد، پراڻ شاستر وغيره. (بحوالہ مها ڀارت اتر ويد- 28-11-1 شام ويد 40-28-17)

هنن ڪتابن ۾ سها (سهتہ) قبيلو جو ذڪر بہ ٿيل آهي. هينئر مان اڇان ٿو منو ۽ سندس خاندان تي.

(خاص نوٽ) مفسرين خاص هندو ڌرمي غير ڌرمي ڪتاب لکن ٿا تہ حضرت شيش (سورج، ڪرن، گنيش، برما، ايوڌيہ، شيٺ، سندھ راع) جي زماني ۾ پورو برصغير، افغانستان، تبت، يونان، فارس، سينٽرل ايشيا سنڌ ملڪ سڏبو هيو ڇاڪاڻ تہ عربي زبان ۾ شيش جو نالو سندھ هيو. اها ڳالھ، هندو فارسي، يونان ۽ عرب بہ چون ٿا تہ سنڌ مان هند نڪتو آهي. البتہ حضرت شيش (سندھ) جي قبر بہ ايوڌيہ شهر گجرات ۾ آهي. هندو لوڪ هن کي رشيو تگيان ٿا ڪوٺين ۽ چون ٿا تہ نوح (منو) جي جال پرلويان (عظيم طوفان) کان پوءِ (7) رشي ان ٻيڙيءَ ۾ موجود هئا. جن ۾ سندھ ۽ هند جيڪي پاڻ ۾ ڀائر هئا. ان بعد سندھ ملڪ جيڪو شيش جي نالي سان سڏبو هيو سو ان بعد سندھ ۽ هند جي نالن پٺيان سڏجن ٿا. شيش سان گڏ يوباب (تيج) جي قبر آهي.




رام جي نسل کي سامي ۽ صوفي ٿا سڏين. ورام کي سنسڪرت ۾ نيم عربي ۾ سام، عبراني ۾ سم) ٿا سڏين انگريز هن کي سيمٽڪ ٿا ڪوٺين. سيمٽڪ جي خاندان مان ايشور-ارفخسند ۽ پور (هند-سنڌ ۽ فارس) جي نسل جا ماڻهو آريا ٿا سڏجن. انهيءَ سنڌ جي اولاد مان سهتو به هڪ آريو قبيلو آهي.

مالي (برابر) پٽ سنڌ (بربرواس) جي نسل مان سها (سهتو) نيل جنمر ورتو آهي نہ ڪي ڪنهن ورڻ-ڌرڻ-ڀڏا وغيره مان البتہ سهتو نسل جي شروعات رانوڙ پٽ جنجوآ مان آهن. ليڪن ٻين بہ نالا سهتو پنهنجي ٻارن تي رکيا هوندا.

البتہ رانوڙ جي ڀاءُ سمانند جي اولاد خاص ڪري موڙها سنگهہ جي نسل ۾ پاڻ کي سهتو تي سڏرائي.

## سهتو (سها) پٽ رانوڙ

هندي لوڪهن ڪي سها تا ڪوٺين. سهتو، سها، سهتہ، هند، مسلمان، ٻڌ، جين، سک، مظاهر پرست بہ آهن. البتہ آريہ، سوريہ نسل، چامر، وڏيرو، چاموٽ، سماٽ، جدگال، جات، ملڪ، رئيس، زط، سميري، بالڪا، رامر جي، شاهہ جي لقبن سان سڏجن تا.

## سهتہ (سها) خاندان

| | | |
|---|---|---|
| تُرٽا | توڪا | مٽگٽيجہ |
| واسطڙا (وسطڙا) | سوائي | سمور |
| رڪن (رڪن پوٽہ) | ڍوڍا | موڏ (سنگهہ) |
| آين (سنگهہ) | جماٽي | وهلہ |
| واٽيو | خليہ | ڏهراج |
| ماندڙا | هالا | جمڙا |
| مولهڻ | هنگورا | هنگورٽا |
| هنگوربا | | |

نوٽ: موڙها سنگهہ سمانند (سما) پٽ جنجوآ ۽ خاندان وارا جملہ لوڪ ۽ انهن جي اولاد پاڻ کي سهتو تي سڏائي ڏسندا مٿي چارٽ سمانند پٽ جنجوآ ۽ موڙها سنگهہ خاندان

## سمانند پٽ جنجوآ

نوٽ: ڪن تاريخ نويسن هن ٻڌ (ٻڏا) کي سامر جو پٽ ڄاڻائي ان جا (16) پٽ ڏيکاري جن ڪي رانوڙ تا چون غلط آهي ڳالهہ هن مان صاف آهي تہ ٻڌ پٽ سمانند الڳ ماڻهو آهي نہ ڪي سامر بن نوح جو پٽ.

ٻُڏا (ٻُڌ)



ساعت (سعتہ)




نوٽ: مٿيان هي سڀ قبيلا پاڻ کي سهتو (سهتہ) تا سڏرائين.

روايت ڪن ٿا تہ راٺو ڀنر سهتو درٻيلي، ساهتي پرڳڻي جو حاڪم هيو، جنهن جي گادي جا هنڌ، هنگورجا، محبت ۽ سوڀوديرو ۾ هوندا هئا. درٻيلہ ۾ ڍوڍا خاندان حاڪم هيو، پاتال (روهڙي) طرف آپڻ خاندان هيو. باقي علائقن ۾ موڏا خاندان وارا حاڪم هئا نہ ڪي موڙها وارا هالا ۾ هالا خاندان

جي حاڪميت هئي.

## سهتہ (ساعت) پٽ موڙها (خاندان)

هي خاندان بہ سهتو ٽا سڏائين.

| | | |
|---|---|---|
| ملان | مولو | گهلوان |
| موٽيا | مهاين | اسيب |
| مٺر | اهيب پوٺہ | ڪيريہ |
| ساهيمر | هٽونگو | پريجہ |
| مٽونگا | خليفہ | سهتائي |
| ٽگر | | |

نوٽ: هي سڀ پاڻ کي اُجڻ ۽ سهتا ٽا ڪوٺائين عام تاثر آهي تہ اجين جو شهر هن اجين ۽ اجڻ وارن جي نالي سان پنيان آهي.

## اُجڻ پٽ موڙها

| | | |
|---|---|---|
| اجين | اسرار | ٻاجهاٽي |
| دوداٽي | جيئلاٽي | پنجابي |
| جتاٽي | جنگ واٽي | سڪائي |
| ساڪاٽي | ٻڏاٽي خيراٽي | جاڙاٽي |
| دُراٽي | قلندراٽي | ميلاٽي |
| سوپاٽي | بنگلاٽي | پرپاٽي |

## ڳاهو پٽ راٺوڙ

| | | |
|---|---|---|
| ڳاهوتا | ڳن پيير | ڳاهوٽ |
| ڳاهيا | ڳاهيجا | |

خاندان اتر سنڌ خاص ڪري دادو، خيرپور، سانگهڙ، نواب شاهہ، لاڙڪاڻہ ۾ ٿوري تعداد ۾ آباد آهن البتہ ڳاها بلوچستان، ٿر، جيسلمير، ٻاڙ مير، رام پور هند ۾ ڪافي تعداد ۾ آباد آهن. جيڪي پاڻ کي راٺوڙ ٽا سڏرائن. شڪارپور ۾ ڳاهيجا شهر ۾ نالي تي آباد اٿن. ڪجهہ ٻين قبيلن ۾ بہ ڳاها ڏسڻ ۾ اچن ٿا جيڪي پاڻ کي سمون، ڌهر ۽ سميجو ٽا سڏرائن. انهن جو تعداد تمام ٿورو آهي. اڪثر سنڌ ۽ هند جا ڳاها پاڻ کي راٺوڙ ٽا چورائين البتہ ڪن هنن کي سمون، سميجو ڪل ٽا لکن جيڪو غلط آهي.

## ڌهوٽ پٽ راٺوڙ

راٺوڙ خاندان جو بهادر قبيلو آهي، جيڪو سنڌ ۽ هند ۾ ڪثرت سان آباد آهي. ٿر ڪجهہ پچ ۾، جيسلمير، راجستان ۾ ڪافي آباد آهن. جيڪي ٽڪر ۽ سوريہ نسب راجپوت ٽا سڏائين. سينٽرل پنجاب ۽ مشرقي پنجاب ۾ جاٽ ٽا سڏارائين ڪلهوڙا دور حڪومت ۾ ڪاڇي ۽ هنڙي تي حاڪميت ڪئي اٿن. نائچن، ليڪين، جهنجهٽن، ڳچلن سان ڳاڄي مغلن جي خلاف وڙهندا رهيا آهن. سنڌ ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي ٽا ڪن.

## ڌهوٽ خاندان

| | | |
|---|---|---|
| ڏونگرا | ڌهاڳ | ڌنگر |
| ڌنگراج | ڌڳا | ڌورٽ |
| ڌوڌنڊا | ڌوتر | ڌامڻ |
| ڌوئڙ | ڌڻ | ڌڻ وار |
| ڌينجو | ڌٽ | ڌاميا |
| چنبڙ | دودوال | جيسوار |
| دلبر | حريا | |

# علوي

علوي ذات وارا حضرت علي ﷺ جي اها اولاد آهي جيڪي حضرت بيبي فاطمہ مان نہ آهن. ان جي بطن واري اولاد کي اهل بيت يا سيد چيو وجي ٿو. سورت آل عمران جي ايڪهٺ آيت ۾ آهي.

ترجمو: پوءِ جيڪو جهڳڙو ڪري توسان ان ڳالهہ ۾ هن کان بعد جو آيو تو وٽ علم پوءِ تون چوين اچو تہ سڏيون اسان پنهنجا پٽ ۽ توهان پنهنجا پٽ ۽ اسين پنهنجون زالون ۽ اوهين پنهنجون زالون ۽ اسان پنهنجو پاڻ ۽ توهان پنهنجو پاڻ، پوءِ گهرون دعا پوءِ ڪريون لعنت الله جي ڪوڙ هٹندڙ تي.

صحيح مسلم ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص ﷺ جي روايت آهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي تہ حضور جن حضرت علي ﷺ ، حضرت بيبي فاطمہ رضہ حضرت حسن رضہ ۽ حضرت حسين رضہ کي گهرائي (گڏ ڪري) دعا ڪئي تہ اي الله هي منهنجو اهل بيت آهي. علامہ جلال الدين سيوطي تاريخ خلفاءَ ۾ پڻ اهڙي روايت جي تصديق ڪئي آهي.

ان مان ثابت ٿيو تہ حضرت علي جي ٻي اولاد يعنيٰ حضرت امام حسن ۽ امام حسين کان سواءِ علوي سڏجي ٿي. بي بي فاطمہ 3 جمادي الثاني 11 هجري (632ع) ۾ وفات ڪئي. ڪيس 3 پٽ ۽ 2 ڌيئرون هيون. امام حسن، امام حسين، بيبي زينب، امام ڪلثُم ۽ محسن جيڪو ڄمڻ کان اڳ ۾ فوت ٿي ويو.

يمن کان وٺي، شام ۽ عراق تائين ڪيتريون بستيون سنڌين جون هيون ۽ اهي عرب معاشري سان ملي ويا هئا پر سنڌن سڃاڻپ سنڌ ۽ سنڌي هئي.

حضرت علي ﷺ جي خاندان جو سلسلو پنجن پٽن مان شروع ٿيو جيڪو هيٺن آهي.

(1) حضرت امام حسن ﷺ جي اولاد جو سلسلو زيد ﷺ ۽ حسن ﷺ مان شروع ٿيو. زيد جو سلسلو حسن ﷺ بن زيد ﷺ کان ۽ حسن ﷺ بن الحسن ﷺ جو سلسلو (1) جعفر ﷺ (2) دائود ﷺ (3) عبدالله ﷺ (4) حسن ﷺ (5) محمد ﷺ (6) ۽ ابراهيم کان.

(2) حضرت امام حسين ﷺ جو سلسلو علي الاصغر ﷺ (امام زين العابدين) کان ۽ ان هي زين العابدين ﷺ مان (1) محمد ﷺ (2) عبدالله ﷺ (3) عمر ﷺ (4) زيد ﷺ (5) ۽ حسين ﷺ کان شروع ٿيو.

هنن جي اولاد کي سيد يا اهلبيت سڏيو وڃي ٿو جنهن جو تفصيلي ذڪر هن ڪتاب ۾ درج ٿيل آهي.

(3) حضرت محمد حنيف جو سلسلو (1) جعفر ﷺ (2) علي ﷺ (3) عون ﷺ (4) ۽ ابراهيم ﷺ کان ۽ وري انهن جي اولاد مان هنجو وڏو پٽ ابو هاشم عبدالله هو پر ان مان ڪا بہ اولاد ڪونهي.

(4) حضرت عمر ﷺ جو سلسلو محمد ﷺ ۽ ان جي پٽ عمر ۽ عبدالله، عبيدالله ۽ جعفر کان.

(5) حضرت عباس ﷺ جو سلسلو عبيدالله ﷺ کان.

هنن ئنهي جي اولاد علوي سڏجي ٿي ڇاڪاڻ تہ اهي رسول ڪريم جي پڌري ڪيل اهلبيت مان نہ آهن ۽ اهل بيت اهي آهن جيڪي حضرت بيبي فاطمہ ۽ حضرت علي ﷺ جي گڏيل اولاد هجن پر حضرت علي اهلبيت مان هوندي بہ سندس ٻين گهر وارن جي اولاد اهلبيت نہ ٿي سڏائي سگهي.

حضرت علي بيبي فاطمہ رضہ جي رهلت کان پوءِ شرعي ضرورت مطابق ٻيون شاديون ڪيون جن جو تعداد 9 لکيو ويو آهي.

پهرين- حضرت بي بي فاطمہ
ٻي- ام البنين بنت حرم
ٽين-اسماءِ بنت عميس
چوٿين- حبيبہ بنت ربيعہ

پنجين- امامہ بنت عاص

ڇهين- خولہ بنت جعفر

ستين- حجاالزمره القيس جي ڌيءُ سان.

اٺين- ليليٰ مسعود جي ڌيءُ سان.

نائين- ام سعيد غزوه جي ڌيءُ سان.

سنڌ جي هڪ عالم مولوي عبيدالله شائق جنهن گلزار سنڌ کان متاثر ٿي دولت علوي نالي ڪتاب لکيو هو، ان ۾ حضرت علي رضي الله عنه جا سورهن پٽ ۽ ارڙهن نياڻيون لکيون آهن. تاريخ طبري ۾ انهن جو تعداد چوڏهن پٽ لکيل آهي. انوار ڪريمي ۾ پندرهن پٽ ۽ سترهن نياڻيون لکيل آهن. جڏهن ته ٻيا تاريخ نويس ۽ عالم سيئي انهي ڳالهه تي متفق آهن ته حضرت علي رضہ کي يارهن پٽ ۽ سورهن نياڻيون هيون. التبنهه والاشراف ۾ ابو الحسن علي بن حسين بن علي مسعودي يارهن پٽ لکيا آهن ۽ انهن جا نالا ڏنا آهن ۽ سورهن نياڻين جو ذڪر ڪيو آهي. جن ۾ حضرت زينب ۽ حضرت ام ڪلثوم حضرت بيبي فاطمہ رضي الله عنها مان هيو ۽ باقي ٻين اٺن گهر وارن مان مسعودي سنڌس پٽن جو ذڪر هيئن ڪيو آهي.

(1) حسن رضي الله عنه (امام) (2)حسين رضي الله عنه امام ، (3) محمد حنيفہ (محمد بن الحنيفيہ)- خولہ مان، (4) عمر رضي الله عنه - (حبيبہ مان) ، (5) عباس رضي الله عنه (امہ البنين مان)، (6) عبدالله رضي الله عنه، (7) جعفر رضي الله عنه ، (8)عثمان رضي الله عنه

محمد الاصغر رضہ ان جي ڪنيت ابوبڪر هئي. هي بہ خولہ مان هو. هن جي وڏي ڀاءُ محمد حنيفہ کي محمد اڪبر چوندا هئا. هي محمد الاصغر جي نالي سان مشهور هو. يعنيٰ ننڍو محمد .

(1) عبيدالله رضي الله عنه (2) يحيٰ رضي الله عنه.

حضرت علي رضي الله عنه جي هنن پٽن مان پنجن پٽن جو سلسلو نسب وڌيو. جي هي آهن. حضرت امام حسن رضي الله عنه ، حضرت امام حسين رضي الله عنه ، شهيد ڪربلا، محمد رضي الله عنه الحنيفہ، عمر رضي الله عنه ۽ عبا س رضي الله عنه.

طبقات ابن سعد ۾ حضرت علي جي اولاد متعلق تفصيل هن ريت آهي:

بي بي فاطمہ الزهره مان پٽ، حسن ۽ حسين ۽ ڌيئر زينب الڪبريٰ ۽ ام ڪلثوم ڪبريٰ. جڏهن تہ باقي اولاد يعني بي بي فاطمة الزهره ڪانسواءِ ٻين گهروارين مان ٿي تن ۾ محمد اڪبر ابن الحنيفہ جنهن جي والده خولہ هئي. ٻيو عبيدالله بن علي جنهن کي مختار بن ابي عبيدالمذار شهيد ڪري ڇڏيو. ٽيون پٽ ابوبڪر بن علي رضہ جيڪو حضرت امام حسين رضہ سان گڏ ڪربلا ۾ شهيد ٿي ويو. انهن ٻنهي کي ڪا بہ اولاد ڪو نہ هئي ۽ انهن ٻنهي جي والده ليليٰ بنت مسعود بن خالد بن ثابت بن ربعي بن سلميٰ بن جندل ابن نهشل بن دارم بن مالڪ بن زيد مناة ابن تميم هئي.

مٿين کان علاوه چار ٻيا پٽ عباس اڪبر بن علي، عثمان، جعفر اڪبر ۽ عبدالله هئا جيڪي حضرت حسين بن علي رضہ سان گڏ شهيد ٿي ويا. هنن مان پويان ڪو بہ نہ رهيو. هنن چئني جي والده ام البنين بنت حزام بن خالد بن جعفر ابن ربيعہ بن الوحيد بن عامر بن ڪعب بن ڪلاب هئي.

هنن کان علاوه هڪ پٽ محمد اصغر بن علي هو جيڪو حضرت امام حسين رضہ سان گڏ شهيد ٿي ويو. هن جي والده ام ولد هئي، ان کان سواءِ بہ پٽ يحيٰ ۽ عون هئا جن جي والده اسما بنت عميس الحثعميہ هئي. از اسواءِ عمر اڪبر بن علي، رقيہ بنت علي، هنن جي والد صهبا هئي جيڪا ام حبيب بنت ربيعہ بن بجير بن العبد بند علقمہ بن الحارث بن عتبہ ابن سعد بن زهير بن جشم بن بڪر بن حبيب بن عمرو بن غنم بن تغلب ابن وائل هئي. هو قيدياڻي هئي جيڪا خالد بن وليد کي ان وقت ملي هئي جڏهن هن عين التمر جي پاسي بني تغلب تي حملو ڪيو هو.

هنن کان هڪ پٽ محمد اوسط هو، جنهن جي والده امامہ بنت نبت ابي العاص ابن الربيع بن عبدالعزي بن عبد شمس بن عبد مناف هئي ۽ امامہ جي والده زينب بنت رسول الله هئي ۽ ان جي والد خديجہ بنت خوليد بن اسد، بن عبدالعزيٰ بن قصي هئي.

ان کان علاوه بہ ڌيئرون ام الحسن ۽ روائلہ ڪبريٰ هيون جيڪي ام سعيد بنت عروه بن مسعود بن معتب بن مالڪ الثقفي مان هيو. هنن کان علاوه ٻيون ڌيئرون، ام هاني بنت علي رضہ، ميمونہ، زينب صغريٰ، رملہ صغران، ام ڪلثوم مفران، فاطمہ، امامہ، خديجہ ام الڪرم، ام سلمہ، ام جعفر، حمانہ ۽ نفيسہ هيو، اهي سڀ مختلف مائرن جون ڌيئرون هيون.

حضرت علي جي هڪ ڌيءُ اهڙي هئي جنهن جو نالو ظاهر نہ ڪيو ويو آهي، ان جي والده ممياه بنت امريٰ القيس بن عدي بن اوس ابن جابر بن ڪعب بن عليم هئي جيڪا قبيلي ڪلب جنهن جو مطلب ”ڪتو“ آهي سان تعلق هو.

محمد بن سعد طبقات ابن سعد ۾ لکي ٿو تہ حضرت

علي بن ابي طالب کي صلبي اولاد ۾ چوڏهن پٽ ۽ نو (9) ڌيئرون هيون، جن مان پنجن پٽن کان نسل هليو. امام حسن، امام حسين حضرت بي بي فاطمة الزهرا جا پٽ ۽ محمد بن الحنيف، عباس بن الڪلابيه ۽ عمر ابن التغلبيه.

مشهور تاريخ نويس ابو الصراءِ مسعودي جي حوالي سان لکيو آهي ته محمد حنيف جي والده خوله اصل سنڌ ملڪ جي هئي جيڪا قيد ٿي، ٻانهي بڻجي عرب ملڪ پهتي جنهن سان حضرت علي نڪاح ڪيو. مسعودي ان جي ڪتاب التنبيه والاشراف ۾ خوله جو نسب هيئن بيان ڪيو ويو آهي. خوله بنت جعفر ابن قيس بن سلمه بن عبيد بن ثعلبته بن برجوع بن ثعلبته بن الدول بن حنيفته ابن الجيمر بن صعب بن علي بن بڪر بن وائل. طبقات ابن سعد واري به سندس والده جو ساڳيو شجرو بيان ڪيو آهي ۽ تاريخ ابن خلڪان ۾ به ساڳيو ئي شجرو لکيو آهي ۽ وڌيڪ لکيو آهي ته هوءَ يمامه جي قيدين مان هئي ۽ حضرت علي رضه وٽ آئي ۽ هوءَ ڪڻڪ رنگي (سانوري) سنڌي عورت هيئ ۽ بني حنيف جي ٻانهي هيئ ۽ ان جي خاندان مان نه هئي ۽ خالد بن وليد انهن سان غلامن جي عيوض مصلحت ڪئي. ابن خلڪان، بغوي جي ڪتاب "شرح السنته" جي بابت قتال مانعين زڪوات جي حوالي سان لکيو آهي ته هڪ گروهه دين کان مرتد ٿي ويو ۽ انهن شريعت کي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ جاهليت جي جنهن دين تي قائم هئا، ان طرف ڦيهر موٽي ويا جنهن ڪري صحابه ان فتني کي ختم ڪرڻ لا ڪين قتل ڪرڻ تي متفق ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر راءِ ڏني ته انهن جي اولاد ۽ عورتن کي قيدي بڻايو وڃي، اڪثر اصحاب ان راءِ سان سهمت ٿيا، انهن قيدين مان هڪ ٻانهي يعني خوله هئي، جنهن مان حضرت علي رضه کي پٽ محمد ڄائو جنهن کي محمد بن الحنيف چون ٿا.

محمد بن الحنيف جنهن جي ڪنيت ابوالقاسم هئي. ان متعلق ابن خلڪان جو بيان آهي ته حضرت محمد رسول الله ﷺ جن حضرت علي رضه کي فرمايو ته مون کان پوءِ توهان کي هڪ پٽ ڄمندو جنهن کي مان پنهنجو نالو ۽ ڪنيت ڏيان ٿو.

مشهور مؤرخ مولانا قاضي اطهر مبارڪ پوري پنهنجي مشهور ڪتاب رجال السند والهند ۾ ان جي تصديق ڪندي لکيو آهي ته محمد الاڪبر بن علي بن ابو طالب جي ماءُ خوله جنگ يمامه جي ان قيدين مان هئي جيڪا حضرت علي رضه جي حصي ۾ آئي ان متعلق عبدالله بن حسن جو بيان آهي ته محمد بن حنيفيه جي ماءُ کي حضرت ابوبڪر رضه، حضرت علي رضه کي عطا ڪئي هئي. حضرت اسماءَ بنت ابوبڪر رضه جي حوالي سان بيان ڪيو وڃي ٿو، جنهن چيو هن محمد بن حنيفيه جي ماءُ کي ڏٺو آهي جيڪا سانوري رنگ جي سنڌ جي رهڻ واري هئي جيڪا بني حنيف جي ٻانهي هئي پر ان جو تعلق بني حنفيه سان ڪو نه هو پر ان جي عيوض خالد بن وليد انهن بدران، سندن ٻانهين جي عيوض ٺاهه ڪيو هو.

تاريخ علوي اعوان جي ليکڪ محترم محبت حسين اعوانڻ اهو تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي ته هو سنڌياڻي هئي ۽ لکيو آهي ته خوله بنت جعفر (والده محمد الاڪبر) جو تعلق بنو حنيف جي معزز گهراڻي سان هو ۽ هوءَ بني حنيف جي سردار جعفر جي ڌيءَ هئي ۽ اهو چوڻ ته حضرت محمد الاڪبر جي والده خوله بنت جعفر جو تعلق سنڌ سان هو ۽ بنو حنيف جي ٻانهي هئي، جنهن لاءِ هن تاريخ طبري جلد ٻيو جو حوالو ڏنو آهي. سندس چوڻ موجب: "خوله بنت جعفر کي بني عامر پاڻ وٽ روڪي رکيو، جنهن کي مجاعه بن مراره آزاد ڪرايو ۽ جڏهن واپس وڃي رهيو هو ته رستي ۾ حضرت خالد بن وليد جي فوج انهن کي گرفتار ڪيو. مجاعه بن مراره سان گڏ پنجاهه، سٺ ٻين کان علاوه خوله بنت جعفر به هئي. خالد بن وليد جي حڪم تي مجاعه بن مراره ساٿين کي قتل ڪيو ويو پر انهن مجاعه ۽ خوله بنت جعفر کي يرغمال بڻايو ويو."

محترم محبت حسين اعوانڻ تاريخ طبري جو اهو احوال اڌ پورو ۽ اڌورو ڏنو آهي ۽ صرف پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ حقيقت ۽ سچ کي لڪايو آهي. حضور جن جي وفات کان پوءِ حضرت ابوبڪر رضه خليفو ٿيو. ان جي شروعاتي ڏينهن ۾ مرتد ۽ منافق سامهون اچي ويا ۽ انهن نبوت جي دعويٰ ڪئي جن ۾ بنو تميم قبيلي جي سجاح بنت الحرث ۽ مسيلمه ڪذاب جنهن جو تعلق بنو حنيف قبيلي سان هو ۽ ٻنهي بعد ۾ شادي ڪري ڇڏي، مسيلمه حق مهر ۾ فجر ۽ عشاءَ جون نمازون معاف ڪري ڇڏيو. هن فتني کي ختم رکڻ لاءِ عڪرمه بن ابي جهل کي مقرر ڪيو ويو، جنهن کي اهل يمامه شڪست ڏني، جنهن کان ان جي مدد ڪرڻ لاءِ شرجيل پهتو، پر هن به ڪنهن مدد جي انتظار ڪرڻ بدران مسيلمه ڪذاب جي لشڪر تي هلان ۽ شڪست کاڌي جنهن کان پوءِ خالد بن وليد اچي پهتو.

تاريخ طبري جي موجب جڏهن مسليمه کي معلوم ٿيو ته خالد بن وليد ان جي ويجهو اچي پهتو آهي ته هن "عقربا" ۾

پنهنجو ديرو ڄمايو ۽ پنهنجي ماڻهن کي مدد لاءِ گهرايو ۽ ماڻهو گڏ ٿيڻ شروع ٿي ويا. انهيءَ دوران مجاعہ بن مراره هڪ ٽولي سان اچي ڪڙڪيو جيئن بنو عامر ۽ بنو تميم کان پنهنجو بدلو وٺي سگهي جن جي مرڻ جو هن کي خدشو هو ۽ انهن ماڻهن جو جيڪي جنگي تيارين لاءِ ڊڪ ڊوڙ ۾ مصروف هئا. تن کان ان وقت بدلو وٺڻ جو سوچيو. خولہ بنت جعفر کي بنو عامر پاڻ وٽ روڪي رکيو هو، جنهن کي هن زبردستي ڇڏايو جو بنو تميم ان جا اٺ پڪڙي پاڻ وٽ رکيا هئا.

ان کان پوءِ تاريخ طبري واري جو اهو احوال آهي جيڪو محبت حسين اعوان ڏنو آهي. طبري جي مطابق جڏهن خالد جو لشڪر مسيلمہ جي لشڪر واري هنڌ کان هڪ رات جي پنڌ تي هو تہ ”جليليہ“ جي هنڌ رات جو هڪ گروهہ جيڪو گهٽ ۾ گهٽ چاليهن ۽ وڌ ۾ وڌ سٺ ڄڻن تي ٻڌل هو، رات گذارڻ لاءِ اتي قيام ڪيو، هي مجاعہ ۽ ان جا ساٿي هئا جيڪي بنو عامر جي علائقي ۾ غارت گيري ڪري، خولہ بنت جعفر کي انهن کان ڇڏائي واپس ٿيا هئا ۽ ننڊ جي اچڻ ڪري اتي رات گذارڻ چاهي. انهيءَ دوران خالد جي لشڪر مان شرجيل انهن کي ڪٽي قابو ۾ ڪيو. گهوڙن جون واڳون انهن جي هٿن ۾ هيون جن کي انهن مٿي هيٺيان رکي ڇڏيو هو. انهن کي ان فوج جي اچڻ جي ڪا بہ خبر پئي نہ سگهي ۽ اچي خالد جي فوج انهن کي جاڳائي ۽ پڇيو ڪير آهيو؟ تن جواب ڏنو تہ هي مجاعہ آهي ۽ هي حنيفہ آهي پوءِ انهن کائنئن پڇيو اوهان ڪير آهيو؟ جنهن تي خالد جي فوج جواب ڏيڻ بجاءِ گرفتار ڪري ورتو ۽ خالد جي اچڻ تائين انهن کي پاڻ وٽ روڪي ڇڏيو. جڏهن خالد آيو تہ سندس فوجين انهن کي پيش ڪيو. خالد ڀريان تہ خيال ڪيو تہ هي ماڻهو ان جي استقبال لاءِ آيا آهن جيئن ان جي گرفت کان بچي سگهن، انهيءَ خيال کان هن کان پڇيو تہ توهان کي اسان جي اچڻ جي خبر ڪڏهن پئي، جنهن تي هنن چيو تہ اسان کي اهڙو ڪو بہ اطلاع ڪو نہ هو اسان پنهنجي پاڙي وارن بنو عامر ۽ بنو تميمہ کان پنهنجو بدلو وٺڻ آيا هئاسين. ان جواب ٻڌڻ کان پوءِ خالد انهن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو، انهن کي قتل ڪيو ويو پر مجاعہ کي خالد زندهہ ڇڏي ڏنو ۽ هو يمامہ جي طرف هليو ويو. هن جي اچڻ جي خبر ٻڌي مسيلمہ ۽ بنو حنيفہ مقابلي لاءِ نڪتا ۽ عقربا جي هنڌ گڏ ٿيا جيڪو يمامہ جي سرحد وٽ، يمامہ جي آبادي ۽ سرسبز واري علائقي جي سامهون هو.

جنگ عقربا کان پوءِ مسيلمہ ڪذاب جي لاش جي سڃاڻپ مجاعہ بن مراره کان ڪرائي ويئي، جنهن دوران هن خالد بن وليد کي چيو جيڪي هتي اوهان سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيا هئا اهي ايترا جانباز ۽ ويڙهاڪ ڪو نہ هئا ۽ اصل بهادر ۽ جنگجو سيئي قلعي اندر آهن. جڏهن خالد قلعي کي گهيري ۾ آندو تہ مجاعہ کي پيشڪش ڪئي تہ هو هن سان انهن جو ٺاهہ ڪرائي سگهندو، جيئن تہ اسلامي لشڪر جو هنن معرڪن ۾ وڏو نقصان ٿي چڪو هو تنهن ڪري خالد بن وليد، صلح ڪرڻ ۾ بهتري سمجهي ۽ هن کي قلعي جي اندر وڃڻ جي اجازت ڏني، جنهن قلعي اندر وڃي اهل يمامہ جي عورتن کي مسلح ڪري قلعي جي فصيل تي بيهاري ڇڏيو ۽ خالد وٽ واپس موٽي آيو ۽ چيو هي ماڻهو پنهنجي جان تي مصالحت نہ ڪندا. خالدجڏهن يمامہ جي قلعي طرف نظر ڪٽي ڏٺو تہ هن کي فصيلن تي چمڪندڙ تلوارون نظر آيون، جنهن کان پوءِ خالد بن وليد ۽ مجاعہ جي وچ ۾ صرف چوٿون حصو ٻانهين ڏيڻ جو ٺاهہ ٿيو.

تاريخ طبري جي بيان ۽ تفصيل مان ئي واضح ٿي وڃي ٿو تہ خولہ، بنو حنيفہ قبيلي مان نہ هئي خود طبري جو بيان آهي تہ، مجاعہ بن مراره بنو حنيفہ جو سردار پنهنجي قوم جو هڪ ننڍو جٿو وٺي، بنو عامر کان پنهنجي هڪ خون جو بدلو وٺڻ لاءِ نڪتو هو، جتي خولہ بنت جعفر يرغمال ٿيل هئي جو بنو تميم وارا ان جا اٺ پڪڙي آيا هئا طبري جي زباني خولہ بنت جعفر کي بنو عامر وارن پاڻ وٽ روڪي رکيو هو، مجاعہ ان کي انهن کان زوري ڇڏايو جو بنو تميم ان جا اٺ پڪڙيا هئا.

جنهن مان صرف واضح ٿئي ٿو تہ خولہ جي مٿان اٺن جي چارڻ ۽ سنڀال جي ذميواري هئي ۽ اها ذميواري ڪنهن سردار جي ڌيءَ مٿان نہ ٿي رکي سگهجي پر مال چارڻ جو ڪم نوڪر، ٻانهي يا ڪنهن ڏاڙئي کان ئي ورتو ويندو آهي، تنهن ڪري خولہ ڪنهن بہ طرح سان بنو حنيفہ قبيلي جي سردار جي ڌيءَ نٿي ٿي سگهي.

ابن خلدون ۾ بہ اهل يمامہ سان مصلحت جو ذڪر آهي تہ خالد بن وليد مال و اسباب (ٻانهان ۽ ٻانهيون) جي چوٿين حصي وٺڻ تي ٺاهہ ڪيو هو. حافظ عمادالدين ابن ڪثير پنهنجي مشهور تاريخ البداية والنهاية ۾ لکيو آهي تہ حضرت خالد مجاعہ جي چوڻ مطابق انهن کي ماڻهو (مرد) سمجهو ۽ صلح جو انتظار ڪرڻ لڳو ۽ انهن ڏانهن اسلام تي ايمان آڻڻ جي دعوت موڪلي، هو سڀ مسلمان ٿي ويا ۽ ٻيهر حق جي طرف واپس موٽي آيا ۽ حضرت خالد جن عورتن کي قيدي بڻايو هو، انهن

مان ڪن کي واپس ڪيو ۽ باقي حضرت ابوبڪر رضہ جي خدمت ۾ آنديون ۽ حضرت علي رضہ بن ابي طالب انهن مان هڪ ڇوڪري کي ٻانهي بڻايو، جيڪا حضرت علي جي پٽ محمدجي ماءُ آهي جيڪو محمد بن حنيف سڏجي ٿو.

ابن ڪثير جي بيان موجب بہ ان جي تصديق ٿئي ٿي تہ خولہ بنت جعفر، قبيلي حنيف مان نہ هئي، جيڪڏهن ان جو تعلق حنيف قبيلي مان هجي ها! انهن قيدين سان واپس ٿيڻ گهرجي ها! جيڪي خالد چوندہ ڪري واپس اماڻيو يا انهن ٻانهي طور قيد نہ ڪيو. صاف ظاهر آهي تہ اهي قيدي ٻانها يا ٻانهيون واپس ٿيون هونديون جن جو بنو حنيف قبيلي جي مک ماڻهن سان واسطو هوندو يا انهن مان هونديون پر خولہ جي واپسي نہ ٿي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ خولہ بنو حنيف قبيلي مان نہ هئي.

سيد سليمان ندوري، قاضي اطهر مبارڪپوري پنهنجي لکيل ڪتابن عرب و هند ڪي تعلقات، خلافت راشده، خلافت اموي ۾ واضح طور تي ثابت ڪيو آهي تہ عرب قبيلن ۽ سنڌي قبيلن جي وچ ۾ اچڻ وڃڻ هو ۽ ڪيترا سنڌي قبيلا عرب جي مختلف هنڌن تي آباد هئا ۽ ڪيترا عرب قبيلا جن بنو عبدالقيس بہ هو جيڪو بحرين ۾ هجڻ ڪري سنڌ ۽ سرانديپ کي وطن ثاني سمجهندو هو ۽ خود حضور جن کان اڳ ۽ پوءِ سنڌ جا تجارتي قافلا عرب ۽ عرب کان اڳتي مصر ۽ يورپ تائين ويندا هئا ۽ خود عرب واپاري سنڌ مان ڪٽي مقدار مان مال خريد ڪري مختلف ملڪن ڏانهن کڻي ويندا. هونءَ بہ عرب ۽ سنڌي هڪ نسل مان هجڻ ڪري ٻين قومن جي بنسبت هڪ ٻئي کي ويجهو هئا ۽ يقينن خولہ ابو حنيف قبيلي جي جعفر وٽ ٻانهي طور پهتي يا پاڻ هن کي سنڌ مان وٺي ويو. جيڪڏهن اها حقيقت نہ هجي ها تہ طبقاب ابن سعد واري (متوفي 230 هجري) محمد بن حنيف جي ذڪر ۾ ان جي سنڌي هجڻ جو ذڪر نہ ڪري ها! پر هن حضرت علي رضہ جي سلسلي ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ شجرو ڏنو آهي، جنهن ڪري محبت حسين اعوان ۽ ٻين ڪيترن کي حقيقت سامهون ايندي بہ نظر نہ ٿي اچي خولہ بنت جعفر کي ورتيون بيٺا آهن.

حقيقت ان جي ائين آهي تہ قديم عرب ۾ غلام ۽ ٻانهي کي مالڪ جي نالي سان نسبت ڪئي ويندي هئي، جيئن ان جي سڃاڻپ رهي. تنهن ڪري هن جي نسبت خولہ بنت نامعلوم سنڌي لکڻ بجاءِ خولہ بنت جعفر ڄاڻائي وئي. انهيءَ دؤر ۾ عرب تاجرن جا قافلہ سنڌ، مالديپ، سريلنڪا، ملائيشيا، انڊونيشيا ۽ چين تائين ويندا هئا جيڪي اتان جون مقامي شيون خريد ڪرڻ ڪانسواءِ غلام ۽ ٻانهيون خريد ڪندا هئا، تنهن ڪري اهو ممڪن آهي تہ خولہ سنڌ جي ڪنهن خاندان جي نينگري هجي جنهن کي بنو حنيف قبيلي جي سردار خريد ڪيو هجي ۽ تاريخي طور تي اها ثابتي موجود آهي جنهن کي مختلف تاريخ نويسن ۽ اسناب جي عالمن پنهنجي طور الڳ الڳ بيان ڪيو آهي، طبقات ابن سعد جي پنجين حصي جي مطابق جنهن ۾ هن جي شجرو بنو حنيف قبيلي ۾ ڏيندي لکيو آهي تہ ان جي ٻانهي هئي جنهن جو تعلق سنڌ سان هو، هوءَ رنگ جي سانوري هئي، جڏهن بنو حنيف قبيلو ۽ ٻيا عرب قبيلا جن جو نسلي تعلق حضرت ابراهيم سان آهي، پورا آهن. اسلامي دؤر کان اڳ يا پوءِ سَنڌ جون بہ شيون تمام مشهور ۽ ناليواريون هيون هڪ عورت ۽ ٻيو سنڌي تلوار ڪتاب خلافت راشده اور هندستان ۾ قاضي اطهر مبارڪپوري محمد بن حبيب بغدادي جي ڪتاب "المنمق" ۾ انباءُ السنديات (سنڌي عورتن جي اولاد) ۾ محمد بن علي المشهور بہ ابن الحنيف کي شمار ڪيو آهي.

ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ حضرت علي جي گهر واري خولہ عرب نہ هئي. پر هوءَ حقيقت ۾ سنڌياڻي هئي ۽ حضور جن جي وقت ۾ علوي ذات جي حقيقت هن ريت آهي. علي جنهن جي معنيٰ آهي اوچائي وارو، شان ۽ شوڪت وارو ۽ وڏي مرتبي ۽ مان وارو. ان مان لفظ نڪتو آهي. عُلو، يعنيٰ بلندي، اوچائي ۽ برتري، جنهن مان علوي ۽ علويت ٺهيو جنهن جي معنيٰ بہ ٿي بلندي ۽ اوچائي. مطلب حضرت علي رضہ جي اها اولاد جيڪا نسلي طور برتر، شان، شوڪت ۽ اعليٰ مرتبي واري آهي. جيڪو حضرت بيبي فاطمہ رضہ جي بطن مان نہ آهي. فيروز الغات جي مطابق علوي معنيٰ اهو شخص جيڪو حضرت علي رضہ جي نسل مان هجي پر حضرت بيبي فاطمہ جي بطن مان نہ هجي.

رچرڊ برٽن جي مطابق علي حضرت علي رضي الله عنه جي اولاد ڪنهن بہ زوجہ مان سواءِ بيبي فاطمہ رضي الله عنها جي مرزا قليچ بيگ لکيو آهي حضرت علي رضي الله عنه جي اولاد ٻين زالن مان علوي سڏجي ٿي.

حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهادت کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه جي ٻي اولاد جنهن کي علوي سڏيو ويو. وڏا متحرڪ ٿي ويا ۽ امام حسين جي نالي تي مختلف تحريڪن جو بنياد وڌو جيڪي بنو اميہ ۽ بنو عباس جي دور تائين

جاري رهيون. انهي دورن ۾ سيدن ۽ علوين جو سڀ کان وڏو پناهه گاهه سنڌ هو ڇاڪاڻ تہ سنڌي آل رسول ۽ آل علي جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ انهن جا معتقد هئا.

خلافت عباسيہ اور هندستان ۾ قاضي اطهر مبارڪپوري لکيو آهي تہ سن 161 هجري کان عينيہ بن موسيٰ سنڌ ۾ علوين لاءِ ڏاڍو ڪم ڪيو هو جڏهن 144 هجري ۾ خليفي منصور عبدالله بن حسن بن حسن بن علي کي گرفتار ڪيو تہ هن جا ٻہ پٽ محمد ۽ ابراهيم اتان ڀڄي سنڌ آيا تاريخ طبري ۾ آهي تہ محمد ۽ ابراهيم ابو جعفر منصور جي خوف کان عدن ۽ اتان سنڌو يا ان کان پوءِ محمد بن عبدالله جو پٽ عبدالله الاشتر المعروف عبدالله شاهہ غازي ڪراچي وارو سنڌ ۾ بيعت وٺڻ لاءِ آيو ۽ پوءِ لاڙڪاڻي واري ايراضي ۾ رهي پيو ۽ اتان جي ہڌ راجا جي ڌيءَ سان نڪاح ڪيو. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ محمد هو، جيڪو ان جي شهادت کان پوءِ خليفي منصور سنڌ مان گهرائي ورتو.

تاريخ المسعودي ۾ ابوالحسن بن حسين بن علي المسعودي لکيو آهي تہ سن 303 هجري ۾ منصوره ۾ هباري قريشي حڪمران ابو المنذر عمر بن عبدالله جي وقت ۾ ڏٺو تہ اتي علوي گهڻي تعداد ۾ رهائش پذير هئا. انهن ۾ عمر بن علي ۽ محمد بن علي جي اولاد بہ موجود هئي. ان مان واضح ٿئي ٿو تہ سنڌ ۾ علوين جي اڪثريت حضرت محمد الحنيفہ وارن جي هئي ۽ حمزه نالي وارو سيد اتي رهيل هو.

سنڌ ۾ علوي جي اڪثريت هئي جنهن ڪري حضرت علي رضا ۽ حضرت امام حسين شهيد ڪربلا جي نالي تي هلندڙ تحريڪن جو وڏو مرڪز سنڌ هو، عرب ۽ مصر کان مختلف داعي ۽ مبلغ سنڌ ايندا رهيا.

طبقات ابن سعد ۾ سندس اولاد جو تفصيل هن ريت آهي. محمد بن حنيفہ کي عبدالله پيدا ٿيو جيڪو ابو هاشم هو ۽ حمزه و علي و جعفر اڪبر. انهن سڀني جي ماءُ ام ولد هئي.

حسن بن محمد جيڪو بنو هاشم جي اهل عقل، خوش مزاج ۽ ذهين ماڻهن مان هو. هن جي پونيئرن مان ڪو بہ نہ هو. هن جي والد جمال بنت قيس بن مخرمہ بن المطلب بن عبد مناف بن قصي هئي.

ابراهيم بن محمد هن جي والده مسره بنت عباد بن شيبان بن جابر بن اهيب بن نسيب بن زيد بن مالڪ بن عوف بن الحارث بن مازن بن منصور بن عڪرمہ بن خصفہ بن قيس بن غلان بن مضر.

قاسم بن محمد و عبدالرحمٰن، جن جو ڪو بہ پونيئر ڪونهي ۽ ام ابيها، انهن سڀني جي والد ۽ ام عبدالرحمان هئي جنهن جو نالو بره بنت عبدالرحمان بن الحارث بن نوفل بن الحارث بن عبدالمطلب بن هاشم.

جعفر اصغر ۽ عون ۽ عبدالله اصغر، هنن جي والده ام جعفر بنت محمد بن جعفر بن ابي طالب بن عبداللطيف. عبدالله بن محمد ۽ رقيہ جن جي والده ام ولد هئي.

محمد بن سعد جي مطابق (1) عبدالله (2) حمزه (3) علي (4) جعفر اڪبر (5) حسن (6) ابراهيم (7) قاسم (8) عبدالرحمان (9) جعفر اصغر (10) عون (11) عبدالله اصغر ۽ ڌيئرون (1) ام ابيها (2) رقيہ. جڏهن تہ تاريخ النساب ۾ ڏهہ پٽ، تاريخ مسعودي ۾ ڏهہ پٽ ۽ جمهرة انساب العرب ۾ ست پٽ (1) جعفر (2) علي (3) عون (4) ابراهيم (5) قاسم (6) عبدالله هاشم ۽ (6) حسن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ابن ڪثير جي مطابق (1) عبدالله (2) حمزه (3) علي (4) جعفر اڪبر (5) حسن (6) ابراهيم (7) قاسم (8) عبدالرحمان (9) جعفر اصغر (10) عون ۽ (11) ڌيءَ رقيہ اولاد هئي.

حضرت علي رضہ جي اولاد مان عمر کي اسماءُ بنت عقيل بن ابي طالب مان ٽي پٽ محمد، ام موسيٰ و ام حبيب ٿيا. ابوالحسن المسعودي جي مطابق ان جي نسل جو سلسلو محمد کان هليو، جنهن جو اڳ ۾ ذڪر ڪري آيو آهي.

تاريخ هند ۾ ايلٽ جامع المڪاب ڪوفي جي حوالي سان لکيو آهي تہ محمود غزنوي جڏهن سومناٿ تي حملو ڪيو هو تہ ٺٽ ۾ ڪيس هڪ ڪراڙو ۽ سندس پٽ مليا هئا. جيڪي علوي هئا. هت رهندڙ اعواڻ، حضرت علي جي علوي خاندان مان قطب شاهہ جي اولاد چورائيندا آهن.

## اعواڻ سڏائڻ جو سبب

حضرت علي جي اولاد مان حضرت محمد حنيفہ حضرت عمر ۽ حضرت عباس جي اولاد کي علوي سڏيو ويو. جڏهن تہ شروعات ۾ عرب تاريخ نويسن، آل علي کي گڏيل طور علوي ڪري لکيو هو ۽ بعد ۾ ڪن خاص نالن ۽ ذڪر ۾ علوي الحسني، طالبي، هاشمي ۽ قريشي ڄاڻايو ويو ۽ ڪن کي علائقائي رهائش سان منسوب ڪيو ويو. جيئن حضرت زيد جي پڙ پوٽي حسن ۽ محمد جن 350 هجري ۾ ديلم ۽ طبرستان ۾ عباسي خلافت جي خلاف جنگ ڪري اقتدار حاصل ڪيو هو تن کي طالبي ۽ علوي لکيو ويو. ابن ڪثير محمد کي محمد

بن زيد علوي ڪري لکيو آهي. اهڙي طرح حضرت زيد جي نسل جي عالم کي ابو عبدالله العلوي الحسني ڪري لکيو ويو. ڏنو وڃي ته تاريخ طبر جي مصنف علامه ابن جعفر محمد بن جرير الطبري وفات 310 هجري ۽ تاريخ ابن ڪثير، مصنف حافظ عمادالدين ابو العذا اسماعيل ابن ڪثير وفات 774 هجري. آل علي کي سيد ڪري ڪو نه لکيو پر تايخ مسعودي جي مصنف ابوالحسن بن حسين بن علي المسعودي وفات 346 هجري. پنهنجي ڪتاب ۾ سيد ۽ سيد زاده لفظ استعمال ڪيو آهي، جيئن هن سنڌ جي سفر دوران منصوره جي ذڪر ۾ لکيو آهي ته "هن ابوالمنذر عمر بن عبدالله جي وقت ۾ اتي عرب جي هڪ سيد زاده حمزه سان ملاقات ڪئي، جنهن جو خاندان عرب ته حڪومت ڪري چڪو هو، هو يعني حمزه حضرت علي بن ابو طالب جي اولاد مان هو. مان اتي عمر بن علي ۽ محمد بن علي جي پٽن (اولاد) سان به مليس جن کي هن سيد يا علوي ڪري نه ڄاڻايو اهي ۽ حضرت علي جي نسبت ظاهر ڪئي آهي."

آل علي رضه تي اهڙو به وقت آيو جو انهن کي پناهه ڏيندڙن آل علي بدران ٻيو ڪجهه ٻڌايو. خليفي معتمد عباسي جي وقت ۾ حضرت امام علي نقي کي زهر ڏيئي شهيد ڪيو ويو ۽ اهلبيت کي ڳولهي ڳولهي مارڻ جو حڪم ڏنو ويو. انهن ڏينهن ۾ قاسم بن امام باقر جي اولاد "آواره" شهر ۾ پناهه ورتي جنهن جي چغلي غين بن اسد بن حمزه بن عبدالصمد نالي هڪ شخص هيئن، پر شهر جي چڱن عباسي خليفي کي قسم کڻي ٻڌايو ته اهي اهلبيت نه آهن پر شيخ آهن جنهن ڪري انهن شيوخ جي نالي سان سڏيو ويو. تاريخ تي نظر وجهنداسين ته اندازاً پنجين صدي هجري تائين اهلبيت کي عام طرح سان سيد ڪري نه لکيو ويو پر پوءِ بعد جي تاريخ نويسن ۽ مترجمن حضرت علي جي فاطمي اولاد کي سيد ڪري لکيو ۽ حضرت علي رضه جي ٻي يعنيٰ غير فاطمي اولاد کي علوي لکيو.

علوي کي اعوان ڇو سڏيو ويو ان جو ته بظاهر ڪو به سبب نظر نه ٿو اچي پر پنجاب ۽ خاص ڪري وچ پنجاب ۽ خيبر لڪ جي رستي ۾ اچڻ وارن ذاتين ۽ قبيلن مان هڪ پاڻ کي اعوان سڏرايو. محبت حسين اعوان تاريخ علوي اعوان به تسليم ڪندي لکيو آهي ته اٺويهين صدي جي شروعات يا ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ ننڍي کنڌ جي علوين سالار قطب حيدر جي اولاد، نسب جي اظهار لاءِ علوي بجاءِ اعوان لکڻ شروع ڪيو. ڊينزل ايٽسن پنجاب جي ذاتين ۾ لکيو آهي ته "مان اعوان ۾ انهن سيني کي شامل ڪيو آهي جن پاڻ کي قطب شاهي ظاهر ڪيو آهي ۽ هو پاڻ کي غزني جي قطب جو نسل چون ٿا جيڪو حضرت علي جي ڪنهن ٻي زال جي اولاد مان آهن، نه کي حضرت فاطمه مان قطب شاهه اٽڪل 1035ع ۾ هرات کان لڏي پشاور ۽ ان جي آس پاس اچي رهيو هو ۽ ان کان پوءِ هو ڪوهستان لوڻ ۾ ڦهلجي ويا ۽ هڪ ننڍي قبيلي جي صورت اختيار ڪئي، جن مان ڪالاباغ جو سردار بطور قبيلي جي سربراهه طور مڃيو وڃي ٿو جنهن جي تصديق پنجاب جي چيفس ۾ "سرليپل ايچ گرفين" ڪئي آهي."

محترم محبت حسين اعوان مختلف حوالن سان لکيو آهي ته جڏهن سلطان محمود غزنوي، هندستان ۾ آيو ته علوي ان سان حملي ڪرڻ وقت گڏ هئا. جيئن ته انهن سلطان محمود غزنوي جو ساٿ ڏنو ۽ نڀايو. تنهن ڪري هن انهن کي اعوان جو خطاب ڏنو چون ٿا ته جڏهن محمود غزنوي هندستان تي فوج ڪشي جو اعلان ڪيو ته مير قطب شاهه پنهنجي قبيلي سميت سلطان محمود غزنوي وٽ حاضر ٿيو ڪيس گذارش ڪئي، هو پنهنجي ماڻهن سميت ان جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ چاهي ٿو، ڪيس اجازت ڏني وڃي. محمود غزنوي جواب ۾ چيو ته قطب شاهه، توتي خدا جي سلامتي هجي جو اوهان منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ سر سان ڪفن ٻڌي آيا آهيو، ان ڪري مان اوهان کي "اعوان-اعوان" جو خطاب ڏيان ٿو. يعني مددگار هڪ ٻئي حوالي موجب "جيڪي علوي هرات ۽ غزني کان خشڪيءَ جي رستي سلطان سبڪتگين جي عهد ۽ پوءِ ان جي پٽ محمود غزنوي جي دؤر ۾ قديم هند ۾ پنهنجي ڪٽنب ۽ لشڪر سان داخل ٿيا، جهاد ڪيو، تن اعوان-اعوان جو خطاب حاصل ڪيو. مطلب سبڪتگين ۽ محمود غزنوي جي دؤر ۾ مدد ڪرڻ وارن لاءِ "اعوان" لفظ يا خطاب مخصوص ڪيو ويو جيڪو بعد ۾ قلب شاهه جي اولاد لاءِ مخصوص ٿي ويو ۽ ڪين ذات ۽ قبيلي طور سڃاڻپ "اعوان" ٿي. هڪ ٻي روايت موجب قطب شاهه جي تنبو کي "تنبو امان" چوندا هئا ۽ ان مان اعوان ٿي ويو. مقدمہ ابن خلدون ۾ اعوان جي تشريح هيئن ٿيل آهي: "جيڪي بادشاهه جي نور نظر ۽ قريب هوندا آهن انهن کي اولياءَ يعني بامراد (مراد حاصل ڪيل شفقت مليل) چيو ويندو آهي ۽ جيڪي نوان قريب ايندا آهن يا جن کي بادشاهه پاليندو آهي ۽ آباد ڪندو آهي. مطلب نوان امير، انهن کي اعوان ۽ خادم چيو ويندو آهي.

پنجاب ۾ رهندڙ اعوان دعويٰ ڪندا آهن ته جڏهن سبڪتگين، محمود غزنوي جي پيءُ جڏهن هندستان جي راجا جي پال تي حملو ڪيو ۽ جنگ ڪٽي ته هن پنهنجي نائب ابو علي عطاءَ الله غازي کي ڏهه هزار لشڪر ڏيئي پشاور ۾ رهايو، جنهن جو تعلق علوي خاندان سان هو. هن کي ٽي پٽ هئا، هر هڪ سالار ساهو غازي، سالار قلب حيدر غازي ۽ سالار سيف الدين هئا جيڪو لاولد فوت ٿي ويو.

تاريخ علوي اعوان جي مصنف، اعوان بابت لکيل مختلف اعوان مصنف جي حوالي سان بن مراة مسعودي جا حوالا ڏيئي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته هنن جو تعلق علوي خاندان سان ۽ اهو به محمد حنيف سان آهي، جيڪي وچ پنجاب ۾ اچي اعوان سڏايو.

اسان جي تحقيق موجب علوي ۽ اعوان به الڳ ذاتيون آهن ۽ اعوان پاڻ کي آل علي ثابت ڪرڻ لاءِ ابو عطاءَ الله خان ۽ ان جي پٽن جو سهارو وٺن ٿا، جن جي اولاد علوي چورائڻ بجاءِ اعوان چورائڻ کي ترجيح ڏني. بظاهر ان جو ڪو به سبب بيان نه ڪيو ويو آهي ۽ اهو ائين آهي جيئن سنڌ جي سمه قبيلي جي شجري کي ڪڏهن جمشيد ايران واري سان ملايو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن هو عرب ٿي وڃن ٿا. بلڪل اهڙي طرح علوي مان اعوان جو ٿيڻ يا ٿهڻ آهي. آخر ڪهڙي ضرورت تحت علوي اعوان ۾ بدلجي ويا. جڏهن مان نلسيات جي تاريخ تي نظر وجهان ٿو ته سنڌ جي اندر علوي ۽ اعوان به الڳ الڳ ذاتيون آهن ۽ اهڙي طرح سان پنجاب ۽ سرائڪي علائقي ۾ علوي ۽ اعوان به الڳ الڳ ذاتيون نظر اچن ٿيون ۽ ڪو به اهڙو جواز ڪونهي ته علوي کي اعوان چئجي يا اهي حقيقي طور هڪ ئي آهن.

سبڪتگين ۽ محمود غزنوي جي دؤر ۾ بغداد جي عباسي خلافت نهايت ڪمزور ۽ محدود ٿي ويئي هئي جن جي اهلبيت ۽ آل علي سان دشمني هئي، جنهن ڪري اهل بيت ۽ آل علي سر بچائڻ لاءِ هڪ طرف سنڌ ۽ ٻئي طرف ايران ۾ پناهه وٺڻ لاءِ مجبور ٿيا پر هنن ڪڏهن به ذات يا قبيلو نه مٽايو. جيتوڻيڪ مٽان بادشاهي عتاب هو ته پوءِ ڪهڙي ضرورت پئي ته هو محمود غزنوي جي مليل لقب کي ذات طور اختيار ڪن. مان طبقات ناصري ۽ تاريخ فرشته ۾ ڪو به اهڙو اشارو يا ذڪر نه پڙهيو آهي، باقي مقامي طور تي اعوانن جا لکيل ڪتاب اهڙا قصا بيان ڪن ٿا جن جي ڪا به تاريخي ۽ حقيقي حيثيت نه آهي.

آئين اڪبري تل گنگ کي آوان محل ڪري لکيو آهي، جن جي رهواسين جو تعلق بابل عراق جي حڪمرانن سان جوڙيو آهي. جنرل ڪننگهم جي مطابق اعوان راجپوت مسلمان آهن، جيڪي سڪندر اعظم کان اڳ اتان جو رهواسي هئا، جن جو نسلي تعلق يادؤ يا جادؤ جي پاءُ انو سان آهي. چيفس آف پنجاب جي ليکڪ ليپل گريفين جي مطابق اعوان جٽ آهن. جٽ- جوٽ مان نڪتو آهي جيڪو قديم سنڌي ٻولي جو لفظ آهي جيڪو ڏاند جي جوڙي ڏانهن اشارو آهي جيڪو جوٽي، هر ڪاهي، زمين آباد ڪندا هئا. مطلب آبادڪار هاري، پنجاب ۽ سنڌ جا اعوان بنيادي طور هاري ۽ آبادڪار آهن. سنڌ جي ڪڇي جي علائقي ۾ انهن جا ڪافي ڳوٺ آهن، جيڪي سرائيڪي ڳالهائيندي آهن ۽ اهي پاڻ کي علوي يا حضرت علي جي غير فاطمي اولاد ڪو نه چورائيندا آهن. اهي سنڌ ۾ سمه ۽ پنجاب ۾ جٽ قبيلي ۾ شمار ٿين ٿا.

پنجاب جي اعوان ذات وارن متعلق براندر رٽ جو خيال آهي ته هي اٽڪل سوا ٽي سئو سال اڳ اڄ جي مطابق اٽڪل، پنج سئو سال اڳ هندستان ۾ آيا هئا ۽ طاقت جي زور تي موجوده پنهنجا علائقه هٿ ڪيا هئا.

حقيقت اها آهي ته علوي ذات وارن پنهنجي سڃاڻپ علوي ئي برقرار رکي آهي، جيڪي هاڻي سنڌ ۾ سيد ذات ۾ ضم ٿي اهلبيت ۾ شمار ٿين ٿا، جڏهن ته 1970ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ ۾ ڪيترا علوي هئا، ڪيترا علوي هندستان ۽ پنجاب ۾ به آهن جيڪي علوي سڏائيندا آهن پنجاب ۾ هڪ اهڙو طبقو موجود آهي جيڪو وڏي ذات جي چڪر ۾ اعوان کي علوي مان بڻائي چڏيو. سنڌ ۾ علوي، عباسي سلطنت جي زوال کان پوءِ گهٽي تعداد ۾ آيا جيڪي پوءِ هندستان ۽ ملتان طرف ڦهلجي ويا.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي مطابق حضرت سلطان باهو پڻ علوي آهي. ڪراچي شهر جو پهريون ميئر حاتم علي، علوي هو، پنجاب ۾ ڪوڪرن جو هڪ پاڙو دعويدار آهي ته هو اصل ۾ حضرت علي رضه جي نسل مان علوي آهن. اهڙي طرح سنڌ ۾ علوي ذات وارا هاڻي سيد سڏائن ٿا جنهن ڪري علوي نالي ماتر نظر ايندو. باقي علوي سڏائيندڙ سيد سنڌ ۾ هر هنڌ نظر اچن ٿا ۽ رهن ٿا، جيڪي حقيقت ۾ سيد نه پر علوي آهن. انهي ڪري هن وقت سنڌ ۾ سيد ۽ علوي جي ڪا به سڃاڻپ ۾ فرق نه رهيو آهي.

## علوي ـ علوي اعوانڻ جو بنيادي شجرو ۽ سنڌ ۾ رهندڙ هڪ ڪٽنب جو شجرو








Scanned with CamScanner


مڏو
ڪرڪو عرف تڪو
ديو عرف راؤ
سگهر عرف جوڳي
واتو يا وينو عرف عبدالوحيد
ربيع خان يا رابي خان عرف رينواز
گوندل خان
سلطان جوٽو عرف چمون
وڏو
ڏن
ننڍو
لعل خان
ڪالو خان
تولا خان
مهل خان
احمد علي
غلام مصطفيٰ
سيد ملڪ خان



سيد چراغ خان
عبدالغفور خان
عبدالعزيز خان
فتح نور خان
مبارڪ خان
حافظ جان محمد
عبدالشڪور عرف گوند خان
جان محمد
دين محمد
نور محمد
قاضي تاج محمد
غلام محي الدين
قاضي شفيع
سيد حسين
نيڪ محمد
سندس اولاد ان جي نالي پويان نيڪ محمد آل گوت سڏجي ٿي.
محمد عالم
لاولد
محمد بخش
ميان محمد نور
سندس نالي پويان نور محمد آل گوت سڏجي ٿي. هن جي پوين مان لڏي ڪراچي سنڌ آيا.
لاولد
سندس اولاد لاولد
ميان مير حسن
محمد عبدالجليل
عبادت حسين
لاولد
حاجي مشتاق اعوان
طاهر نويد
طاهر عديل
حاجي محبت حسين اعوان
ادارة تحقيق اعوان جو باني ۽ ڪيترن ڪتابن جو ليڪ
شعيب حسين اعوان
حذيفه
عبدالغفور اعوان
حافظ قاري طاهر عقيل
حافظ طاهر عليم
خوشنود حسين
لاولد

# اعواڻ

اعواڻ پنجاب ڪان آيل ذات آهي. لفظ اعواڻ غالباً ”اهوان“ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مددگار. هڪ روايت مطابق غزني جي سبڪتگين جي مدد ۽ ساٿ ڏيڻ جي ڪري هن ڪين ”اعواڻ“ جو لقب ڏنو. تقريباً سنڌ جي شهرن ۾ رهن ٿا. اعواڻ ڪي جت ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. چون ٿا ته هو غزني جي قطب شاهه جي نسل مان آهن جيڪو حضرت علي رضه جي ڪنهن ٻي زال جي اولاد مان هو. قطب شاهه 1035ع ۾ هرات ڪان پشاور طرف لڏي آيو. هن قبيلي جا ماڻهو درياءِ سنڌ جي ويجهن علائقن ۾ آباد ٿي ويا ۽ نواب آف ڪالاباغ انهي خاندان سان تعلق رکندڙ آهي. ڪيس قطب شاهي به سڏيو ويندو آهي. مسٽر ”براندرٿ“ جي راءِ موجب ”هنن لاءِ اهو امڪان زياده آهي ته هي بڪٽرين (باخترن) يونانن جي اولاد آهن جن ڪي خانه بدوش تاتارن تڙي ڪڍيو هو. ڊينرل ابٽسن هنن ڪي جت ۾ شمار ڪري ٿو. اي ڊي ميڪليگن جي خيال موجب هنن جي نالن ۽ پاڙن مان اهو تاثر ملي ٿو ته هو هندي نسل جا ماڻهو آهن. اسان جي راءِ موجب اصل ۾ هي ڪوهه نمڪسار جا رهاڪو آهن، جيڪي نقل مڪاني ڪري پنجاب ۽ سنڌ جي علائقي ۾ آباد ٿي ويا ۽ مقامي ماڻهن سان سنگا بندي ڪري، سنڌ ۾ جت ۽ مهاڻي ۾ شمار ٿين ٿا. حقيقت ۾ هي گاڏر نسل جا ماڻهو آهن. جيڪي دولت مند ۽ شاهوڪار آهن اهي پاڻ ڪي اعليٰ نسل مان سمجهندا آهن. سنڌ جي ڪڇي واري علائقي ۾ به ڪيترا اعواڻ رهن ٿا، جيڪي پاڻ ڪي انهن ڪان لاتعلق ڏيکارن ٿا ۽ هو سماٽ يا ابڙن جو حصو چورائن ٿا. انهن مان ڪيترا سرائڪي پڻ ڳالهائيندا آهن. ڪن جي مطابق هو ڇهواڻ اعواڻ آهن.

منهنجي تحقيق موجب اعواڻ جيئن ته مددگار ۽ ٻانهن ٻيلي آهي، تنهن ڪري ڪڇي ۾ رهندڙ ڪن ذاتين وارا اصل ذات جي بجاءِ اعواڻ سڏجڻ لڳا ۽ اهي هاڻي پنهنجي اصلوڪي ذات وساري ويٺا آهن. سنڌي اعواڻ پاڻ ڪي سماٽ مان چورائيندا آهن ۽ ڪڇي جي علائقي ۾ رهندڙ اعواڻ ذات وارن جون ريتون ۽ رسمون مهاڻن واريون آهن، هي سنڌ ڪانسواءِ پنجاب ۽ سرحد ۾ به آهن.

اعواڻ ذات جي اصليت تي ڪيترا اختلاف آهن، هر هڪ پنهنجي نقطهٔ نظر ڪي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ مختلف دليل ۽ شاهديون ڏنيون آهن. محترم محبت حسين اعواڻ جنهن تاريخ علوي اعواڻ لکي آهي، تنهن ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته اعواڻ محمود غزنوي جي لشڪر ۾ شامل هئا، جن طاقت ۽ زور تي علائقا هٿ ڪري پنهنجو ڌاڪو ڄمايو. هنن جو تعلق سالار قطب شاهه آهي جيڪو غزنوي لشڪر جو هڪ سپهه سالار هو، جنهن جو نسلي تعلق حضرت علي ڪرم الله وجهه جي غير فاطمي پٽ محمد ابو حنيفه سان آهي جنهن ڪري هو علوي آهن ۽ محمود غزنوي جي خطاب اعوان يعني مددگار جي ملڻ ڪري اعوان-اعواڻ مشهور ٿي ويا ۽ هنن جي اصليت ختم ٿي وئي. مان ان سلسلي ۾ علوي ذات ۾ ڪافي ڪجهه لکيو آهي.

حضرت علي رضه جي پٽ ابو حنيفه جي ڪري علوي هجڻ واري ڪانسواءِ اهو به رايو آهي ته هو قوم قبطي يعني مصر جي هڪ فرعون جي اولاد آهن، ڪن جي مطابق فرعون راميسيس جي پونئيرن مان آهي جيڪو حضرت موسيٰ جو همعصر هو ۽ خدا جي حڪم سان نيل درياءَ ۾ ٻڏي مري ويو، جنهن جو لاش اڄ به عبرت حاصل ڪرڻ وارن لاءِ موجود آهي. انگريز محققن جو چوڻ آهي ته هي مقامي نسل جا ماڻهو راجپوت آهن پر ٻين جي مطابق هي سڪندر مقدوني جي لشڪر جي ان سپاهين جي اولاد آهن جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري سائس گڏ واپس وڃي نه سگهيا هئا. ڪن جي مطابق ايراني آهن. جڏهن ته محمد دين فوق تاريخ اقوام پونڇ ۾

تاريخ باب الاعوان جي مصنف مولانا محمد نورالدين سليماني نقشبندي جي راءِ جي حمايت ڪندي لکيو آهي تہ اعوانڻ ۽ ان جي اڪثر پاڙن ۽ اعوانڻ مصنف انهيءَ ڳالھ تي متفق آهن تہ هو حضرت عليٰ جي پٽ حضرت عباس عملدار جي اولاد آهن جيڪو ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ٿي ويو هو. هن جي پٽ عبدالله يا عبيدالله جي نائين پشت ۾ عون بن قاسم يعلي اعوانڻ ذات وارن جو شجرو ملي ٿو. جيئن تہ اعوانڻ ذات وارن جو نسب حضرت عباس عملدار سان ملي ٿو، انهيءَ ڪري هو عباسي بہ آهن ۽ جيئن تہ حضرت عباس حضرت علي جو پٽ آهي ان ڪري علوي بہ آهن.

محترم مولانا محمد نورالدين سليمانؒي نقشبندي ميران قبطي ۽ ميزان هاشمي جي حوالي سان لکيو آهي تہ قاسم يعلي جو اصل نالو يعلي هو ۽ لقب قاسم هو. بغداد ۾ رهندو هو جتي 385 هجري ۾ ڄائو ۽ 473 هجري ۾ 88 سال جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. هن جي پٽ جو نالو عون ۽ لقب قطب شاھ هو جنهن جي پيدائش 419 هجري ۾ بغداد ۾ ٿي. هي مسلڪ طور شيعہ هئا، جيئن تہ سندن گهرواري بي بي عائشہ، حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي ماسات هئي جنهن ڪري شيخ صاحب وٽ اڪثر ايندو ويندو هو، جنهن جي قربت ۽ صحبت ڪري سني ٿي ويو ۽ هو هندستان ڏانهن هليو آيو. هن جي بزرگي ۽ فيض هجڻ ڪري قطب شاھ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. جيئن تہ هن جو اصل نالو عون هو جنهن ڪري هن جي اولاد عون قطب شاهي يا اعوان قطب شاهي سڏي. هو آخري عمر ۾ هندستان کان بغداد واپس هليو ويو، جتي 133 سالن جي ڄمار ۾ 556 هجري ۾ وفات ڪئي ۽ بغداد جي مقبره قريش ۾ دفن ٿيل آهي.

محترم محمد دين فوق لکي ٿو تہ اهو چوڻ سراسر غلط ۽ تاريخي حقيقت جي خلاف آهي تہ هو محمود غزنوي جي دؤر ۾ هن سان گڏجي آيو هو. سلطان محمود غزنوي 358 هجري ۾ پيدا ٿيو ۽ 63 سالن جي ڄمار ۾ 421 هجري جو وفات ڪيائين، ان وقت عون جي عمر اٽڪل 3 سال هئي. تنهن ڪري اعواڻن جو اهو چوڻ تہ هو محمود غزنوي جي ملين خطاب جي ڪري اعوانڻ سڏجن ٿا، سراسر غلط آهي. مون کي ڪنهن بہ تاريخ ۾ اهڙو حوالو نہ ٿو ملي تہ محمود غزنوي ڪنهن کي اعوان-اعوانڻ جو خطاب يا لقب ڪنهن کي ڏنو آهي ۽ هو اڪثر جنگين ۽ معرڪن ۾ پاڻ شريڪ رهيو آهي ۽ ڪمان ڪئي آهي.

اعوانڻ- اعوان ۽ عون بابت ميزان هاشمي جي عبارت واضح آهي جيڪا اصل حقيقت کي پڌرو ڪري ٿي. هن جي عبارت موجب:

"اسم مبارک عون است و ايشان از اولاد عباس بن علي اند زوجہ ايشان بي بي عائشہ خوا هر حقيقت حضرت فاطمہ والده ماجده سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ است عون چند سال در هندستان اقامت فرمود، مردم رابيعت نمود، دوران ديار هند ملقب بہ قطب شاھ شد، اولاد اودر هند موجود است."

هڪ ٻي جڳھ "مردم رابيعت مي نمود" کان پوءِ لکيل آهي: "ازين جمهت اورد بہ اتباع محبوب سبحاني بہ قطب مقلب ڪرده مي خواند ندو لفظ شا پندياڻ مي افرود ند".

مٿين بيان موجب هن جو اصل نالو عون هو، بزرگي ڪري ڪيس قطب جو درجو ڏنو ويو يا مليو. قلب ان ڪ ي چيو ويندو آهي جيڪو بزرگي ۾ افضل اعليٰ هجي جنهن جي حوالي روحاني طور، ڳوٺ يا علائقو هجي ۽ پوءِ ڪيس قطب جي لقب سان شاھ گڏي، قطب شاھ بڻايو ويو ۽ ان جو فائدو وٺي اعوانڻ ذات تي تحقيق ڪرڻ وارن، قطب شاھ غزنوي واري کي سمجهي، فاتح يا حملي ڪندڙ جي اولاد ڄاڻائي مڙس ماڻهو ثيڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن عون جي اولاد سندس نالي پويان اعوانڻ سڏي جيڪو نندي ڪند ۾ غاصب بڻجي نہ پر مبلغ بڻجي آيو هو ۽ بعد ۾ واپس بغداد هليو ويو.

هن کي چار زالون هيون. هڪ عائشہ جنهن سان بغداد ۾ شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ٻہ پٽ محمد ۽ عبدالله هئا ۽ باقي ٽي شاديون هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ ڪيون جن مان ڪيس يارنهن پٽ ۽ ٽي ڌيئرون هيون:

پهرين گهرواري جي وڏي پٽ جو نالو عبدالله هو، جنهن کي گوهر علي ۽ گوراڙو گوهر شاھ بہ چوندا هئا جو هو رنگ جو پورو هو. جڏهن هو پنهنجي عون سان هرات کان اچي رهيو هو تہ هن راولپنڊي جي پاسي جي هڪ چوڌري جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. سندس اولاد گورڙا جي نالي سان منسوب تي گولڙه ٿي ويئي. اهي اڄ گولڙه اعوانڻ سڏجن ٿا. ان حوالي سان اتي پڻ هڪ مشهور گادي آهي. انهيءَ گهرواريءَ جي ٻي پٽ محمد جنهن کي ڊگهي قد هجڻ ڪري ڪندلان سڏيندا هئا، ان جي لاءِ اعوانڻ ڪند لان سڏجي ٿي جو ڪنلان مان. ڪندان ٿي ويو.

عون هندستان ۾ رهڻ دوران پهرين شادي ڪوکر قوم

جي هڪ هندو راجا جي ڌيءَ هندوانہ سان ڪئي، جنهن کي مسلمان ڪري اسلامي نالو زينب رکيو. ڪيس ان مان ٽي پٽ هر هڪ مزمل علي عرف ڪلڪان، دريتيمر عرف جهان شاهہ ۽ زمان علي عرف ڪوڪر هئا. هنن جي اولاد قطب شاهي ڪوکر سڏجي ٿي. جڏهن تہ زمان علي موسيٰ خيل مان ڪڙانہ جيڪا شاهہ پور موجوده سرگوڌا ضلعي ۾ آهي، اتان جي هڪ هندو رئيس جي ڌيءَ راجڪماري پرتہ سان شادي ڪئي، جنهن مان جيڪا اولاد ٿي اها ماءُ جي نالي سان پرٹ يا پرت ڪوکر سڏجي ٿي.

عون قطب عرف قطب شاهہ جي ٽين گهرواري چوهاڻ راجپوت جي ڌيءَ هئي، جنهن جو اسلامي نالو خديجہ هو، جنهن مان سندس هڪ پٽ نجف علي عرف محمد يحيٰ هو، جنهن جي اولاد روس ۾ رهي ٿي، ٻيو پٽ فتح علي عرف ڪلدان هو، جنهن جي اولاد اعواڻ ڪلداني يا ڪلتاري سڏجي ٿي. هن جو ٽيون پٽ محمد علي عرف چوهاڻ هو، جنهن جي اولاد چوهاڻ، ڇهواڻ ۽ چوهاڻ اعواڻ سڏجي ٿي. سنڌ ۾ رهندڙ اعواڻ ذات وارا اڪثر هن جي اولاد آهن.

عون قطب شاهہ جي چوٿين گهرواري جو تعلق راجا طلح راجپوت مان هو، جنهن جي ڌيءَ امر ڪلثوم سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ هر هڪ نادر علي، بهادر علي ۽ ڪرم علي هو. سندن اولاد قطب شاهي اعواڻ سڏجي ٿي، جنهن مان مشهور گهراڻو "نواب آف ڪالاباغ" آهي جن کي انهن جو پڳدار ۽ چڱو مڙس سمجهيو وڃي ٿو. هنن جي اولاد اڪثريت ۾ پنجاب جي ايراضي ۾ رهي ٿي، ڪجهہ خاندان لڏي ڪراچي ۾ اچي آباد ٿيا آهن.

## اعواڻ - پاڙا

1) ڪوکر 2) قطب شاهي 3) جند 4) بدر 5) گولڙه 6) شليال 7) اچوال 8) ڪڙ 9) بيڪال 10) مڊوال 11) حدرال 12) موهال 13) ڪلفان 14) ڪرانہ 15) عطمتال 16) سگهال 17) مياڻہ 18) رهاڻ 19) ڏرهال 20) گودڙا 21) لڌيال 22) تگوال 23) گل شاهي 24) سادو وال 25) اعواڻ سنگولہ 26) ڏمني 27) حسوال. 28) هتوال 29) وڪلان 30) ڪوٽ 31) ڪندلاني 32) ڪلي ڪال 33) ڪلنان 34) ڪلو 35) شير شيال (شاهل) 36) ڏني 37) جن ڪانگ 38) جرل 39) چوهاڻ اعواڻ

نوٽ محبت خان اعواڻ جي تحقيق موجب، سنڌ، پنجاب سرحد ۽ ٻين علائقن ۾ اعواڻ ذات جا ٽوٽل 632 پاڙا آهن.

## شجرو اعوان پراڻو آباد
## تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو



## شجرو
## شير محمد جي اولاد




## شجرو
## سليمان جي اولاد






Scanned with CamScanner

## شجرو اعواڻ باگو ديرو
## ضلعو دادو



# شجرو اعوان حال رهندڙ گذري ڪراچي



# پونئر

پونئر ذات سهتو قبيلي جو پاڙو آهي جيڪي درٻيلو يا ساهيتي پرڳڻي جي حاڪم راڻو پنر سهتو راڻوڙ جي نسبت سان پونئر سڏجي ٿي. راڻو پنر سنڌ ۾ عرب دؤر جي زوال وقت پنهنجي علائقي ساهتي ۾ آزاد رياست قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ درٻيلو (ڏيرو) هو، ڪن جي چوڻ موجب هن رياست جي ڪم ڪار کي هلائڻ لاءِ درٻيلي ۽ هنگورجا ۾ حڪومت جو تخت رکيو هو. هنگورجا ۾ ان جا آثار هم چورس 25 ڪلوميٽرن ۾ موجود آهن ۽ هنگورجا جي قلعي کي چار دروازا هئا.

راڻي پنئر سهتو راڻوڙ کي چار پٽ هئا هڪ هالو، ٻيو ٻهلو ٽيون مرزو ۽ چوٿون پريو، جن جي نالن تي شهرن جو بنياد رکيو ويو جيڪي اڄ به موجود آهن. جيئن، هالي هالاڻي ٿاهيو، ٻهلي ٻهلاڻي شهر ٻڌو، پريو، پريا جو بنياد رکيو ۽ مرزي مرزاپور ٻڌو.

پريو جي اولاد اڄ به پريجا سڏرائي ٿي. جن جا ڳوٺ محرابپور، سوپوديرو ۽ نري ميرواهه تعلقن ۾ آهن.

راڻي پنئر جي اولاد مان ڪيترا سندس نسبت ڪري پونئر سڏجن ٿا جيڪي موجوده نوشهروفيروز ضلعي ۾ پونئر ڳوٺ وغيره جي نالي سان رهن ٿا.

# دريشاڻي

دريشاڻي سنڌ جي اها ذات آهي جنهن جو تعلق شڪارپور شهر سان آهي ۽ سنڌ جي ڪنهن ٻي هنڌ ڪو نه ٿي ملي. دريشاڻي ذات وارن جو پنهنجي ذات متعلق اهو چوڻ آهي ته انهن جو تعلق حضرت سلطان باهو رحه جي اولاد مان آهي، جنهن جي وڏي پٽ شيخ سلطان نور محمد جي پٽ دريش محمد يا درويش محمد جي اولاد آهن، جيڪو اُچ شريف کان هجرت ڪري شڪارپور آيو ۽ هميشه لاءِ اتان جو ٿي ويو.

هن ڪي جيڪا اولاد ٿي اها سندس نالي پويان دريشاڻي سڏجي ٿي جيڪا هاٿي وڏي وڃڻ ڪري پنهنجي، پنهنجي سجاٽپ اختيار ڪئي، جنهن ڪري هو ٽن وڏن پاڙن ۾ ورهائجي ويا آهن.

**پاڙا:**

1- مهوال
2- ڏهرال
3- دريشاڻي

عام طرح سان دريشاڻي سان مشهور آهن.

# ڏيرا

ڏيرا ڳوٺ باقراڻي تعلقي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي انهيءَ ڳوٺ جي نسبت سان عام طور اتان جي رهواسين کي ڏيرا ذات جو چيو ويندو آهي پر هو ذات جا ڏيرا نه آهن نه وري ڪنهن قبيلي ۾ اهڙي نالي جو پاڙو يانڪ موجود آهي. حقيقت اها آهي ته هي اصل ۾ ڪلهوڙو ذات سان تعلق رکندڙ آهن جيڪي ميان نور محمد ڪلهوڙو ۽ نادر شاهه جي لاڙڪاڻي معاهدي کان اڳ واري سنڌ جي حدن ۾ ڏاڍر جي علائقي ۾ رهندا هئا. جتان ڪافي وقت اڳ ڪن سببن جي ڪري لڏپلاڻ ڪري، اچي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ٻنا ڪوڙيا، جتي پنهنجو الڳ ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا.

ڏاڍر جي نسبت سان آس پاس جي ڳوٺن ۽ ماڻهن ۾ سنڌن سڃاڻپ ڏاڍر واري طور ٿيندي هئي. يعني اهو ڳوٺ ۽ ماڻهو جيڪي ڏاڍر کان لڏي آيا آهن، عام طور تي انهن کي ڏاڍري سڏيو ويو، جيڪو بدلجي ڏيرا ٿي ويو. جيڪو اڄ تائين انهيءَ نالي سان مشهور آهي ۽ سڏيو وڃي ٿو ۽ اتي رهندڙ ڪلهوڙا برادري ماڻهن کي ڏيرا چيو وڃي ٿو، جيڪو سنڌن هاڻي ذات طور سڃاڻپ جي علامت بڻجي ويو آهي.

# ڪوريجو

ڪوريجو ذات سمہ قبيلي مان هڪ قبيلو آهي. هنن کي ڪورينجا، ڪئوريجا ۽ ڪوريچا بہ ڪوٺيو ويندو آهي. هڪ روايت موجب جوڌپور کان اچي سنڌ ۾ پناهہ وٺندڙ راجڪمار موڙا سنگ جي نسل مان آهن. هن جي ٽئين نمبر پٽ جو نالو ڪونئرو هو، جنهن جي اولاد سندس نالي پويان ڪوريجو سڏجي ٿي.

تحقيق مان هي روايت بہ ضعيف ٿي چڪي اهي تہ سهتا ۽ ڪوريجا هن جي اولاد آهن. جڏهن ساهيتي پرڳڻو ۽ ان جي حوالي سان رهندڙ قومون، سمہ، سهتہ، چندر، جت، لوهاڻ، لاکہ ۽ ڪوريجہ وغيره سب اوائلي قبيلہ آهن، جن جو وجود پنج هزار سال قبل مسيح کان وٺي بہ هزار سال قبل مسيح تائين ملي ٿو. ڪوريجا، سهتہ ۽ سمہ هڪ ڪٽنب سان تعلق رکن ٿا جنهن ڪري هو پنهنجي نالي جي اڳيان ڄام لقب لڳائيندا آهن، تاريخي طور تي راءِ گهراڻي جي حڪمراني واري دور ۾ اهي سڀ ۽ ٻيا قبيلا ساهتي پرڳڻي ۾ موجود هئا. منهنجي راءِ مطابق راءِ چڳيءَ جي وقت ۾ هنن جو ذڪر ملي ٿو ۽ پوءِ وري جڏهن راءِ سيهرس پهريون 505ع کان 550ع تائين سنڌ کي مختلف انتظامي حصن ۾ ورهايو تہ هِن ساهتہ پرڳڻي کي برهمڻ آباد ۾ شامل ڪري ڇڏيو، جنهن جي تصديق چچ نامہ ۾ راءِ سيهرس بن ساهيسي جي نالي سان ڪئي آهي ۽ ان جي وڌيڪ وضاحت چچ جي بيان ۾ ڪئي آهي. جڏهن هو سيوهڻ جي مهم کان پوءِ بقول چچ نامو برهمڻ آباد واري لوهاڻي جي بادشاهہ اگهم يعني لاکن، سمن ۽ سهتن، ڪوريجہ جي حاڪم ڏانهن فرمان موڪلي، ڪائنس پنهنجي تابعداري جي گهر ڪئي تہ مطلب تہ ڪوريجہ ساهتي پرڳڻي ۾ موجود هئا ۽ اهو پرڳڻو، محمد بن قاسم جي وقت کان وٺي ڪلهوڙا دور تائين سرڪاري طور قائم هو ۽ وجود رکندر هو. تنهن جو اهو چوڻ تہ موڙا سنگ جي پناهہ وٺڻ کان پوءِ ان جو بنياد پيو ڪوڙ آهي، ان جو تفصيل، سهتہ ذات ۾ ڏنل آهي.

شيخ صادق علي بہ ڪوريجو کي سمہ قبيلي جو پاڙو ڪري لکيو آهي. هن تفصيل ڏيندي هيئن لکيو آهي تہ سامر جو پيو پٽ سنگاهو، ان کي اولاد هو. همبار جي نسل مان توڏر هو. لڪشمڻ پٽ سرت کي ڪو بہ اولاد ڪو نہ هو ۽ پارت جو اولاد ڪوريجو آهي. تحفتہ الڪرام ۾ لکيل آهي تہ دسرت جي پٽ پرت جي اولاد پرهار، جاسنپا، ڪوريجہ ۽ ناهہ آهي.

اسان جي تحقيق موجب ڪوريجو ذات، ڪارڪ جي اولاد هجڻ ڪري سندس نسبت سان ڪارڪ مان ڪوريجو ٿي ويئي جنهن جو تعلق سمہ قبيلي مان هو. سندس شجرو هيئن آهي. ڪارڪ پٽ ڏيرو پٽ ٿيبو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پات انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار، آخر ۾ سندس نسب ڄادم سان ملي ٿو جيڪو سنڌي قبيلن جو ڏاڏو آهي. ڪوريجن جو ڄام سڏائڻ ان ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ هو ڄادم جي نسل وارن مان آهن ڇاڪاڻ تہ ڄام جو لقب ڪرشن ۽ سندس زال ڄامل جي ڪري اختيار ڪيو ويندو آهي.

محترم غلام علي الانا سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي ۾ لکيو آهي تہ "سمن ۽ برفتن کان سواءِ سنڌ جي هڪ ٻئي قبيلي جنهن لس ٻيلي تي گهڻو عرصو راڄ ڪيو، اهي ڪوريجا هئا، ڪوريجا سنڌ جي ڪوهستان واري ايراضي ۾ آباد هوندا هئا. ڪوريجا ڄامن 1742ع کان وٺي 1956ع تائين يعنيٰ 214 سال لس ٻيلي تي حڪمراني ڪئي آهي. يعنيٰ جيستائين ون يونٽ نہ ٿيو هو تيستائين لس ٻيلو رياست قائم هئي ۽ ان جو حڪمران ڄام غلام قادر ڪوريجو هو جيڪو بعد ۾ گهڻي عرصي تائين بلوچستان جو وڏو وزير ٿي رهيو ۽ هاڻي ان جو پٽ ڄام يوسف آهي. جيڪو بہ بلوچستان جو وڏو وزير رهي چڪو آهي.

تحفتہ الڪرام مان پڻ اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ڪوهستان ۾

راڄ ڪنڌڙ ڪوريجو ذات وارا هئا. مير علي شير قانع لکيو آهي ته محمود غزنوي جي پوين جي ڏينهن ۾ ڪوهستان جو حاڪم راڻو سنر ولد ڏماچ ڪوريجو سمو هو جيڪو تونگ ۾ رهندو هو. تونگ جو شهر اڄ به ڪوهستان واري علائقي ۾ موجود آهي. نومڙين کان اڳ ۾ ڪوهستان ۾ حڪم ڪوريجن جو هلندو هو.

سمن جو هي قبيلو ڪڏهن مسلمان ٿيو تنهن جي پڪي ثابتي ڪو نه آهي. مشهور صوفي بزرگ ۽ شاعر غلام فريد ذات جو ڪوريجو هو. هاڻي انهيءَ خاندان جو هڪ فرد خواجه طاهر محمد ڪوريجو ٻين جي روايتن کي ورجائيندي بزرگي جو تعلق قريشن قبيلي سان ڳنڍڻ لاءِ پاڻ ڪوريجه بزرگ ۽ ذات کي قديم سنڌي قبيلي مان هجڻ جو انڪار ڪندي پنهنجي لکيل ڪتاب "خواجه فريد اور ان کا خاندان" ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اهي ته اهي نسلي طور فاروقي قريشي آهن ۽ حضرت عمر جي خاندان سان سندن تعلق آهي ۽ سنڌ ۾ ايندڙ عبدالملڪ بن شهاب انهي سلسلي جي پهرين ڪڙي هو. لکي ٿو:

"محمد بن قاسم کان پوءِ سنڌ ۽ هندستان جا ڪجهه علائقي لڳاتار مسلمانن جي زير هيٺ رهيا جيئن ته اهو دور ٻي صدي هجري جو آخري اڌ حصو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ خليفو مهدي عباسي هو، جنهن جي دور ۾ عبدالملڪ بن شهاب جي زير سرڪردگي هندستان جي شهر "باربر" تي به حملو ڪيو ويو هو. انهيءَ ڪري گمان اهي ته هو پنهنجي جواني واري وقت ۾ جهاد جي جذبي سان سرشار ٿي، انهيءَ مهم ۾ شامل ٿي هندستان آيو، جيئن ته عرب کان اچڻ وارا سڀ کان پهريان سنڌ جي سرزمين تي قدم رکندا هئا، انهيءَ ڪري فتح مندي جا جهنڊا کڻي ٺٽي ۾ داخل ٿيا ۽ پوءِ اتان جو ٿي رهجي ويو."

طاهر محمد ڪوريجه صاحب کي شادي تاريخ جي ڄاڻ ڪونهي يا هرويرو اهڙو قصو گهڙيو اٿئين جنهن کي نه پير آ نه سر. عرب جي ڪنهن به تاريخ نويس خليفي مهدي کان اڳ يا پوءِ اهڙو ڪو به نالو نه ڄاڻايو آهي جيڪو عبدالملڪ بن شهاب يا ان سان ملندڙ جلندڙ نالو هجي. عرب جون تاريخون محمد بن قاسم کان وٺي هباري حڪمرانن تائين انهن واقعن سان ڀريون پيون آهن جنهن ۾ سنڌ وارن عرب تسلط کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور مزاحمت ڪئي ۽ آزادي جي تحريڪ هلائي، جن کي هنن بغاوت، سرڪشي، نافرماني، وغيره چئي فوج ڪشي جو جواز بڻايو آهي ۽ مختلف وقتن تي مختلف جٿا ۽ حڪمران مقرر ڪري سنڌ ڏانهن روانا ڪيا. انهن ۾ ڪو به اهڙو نالو ڪو نه آهي ۽ اهو چوڻ ته خليفي مهدي جي وقت ۾ سڀ کان پهريان ٺٽي ۾ داخل ٿيو ۽ پوءِ هميشه لاءِ اتي رهجي ويو، جنهن زماني جي ڳالهه انهيءَ لکي آهي، ان وقت ٺٽي جو ڪو به وجود ڪو نه هو، ديبل يا ڀنڀور، برهمڻ، منصوره جا شهر آباد هئا، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هرويرو عرب ٽيڻ واري ڪهاڻي اتي دم ڏيئي ختم ٿي وڃي ٿي ۽ پاڻ به ڪنهن وثوق يا تصديق ٿيل ڳالهه ڪو نه لکي ٿي صرف اندازو لڳايو آهي ۽ گمان ظاهر ڪيو آهي جنهن جو حقيقت ۽ سچائيءَ سان ڪو به تعلق ڪونهي.

هو وري لکي ٿو ته: حضرت شيخ حسين پيو اهو پهريون بزرگ هو جيڪو ٺٽي کي ڇڏي وڃي مڪران ۾ رهيو ۽ اتي شادي ڪئي. هو اڻٽيهه (29) سال اتي رهڻ ڪري اتان جي تهذيب ۽ معاشري جو حصو ٿي ويو ۽ اتي جيڪا اولاد پيدا ٿي انهن ۾ به عربي نالي وارو انداز نه رهيو ۽ اتان جي ٻولي، تهذيب ۽ معاشرت کي پنهنجو ڪري جڏهن هن دين جي تبليغ جو ڪم شروع ڪيو ته اهو نهايت موثر ثابت ٿيو. مقامي انداز ۽ مقامي ٻوليءَ جي ڪري اتان جي باشندن تي جادوئي اثر ٿيو ۽ اسلام جي واڌاري جو ڪم جيڪو سالن ۾ ٿيڻو هو اهو مهينن ۾ ٿي ويو ۽ آخري عمر ۾ ٺٽي واپس موٽي آيو.

جيئن ته مان چيو ته انهن ڏينهن ۾ ٺٽي شهر جو ڪو به وجود ڪو نه هو تنهن ڪري هن پنهنجي گهڙيل قصي کي مقامي رنگ ڏيڻ لاءِ اهڙو قصو گهڙيو، جيئن تاريخ جا اڻ ڄاڻ ان کي صحيح ۽ سچو سمجهي تسليم ڪن.

هو فاروقي قريشي کي ڪوريجو ذات ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هڪ نئون قصو گهڙي ٿو، لکي ٿو: مٿين شيخ حسن سندس مڪراني گهرواري مان پٽ ڄائو جنهن کي هو پيار ۾ "پريا" چوندا هئا. جيئن ته هو مڪراني تهذيب ۾ سمائجي ويا هئا. تنهن ڪري اهو نالو عام ٿي ويو ۽ جيڪڏهن ڪو به عربي نالو رکيو هو اهو عام نه ٿي سگهيو. اهو سلسلو اهڙو هليو جو ان جا اثرات ڪيترن پشتن تائين رهيا ۽ ان جو نالو مڪراني ٻولي ۾ "ڪور" ٿي ويو. هو اهڙي جاهه و جلال وارو بزرگ هو جو ان جو نالو مشهور ٿي ويو جنهن کي سنڌيءَ ۾ ڪوريجو، مڪراني ۾ ڪورجه ۽ سرائيڪي ۾ ڪوريجه جي لقب سان مشهور ٿي ويو ۽ ان جي اولاد اعزاز سمجهي سيني سان لڳايو.

مسلمانن جي اچڻ کان اڳ ۾ سنڌ ”ڪوريجه قوم“ موجود هئي جيڪو اتان جي رهڻ وارن لاءِ چاتل سڃاتل هو. انهيءَ ڪري آل عمر کي اهو اختيار ڪرڻ ۾ دير نه لڳي.

فاضل ڪهاڻيڪار نهايت حرفت ۽ چالاڪيءَ سان فاروقي قريشي کي ڪوريجي ۾ تبديل ڪرڻ جو سبب ڳولهي لڌو ۽ مقامي ڪوريجا قبيلي کان الڳ هجڻ جو جواز به پيدا ڪيو. جنهن کي پڙهڻ کان پوءِ اهو سمجهڻ ۾ دير نه ٿي لڳي ته هن پنهنجو نسلي تعلق چاڻي واڻي بدلايو آهي.

محترم عبدالستار ڪوريجو صاحب انهيءَ قبيلي جو اهل قلم ۽ سڄاڻ شخصيت آهي. تنهن ان کي رد ڪندي لکيو آهي ”مذڪوره قديم ڪوريجا قبيلي جي ديني علم ۾ ڪامل ۽ تصوف جي سلسلي ۾ معرفت ماڻيندڙ هن خاندان کي فاروقي قريشي نسل بڻائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آهي.“ جڏهن فاضل مصنف انهيءَ ڪتاب ۾ پاڻ خواجه غلام فريد جي حوالي سان لکيو آهي ته ”مولوي رڪن الدين مؤلف اشارات ۾ لکيو آهي ته مون کي 19 جمادي الثاني 1318 هجري ڏينهن سومر وقت اشراق حضرت خواجه صاحب جي ڪچهري ۾ حاضر هئڻ جو شرف حاصل ٿيو، ان وقت ڪوريجا قبيلي تي بحث هلي رهيو هو، جنهن ۾ پاڻ فرمايو:

”من مے گوہم کہ کوریجہ از قوم ابڑہ یعنی کوریجہ فی الاصل ابڑہ است۔

مان چوان ٿو ته ڪوريجا ابڙا قوم جو پاڙو آهي ۽ ڪوريجا اصل ۾ ابڙو آهن. هو خود هڪ ٻئي حوالي سان شفيع محمد جي نالي لکي ٿو جنهن چيو هو:

ابا! ما فقیران از قوم ابڑہ ہستیم

ترجمو: بابا اسان فقير ابڙا قوم مان آهيون.

هو ان جي وضاحت ڪندي لکي ٿو ته: ابڙو به اصل قريشي مخزومي آهي ۽ حضرت عڪرمه بن عمر بن هشام جي اولاد آهن جيڪو بني اميه جي سلطنت جي دؤر ۾ سنڌ آيو هو.

هو خواجه غلام فريد جي پنهنجي ذات متعلق بيان ڪيل حقيقت کان انڪاري به نه ٿو ٿئي ۽ ابڙو ذات کي قريشي مان ڪرڻ لاءِ عڪرمه بن هشام جي اولاد ظاهر ڪري ڇڏيو، جيڪو بنو اميه دور ۾ سنڌ ۾ آيو.

اڄ تاريخ سنڌ جو شاگرد آهيان مون ڪٿي به اهو نه پڙهيو آهي ته بنو اميه جو ڪو به حاڪم يا سپه سالار پنهنجي ڪٽنب ۽ قبيلي سان انهيءَ نالي وارو سنڌ ۾ داخل ٿيو هجي ۽ هو هميشه لاءِ هتي رهجي ويو ۽ سندس اولاد عرب مان سنڌي ٿي ابڙو سڏايو. اڄ ابڙو ذات متعلق اڳ ۾ ئي وضاحت ڪري آيو آهيان ته درياءَ جي پاٽي تي آبادي ڪندڙ آبادگار کي سمن جي دؤر ۾ آب-رو سڏيو ويو جيڪو بدلجي ابڙو ٿي ويو ۽ سنڌ ۾ بيا ابڙو ذات وارا اهي آهن جن جو نسبي، نسلي ۽ نسبتي تعلق سومرو دؤر جي مشهور غيرتمند سورهيه چامر ابڙو ابڙا سيو واري سان آهي، جنهن وٽ دودي سومري پنهنجا ننگ موڪلي ڏنا هئا.

حضرت خواجه غلام فريد ڪوريجي جو ابڙو سڏائڻ جو تعلق آبادگار ابڙو سان آهي. انهيءَ ڪري خواجه غلام فريد ۽ ٻين ڪوريجن عالمن پاڻ کي ابڙو قبيلي مان سڏرايو آهي.

محترم عبدالستار ڪوريجو غلام فريد ڪوريجو جي اصل ڏاڏاڻي علائقي بابت لکيو آهي ته هنن جا اصل وڏا سيوهڻ واري پاسي جي قديم سنڌ جي حڪمرانن ”ڪوريجن سمن جامن“ مان هئا، جيڪي ارغون ۽ ترخان دؤر ۾ انهن جي ظلمن کان تنگ ٿي لاڙڪاڻي واري پاسي اچي رهيا هئا. جتان ڪلهوڙن جي شروعاتي عروج واري دؤر ۾ ابڙن سان ناسازي ڪري مڪلوٽ طرف لڏي ويا.

منهنجي راءِ موجب جيئن ته شروعاتي ڏينهن ۾ ڪلهوڙن جو عروج هنڙي کان وٺي مهديجي (مدئجي) تائين ۽ ٻئي طرف لاڙڪاڻي کان وٺي قمبر تائين هو، جيڪو سري جي علائقي جو مرڪز هو ۽ عام طور تي سرائيڪي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، انهيءَ ڪري خواجه غلام فريد وارن جي وڏن جي سيوهڻ کان لاڙڪاڻي طرف اچڻ کانپوءِ سرائيڪي ٻولي اختيار ڪئي جيڪا هنن جي مادري زبان بڻجي وئي ۽ جڏهن هو لاڙڪاڻي جي طرف کان ملتان ڏانهن ويا ته اتي به ڪين عام طور سرائيڪي ٻولي ڳالهائڻ وارن سان واسطو پيو جنهن ڪري سندس شعر ۽ شاعري سرائيڪي ٻولي ۾ آهي جنهن ۾ سنڌي ۽ پنجابي ٻولين جي آميزش شامل آهي. سنڌ ۾ هنن جي اڪثريت لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهي ٿي.

## شجرو خاندان حافظ عبدالستار ڪوريجو



# چيڙ- چندر- چندڙ

قديم سنڌ جي قديم ذات جنهن کي مختلف جاگرافيائي بيهڪ موجب چهادهر، چهدر، چدهر، چادڙ- چڏهر، چندر، چندڙ، چدر، جندر، جدر ۽ چيڙ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. موجوده سنڌ جي حدن ۾ چيڙ، ياڳ ناڙي، بولان، چندڙ، سرگودا، ملتان ۽ ساهيوال ۾ چدر ۽ درياءَ چناب راوي جي ڪنارن ۽ پرپاسي ۾ رهندڙن ۽ جهنگ ۾ آباد ٽيلن کي چادڙ، چدهر، چهادهر ۽ چيڙ سڏيو وڃي ٿو، پر اهي حقيقت ۾ آهن چيڙ ۽ چندر چندر هنن جي سڃاڻپ جو قديم نالو آهي ۽ چيڙ بعد ۾ ٻولين جي تلفظن جي گهٽ وڌائي ڪري چندر جي بجاءِ سڏيو ويو. هن ذات يا قبيلي جو تعلق منهنجي تحقيق موجب جت نسل مان آهي جيڪي سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ محافظ، سپاهي، واپاري ۽ مال ڍوئيندڙ هئا ۽ ان جي زوال کان پوءِ سنڌ جي نامعلوم هنڌن ۽ ڏيساور ڏانهن لڏپلاڻ ڪري هليا ويا ۽ جڏهن هو پنهنجي ماترڀومي ڏانهن واپس وريا ته يورپ جي عالمن انهن کي غيرسنڌي قومن ۾ شمار ڪري ڪين، سٿين، يوچي وغيره سڏيو پر انهن جي تن سان ڪو به نسلياتي تعلق نه هو ۽ هو قديم سنڌ جي اوائلي قبيلن مان هئا.

محمد بن قاسم جي سنڌ ۾ اچڻ کان هزارين سال اڳ جت سنڌ ۽ عرب جي وچ ۾ ايندا ويندا رهندا هئا ۽ حضور جن جي وقت ۾ جت عرب دنيا جو حصو بڻجي ويا هئا جنهن جا ڪيترا مثال حديثن ۾ موجود آهن. چچ جي حڪومت کي نه تسليم ڪرڻ جي ڪري هنن مٿان بندشون وڌيون ويون ۽ سندن سڃاڻپ جو معيار مقرر ڪيو ويو ۽ محمد بن قاسم به سنڌ جي حاڪميت حاصل ڪرڻ دوران ان کي برقرار رکيو. تفصيل سنڌ جي تاريخ جلد ٻي حصو ڇهريون ڏسو.

جت بنيادي طور تي ٻڌمت جا پيروڪار هئا، جنهن ڪري ڪن 712ع کان پوءِ اسلام قبول ڪيو ۽ ڪي پنهنجي اباڻي مذهب تي رهيا. چچ نامي جي مطابق "جڏهن محمد بن قاسم 3 محرم 94 هجري ۾ ساوندي جي پسگردائي ۾ انهي جاءِ تي لٿو جنهن کي مسهل يا مستهل چون ٿا، ان جي پرسان ڍنڍ وکر پاءِ هئي، ان جي آس پاس رهندڙ سڀ ماڻهو، شمني، ٻڌمت جا پيروڪار ۽ واپاري هئا. جيڪي بنا ڪنهن جنگ وجدل ۽ فساد جي محمد بن قاسم آڏو پيش پئي امان گهري، هن انهن کي امان ڏيئي مٿن ڍل مقرر ڪئي ۽ ان جي اوڳاري لاءِ انهن مان بواد شمني ۽ ٻڌيٽي پٽ پمن ڍول کي مقرر، اهي انهيءَ پاسي جا جت هئا."

چچ نامي جي مطابق انهن اسلام قبول نه ڪيو ۽ پنهنجي اباڻي مذهب تي قائم رهيا، ٿي سگهي ٿو انهن مان ڪن اسلام تي ايمان آندو هجي، جنهن ڪري ته هن ڪنهن عرب عملدار کي مٿان مقرر ڪرڻ بجاءِ انهن مان ٻڌ ڀڪشو ۽ سندن وڏي مان هڪ کي ذميواري ڏني.

تاريخ معصومي ۾ پڻ اهڙي طرح جو ذڪر آيو آهي. چندريا چندر يا جدر جنهن کي مترجم چند ڪري لکيو آهي، تن جو تعلق جت ذات وارن سان آهي، لب تاريخ سنڌ ۾ ان جي وڌيڪ وضاحت ڪندي لکيل آهي ته ساوندري جي ماڻهن ۽ راڄن امان گهري جن ۾ لوهاڻا، سهتا، چندر، ماڇي ۽ ڪوريجا به شامل هئا. واضح ٿيو ته جت جي جاءِ تي چندر ذات جو ذڪر ڪيو ويو تنهن جو مطلب ته چندر، جت ذات وارن جي هڪ پاڙي يا هڪ ننڍي قبيلي جو نالو آهي. ظاهر اهي ته اهي جت هئا.

منهنجي تحقيق موجب ساوندري جو علائقو ان جاءِ تي هو جتي هينئر راڇڙن جا راڄ رهن ٿا ۽ ظفر آباد نالي ڳوٺ ٻڌل آهي جيڪو تعلقي ٺري ميرواهه ضلعي خيرپور ۾ آهي. ان جي آس پاس جي علائقي کي ساوڙي يا ساوندري سڏيو ويندو هو جو اڄ به انهيءَ نالي سان ديهه ۽ ايراضي منسوب آهي.

شاهان گجر جي مصنف مولوي عبدالمالڪ خان صاحب، گجرن جي پاڙي ۾ چندر ذات جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ساڳي وقت چيڙ کي جت قبيلي جو پاڙو ڪري لکيو آهي، جنهن مان اهو سمجهڻ آسان آهي ته جڏهن محمد بن قاسم کان پوءِ جت چندر، اتر سنڌ جي اوڀرندي پاسي ۽ ساهتي پرڳڻي مان نڪري اوڀر طرف راجستان ۾ پهتا ته هنن کي چندر ئي سڏيو ويو ۽ کين گجر قبيلي ۾ شمار ڪيو ويو ۽ وقت گذرڻ سان گڏ جڏهن چندر، چيڙ سڏجڻ لڳا ۽ اتان لڏپلاڻ ڪئي ته کين جت ۾ شمار ڪيو ويو. شاهان گجر جي مصنف جي مطابق، راجپوت، گجر ۽ جت کي هڪ سمجهڻ گهرجي. انهيءَ حساب سان چندر يا چيڙ- جت نسل مان ئي آهن جنهن جي تصديق اي ڊي ميڪليگن- ايچ-اي روز ڪئي آهي جن هنن کي ملتان ۽ ساهيوال جي جت قبيلي مان ڄاڻايو آهي ۽ بعد جي محققن ۾ انهن کي جت ۾ شامل ڪيو آهي.

هنن جي سنڌ مان يعني خاص طور اتر سنڌ مان لڏپلاڻ ٿي، ڪهڙي صديءَ ۾ ۽ ڇاجي ڪري ان متعلق ڪا به تصديق ٿيل معلومات نه ٿي ملي پر منهنجو اندازو آهي ته محمد بن قاسم کان پوءِ سنڌ ۾ آزادي جي تحريڪ شروع ٿي ويئي ۽ اسلامي سلطنت طرفان انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ هر وقت مهم جوئي ڪرڻي پئي جن کي بغاوت سرڪشي ۽ نافرماني جو نالو ڏنو ويو. تفصيل لاءِ سنڌ جي تاريخ جلد ٻيو حصو پهريون پڙهو. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن هر طرف قتل و غارت جي بازار گرم هجي، انسان ڍورن وانگر قتل ٿيندا پيا وڃن لازمي آهي ته پرامن ذاتين ۽ قبيلن جي فردن وڳوڙي علائقن ۽ آزادي جي مرڪزي هنڌن کان لڏپلاڻ ڪئي هوندي، جيئن ته ان وقت اتر سنڌ خاص ڪري ٻڌيا وارو علائقو آزادي جو مرڪز هو، اتان جي پرامن رهواسين يقينن لڏپلاڻ ڪئي هوندي. انهيءَ دوران ساوڙي ۽ ان جي پرپاسي ۾رهندڙ جت، چندر پاسي واري، علائقي راجستان ڏانهن هليا ويا هوندا. جنهن جي تصديق ان مان ٿئي ٿي ته سندن روايتن موجب هنن راجستان شهاب الدين محمد غوري جي وقت ۾ ڇڏيو ۽ موجوده بهاولپور رياست جي حد ۾ اچي ويٺا.

اسان کي تاريخي طور معلوم ٿئي ٿو ته شهاب الدين غوري ملتان ۽ اچ جي رستي کان 574 هجري مطابق 80-1179ع ۾ گجرات راجستان تي حملو ڪيو هو. گجرات جي راجا ڀيم ديو جيڪو راجا ڀهرام ديو جو پڙپوٽو هو، تنهن ساڻس سخت مقابلو ڪيو ۽ کيس شڪست ڏيئي ڀڄائي ڇڏيو. شهاب الدين محمد غوري تاريخ فرشته موجب 576 هجري مطابق 1180ع ۽ طبقات ناصري جي مطابق 578 هجري مطابق 83-1182ع ۾ سنڌ کي لتاڙي وڃي ڀنپور تائين پهتو، جنهن کان 587 هجري مطابق 1191ع ۾ دهلي جي راجا پرٿوي راج تي حملي ڪرڻ کان اڳ اجمير جي مشهور قلعي "ڀٽنڊه" تي حملو ڪري پنهنجي قبضي ۾ آندو ۽ پرٿوي راج سان ويڙهه ڪئي پر هو شڪست کائي واپس هليو ويو. جنهن کان پوءِ 588 هجري مطابق 1192ع ۾ ترائن جي ميدان ۾ ٻنهي جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي ۽ پرٿوي راج مارجي ويو. هن پرٿوي راج جي پٽ راجا ڪولا سان ناهه ڪري اجمير جي حڪومت ان جي حوالي ڪئي.

يقينن انهيءَ حملن واري عرصي ۾ چندر عرف چيڙ بهاولپور واري علائقي ۾ پهتا هوندا جنهن کي "ايپي" چوندا هئا. جنهن دوران اچ جي شيرشاهه بزرگ جي هٿان مسلمان ٿيا. جتان پوءِ هو جهنگ ۾ آيا ۽ اتان وڌي چناب ۽ راوي جي علائقي ۾ آباد ٿي ويا ۽ سٽيڊ مين جي مطابق هو سٺا آبادگار آهن. مسٽر اي ڊي ميڪليگن حافظ آباد جي چيڙ ذات وارن جي حوالي سان هڪ شجرو ڏنو آهي جنهن جي مطابق هو تنوار يا تور راجپوت آهن.

چيڙ قبيلي وارن جو اصل علائقو اترسنڌ يعني سري وارو علائقو هو جيڪو اوڀر ۾ ساهتي پرڳڻي سان شروع ٿي ملتان تائين وڃي ٿو ۽ اولهه ۾ لاڙڪاڻي ضلعي جي قديم حدن کان شروع ٿي زيارت ۽ ڪوئيٽا تائين آهي جنهن ۾ ٻڌيا جو علائقو به شامل هو. مطلب ته ڪوئيٽا، ڪول پور، مڇ، ڍاڍر، جهل مگسي، ڀاڳ ناڙي، شوران، ڪڇي، ڪاڇو ويندي ڏاڙهياڙي وارو علائقو ۽ ٻئي طرف ميان والي، ڊيره اسماعيل خان، ڊيره غازي خان، ڊيره بگٽي، راجڻپور، ڪوٽ مٺڻ روجهاڻ جمالي، اهي سڀ اتر سنڌ يعني سرو جا علائقا هئا ۽ موجوده ضلعي بولان ۾ چيڙن جا ڳوٺ آهن ۽ هڪ علائقو هو، جيڪو محبت خان بروهي جي گورنري هيٺ نادر شاهه، بادشاهه ايران 17 مارچ 1740ع جي لاڙڪاڻي معاهدي جي تحت ڏنو هو. تنهن مان شاهه محمد مري جي مطابق چندڙ جو علائقو محبت خان بروهي قبيلي بنگلزئي کي ڏنو هو ۽ اڄ تائين اهو علائقو چندڙ سڏجي ٿو، چندڙ ڀاڳ ناڙي ۽ بولان ضلعي ۾ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. جن کي محبت خان بروهي جا آباد ڪندڙ ماڇو ۽ قبيلا، جت، جدگال، جگرال، ڄاموٽ ۽ ابڙو سڏن ٿا. چندڙ جي مادري ٻولي سرائيڪي آهي، هو سنڌي

ٻه رواني سان ڳالهائيندا آهن.

ساوندري جا چندر ۽ ٻولان جا چندر انهيءَ سلسلي جو تسلسل آهن جيڪو هزارين ۽ صديون سال اڳ ۾ جڙيل هو، ۽ پنهنجي قبيلي جي اصل پاڙي جي حيثيت سان اڄ به باقي آهن ۽ باقي راجستان، اپي، جهنگ، ملتان، ساهيوال، چنيوٽ ۽ سرگوڌا ۽ ٻين علائقن آباد ٿيندڙ، چهادهر، چهدر، چدهر چاڊر سڏيا ۽ پوءِ سنڌ وارن سميت سيئي چيڙ سڏجڻ ۾ آيا ۽ ناڙي ۽ ٻولان وارا چندڙ به چيڙ ئي آهن پر انهن پنهنجي قديمي نالي ۾ ڪا به ڦيرڦار نه ڪئي آهي ڇاڪاڻ ته اهي اتي موجود رهيا جيڪو سندن اصل وطن يا جاءِ پيدائش هئي.

چنيوٽ جو مشهور شهر چيڙ ذات وارن سان منسوب ٿيل آهي. روايت موجب ان شهر جو حاڪم مانجهي خان چيڙ هو، جنهن جي ڀيڻ چاندني نالي واري هئي، جيڪا هر روز پنهنجي سرتين سان گڏ باغ ۾ گهمڻ ۽ وقت گذارڻ ويندي هئي، جنهن ڪري هن پردي داري خاطر هڪ ڀت تعمير ڪرائي ڇڏي هئي جنهن کي عام طور تي چاندني اوٽ چوندا هئا، جنهن تان ان شهر جو نالو چاندني اوٽ جي نسبت سان چنيوٽ ٿي ويو.

## پاڙا

1) نارائي 2) ياروائي 3) پلر 4) ڀهوانا 5) اترادي 6) فقيراڻا 7) ڏي چنٽا 8) راجايا 9) ڪاموجا 10) چاپ 11) لون 12) پاجيڪا 13) ديوجا 14) بالنڪا 15) سجوجا

## ميڪليگن مطابق شجرو



## رمضان دلدار چيڙ جو خانداني شجور (ماتلي)



# ڪمبوھ

ھي سنڌ ۽ پنجاب سان تعلق رکندڙ آھن ۽ ڪافي عرصيٰ کان ھت رھن ٿا. انھن مان ڪي پاڻ کي ايراني نسل جو چورائيندا آھن، ڪي پاڻ کي غزني کان آيل ٻڌائيندا آھن، پر ڪن محققن ڪين راجا ڪرن جي نسل مان ڄاڻايو آھي.

ايراني نسل چوڻ وارن جي دعوي آھي تہ ايران جي شھنشاھ ڪورش کي ٻہ پٽ ھئا ھڪ ڪمبوجيا جنھن کي عرب قباد چون ٿا ۽ يوناني ان کي Combyas لکن ٿا ۽ ٻيو ”بروبا“ ھو جنھن کي مصري برتجا (Bartja) ۽ يوناني سمر ڊيز (Smerdis) سڏن ٿا. ڪمبوجيا پيءُ جي تخت تي قبضو ڪري پاڻ ويھي رھيو. ان وقت ايران ۾ ٻہ مذھب رائج ھئا. ھڪ زردشت جو مذھب جنھن جا پوئلڳ ڪورش ۽ ڪمبوجيا ھو ۽ ٻيو فارس جو پراڻو مذھب جنھن کي دارا پنھنجي ڪتبن ۾ ”موگوش“ جي نالي سان لکيو آھي يعني مجوسين جو مذھب، آتش پرست، جنھن جو پوئلڳ بروبا ھو جنھن مجوسين سان گڏجي ڪمبوجيا جي خلاف بغاوت ڪئي، جنھن جي الزام ۾ گرفتار ڪيو، ھيروڊوٽس انھيءَ قدم ڪري ڪمبوجيا کي سخت گير ۽ تيز مزاج لکي ٿو، جو ھن بادشاھي خاطر پنھنجي پياءُ کي قتل ڪرائي ڇڏيو جنھن جي خبر لڪائي وئي.

ڪمبوجيا سن 525 قبل مسيح ۾ مصر کي فتح ڪيو ۽ اڃا اتي ئي ھو تہ کيس خبر ملي تہ ايران ۾ ھن جي خلاف ڪامياب بغاوت ٿي چڪي آھي ۽ مجوسين ھڪ شخص نالي ”گوماتا“ کي تخت تي ويھاريو آھي جيڪو دعويٰ ڪري ٿو تہ ھو ”بروبا“ آھي ۽ جيڪو ھميشہ نقاب پوش واري حالت ۾ رھي ٿو. ھو مصر کان ايران لاءِ روانو ٿيو تہ شام ۾ 522 قبل مسيح ھڪ روايت موجب ھو فطري موت مري ويو، جڏھن تہ ٻي روايت موجب ھو دل برداشتہ ٿي ويو ۽ خودڪشي ڪري ڇڏي.

تاريخ ايران ۾ آھي تہ ڪمبوجيا، ڳجھہ ۾ پنھنجي ڀاءُ کي مارائي ڇڏيو ۽ پاڻ مصر تي ڪاھ ڪئي ۽ ھو ڪامياب ٿي جڏھن ايران واپس اچي رھيو ھو تہ واٽ تي خبر پيس تہ مجوسين مان ھڪ شخص نالي ”گوماتا“ اھو چئي تخت تي قبضو ڪيو آھي تہ ھو ”بروبا“ آھي. ھن منھن تي نقاب اوڙھي رکيو ھو تہ جيئن ڪيس ڪو بہ سڃاڻي نہ سگھي. جيئن تہ ايراني بروبا جي قتل ٿيڻ کان ناواقف ھئا تن ان جي دعويٰ کي تسليم ڪيو، ڪمبوجيا اھا صورتحال ڏسي آپگھات ڪري ڇڏيو.

دارا يوش جنھن کي دارا اعظم چوندا آھن تنھن 512 قبل مسيح ۾ گوماتا کي قتل ڪري فارس جو تخت حاصل ڪيو، جنھن ڪنھن بہ بغاوت کي اڳواٽ منھن ڏيڻ لاءِ ضروري سمجھيو تہ ڪمبوجيا جي پوئيرن جو صفايو ڪيو وڃي جنھن ڪري ھن ڪمبوجيا سان منسوب علائقي تي حملو ڪيو ۽ اتان جي رھواسين تي ظلم ڪيا، اھا صورتحال ڏسي ڪجھہ ڪمبوجيا خاندان وارا لڏپلاڻ ڪري بولانا لڪ جي رستي سنڌ ۾ داخل ٿيا. ھڪ ٻئي بيان موجب ھو افغانستان ويا ۽ پوءِ گنڌارا رياست جنھن جي گادي جو ھنڌ ٽئڪسيلا ھو ۽ پھتا ۽ پوءِ اھي درياءَ سنڌ پار ڪري اولھہ پنجاب ۾ داخل ٿي ويا. ڪن جي چوڻ جي مطابق ھو ڦھريان افغانستان جي اوڀر ۾ اچي وارد ٿيا ۽ پوءِ اتي پنھنجي بادشاھت قائم ڪئي.

محترم ڊاڪٽر ٻڌا پرڪاش متين راءِ کي رد ڪندي لکي ٿو ”ھخا منشي سلطنت جي زير تسلط علائقي ۾ رھڻ جي ڪري ڪمبوجن ايراني مذھب ۽ تھذيب کي پنھنجو ڪيو ھو پر ڪمبوج ۽ گنڌارا اصل ۾ ھندستاني آريا ھئا.“ ھو وڌيڪ لکي ٿو تہ نائين ۽ ائين صدي قبل مسيح ۾ ايراني ٻولي ڳالھائڻ وارا آوارا قبيلا يا رولو جيڪي بعد ۾ جنگجو بڻجي ويا. وچ ايشيا ۾ رھندا ھئا، انھن جي ويجھو ئي ڪمبوج ڪرو

۽ شڪ قبائل بہ آباد هئا. انهن ٻنهي قبيلن هخامنش جي پٽ ۽ جاءِ نشين چشپائش کي ايران ۾ هخامنشي سلطنت قائم ڪرڻ ۾ مدد ڏني هئي. انهيءَ ڪري هنخامنشي سرڪار ڪورش (سائرس، اسلامي مفڪرن ۽ تفسير نگار جي مطابق سڪندر ذوالقرنين) ۽ ڪاموز يعني ڪمبوجيا نالو رکيو هو يعني تہ سائرس اعظم پنهنجي پٽ جو نالو ڪمبوج قبيلي جي ڪري ڪمبوجيا رکيو هو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪمبوج (ڪمبوهہ) ايراني نسل جا نہ آهن ۽ نہ وري ڪمبوجيا جي ڪري ان جي پونيئرن مان. مائٿن ۽ ساڻارين کي ڪمبوج سڏيو ويو.

چوڌري محمد يوسف حسن لکي ٿو ڪمبوهہ قوم ۽ ان جي قديم وطن جي لاءِ پراڻي هندستاني ڪتابن ۾ گهڻو لفظ ڪمبوج ۽ ڪاموج آيو آهي ۽ ڪن ڪتابن ۾ تہ ڪم پوج ۽ ڪام پوج استعمال ٿيل آهي. ان متعلق وڏيڪ تحقيق ڪندي ڊاڪٽر جيالال لکي ٿو:

1) اوڙيسيا جي ضلعي پوري ۾ اشوڪ (اعظم) جي هڪ ڪتبي ۾ ڪمبوچ لفظ لکيل آهي.
2) بنگال جي اترين حصي ۾ هڪ رهڻ واري قوم جو نالو "ڪوچ آهي.
3) برما ۽ بنگال جي وچ ڪوهہ لوشائي ۾ هڪ علائقي جو نالو ڪميونس (ممڪن آهي ڪمبوچ مان ورتل هجي)
4) پالي ڪتبن ۾ ڪمبوج ۽ ڪمبوجڪ لفظ ملن ٿا.
5) مٿراجي هڪ ڪتبي ۾ مهاراڻي ايسيہ ۽ ان جي پيءُ جي نالي سان بالترتيب ڪموئيا ۽ ڪموئيا لفظ استعمال ٿيل آهي.
6) ڪن ڪتابن ۾ ڪمبي ۽ ڪمبي سٽولي جا لفظ استعمال ٿيل آهن. ايچ ولسن جي مطابق وشنو پر ان جي صفحي 160 تي لکيل آهي تہ: سٽولي جو مطلب شال آهي يعني هنڌ. ضلعي وغيره. انهيءَ ڪري ڪمبي سٽولي جو مطلب آهي ڪمبا ۾ رهڻ وارا يا پيدا ٿيڻ وارا ڪمبوج.
7) ايليٽ جي مطابق ڪابل جو سنسڪرتي نالو ڪمبوج آهي.

مطلب تہ ڪمبوج سنڌ ۽ هند ۾ مختلف طريقي سان استعمال ٿيندو رهيو آهي، جنهن کي سڀ ڪان پهريان يا سڪ استعمال ڪيو آهي جيڪو بنيادي طور ٻن لفظن ڪم ۽ پوج جو مرڪب آهي. ڪمبوهہ ذات تي تحقيق ڪندڙن جي مطابق ڪم جون بہ معنيٰ آهن. هڪ خوبصورت. سٺو وڻندڙ ۽ ٻي معنيٰ آهي ڪمبل ۽ پوج جي معنيٰ اهي ڪائڻ يا استعمال ڪرڻ، مطلب ٿيو سٺيون شيون استعمال ڪرڻ وارا. لذيذ ۽ پسند جو کاڌو کائڻ وارا. انهيءَ ڪري بي سي لاءِ "قديم هندستان کي چند ڪشتري قبيلي" ۾ لکيو آهي:

The kambojor my have heen so called beacause They were kamaniya Bhojor or Emjoyers of Plear and Change

۽ مسٽر موتي چندر هنن متعلق لکي ٿو:

Kambojar are Bhojor with waoollen shawls or hand some bhajar ETC

مطلب ڪمبوج، ڪمبوهہ سٺين شين ڪان لطف اندوز ٿيڻ وارا، سٺين شين ڪائڻ وارا ۽ اوني شال پائڻ وارا ۽ خوبصورت شين کي استعمال ڪرڻ وارا آهن. درگا اچاريہ هنن متعلق لکيو آهي "من پسند ۽ لذيذ شيون ڪائڻ وارا."

ڪمبوهہ ذات وارن متعلق لکندڙن ڪن هنن کي ايراني سڏيو آهي، ڪن هنن کي عربن سان ملائي حضرت عبدالله ابن زبير ۽ خليفي عبدالمالڪ جي وچ ۾ جنگ جي دوران ۾ حضرت معجب بن زبير سن 68 هجري ۾ پنهنجي معصوم پوٽي اسماعيل بن طلحہ کي اصفهان ۾ جاگير ڏني هئي، جنهنڪي ايراني ڪم ڪو يعني ننڍو ٻار چوندا هئا. جنهن ڪري ان جي نسبت سان ڪمڪو بدلجي ڪمبوج ۽ پوءِ ڪمبوهہ ٿي ويو. اهڙي طرح چوڌري محمد يوسف حسن هنن متعلق لکي ٿو "اسان جي تحقيق مطابق ڪمبوهہ ملڪ ڪمبوج جا قديم باشندا آهن ۽ اهو ملڪ هندو ڪش جي اولهہ، افغانستان جي اتر، اوپر ندي حصي ۾ آهي ۽ تاجڪستان جي اوير ۾ هو. هي علائقہ هاڻي افغانستان جو حصو آهي. اتر اوپرندي افغانستان جا تاجڪ ڪمبوهہ جا پائر آهن ۽ هو هڪ ئي نسل سان تعلق رکن ٿا. ڪي وري هنن کي آريا ماڻهن جي اولاد ثابت ڪندي لکن ٿا. جيئن مسٽر ڊاڪٽر جيالال لکيو آهي تہ "آريا ۽ ڪمبوج دراصل هڪ ئي آهن، ٻين لفظن ۾ ڪمبوج، آرين جي هڪ شاخ آهي ۽ انهن جي اولاد مان آهن، هو سنسڪرت ڳالهائيندا هئا. انهن جي خاندان جو هڪ پاڙو تاجڪ ان جي فارسي ڳالهائڻ جو سبب اهو آهي تہ اهي ايران جي ويجهو آهن ۽ ڪمبوهہ (ڪمبوج) جيڪا ٻولي ڳالهائن ٿا اها سنسڪرت ڪان گهڻو مختلف هئي پر ان سان گڏ ايرانين جي اويستان ٻولي ڪان بہ مختلف هئي.

اڄ جڏهن ڪمبوهہ ذات تي تحقيق ڪئي تہ اهو واضح ٿي ويو تہ هي نہ ايراني آهن، نہ وري عرب، نہ ڪي افغانستان يا

غزني کان آيا نہ وري آريا نسل.واري جي ڪا شاخ ۽ اولاد آهن. درحقيقت هي قديم سنڌ جي قديم سنڌين جي اولاد جو نسل آهي. سنڌن متعلق تاريخ لکڻ وارن پنهنجي وڏائي ۽ شان وڌائڻ لاءِ لفظن جي هيراڦيري جو فائدو وٺي ڪين غير سنڌي ٻڌائي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري ڪمبوهہ ذات سان تعلق رکندر ڪمبوهہ ليکڪ ۽ ٻيا متفق نہ ٿي سگهيا آهن ۽ هر هڪ پنهنجو راڳ آلاپيو آهي.

سنڌين جو غيرسنڌي ٻڌجن جو رواج سن 93 هجري يعني 712 عيسوي کان پوءِ پيو جڏهن هو مسلمان ٿيا تہ برهمڻ مت جي طبقاتي نظام کان نفرت ۾ اينترا وڏي وبا جو سنڌين جي اڪثريت جيڪا ٻڌمت سان تعلق رکندي هئي تن پاڻ کي اسلامي رنگ ۾ ائين بدلائي ڇڏيو جو پنهنجو نسلي تعلق جيڪو قديم ۽ اصل هو ان کان منهن موڙي عرب ٿيڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويا جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ سنڌي ذاتيون ۽ قبيلا عرب نسل جا ٿي ويا. اهڙي طرح ڪمبوج يا ڪمبوهہ بہ مختلف لساني، معاشي ۽ جاگرافيائي علائقن ۾ ورهائجي ويا. حقيقت ۾ هي قديم سنڌين جي اولاد آهن جن جو تعلق واپار ۽ زراعت سان هو. درحقيقت ڪمبوج، ڪموج، ڪمبوچ ۽ ڪمبوهہ وغيره نالو ئي دلالت ڪري ٿو ڪنهن علائقي جي قديم سنڌ ۾ راجستان جي طرف ڪنيات جو هڪ علائقو آهي جيڪو موجوده ڪاٺياواڙ، گجرات ۾ آهي ۽ قديمي دور کان بندرگاهہ رهيو آهي، جنهن جي رهواسين کي علائقي جي نسبت سان ڪنساتي، ڪنيياتي سڏيو ويندو هو، جنهن جو قديم نالو سنڌي ڌرم جي ديوتا شو جي صفاتي نالي ڪال (وقت) ۽ سنڌي جي ديوي پاربتي جي صفاتي نالي ڪاليڪا تان پيل معلوم ٿئي ٿو. محترم جيمس ٽاڊ جنهن راجستان، ڪاٺياواڙ، گجرات جنهن جو قديم نالو سورا شٽريہ هو. اهو سنڌي ڌرم، برهمڻ مت، جين ڌرم ۽ ٻڌمت جو وڏو مرڪز هو تنهن متعلق لکي ٿو تہ اتان جا مذهبي ماڻهو ۽ مختلف مذهبن جا پيروڪار هڪ ٻئي سان حسد نہ ڪندا هئا. اهو سبب آهي جو راجستان جو علائقو اسلام ڪوٽ کان وٺي ويرا واهہ، ننگر پارڪر ويندي ممبئي تائين قديم مذهبن جي مندرن ۽ آهجاڻن سان ڀريو پيو آهي. جيمس ٽاڊ جي مطابق راجستان ۽ راشٽر قوم جين جو وطن آهي، انهن جي پنج مقدس جبلن مان ٽي اتي موجود آهن يعني آبو جبل (جنهن سان برهمڻ مت جو ٻڌ ڌرم کي ختم ڪرڻ وارو فارمولو اڳني ڪل واريون ذاتيون منسوب آهن) ٻيلي ٽاٽو ۽ گرنار انهيءَ ڪانسواءِ مشهور دوارڪا جو مندر بقول ٽاڊ جتي ٻارهن سئو سال (1200- ق-م) قبل مسيح ۾ ڪرشن جي مورتي کي ديوتا جو روپ ڏئي پوڄا شروع ڪئي ويئي هئي. دوارڪا جي معنيٰ آهي دروازو ۽ دوارڪا ناٿ جي معنيٰ آهي ديوتائن جو دروازو. مطلب تہ پارڪر، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، ڪنيات، دوارڪار ويندي ممبئي تائين سنڌي، هندي، جيني ڌرم وارن جي ديوتائن، پوڄارن پروهتن جو مرڪز.

ڪنيات جنهن جو اصل نالو ڪميي يا ڪمبي آهي. تنهن متعلق مشهور عرب نويس ۽ سياح ابو الحسن بن حسين بن علي المسعودي، پنهنجي ڪتاب مروج الذهب و معادن الجواهر ۾ لکي ٿو: مان 303 هجري ۾ (915 عيسوي) ڪمبي جو سفر ڪيو، ان وقت اتي راجا مالڪيد. بلهراجي طرفان بانيا حاڪم هو. بانيا برهمڻ هو ۽ ان کي مناظري ڪرڻ جو وڏو شوق هو، جڏهن بہ ڪو مسلمان يا غير مسلم عالم ڪمبي ۾ ايندو هو تہ هو ان سان مناظرو ڪندو هو. هي شهر سمنڊ جي هڪ نار تي آهي جيڪو نيل يا دجلہ يا فرات کان وڏو آهي. هن نار جي ٻنهي پاسي شهر، ڳوٺ، وسنديون، باغ ۽ ناريل جا وڻ وڏي تعداد ۾ موجود آهن، جتي مور، طوطا ۽ ٻيا پکي ڪافي آهن.

ڪمبي جي متعلق هڪ ٻيو سياح ادريسي لکي ٿو: هي سمنڊ کان ٽن ميلن جي فاصلي تي هڪ خوشنما شهر آهي، هتي مختلف شهرن ۽ ملڪن کان تجارتي سامان ايندو آهي ۽ مختلف طرفن ڏانهن موڪليو ويندو آهي. هي هڪ نار تي واقع آهي جتي جهاز لنگر انداز ٿين ٿا، پاٽي جام آهي، ڪمبي جي چوڌاري هڪ مضبوط قلعو آهي جيڪو سنڌ جي حاڪمن ان وقت ٺهرايو هو. جڏهن ڪيش (ڪڇ) جي حاڪم ان تي حملو ڪري، پنهنجي قبضي هيٺ آندو هو.

ايچ ايم ايليٽ تاريخ سنڌ ۾ رشيد الدين جي جامع التواريخ جي حوالي سان گجرات متعلق لکي ٿو: ”گذيرات (گجرات) هڪ وڏو ملڪ آهي منجهس، ڪنيات (ڪمبي) سومنات ۽ ڪنڪن، ٿان ۽ ٻيا مشهور ماڳ آهن.چيو ويندو آهي گذيرات ۾ اسي هزار شهر ۽ ڳوٺ آباد آهن، هتان جا رهواسي دولتمند ۽ خوشحال آهن. سال جي چئن مندن ۾ هتي ستر (70) قسمن کان بہ وڌيڪ گلاب جا گل ٽڙندا آهن، سياري وارا فصل فقط ماڪ تي ٿين ٿا، جڏهن اهي فصل لهي ويندا آهن ۽ اونهارو ٿيندو آهي تہ مينهن جي موڪ لڳي ويندي آهي ۽ ڌرتي بہ وين ۽ ولهارن سان واسجي ويندي آهي. سال ۾ بہ

پيرا انگورن جو فصل ٿيندو اهي. زمين ايڏي پلي آهي جو وونڻ به بيد ۽ ٻئي وڻ جيان ڏار ۽ ٽاريون ڪڍي پکڙجي بيهندو آهي ۽ لڳاتار ڏهن سالن تائين فصل ڏيندو رهي ٿو.

هن علائقي جو قديم ڪننگهام جي مطابق سورا شٽريہ هو جنهن کي ٽالمي سورا شٽر بني ڪري لکيو آهي، پر پيلس جي مصنف به اهوئي نالو لکيو آهي، پليني اتان جي رهواسين کي سؤراٽراٽا يا وراٽاٽاء جي بگڙيل هجي ۾ لکيو آهي: هن علائقي جو اهو قديم نالو سن 319ع ڌاران ختم ٿي وڃي ٿو (پر هاڻي هندستان سرڪار اهو ساڳيو نالو سرڪاري طور رکيو آهي) ۽ ان علائقي کي جو نالو گجرات رشيد الدين جي مجمل التواريخ ۾ گذيرات جي صورت ۾ 310ع ۾ ملي ٿو. ان کان اڳ ۾ ان علائقي سورٺ سڏيو ويندو. تنهن کان اڳ ۾ گوجرڪر سڏيندا هئا. مجمل التواريخ جي مطابق ڪنيات جا ماڻهو "ڪس" نالي هڪ ٻيٽ جي سردارن وٽان ڏن پٽ ڪٽي ايندا هئا. محترم جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته قديم جين ڌرم هڪ فرقو هو جنهن کي کهرترا چوندا هئا جنهن جو مطلب آهي سچو.

مٿي بيان ڪيل حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان علائقي جو نالو گجرات کان اڳ سورا شٽريہ کنهن کان اڳ ۾ سورٺ ان کان پهريان يقين، ڪر، ڪس، کهرترا جو اصل ۾ نالو ڪمبئي هو جيڪو ڪنب، يعني ساموندي ڪن ۽ نار جي هجڻ ڪري، ڪمبئي سڏيو ويو ۽ اتان جي رهندڙ قديم قبيلي، ذات ۽ خاندانن کي ڪمبئي چيو ويو جيڪو بعدم ڪمبي، ڪمبوج، ڪمبوچ ۽ پوءِ ڪنبوھ ٿي ويو. انهيءَ نسبت سان هي قديم سنڌي ذات ۽ قبيلي جي صورت م سڏيا ويا. هنن جو انهيءَ علائقي سان تعلق هو، جتي خوشحالي، پاڻيءَ جي فرا رواني لذيذ ڪاڏا ۽ وافر مقدار ۾ ميوو موجود هو ۽ هڪ وڏي واپاري مرڪز هجڻ جي ڪري مختلف هنڌن ۽ سڪن کان مختلف شيون اينديون لهنديون هيون جنهن مان اتان جا ماڻهو حاصل ڪندا هئا يا وٺندا هئا. انهيءَ ڪري ڪمبو، ڪموچ، ۽ ڪمبوھ جي معنيٰ آهي، لذيذ ۽ پسنديده ڪاڏا کائڻ وارا ۽ اوني ڪپڙا پهرڻ وارا.

هن ذات جو قديم سنڌ سان تعلق هجڻ جي تصديق ڊاڪٽر ٽي ڊبلپيراز ڊيوڊز پڊ هسٽ انديا ۽ ڊاڪٽر پي اين بينر جي پبلڪ ايڊمنسٽريشن ان اينيشنٽ انديا ۾ ڪئي آهي. ڊاڪٽر ٽي ڊبليو جي مطابق ڪمبوج (ڪمبئي، ڪنيات) هندستان جي اتر اولهه جي آخري حد تي هڪ ملڪ (علائقو) هو جنهن جي گادي جو هنڌ دوارڪا هو. ان جي تصديق ڊاڪٽر ايس ڪي آئنگر اينشينٽ انديا ۾ ڪئي ۽ لکيو از ڊيوڊر جي اها ڳالهہ درست آهي ته ڪمبوج (ڪمبي، ڪنيات، ڪنيايت) جي گادي جو هنڌ دوارڪا هو، جيڪو گجرات ڪاٺياواڙ ۾ آهي. اهڙي طرح مسٽر بينر جي لکيو، ملڪ ڪمبوج (ڪمبئي، ڪممبي، ڪنيات، ڪنيايت) دراصل سنڌ ۾ هو جنهن جي گادي جو هنڌ دوارڪار هو. ڪمبئي متعلق مسٽر ايس بي چوڌري ڄاڻائي ٿو ته ابتدائي ڏينهن ۾ برهمڻ تهذيب جو مرڪز هو، جنهن جو اڳ اڳ ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان.

قديم سنڌ سان تعلق رکندڙ قديم ڪتاب سام ويد ۽ مهاڀارت ۾ ڪمبوھ ذات جو ذڪر آيو آهي. ڊاڪٽر جيالال جي مطابق سام ويد جي باب "ونش برهمڻ" ۾ ڪمبوج جي نالي سان ذڪر موجود آهي ۽ مهاڀارت واري ويڙھ ۾ ڪبوھ ڪؤرون جي مدد لاءِ پهتا، ڪمبوج، ڪمبئي يا ڪنيات جو راجا چندر ورما جو پٽ سودڪشن پنهنجي فوج سان پهتو. ياد رهي ته اسان جي تحقيق موجب هي لڙائي ڪرو ڪيرٽر جي ميدان يا علائقي ۾ لڳي جيڪو هن وقت سنڌ جي حدن ۾ موجود آهي، انهيءَ ڪانسواءِ هندو مت جي ٻين ڪتابن ورهت سن هتا، مارڪنڊ پران، راج ولاس ۽ گروڙ پران وغيره ۾ لکيل اهي ته ڪمبوھ، سنڌ، سووير، (اتر سنڌ) پاتال، ڪڇ وغيره جا رهواسي هئا. ٽاڊ ڪمبوج کي فرقو ڪري لکيو آهي. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق ڪمبوھ سنڌ کان آيل آهن ۽ هو مڃي ٿو ته ڪمبوھ، ڪمبي (ڪنيات) جي نسبت سان سڏيا ويا. هو ان خيال کي رد ڪري ٿو ته هو غير هندستاني آهن، هن جي مطابق هو 40 سيڪڙو هندو، 23 سيڪڙو سک ۽ باقي ان جي حساب سان 37 سيڪڙو مسلمان هجڻ گهرجن. ساهيوال ۾ آرائين کي مسلمان ۽ ڪبوھ کي هندو سمجهيو ويندو آهي. هو ڪمبي مان نڪري سنڌ کان ٿيندا، ملتان پهتا ۽ پوءِ اڳ تي ڦهلجي ويا، جنهن جو اثر انهن تي اهو ٿيو جو جتي سک آبادي گهڻي هئي سک ٿي ويا ۽ جتي مسلمانن جو زور هو اتي دين اسلام اختيار ڪيو ۽ راجستان ۽ ڪمبئي ۾ رهندڙ جين مت جا پوئلڳ آهن.

مٿي بيان ڪيل حقيقت مان ثابت ٿئي ٿو ته هي نہ ايراني آهن ۽ نہ وري عرب ۽ آريا نسل سان تعلق اٿن هي قديم سنڌين جي اولاد آهن، جن جي سورٺ ۽ ڪر جو پاسو وسايو هو. ان جو هڪ اهو به ثبوت آهي ته هي سنڌين وانگر ڪيترن پاڙن ۽

نکن ۾ ورهايل آهن. منهنجي تحقيق موجب جنهن قبيلي ۾ گهڻيون ذاتيون، پاڙا ۽ نکون موجود هجن، اهو يقينن قديم سنڌي قبيلو ٿي آهي. مان جڏهن ذاتين بابت تحقيق ڪئي ۽ هو هنڌ پهتس ته معلوم ٿيو ته سنڌ ۾ٿي واحد قوم آهي جنهن ۾ انفراديت جو عنصرن ٻين قومن جي نسبت وڌيڪ آهي جنهن ڪري هو گهڻن ذاتين ۽ اهي ذاتيون گهڻن پاڙن ۽پاڙا وري نکن ورهايل آهن ۽ ايتريقدر انفراديت آهي جو اهي هڪ خاندان تائين به محدود آهن. منهنجي تحقيق موجب ان صورت حال ۾ سنڌي ڏهه هزار کان وڌيڪ پاڙن ۽ نکن ۾ ورهايل آهن.

اها سنڌن قومي سڃاڻپ آهي. انهيءَ ڪري ڊاڪٽر راءِ چوڌري منهنجي راءِ جي تائيد ڪئي هئي لکيو هنن جو مقامي نسل مان هجڻ بلڪل درست آهي. سنڌن ذات ڪبوهه سڏجڻ متعلق ميڪليگن هي معلومات ڏني آهي ته هڪ دفعو سوريه ونشي نسل جو راجا جنهن جو تعلق اجوڌيا سان هو، ويرت آيو ۽ اتان جي راجا "پرمرڪو" کي شڪست ڏيئي ان جي سلطنت تي قبضو ڪيو. هن "ورنگر" شهر بنياد رکيو. هن جي پٽ ديجاپور نالي شهر قائم ڪيو، هن کان سواءِ گجني ۽ لمبني شهر ٻڌرايا جيڪي ڪمبي شهر جي ويجهو هئا.

گجرات جي هن شهر تي هڪ مذهبي ڏينهن تي دشمن حملو ڪري ڏنو، قتلِ عام ڪيو ۽ لٽيو، اتان جيڪي بچي نڪتا تن کي سنڌن شهر ڪمبي جي ڪري ڪميده سڏيو ويو. هڪ ٻي روايت مطابق سنڌن ڪم فهمي يعنيٰ مذهبي ڏهاڙي تي وڙهڻ بدران مرڻ کي ترجيح ڏيڻ ڪري کين ڪمبوهه سڏيو ويو.

ڪمبوهه ذات وارن کي آرائين جيئن زراعت پيشو قبيلو چيو ويو آهي. ڪن جي مطابق ته آرائين ۽ ڪمبوهه ساڳي ڳالهه آهن پر حقيقت ۾ ائين نه آهي. مسٽر ڊينزل ابٽسن هڪ چوٽي نقل ڪئي جنهن مطابق "افغان، ڪمبوهه ۽ ڪشميري، ٽئين بدذات آهن." ڪمبوهه هڪ مڪمل الڳ قبيلو آهي جنهن پنهنجي سڃاڻپ ۽ قديمي حيثيت آهي.

سنڌ ۾ ڪمبوهه، لاڙڪاڻو، شهدادڪوٽ، خيرپور، نوابشاهه، نوشهروفيروز ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ رهن ٿا. پنجابي ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا.

## پاڙا:

(1) اڃاپال (2) ابدال (3) انگاريا (4) برڙ (5) ٻون (6) ٻوڄرٽ (7) بان (8) بمانيڪ (9) پاٽي يا پاٽي (10) پاڳ يا جانبي (11) پاندو (12) پاتن ري (13) پراڻ (14) ٿندر (15) ڏنجو (16) ٿانڊي (17) ٿنمي (18) ترڪ (19) ٽورڻ (20) جوشن (21) جيا (22) جج (23) جمون (24) جوڙا (25) جٽ مل (26) جڪ پال (27) چاندني (28) چندي يا چنه (29) اڇاڪ (30) چترٽ (31) ڊوٽي (32) ڊوٽ يا ڊهوڊي (33) رڪن پال (34) سنڌي (35) سامي (36) سوئي (37) ساوڻ (38) سونير (39) ڪرن پال (40) ڪوسلا (41) ڪٽي (42) ڪوهري (43) ڪائنير (44) لوري (45) لنڊي يا ننڊي (46) مهروڪ يا پاڪني (47) مومي يا موني (48) موتي (49) ناڪپال (50) ناگري (51) نندن (52) هانڊي.

## نکون:

(1) گلاوي (2) آنگوٽي (3) انبڙا (4) بڙ گوتي (5) پاڳيا (6) بي هاڙ (7) بهمڻ (8) باستر (9) برهم (برهمڻ يا براهمه) (10) باسي (11) بنجهل (12) بادبان (13) بنگار (14) پاڏهي (15) ڦوڪٽي (16) ٽڙپار (17) تڳل (18) توبچي (19) ٺٺ (20) جانگلي (21) تگڙ (22) اجماڻ (23) جهنڊ (24) اجهام (25) چرواها (26) چوپال (27) اڇي چارا (28) اڇمڙ (29) چريا يا چروا (30) چمني (31) چيني (32) ڇڇوٽي (33) چنن (34) دوتاٽي (35) ڊهل (36) داٻڙا (37) ڏارل (38) ڊولڻ (39) ڊاٽي (40) ڏهاڙي 41) ڊهوٽي (42) ڊيل (43) ڏونگا (44) سرڪوري (45) سوني (46) سلهوار (47) سنڌڙ (48) سوڪي (49) سوهاڳي (50) سينڪ (51) سنپاتي (52) سارنگ (53) صندلي (54) ڪالري (55) ڪوڪر (56) ڪلس (57) ڪڪر (58) گيندا (59) گگڙ (60) گوگڻ (61) گانڊي (62) گوسئي (63) گورا (64) گلاڊي (65) گائلا (66) گاڏڙ (67) گهسيتا (68) لٽبي (69) لاهنگ (70) لاٽي (71) لنگڙا (72) لانڊي (73) مانڊي (74) مڪوڙا (75) مل يا ملي (76) مڇيرا (77) موم سارنگ (78) مهيسي (79) ملتاني (80) نيپال (81) نوري (82) نگامبڙ (83) نهريا (84) هرسي.

# گَگَهڙ- گَڪڙ

هي اصل ۾ پنجاب جي هڪ ذات آهي. اهي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ اچي آباد ٿيا آهن. هي هند ۽ سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو ڪين آهن پر ٻاهران اچي هتي آباد ٿيا آهن.

چيو وڃي ٿو تہ هنن جا وڏا سڪندر مقدوني جي لشڪر جا سپاهي هئا جيڪي هت رهجي ويا. ”جنرل اي برانڊرٿ“ جو چوڻ آهي تہ هي ايران کان ڪشمير ويا ۽ پوءِ وچ پنجاب (جهلم) آيا. جنرل ڪننگهم هنن بابت لکيو آهي : ”هي چوٿين صدي جي قديم جاگرافي دان“ ڊايوني سيئس“ سان گڏجي آيا هئا ۽ ”يوچي سٿين“ جي نسل مان آهن. پنجاب جي ذاتين تي لکندڙ سر ڊينزل ابٽسن ڪننگهم واري راءِ کي قبول ڪندي لکيو آهي. ”گگهڙ خود چوندا آهن تہ هو اصفهان جي حاڪم ڪياني خاندان جي بادشاهہ ڪيگو هاريا ڪيگوار جي اولاد اهن. جنهن ڪشمير ۽ تبت فتح ڪري ڪيتري وقت تائين اتي حڪومت ڪئي ۽ جڏهن ڪمزور ٿيا تہ ڪابل ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي.

تاريخ گگهڙ جي مطابق هنن ڪابل ۾ پنهنجي حڪومت قائم ۽ جڏهن سلطان ناصرالدين سبڪتگين غزني جي تخت تي ويٺو ان وقت ڪابل جو گگهڙ حڪمران قابل خان هو. ٻنهي جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي ۽ سن 369 هجري (80-979ع) ۾ ٻنهي جي وچ ۾ ناهہ ٿيو ۽ قابل خان بدستور ڪابل جو حڪمران رهيو ۽ جڏهن سبڪتگين هندستان جي راجا جيئپال تي حملو ڪيو تہ هو ان جو سپهہ سالار هو. مون کي تاريخ فرشتہ ۽ طبقات ناصري ۾ ڪابل جي فتح ۽ قابل نالي واري سپهہ سالار جو ذڪر ڪو نہ ٿو ملي. شايد هو اتي حڪمران جي حيثيت سان نہ رهندو هو ۽ اهو ممڪن آهي تہ هو غزني سلطنت ۾ سپهہ سالار جي عهدي تي پهتو هجي ۽ پوءِ ان کي ڪابل جو گورنر بڻايو هجي ۽ اتي ئي وفات ڪري ويو ڪيس پنج پٽ هئا، جن مان وڏي پٽ گگهڙ شاهہ يا گڪڙ شاهہ کي ئي ڪابل جي حڪمراني ڏني.

سبڪتگين جي وفات کان پوءِ سندس وڏي پٽ امير اسماعيل کي شڪست ڏئي ننڍو پٽ سلطان محمود غزني جي سلطنت تي 387 هجري (997ع) تي ويٺو. جنهن تاريخ فرشتہ جي موجب 8 محرم 392 هجري (نومبر 1002) تي راجا جيئپال کي شڪست ڏئي ان جي هڪ وڏي علائقي کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. سلطان محمود غزنوي انهيءَ علائقي کي ڪابل جي گورنر گگهڙ شاهہ جي حوالي ڪيو. جيڪو سن 419 هجري (41028) ۾ اتي وفات ڪري ويو. ڪيس ڪابل ۾ دفنايو ويو. پوٺوهار جي علائقي ۾ جيڪا سندس اولاد هئي ان جي نالي گگهڙ يا گڪڙ سڏي ويئي.

قديم سنڌ جي سرحدن ۾ گگهڙ پهريان پوٺوهار جي علائقي ۾ آباد ٿيا. جتي ٻيا قبيلا بہ رهندا هئا جن ۾ ڪڪ، ڪالو، ڪيري ۽ ٻيا هئا. هن علائقي جو نالو گهڻو قديم آهي، ڪن جي مطابق پوٺوهار ٻن لفظن، پوٺ ۽ هار جو مرڪب آهي جيڪو اصل ۾ پٺ ار هو. پٺ، پوئتي يعني پشت کي چوندا آهن ۽ آر جي معنيٰ آهي جهڙو- يعني پوئتي جهڙو جيڪو ظاهري اتان جي سرزمين جي بيهڪ ۽ بناوٽ سان مطابقت رکي ٿو. محترم امين چغتائي ”پوٺوهار جي وادي اوراس کي ثقافت“ ۾ لکي ٿو: پوٺوهار جو تلفظ ڪيئي طرح سان ادا ڪيو ويندو آهي. هن کي پٺ وار، پوٺ وار، پوٺوهار چون ٿا. صحيح تلفظ پٺ وار آهي. جيڪو تبديل ٿي پوٺوهار بڻجي ويو آهي، پٺ معنيٰ پٺي ۽ وار معنيٰ مثل، يعني پٺيءَ مثل يعني ناهموار يا سطح مرتفع. راءِ زاده دني چند جنهن فارسي ڪيگوهرنامہ، ڪتاب لکيو آهي. ان جي مطابق هڪ دفعو راءِ پٿوري سلطان شهاب الدين غوري کي جنگ ۾ شڪست ڏني ۽ هو ان جي پيڇو ڪندي دانگلي وٽ ترسيو. ان

وقت جنگي صورتحال جي ڪري فصل تمام گهڻ ٿيا هئا پر هر قسم جا گل ٽڙيا پيا هئا. راءِ ممدوح خوش ٿي ان علائقي کي پوپ هار چيو يعني گلن جو هار. جيئن تہ پوپ ۽ پوٺ لکڻ ۾ مماثلت آهي ۽ انهيءَ علائقي جا ماڻهو پوپ جو مطلب نہ سمجهيو ۽ ان کي پوپ بجاءِ پوٺ چوڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح ان سرزمين جو نالو پوٺ هار- پوٺ هار ٿي ويو.

محترم انور بيگ اعواڻ ڏني ادبي و ثقافت ۾ انهن ڳالهين رد ڪندي لکي ٿو: هندو مذهب ۾ ديوي ۽ ديوتائن جو تعداد 33 ڪروڙ آهي، ان ۾ هر ذات، هر خاندان ۽ هر ڳوٺ جو الڳ الڳ ديوتا هوندو هو. سنسڪرت جي "ارڌناري ايشوري (اهڙي ديوي جيڪا اڌ عورت ۽ اڌ مرد هئي) جو مترادف لفظ ڪشميري سنسڪرت جو پوٺا آهي، انهيءَ ڪري پوٺا ديوتا جي پوڄا ڪري ان علائقي جو نالو پوٺوهار سڏيو ويو.

مطلب گگهر اتان جا اصلي رهواسي ڪو نہ هئا ۽ ٻاهران اچي آباد ٿيا. تاريخ فرشتہ واري هنن کي مقامي نسل جو هندو ڄاڻايو آهي، جن ٽيهہ هزار (30000) گگهڙ لشڪر سان انندپال جي مدد ڪئي. حقيقت ۾ اهي گگهڙ نہ هوندا ۽ تاريخي طور معلوم ٿئي ٿو تہ ان علائقي کان علاوه ٻئي هنڌ گگهڙ ذات جو وجود ئي ڪو نہ هو ۽ اهو خود غزني سلطنت جي طفيلي پوٺوهار جي علائقي آباد ٿيا هئا. ممڪن آهي تہ ڪاتب جي غلطي سبب کوکر بدران ککر لکجي ويو هجي. گگهڙ هن وقت پوٺوهار جي اهم قبيلن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ پارسين جي تاريخ ۾ آهي تہ "يزدگرد" جي هڪ پٽ ستين صدي عيسوي ڌاري چين طرف روانگي ڪئي هئي ۽ انهي وقت ۾ گگهڙ تبت ۾ آباد ٿيا. هڪ شجري ۾ سلطان يزدگرد کي 45 پشت ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

گگهڙن ۾ هڪ رواج هو تہ جڏهن ڪنهن جي گهر ۾ ڇوڪري (نياڻي) پيدا ٿيندي هئي تہ پيءُ ان کي کڻي ٻاهر نڪرندو هو، سندس هڪ هٿ ۾ ڇوڪري ۽ ٻئي هٿ ۾ ڇري هوندي هئي ۽ هو بلند آواز ڪري چوندو هو تہ آهي ڪو جيڪو هن کي پنهنجي زال قبول ڪري کڻي وڃي نہ تہ مان هن (معصوم ٻار) کي ماري (قتل) ڇڏيندس.

انهي ڪري مردن جي پيٽ ۾ عورتون تمام گهٽ هيون، جنهن ڪري ڪيترين عورتن جا مختلف مرد مڙس هئا. جڏهن هوءَ ڪنهن مڙس ڏي ويندي هئي تہ دروازي تي مخصوص نشان لڳائي ويندي هئي ۽ ان نشان جي هٽائڻ تائين اهو مڙس انتظار ڪندو هو. انهي رسم رواج ڪري ڪين وحشي، جهنگلي ۽ اخلاقيات کان ڪريل نسل وارو چيو ويو.

ڪيترا کوکر پاڻ کي گگهڙ بہ چورائيندا آهن. پر اهي گگهڙ نہ آهي پر گگهڙن جي علائقي دوهٽ ۾ پوٺوهار سان تعلق رکڻ ڪري سڏيا ويندا آهن يا سڏائجن ٿا. گگهڙ ۽ کوکر بہ الڳ الڳ قبيلا آهن. گگهڙ کي اسان سنڌ ۾ روهتڪي بہ سڏيندا آهيون جو هو پوٺوهار جي علائقي روهت (روهتاس) کان آيل آهن.

## گگهڙ پاڙا

(1) سوگيا
(2) طليان
(3) سياحقان
(4) چندال
(5) بنجال
(6) تريڊ وال
(7) جنهال
(8) سونال
(9) نونيال
(10) سلوري
(11) رايوال
(12) ڪل چند رال
(13) بوگيان
(14) فرنسيال
(15) ڪيسوال
(16) اسڪندرال
(17) بوگيال
(18) فيروزال
(19) هٽسيال
(20) سرنگال
(21) ڪوينال
(22) ادمال
(23) پهاڙيال
(24) احمدال
(25) جترال
(26) سدال

## گهگڙ قبيلي جو خانداني شجرو شاهنامہ فردوسي مطابق



## گگهڙ قبيلي جو شجرو




هنن جي اولاد وڏي جن جي اڪثريت ڪشمير ۽ پوٺوهار جي علائقي ۾ رهي ٿي جتان ڪيترا خاندان لڏي اچي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ آباد ٿيا آهن.


اولاد طلا
ملڪ سپهڙ خان
منگ خان
جينو
لوهر
وفات 617 هجري
سلوري
سن
ڪڙي
پاڙو سونيال
۽ نونيال
لکن
شجرو
الڳ
آهي
قليچ
وحيد
لنگ
اولاد راڄڙ خان
ساحق
شمشير خان
جمس خان
ڪل جند خان
ڪلو خان
جيندر خان
پاڙو
چندرال
پوچو خان
پاڙو
پوچوال
فرنيس ملڪ
زاهد خان
همت خان
خاڪي خان
بوڙا خان
چنگش خان
ڏونگ
ملڪ بوگا وفات 776 هجري پاڙو
بگيال
ملڪ هيبت خان
ٿهور
عيسيٰ
باريڪ
ملڪ هيسبا خان
سيراب خان
شرم خان
بائب خان
طالب خان
نظر خان
جبير خان
سدني خان
نوروز خان
سيد علي
سنگر
رنوي خان
ٽڪر
سنگر
صاحب
جبير قلي
قادر قلي
عبدالله
باج معمور
سرخرو
حيات
شڪر بدر
اشرف
براهم
ڪامران
ڪالو خان
حسا خان
باجو خان
راجا همت خان
مصطفيٰ خان
ذڪريا خان
نور خان
جلال الدين خان
راجا فضل داد خان


اولاد لکن خان ـ وفات 744 هجري
ملڪ قدو خان ـ وفات 804 هجري
ملڪ گل محمد وفات 859 هجري
سمان خان
لاولد
مها جوده
ملڪ بير
ملڪ سڪندر
ملڪ فيروز
ملڪ بوگا
مير حاڪم خان
ڪياس خان
اولاد ڪيسوال سڏجي
گل محمد خان
الله دتا
جهنڊا خان عيسيٰ خان دنيا خان دولت خان
امير خان
داتا خان
بوڙها خان
بوڙا خان
هيبت خان
تاتار خان لاولد
سلطان محمد خان
براهم خان
شرڪ خان
پهلو خان
نصو خان
بيرڪ خان
بزرگ خان
سنگهڙ خان
حبيب خان
شڪر خان
صلاح خان
ملڪ پيلو
ملڪ احمد
ملڪ نيپ
ملڪ جتر خان
مرزا داد وچ
ملڪ تاتار خان
ملڪ چوڏري
ملڪ ڪهنيا
همد خان
بوڙا خان
مولا خان
سلطان سارنگ خان
آدم خان
شجرو الگ آهي
لال خان
ڪهينا
سلطان ملڪ
خان ملڪ
اولاد ڪونيال سڏجي
سلطان ڪمال خان
ابدال خان
غازي خان
چوچڪ خان
لاولد
سلطان موادا خان
سلطان اجمير خان
سلطان شادمان
عزيز خان
سلطان عيسو خان
خان نظر خان
فتح عمر خان
يار محمد خان
مسافر خان
جان محمد خان
فتح خان
ڏهين پشت ڪانپوءِ
شاهو خان
نعمت خان
خضر خان
الياس خان
ڪمال خان
غازي خان
محمد سعيد خان
حسن بيگ علي گوهر خان
جلال خان
محمد علي شير محمد خان سيد محمد خان
علي گوهر خان



اولاد آدم خان
لشڪر خان
چتو خان
هوشيار بيگ
محمد خان
لهڪن خان
سليم خان
جبر خان
بادل خان
جلال خان وفات 1018 هجري
صادق خان
ديوان علي محمد خان
مرزا شريف خان
ديوان جبار قلي خان
مرزا عمر خان
وفات 1062 هجري سلطان اڪبر قلي خان
محمد قلي خان
قادر قلي خان
سلطان فتح خان
سلطان ميرا خان
سلطان مراد قلي خان
لشڪري خان
سلطان محمد زمان
دولت خان
سڪندر خان
الله داد خان
نظر خان
لاولد
سلطان مبارز خان
عبدالله
هدايت خان
منگو خان
دلاور خان
حسن خان
عاقل خان
عبدالله خان
بخشو خان
قابل خان
نصرالله خان
اصلات خان
ديوان بديع الزمان
مرتضيٰ خان
مصطفيٰ خان
احمد خان
لطف خان
حنيظ خان
سلطان معظم قلي خان
ڪرمداد
عبدالرسول
امانت خان
سلطان محمد خان
خام عالم
سلطان مڪرم خان
گگهڙن جو آخري حڪمران
تاريخ 1177 هجري 1765ع
۾ شڪست کاڌي
ديوان غلام محمد
ديوان محي الدين
ديوان محمد خان
منصور علي خان
نادر علي خان
اسد الله خان ابراهيم خان
شادمان خان
فتح علي
مدد خان
جلال خان علي
حيدر خان
حيات خان
ڪمال خان
فتح علي خان
محمد علي خان
علي بهادر خان
شرف خان
راجا ڪرمداد
راجا سلطان خان
امان علي
بهادر علي
باغ و بهار خان
فتح خان
راجا حسن اختر
فيض طلب خان
علي بهادر
محمد گلزار خان
بوستان خان
جهان خان
خداداد
يوسف خان
الله داد

# لنڊ

تاريخ لنڊ قبيلو ۾ محترم استاد عبدالحق لنڊ پنهنجي ذات متعلق لکيو آهي ته لنڊ قبيلو رند قبيلي جي شاخ آهي، لنڊن جو ڏاڏو مير ريحان، مير چاڪر جي چاچي حسن جو پٽ آهي ۽ چاڪر خان جو سوٽ آهي. هن جي اولاد کي لنڊ چيو سڏيو ويو، ان متعلق مختلف روايتون بيان ڪيون آهن.

(1) ريحان لڙائي ۾ ترار ۽ ڍال کڻي لشڪر ۾ گهڙي پوندو هو. ترار جو ماهر ۽ جنگي جوڌو پهلوان هو. ڪو به سامهون ايندو هوس ته هن جي وار کان بچي نه سگهندو هو. هڪ لڙائي ۾ ڪيتريون ئي ترارون ڀڄي پونديون هيس. ترار جي رنڍي ٿيڻ ڪري رنڊو، لنڊو، لنڊ مشهور ٿي ويو.

(2) هڪ دفعي مير چاڪر مذاق طور، نوڪر جي هٿان ريحان جي گهوڙي جا چپ ڪپرائي ڇڏيا، جيئن ته ريحان گهوڙن ڏارڻ جو ڏاڍو شوقين هو ۽ جڏهن رات جي وقت سجاڳي ٿيندي هيس انهن جي سار سنڀال لهڻ لاءِ چڪر لڳائيندو هو، جنهن ڏٺو ته گهوڙي جا چپ ڪٽيل آهن ۽ هو سمجهي ويو ته اهو ڪم چاڪر خان ڪرايو هوندو، جنهن ڪري هن بدلي ۾ ان جي گهوڙيءَ جو پڇ ڪپي ڇڏيو.

جڏهن ڏينهن ٿيو ۽ ٻئي سوٽ پاڻ ۾ مليا ته مير چاڪر ريحان کي چيو ته تنهنجو گهوڙو ڏند پٽيو کلي ٿو، جنهن تي هن وراڻيو ته ها سائين ضرور اگهاڙي (گهوڙيءَ) ڏٺي هوندائين. مير چڪار سمجهي ويو ۽ نوڪر کي موڪلي احوال ورتائين جنهن ڪيس گهوڙيءَ جي پڇ ڪٽجڻ جي ڳالهه ڪئي، تنهن کان پوءِ ان کي چيائين ته ”لنڊا نه مڙئين پڇ ڪپي آئين“ انهيءَ ڪري ريحان لنڊا سڏجڻ لڳو ۽ پوءِ لنڊا مان ڦري لنڊ مشهور ٿي ويو.

بلوچ ڪنفيڊرنسي مير چاڪر جي اردگرد ڪانسواءِ ٻاهر وڃي ئي ڪو نه ٿي ۽ ان سان من گهڙت ڳالهيون گهڙي هڪ افسانوي روپ ڏنو ويو آهي. پهريان ته بلوچ جي حاڪميت ۽ سلطنت و بادشاهي گهٽ ۾ گهٽ ننڍي ڪنڊ ۾ نظر نه ٿي اچي جو هر وقت ترار هٿ ۾ هجي ۽ ويڙهاند ڪندا، ملڪ ۽ علائقا هٿ ڪندا وڃن ۽ بقول مير چاڪر جي جنهن ۾ هن کي لنڊا سڏيو آهي، تنهنجو مفهوم آهي. ڇڙواڳ جنهن جي اڳيان پويان ڪجهه به نه هجي ۽ اوارا گردي ڪندو وتي اج به سنڌي ۾ اهڙن لاءِ لفظ ”لنڊا“ استعمال ٿيندو پيو اچي. مطلب اهڙو شخص جنهن جو ڪو به ساٿي نه هجي ۽ ٻي يارو مددگار هجي.

ايم - لونگ ورٿ ڊيمز جنهن گهڻو وقت بلوچ قبيلن تي تحقيق ڪئي هئي، جنهن کي اڪثر عالم مسند سمجهندا آهن، هن بلوچ قبائل ۾ لکيو آهي ته لنڊ فارسي، لفظ آهي جنهن جي معنيٰ احمق طور استعمال ٿيندي آهي. جڏهن ته فيروز اللغات ۾ لنڊ جي معنيٰ طور لکيل آهي سر ڪٽيل دڙ، ڪٽيل (وڍيل، ٽڪرا ٽڪرا ٿيل) انهيءَ وڻ جو ٿڙ جيڪو سڪي ويو هجي جنهن ۾ ٽاريون ۽ پن نه هجن.

گل خان نصير ڪوچ و بلوچ ۾ ڊيمز جي حوالي سان ئي لکيو آهي ته لنڊ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ اها آهي جيڪا رند جي آهي يعني بدمعاش، عياش ۽ آواره هو وڌيڪ لکي ٿو هڪ روايت جي مطابق ان کي بيوقوف جي معنيٰ ۾ چيو ويندو آهي، پر مون کي ڪا به خبر نه آهي ته اهو ڪڏهن ان معنيٰ ۾ استعمال ٿيو هجي. اهڙو ڪو به سبب معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته هن قبيلي کي ڪهڙي سبب جي ڪري لنڊ سڏيو ويو. باقي مير چاڪر واري روايت تسليم ڪرڻ جهڙي ڪونهي ته رات جي وقت گهوڙي جا چپ ۽ گهوڙيءَ جو پڇ ڪٽجي وڃي ۽ اهي جانور ڪا به مزاحمت نه ڪن تعجب جهڙي ڳالهه آهي جو اهي سڄي رات رت وهائيندا رهيا ۽ صبح جو صحيح سلامت هجن. حقيقت اها آهي ته مير

چاڪر سان اهڙيون ڳالهيون ۽ روايتون منسوب ڪيون ويون آهن جو بلوچ ڪتاب ۾ م-ڪ پيڪولين هن کي بلوچن جو افسانوي سربراهه ڪري لکيو آهي. هتورام جي مطابق هنن کي ڦرلٽ ڪرڻ جي ڪري لنڊ چيو ويو.

مسٽر لانگ ورٿ ڊيمز جيڪو سن 1875ع کان 1896ع تائين قلاتي بلوچستان ۾ رهيو. تنهن ملازمت دوران مختلف بلوچ متعبرن، شاعرن ۽ راوين کان قديم بلوچي شاعري ڳڏي گڏ ڪئي، جنهن کي هن پاپولر پوئٽري آف بلوچيز جي عنوان سان انگريزي ترجمي سان 1907ع ۾ رائل ايشيا ٽڪ سوسائٽي لنڊن پاران ڇپرايو، جنهن جو ترجمو جسٽس خدا بخش مري قديم بلوچ شاعري جي نالي سان ڪيو، جنهن ۾ بلوچي حسب نسب متعلق شاعري "دپتر شير" جي نالي سان ٿيل آهي، تنهن ۾ لنڊن قبيلي جو ڪو به ذڪر ٿيل ڪو نه آهي ۽ ڪوچ و بلوچ ۾ گل خان نصير ان کي نقل ڪيو آهي، جيتوڻيڪ بلوچ ۽ ان تي تحقيق ڪندڙ لکن ٿا ته هو هڪ وڏو قبيلو آهي جيڪو ٻن تمندارن ۾ ورهايل آهي، يعني هڪ سوري لنڊ ۽ ٻيو ٽبي لنڊ، پهرين جو تعلق شادن لنڊ ضلعي ديرو غازي خان سان آهي، جڏهن ته ٻئي جو تعلق ضلع راجڙپور (موجوده راجن پور) سان آهي ۽ ميرپور ماٿيلي وارن لنڊن جو تعلق شادن وارن سان آهي. هتورام جي تاريخ گل بهار بلوچ قبائل جي مطابق ميرپور ماٿيلي وارو لنڊ قبيلي جو سربراهه جادو خان نالي وارو هو جيڪو ديره غازي خان کان لڏي آيو هو. انهيءَ نسبت سان ميرپور ماٿيلي واري سرداريءَ جو پاڙو جاداڻي آهي.

ڪاڪي پيرو مل مهر چند آڏواڻي سنڌ جي هندن جي تاريخ ۾ لنڊ ذات جو ذڪر ڪيو آهي جيڪي سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڪافي تعداد ۾ رهندا هئا، جن مان اڪثريت پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ 1947ع کان پوءِ لڏي هندستان هليا ويا. هنن لنڊن ۽ انهن لنڊن جو هڪ ٻئي سان ڪو به سماجي، معاشرتي ۽ نسلياتي تعلق ڪونهي ۽ مسٽر ڊينزل ابٽسن هنن متعلق لکي ٿو ته هي خالص بلوچ نه آهن ۽ محترم جسٽس خدا بخش مري بلوچستان تاريخ جي آئيني ۾ لکي ٿو ته هي قبيلو ڪيترن ٻين بلوچ قبيلن جو مرڪب آهي. هي رند هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن.

## پاڙا_ سودي لنڊ

1) حيدرائي 2) گهمراڻي 3) سبزاڻي 4) جمواڻي 5) نٿواڻي 6) ممداڻي 7) قمبراڻي 8) ياراڻي 9) سرياڻي 10) بالڪاڻي 11) ڪلياڻي 12) ٺينگاڻي 13) هتواڻي 14) گرزاواڻي 15) گڄاڻي 16) لڏاڻي 17) جنگواڻي 18) مرياڻي 19) قاسماڻي 20) برناڻي 21) ڇتواڻي 22) لڏاڻي 23) صدقاڻي 24) ڇٽاڻي 25) مهراڻي.

## پاڙا ٽبي لنڊ

1) ميواڻي 2) چولاڻي 3) شنباڻي 4) رندڪاڻي 5) ڪنداڻي 6) ڪمالاڻي 7) چاندراڻي 8) پيرڳاڻي 9) گجوراڻي 10) ميلواڻي.

## شجرو سوري لنب ـ هتورام جي مطابق



## شجرو ٽپي لنڊ ـ هتورام جي مطابق



## شجرو لنڊ سردار - ميرپور ماٿيلو - استاد عبدالحق لنڊ مطابق



# ڪھڙو

ڪھڙو ذات وارا لاڙڪاڻي ۽ خيرپور ضلعي جي ڪچي جي ايراضي ۾ رھندڙ آھن. ھنن جا ٻه ڳوٺ ڪھڙا ۽ عاقل مشھور آھن. محترمہ حميده ڪھڙو جي لکت موجب تہ ڪھڙا سمن جي ابڙي پاڙي مان آھن ۽ پاڻ کي کھر جي آڪھہ سان ڳنڍين ٿا. جيڪو ٽن ڀائرن مان وڏو ھو جنھن جا ٻيا ٻہ ڀائر ھڪ ٻئي پٽيان ڪھاوڙ ۽ ڇنو ھئا جن جي پٽيان بہ سندس اولاد ڪھاوڙ ۽ ڇنو ذاتين سان سڏائي ٿي.

محترمہ حميده ڪھڙو ۽ ٻين ڪھڙن جي چوڻ موجب تہ ڪھڙن جي مخدومن وٽ ڪجھہ ارڙھين صدي جا قلمي ڪتاب ۽ مسوده موجود آھن جن ۾ ڪھڙن لاءِ لکيل آھي تہ ھو امر جيڪو ابو الحڪم جي نالي سان سڏيو ويندو ھو تنھن جي خاندان سان تعلق اٿن. جيڪو حضرت محمد ﷺ جن جي خاندان جو فرد ھو، جنھن کي ابو جھل جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، ھنن جي چوڻ موجب ڪھڙا اصل ۾ ابو جھل جي پوٽي سمون جي اولاد آھن جيڪو حضرت علي رضي الله عنه جي خلافت جي دور ۾ مسلمان ٿيو ھو. حضرت امام حسين جي شھادت کان پوءِ ھو مدينو منوره ڇڏي شام ھليو ويو ۽ مروان جي نوڪري اختيار ڪئي ۽ ھو وليد بن مالڪ جي وقت ۾ محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ آيو ۽ اتي شھيد ٿي ويو.

ڪھڙن ۾ ٻين سنڌي ذاتين وانگر پاڻ کي عرب نسل جو ثابت ڪرڻ لاءِ ٻي ڪا بہ واٽ نہ ڏسي ڪٽي ابو جھل جي اولاد سڏائڻ بھتر سمجھو. پھريان تہ سمون نالو سنڌي آھي نہ ڪوئي عربي نالو آھي. ان ڪانسواءِ اھو بہ ممڪن نہ آھي تہ سمون ابوجھل محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ شامل ھجي ڇاڪاڻ تہ حضرت علي 21 رمضان 40 ھجري ۾ شھيد ٿيا ۽ وليد 10 شوال 86 ھجري ۾ تخت تي ويٺو. محمد بن قاسم 92 ھجري ۾ سنڌ جي سرحدن ۾ داخل ٿيو. يعني حضرت علي رضہ کان 52 سالن بعد سمون سنڌ ۾ آيو. ابو جھل حضور جن جا ھمعصر ھئا ۽ سندس ھي پٽ حضرت علي وقت ۾ مسلمان ٿيو. جنھن جي عمر انداز چاليھن کان پنجاھہ سال ھوندي. اھڙي طرح ھن جي سنڌ ۾ داخل ٿيڻ وقت ۾ عمر اٽڪل ھڪ سئو سال جي لڳ ڀڳ ھوندي يا گھٽ ۾ گھٽ اسي سال کان مٿي ھوندي. انھي عمر وارو محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ شامل ٿي ڪو نہ ھو ڇاڪاڻ تہ سنڌ ملڪ ھڪ تہ پري ھو اوڏانھن سفر ڪرڻ ڏکيو ھو ۽ عرب سنڌين کان خوفزده ۽ ڊنل ھئا جنھن ڪري انھن نوجرانن تي مشتمل لشڪر سنڌ روانو ڪيو ۽ ان بعد ۾ مددي لشڪرن ۾ بہ جوانن ۽ گھٽ عمر وارن کي روانو ڪيو ويو ھو ۽ ان وقت لشڪر جي فوجن سان سندن ڪٽنب يا گھر واري گڏ ڪو نہ ھئي. تنھن ڪري اھو چوڻ سراسر غلط بياني تي آھي تہ ڪھڙو ذات وارا سمون پٽ ابو جھل جي اولاد آھن ۽ سندن تعلق حضور جن جي خاندان سان آھي.

حقيقت اھا آھي تہ ھي مقامي نسل جا ماڇو آھن، شيخ صادق علي ھنن کي مھاڻن ۾ شامل ڪيو آھي ۽ مقامي روايتن موجب بہ ھي مھاڻا آھن. اصل ۾ ھي ڪھڙو نہ پر ڪوھڙو آھي. جيڪو تلفظ ۾ آساني ڪري ڪوھڙو مان ڪھڙو ٿي ويو. مرزا قليچ بيگ پنھنجي ڪتاب قديم سنڌ ان جا مشھور شھر ۽ ماڻھو ۾ بہ ڪوھڙا ڪري لکيو آھي.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي ليکڪ لکيو آھي تہ ھنن جي اصل ڪرت ڪوسلا ۽ ٻيڙيون ٺاھي دريائن تي گذر سفر ڪرڻ ھو. اصطلاحن ھو دريائن جا رھاڪو، ٻيڙين ٺاھڻ جا ڪاريگر وادا ملاح ھئا.

جيئن تہ مھاڻن يا سنڌي ذاتين جا ڪيترا پاڙا، سندن ڪرت، رھڻ وارن ھنڌن ۽ وڏن جي پويان سڏيا ويا. اھڙي طرح مھاڻو قبيلي جي ھن ذات جو تعلق بہ ڪرت سان آھي. اڳ ئي دور ۾ وڻ وڍڻ لاءِ ڪھاڙو استعمال ٿيندو ھو ۽ باقي ڪم بہ

ڪهاڙي ڪان ورتو ويندو هو. مهاڻن جا هي ماڻهو ڪو سلاءِ هيڙين ڻاهڻ لاءِ ڪهاڙي ۽ ڪرڻ ڪان ڪم وٺندا هئا تنهن ڪري مٽن نالو پيو يا سڏيا ويا ڪوهڙا يعنيٰ، ڪهاڙي ۽ ڪرڻ وارا پوءِ ٿي ويا ڪهڙا يا ڪهڙو.

رابطي ڪرڻ تي هن ذات وارن مان ڪن پاڻ کي قريشي خاندان مان ٻڌايو ڪن عڪرمہ بن ابو جهل جي اولاد سڏايو ۽ ڪن چيو تہ هو حضرت عقيل جي اولاد آهن. سنڌي ذاتين ۽ قبيلن جو رواج رهيو آهي تہ هو پنهنجو منصب ڪنهن عرب خاندان سان ملائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جيئن ثابت ڪن تہ هو پلي پار ڪان آيل آهن پرڄڏهن D.N.A ٽيسٽ ڪرائيندا تہ ڪين خبر پوندي تہ هو مقامي نسل جا ماڻهو آهن. پر هن وقت مهاڻو يا ميربحر سڏائڻ عيب محسوس ڪن ٿا.

هن ذات مان مرحوم محترم محمد ايوب کهڙو نالي وارو ٿي گذريو آهي. جنهن جو شمار سنڌ جي مشهور سياستدانن ۽ زميندارن ۾ ٿئي ٿو.

## مرحوم محمد ايوب کهڙو جو شجرو



# نائچ

نائچ قديم سنڌ جو قديم ترين قبيلو آهي. جيڪو نائچ پڻ ملهي (ملي) جي نالي پويان سڏيو ويو، هي خالص سنڌي قوم جو قبيلو ۽ ذات، گهراٽو، آکهہ، نک ۽ گوت آهي.

قديم سنڌي خاندانن جو ذڪر دنيا جي پهرين ڪتابن جن کي عام طور ويد چيا وڃن ٿا. جيڪي اٽڪل ٽيهہ هزار قبل مسيح سنڌو درياءَ ان جي پرتي ڪنڌڙ ۽ معاون دريائن جي ڪناري لکيا ويا هئا. اهي شروعاتي پرماتما يعني الله تعاليٰ جا گيان آهن جن متعلق مان سنڌ جي تاريخ ۾ گهڻو ڪجهہ لکي چڪو آهيان. اهي قديم سنڌ جي قديم رشين ۽ لوڪن پنهنجي مادري زبان سنڌي جي رسم الخط جنهن کي مان گڏيل طور قديم سنڌي چوندو آهيان. جن کي عالم، موڙا، مندا، فراڪي، خروشطي ۽ پالي چون ٿا. تن ۾ سرجيو هو. عالمن جو چوڻ آهي تہ اهي قديم ويد يعني رگ ويد، يجر ويد، سام ويد، اٿرويد خالص سنڌي لوڪن قديم سنڌي رسم الخطن ۾ تحرير يا سرجيا هئا. ان بعد برهمڻ يا هندي ماڻهن، انهن سنڌي ڪتابن کي ڪٽر پڻ جي بنياد تي سنشڪت (ملاوتي-سنسڪرت) ۾ ترجمو ڪيا ۽ اصل نسخ غائب ڪري ڇڏيا. جيئن قديم سنڌ جي حقيقت ۾ ميراث ختم ٿي وڃي پر سنڌي راٺ قبيلن ۽ انهن اهل (ميراثي) سرتن وٽ سينن ۾ نسل درنسل محفوظ ٿيندا پيا اچن جنهن ڪري اهي محفوظ رهيا.

رگ ويد جو قديم سنڌيءَ مان سنسڪرت بہ ترجمو شاڪل شاکي 1500 ق.م ۾ سنڌوءَ جي ڪناري ايوڌيا جنهن کي اڄ ڪلهہ پاڪ پتن يا پاڪ پٽڻ چون ٿا. وٽ ڪيو هو. جيڪو ڏهن وڏن جلدن تي مشتمل آهي.

چاروڪ نالي هڪ شخص شاشتر ۽ لوڪات شاستر سنڌي ۾ لکيا هئا. اپنشد 112 جلدن تي سنڌي هندي ۾ موجود آهي. جن ۾ سنڌي قبيلن جو ذڪر آهي.

جيئن تہ اپنشد بہ ڪيترن سنڌي، هندي قبيلن جو ذڪر آهي. تنهن ۾ نائچ (نڄوي، نڄوي/قبيلي جو بہ آهي. نائچ خالص سنڌي هندي ٻولين جو لفظ آهي جنهن جو مطلب آهي. موٽو، تازو، توانو، صحتمند، خوشحال، خوش و خرم، ان ڪري ان صحت مند نسبت سان نائچ کي ڊودا، ڊوڊي، ڊوڊهہ بہ چوندا هئا. اڄان سوڌو ۾ هڪڙا نائچ پاڻ کي ڊوڊي نائچ ٿا چورائين. جيڪي سرائيڪي پٽي سينٽرل پنجاب ڏکڻ پنجاب، پوٺوار، مشرقي پنجاب هندوستان ۾ ڪثرت سان رهن ٿا. ڊوڊهي هڪ علحده ۽ لهجن قبيلو آهي اهي ڊوڊهي جاٽ ۽ راجپوت ٿا سڏجن.

برصغير جي مختلف علائقن ۾ زبانن ۾ نائچ جي، نائچ، نيچ، نچ، نائيچ، نئيچ، نانچ، نرئتيا، لچوي، نچوي، پنج (پنچ پائو) وجهي- بالڪا- ناهيچ بہ سڏين ٿا.

نائچ کي افغاني لوڪ پنج (پنچ) پائوٽا ڪوٺين. تاجڪ لوڪ نائچ کي نيچ ٿا سڏين. فارسي لوڪ ناهيچ ٿا چون پاڪستان ۾ نائچ کي وڏيرو، رئيس، سرائي ۽ ملڪ ٿا چون. هي لقب آهن.

نائچ ذات خاندان، قبيلہ کي مختلف زبانن ۽ ملڪن ۾ هن طرح سڏين ۽ لکن ٿا. جنهن جو ذڪر مان مٿي ڪري چڪو آهيان ۽ هت نائچ ذات جو نشان بہ ڏيان ٿو:

| | |
|---|---|
| سنڌي- پنجابي- اردو | نائچ- نائچہ |
| انگريزي ۽ رومن | Naich- Meech |
| فارسي- ايراني پهلوي | ناهيچ- فراڪي |
| هندي | [illegible] |
| موڙا-مندا خروسطي-فراڪي | [illegible] |
| پالي | [illegible] |
| سنسڪرت | [illegible] |

ياد رکو ته ننڍي کنڊ خاص ڪري راجستان، راجپوتانه، گجرات، بيڪانير، جوڌپور، رام پور، جئي پور، ٻاڙ مير، مهاراشٽر، آسم، مشرقي پنجاب، ڳاهوڻي ڳور ڪاليند، مرهٺا ۽ پاڪستان جي علائقن، سرائيڪي پٽي (ڏکڻ پنجاب) ٻهاولپور، يزمان، لياقت پور، خانپور ڪنورو، رحيم يار خان، وهاڙي، ٻهاول نگر، فورٽ عباس، فورٽ مروٽ، نائچ، اسلام ڳڙهه، رکن پور، نائيچان والا، ڪرهوڙ، ميسلي، موج ڳڙهه، لوڌران، ليه، ديراجات، راڄن پور خاص ڪر (چولستان)، ٿل، نورپور ٿل خوشاب، مظفر ڳڙهه، ميانوالي، ٻکر، ديره اسماعيل خان، ناٽڪ، ڪولاچي، لڏا، دريا خان ، فتح جنگ، سرگوڏا ۽ جهنگ ۾ سنڌ جي ٿر، اڇڙي ٿر ۾ به سنڌي راٺ قبيلن جا جانورن تي ڏنپ/نشان، مٽي، رانن، ڳلن تي لڳل هوندا آهن. اُتان جا رهواسي اهي نشان ڏسي، پڙهي جانورن کي سڃاڻي ٿا وجن ته هي جانور ڪهڙي سنڌي قبيلي جا آهن. گم ٿيڻ جي صورت ۾ اهي نشانن تي جانور پڪڙجي پون ٿا ۽ اطلاع ڪيا ٿا وجن. نائچ خاندان جا اٺ هندوستان هليا ويندا هئا ته انهن نشانن جي ڪري، نائچ خاندان جا سمجهي، اٺ ڪين بغير پنگ جي واپس ڪري ڏيندا هئا. اهڙو اطلاع هند جا نائچ ڪندا هئا.



(پالي ٻولي جو نشان نائچ قبيلي) (پراڪرات ٻولي جو نشان نائچ قبيلو) موڏا، مندا، فراڪي، خروسطي (سنڌي)رسم الخط جا نشان، نائچ قبيلو

ڳئون ۽ ڏاند جي ساڄي ران، ٽنگ تي، اٺ جي ٻنهي ڳلن، ٻڪري ۽ رڍ پوين ٻنهي ٽنگن تي.

نائچ قبيلي جو ذڪر ٻين سنڌي قبائل سان هيٺين قديم ڪتابن ۾ ملي ٿو. مثلاً ويد، ساشتر، ويدڪ انڊيڪس، رگ ويد چرڪا کهاٽيون انادي ورٿي، پراڻ، اگند، نگند، رند ايوب (يوباب) سفر اديوب، اپنشند، مهاپارت، رامائڻ، مهاوند جا ٽڪ، چٽاننگ، پڳوت، سوتر، شاستر، ٻوڪات شاستر وغيره

هينئر مان اوهان کي ويدن جي زباني ٿو ٻڌايان جن ۾ نائچ ان جي پيءُ ملهي ۽ ان جي سماتري پائرن ۽ لاتعداد سنڌي ذاتين جو ذڪر هن طرح ملي ٿو. مفصل ذڪر هن ڪان پوءِ به پڙهندا. نائچ جا سماتري پائي بند هي آهن: پُنه، ڏهر، نائچ، شجرع، لانگاهه، هنن جي ماءُ جو نالو سوتلي هو.

## ويدن جي زباني:

اڇوته ويدن جي زباني نائچ خاندان بابت پڙهون. ويدن ۾ لکيل آهي ته جڏهه، سرسوتي، هاڪڙو، سپت سنڌو (اباسين) ڪُبها، سرس وتي، آپيا، رسا، ڪرمون، گنگا، [illegible]، برهم پترا، سرايو، هيرو، هيداسپس، آپيا، وپاش (بياس)، شبتري (ستلج)، بروشني، ايراوتي (راوي)، مُولا (بولان)، واڳان، سوستو (سوات)، ڪراتا، ريٽي، ڳوڙهيلو، سوئي، شبي، بيگاري، ڪچي، ٿل، ناڙي، رني، ڳرچاٽ، لياري، ملير، نڪي باريان، ڇهون، حب، ڪاتيجي، سيورا، چندر ڀاڳا (چناب)، سمني (ناڙي)، يمنه (جمنه) وسطه (جهلم)، پنج ناهت، شتري (ستلج) ۽ ٻيا ڪيترين نديون، نالا، ڍنڍون، ڍولا، پاڻي سان ٽمٽار هوندا هئا ۽ مٽي ذڪر ڪيل ندين، دريائن ۾ پاڻ ڇوليون هٽندو هيو. مطلب پرپور وهندا هئا. سپت سنڌو جو ڪو ڪنارو نه هوندو هو. هر طرف پاڻي پيو پهچائيندو هو مان ڪري هن کي پرالو دريا يا سيحون به چوندا هئا.

ويد لکن ٿا ته انهن دريائن، ندين، ڍنڍن، ڍورن جي ڪنارن تي سنڌي لوڪ آباد هئا. جيڪي اڪثر ڌرمي (مذهبي) لوڪ هئا ۽ آهن. انهن سنڌي لوڪن جو شروعاتي ڌرم شيئو شنڪر (آرم) جو ڌرم شانتي ڌرم.

جنهن کي فطرت جوڌرم (سنڌو ڌرم) ٿا سڏين. بقول ويداس، فلاسافي آف ويداس پرلس آف ويداس ۾ لکيل آهي ته شيئو شنڪر (آدم) پهريون انسان ۽ ان جي زال شڪتي اهو ياروني، سرله کي (پرماتما) ٻنهي هٿن سان سرزمين سنڌ تي ٺاهيو ۽ پرماتما هن کي پورا نالا سيکاريا جيڪا ٻولي هئي. ان کي سنڌي ٻولي ٿا چون جيڪا بعد ۾ سرجاني سڏجڻ لڳي. جتي شيئو شنڪر کي ٺاهيو ويو ۽ ان مان شڪتي (حوا) کي جنم ڏنائين ۽ رهائش پذير ڪرايائين. انهي جاءِ جو نالو (ناد) ويدن جي زباني ۾ لکيو ويو آهي جنهن جو مطلب باغ ادن آهي. ادن سنڌي ٿا چون انگريز ناد سنڌي سنسڪرت ۾ ٿا چون. بقول عربي لوڪ هن کي عدن ڪوٺيندا هئا. جتان (4) ورڻ ٿا نڪرن جن مان هڪڙي جو نالو سيحون آهي جيڪو

سنڌو درياءَ آهي.. جنهن کي باغ عدن ٿا ڪوٺين. اهو علائقو هاٽوڪو ڪشمير آهي. جيڪو قديم سنڌ ۾ شمار ٿيندو هو. بحوالہ نور نامون (Myths of Regents of 6 Rivers rally) بقول، عطاءُ الله ضيا جي هن پنهنجي ڪتاب مٿس ۽ ريگاردس ۾ ثابتيون ڏيئي ثابت ڪيو آهي تہ دنيا جو پهريون انسان (آدم) سنڌ ۾ ڻاهيوويو هو. سنڌ اهو واحد خطو هو جيڪو اوير ۾ هيو. هتان انسانن جي Migrations دنيا جي مختلف علائقن ۾ ٿي. آدم جي پڻن ۽ پوٽن، جون قبرون بہ سنڌ ۾ ٻڌايون ٿيون وڃن. (وڌيڪ لاءِ ڏسو منهنجي لکيل تاريخ سنڌ-جلد پهريون، حصو پهريون)

عطاءُ الله ضيا باب (10) ۾ جره ڪئي آهي. آدم ڪير هو؟ هن ثابت ڪيو آهي دنيا ۾ پهريون تخليق ٿيندڙ انسان جنهن کي آدم ٿا سڏيون. سرزمين سنڌ (Vally of Six Rivers) ۾ تخليق ٿيو.

ويدن جي زباني موجب تہ مٿيان ذڪر ڪيل دريا، نديون، جڏهہ پرپور وهندا ۽ وهنديون هيون:

انهن جي ڪنارن تي سنڌي لوڪ آباد هئا ۽ آهن جن کي ويدڪ لوڪ شاستر صابئين، سن ٿال ۽ بقول لال بخش نائچ آريہ لوڪ چيو ويندو هو. چاڪاڻ تہ اهي ويدڪ آريہ لوڪ صابئين سنڌي هئا جن وٽ مذهبي ويد ڪتاب آهن. ان سان گڏ ساشتر بہ انهن وٽ هوندا هئا. چاڪاڻ تہ سنڌ جا ماڻهو ڌرمي هئا. فطرت جي مذهب ڪان پوءِ مانو (نوح) جي ڌرم پوئلڳ ٿيا. پاڻ کي صالين هدايت سڏرايائون. صابئين مان (2) تاريخ اقوام جتان (راءِ مُبين خان) جهولري حصار 1821، قلمي دستاويز، ص311 تي ۽ ص221 تي هن طرح لکي ٿو:

جڏهن سرسوتي، هاڪڙو، سپت سنڌو وهندا هئا تہ انهن جي ڪنارن تي سنڌي آريہ ۽ جاٽ لوڪ آباد هئا تن لاءِ هڪ نهل (ماڪي) جهڙي، حقيقي روايت موجود آهي تہ انهن سنڌي آرين ۽ جاٽن مان (5) وڏا قبيلا آباد هئا. جن جو تعلق ملي (مهلن) ملهي خاندان سان هو. ملهي خاندان کي وير (ويرن، ڊرائيڪي) اوپائي لمحہ بہ چوندا هئا. انهن لاءِ هن طرح لکيو ويو آهي

سنگلي، جهان دي ڏاڏي
سولڪي (سوڍي) جنجهان دي امان
ملهي دي (5) پترا
پُنہ-ڏهر نائچ شجراءِ تي گنگاه(ص311)

راءِ مُبين خان ص 221 تي لکي ٿو: 18 صدي عيسوي تائين پتن مناره جنهن کي مقامي ماڻهو سنج سيڪڙي چون ٿا. وڏو آباد شهر هو اُتي سڪندر جي حملي وقت هتي بيشمار سنڌي جاٽ لوڪ آباد هئا. جن ۾ ملهي خاندان جي اڪثريت هئي. لال بخش نائچ مطابق خاص ڪري نائچ ۽ پُنہ. اڄ بہ اُتي وڏا قبيلا جاٽ سڏجن ٿا. پتن مناره- ڪافي آباد شهر هو. 18 صدي تائين اوچ ۾ هو. هتان جا جاٽ ٻڌمت جا پيروڪار هئا. اتي هڪ خوبصورت مندر بہ آهي. هي 100 مربعہ ميل تي پکڙيل هو. هتي شهر کي 4 دروازا هئا. الوري- ماتهيا، ملتاني- دهلي- هتي هاڪڙو/ گهاگهرو دريا وهندو هو.

ان جي ڪنارن تي هيٺيان جاٽ سنڌي قبائل آباد هئا.
ابڙو، ملهي، نائچ، پنو، لنگاه، ڪانيا (سيلرو، سيال، سنگڙيال، بکڪ، ٻگهيہ) ٻچہ، نول، سهاوڻ، ورڪ (وڙچا)، سائينرو، آلادو، مهر، ميتلا، جويہ، کهري، مزار، چيوڙا، چاچڙ، سڏايہ، سرڙ، ڌاريجا، واگهو، ووگهڙ، پنون، پنگو، پنوها، چنون، چنڙ، هيڙ، هرڙا، آهير، مان، راٺوڙ، دليسوال، ڈلا، سودرڪش، جهونگل، سونيترا، نون، نمرا، وان (واني)، بين، آهير، ٻڙيال، سنگڙيال، پنيريال، اگروال، گريوال، ساهو، سڄڻ، گوندل، چاهل ، تور، جهواڻ، پٽي، پوپٽ، بجار، اونڙ، لاڙ، پاگو، (پاگٽ، پيرڙ، پيلا، روڪ، سولنڪي) سها، کهاوڙ، ٻپر، پرهون، پرهار، مهار، مهلي، سمہ، سومرا، پرمار وغيره.

جڏهن سنڌو دريا رخ بدلايو. سرسوتي سڪي وئي. هاڪڙو بہ سڪي ويو تہ هتان جا سنڌي خاندان جن کي جاٽ چوندا هئا. سي لڏي پنجال راجستان هليا ويا. هنن ۾ هجرت ڪندڙ جت جاٽ خاندان هن طرح هئا. جن جا مائٽ مٽ اوڏانهن اگ ۾ بہ وسندا هئا.

(1) ابرو (ابيرا) ، پُن، گٽ، وان، بين ، ٻڙيال، پاگو، ٻُڙا

(2) سها (سهتہ) مان، ماهر، چاچڙ، جويہ، لنگاه، پاگٽ، بب، تور (تومرا)، ڏاهر، ٻپر، پتڙ، چنڙ، لاڙ، پٽي، برياه، برفت، ملهي (ويرن)

ڪانيا (سوائر) برڙا، برڙي، پنہ، هير، ميتلا، منڊ، ساندڙا، نائچ (نرئتيا)، پرهار، گهلو، کهاوڙ، چهواڻ، پانيہ، نون، نمرا، نند پاني، نرگ، نندڻ، جاڳيو (جوگيہ)، گهاگهرو، جي ڪنارن، اجمير ڪان، سکر تائين اهي قبيلا آباد هئا ان بعد ڪجھ قبيلن گجرات طرف هليا ويا. انهن مان ڪجھ قبيلا بيڪانير، جوڌپور بہ وڃي آباد ٿيا. اجان سوڏو، نائچ، سيال، مهار، جويہ، چهواڻ، سها (سهتہ) آباد آهن. انهن مان ڪجھ

سنڌي جاٽ قبيلا فيروشاهه جي زماني ۾ مسلمان ٿيا. ان ڪانپوءِ وادي هاڪڙو جڏهن ٻيهر آباد ٿيڻ شروع ٿي تہ اُتان ساڳيا ڪجھ قبيلا هجرت ڪندڙ ٻيهر، سوڍي جي جهوڪ (بهاولپور) واپس اچي آباد ٿيا. تن ۾ مهر، رڪن پورب نائچ، لاڙ، ابڑا، سهڙ، لنگاهہ، پڻ، پني بہ آهن.

انهن مٿين سنڌي مهاجر قبيلن مان جن ڪي جاٽ چئبو هو. گنگا ۽ جمنہ جي وادي ۾ بہ وڃي آباد ٿيا جتي اڳ ۾ هنن جا عزيز آباد هئا.

اوچ جنهن ڪي يوناني ۾ سڪن قبيلا نائچ جاٽ سڏيندا هئا. (آسٽرو، بوٽر، نائچ) بہ سڏيندا هئا. جتي نائچ قبيلو اڄ بہ ڪثرت سان آباد آهي. يوناني لوڪ نائچ خاندان ڪي وجهي ۽ بالڪا بہ چوندا هئا. ايرن، پٽالمي ۽ ٻين لکيو آهي تہ آسٽر بوسٽر نائچ قبيلو اوچ تي حاڪم هو ان ڪي (وجهي) نائچ بہ چون ٿا. اوچ نائچ خاندان جي سلطنت جو گادي جو هنڌ هو. هي شهر راءِ گڌ ڏنڌال بچہ نائچ آباد ڪيو هو. اوچائي تي آباد ڪرڻ ڪري نالو اوچ پيو. اڄان سوڌو اوچ ۾ نائچ اوچا نائچ ٿا سڏجن. اڄ بہ اڪثريتي قبيلو ۽ جاگيردار اوچ جا نائچ آهن. راءِ گڌ نائچ سنڌي، سرائيڪي جو وڏو شاعر هو. هن ڪيترائي شهر آباد ڪيا. حاليہ سنجرپور، ڪوٽ، مٺن، پتن منارا گڌوالا هئا. اوچ، ڪهوڙ ۽ گڏولا (يزمان) ۾ گڌ نائچ بادشاهہ هو. هن جو خاندان اڄا سوڌو گڌولا نائچ سڏجن ٿا.

حاليہ اوچ تي نالو مهاراجہ فوجي خان نائچ ڏنڊڻ خاندان جي ٻن ڏيئرن ٻائي اُوچان ۽ ٻائي سَيستان تي پيو آهي. سيت پورٻائي سيتان نائچاڻي هئي ان ڪري سڏجي ٿو ۽ اوچ ٻائي اوچان نائچاڻي ڪري سڏجي ٿي. مهاراجا فوجي خان نائچ جي خاندان مان سردار ملڪ جند وڏو خان نائچ، ملڪ بشير احمد خان نائچ ۽ ان جي اولاد وسطي ڪچي محمد خان نائچ وارا آهن. هن نائچ خاندان جو تعلق نائچ جي پٽ سوهاڻ (سهاوڻ) جي پٽ ڏنڊڻ سان آهي. هنن شهرن ڏنڊڻ هوٽ پڌو هو.

مُنيابن مهند جو برفت خاندان سان آهي جو تعلق برفت ملڪ بن بچہ خاندان سان آهي. ملڪ ڪي هڪ پٽ ملڪ جوڳيو (جوگيہ) ٿيو. تنهن ڪي 2 پٽ ملڪ برفت خان، ملڪ نومڙ خان هو.

اوچ جو پراڻو نالو يوناني آسٽروبوسٽر نائچ لکيو آهي. ڏسندا تاريخ اوچ ۽ رحيم يار خان بهاولپور جي ڪجھ نائچن سيد جلال شاهہ سرخ پورتن جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. اوچ جي گرد نواح ۾ ڪيترائي موضع باٽ قبيلا نائچ موجود آهن. احمد نائچ، نائچ، لالو نائچ، حاصل نائچ مهند نائچ، طاهر والي نائچ وغيره.

هاڪڙي جي سڪي وڃڻ ڪانپوءِ هجرت ڪري گنگا ۽ جمنا پهتا هئا. تن ۾ نائچ، مهار، ڪاتيہ، سيال، دان (نائچ) نون، تور، جويہ، چاچڙ، ڏاهر، لاڙ، لنگاهہ، ٻيڙ، ٻرڙا، ٻرڙي، هير، ميتلا، سهول، منجراع هئا. جن جا اڳ ۾ بہ عزيز اُتي آباد هئا. اوچ ۽ گرد نواح، گنگا ۽ جمنا وادي هاڪڙا ۾ ڪثرت ۾ جاٽ ۽ ميد قبيلن جي هئي. اڄ بہ اوهان ڪي وادي هاڪڙا ۽ قتل هاڪڙا جي ڪنارن تي قتل آثار ۽ مٿي ذڪر ڪيل جاٽ قبيلا ڪثرت سان آباد آهن. ڪثرت ۾ نائچ، چاچڙ، لاڙ، سيال، جويہ جي آهي بحوالا وادي هاڪڙ ڪي تاريخي آثار از صديق ظاهر ۽ تاريخ جٽانہ مختيار احمد مٿين ص43-42 تاريخ و تعارف رحيم يار خان (پروفيسر سعيد احمد، تاريخ اوچ ، تاريخ اقوام عالم، مرتضيٰ خان.

ويدن جي ڏنل مثال. ڪهاڻين جي تصديق ٿيا بہ ڪيترا عالم پنهنجن ڪتابن ۾ ڪري چڪا آهن تہ نائچ ملهي جي پٽ جو نالو آهي جيڪو قبل مسيح سنڌي قبيلو آهي. جيڪو سڄي دنيا ۾ انهي نائچ نالي سان سڏجي ٿو. نائچ خاندان جي ڪثرت برصغير، فارس، آفريڪا، يورپ ۽ ٻين براعظمن ۾ آهي. پاڪستان جي علائقن ڏکڻ پنجاب ۽ مارشلا خاندان شمار ٿئي ٿو. ضلع لاڙڪاڻي قمبر، شهداد ڪوٽ جا نائچ وڏا جاگيردار هئا هينئر ختم ٿي ويا آهن. سرائيڪي پٽي ۾ تہ ڪهاوتون آهن.

(1) نائچ جي سري خدا ڪنون ڦري. (2) ڪوئي ڪوئي مسلمان باقي سڀ نائچ هن (3) نائچ سرسٽڻ والي قوم ڪيني وغيره.

نائچ خاندان جو ذڪر ويدن جي زماني ٻين عالمن پنهنجن ڪتابن ۾ هن ريت ڪيو آهي. ۽ ڪجھ ڪتابن جا ذڪر مٿي ڪري چڪو آهيان ۽ ڪجھ جا هيٺ ڏجن ٿا:

مثال طور: بهاولپور ڪي سرزمين (ڊاڪٽر زاهد عيل واسطي، V.C پنجاب يونيورسٽي لاهور جي صفحي نمبر 68 ۾ هن ريت فرمايو آهي:

- سنگلي جنهان دي ڏاڏي
- سوڍي جنهان دي ما
- ماهلي جنهان دا ابا
- ماهلي دي پنج پتر
- پنہ، ڏاهر، نائچ، شجراع تي لنگاهہ

مصنف ص158-154 ۾ ب نائچ خاندان جو ذڪر جاتن ۽ بهاولپور ۾ رهندڙ ٻين قبيلن سان ڪيو آهي. خاص ڪري چولستان ۾ مثلا رڪن پور نائيچان والا م نائچ، چنگل، پرهاڙ، ڏاها

علائقہ خانگڙهہ، ٽانوري، ٻوهڙ، ڪونوال، لاڙ، چنن، نائچ، لانگاهہ، علائقہ چاپڙان والا، چاچڙ، مهر، لاڙ، نائچ، شيخ، ڪلر، راڄڙ جهنج، ماڪا.

علائقہ نوان ڪوٽ مهر، پڙهاڙ، لاڙ، نائچ، آهٽا، ڪلر، ڪونوال، پنڌ، لنگاهہ، شيخ،علائقہ ليارا ڪنڌيره ۽ خير ڳڙهہ، مهر، لاڙ، ٽانوري، وڪا، پنڀي، پرهار، اسلام ڳڙهہ، مونڪا، سوترڪ، نائچ، ٽانوري، ڪالر، هنجراع، واڳي، ٻبري، سڳري، برس، چاچڙ، پنڌ، جويہ، ساڙهو، سومره، گرناچ، سان جهڪڙ، ٻانوري، پنوار، ڪوهيري، ٻين ڇهواڻ، ٻوهڙ.

علائقہ منڙا ۽ ڏيراور ۾ نائچ، پرهار، مهر، ڪلوال، پنڀي، پنا، رگهہ، موچڙ، نرگ، لاليڪا، ڪلڪ، ونو ڏيراور، گوندل، گور، چينہ، پرهار، لشاري، جهنج، ليڙ، ماڪا، ماندل، ويسر، ڊوڊي، ٻوڪا، پوڪها، جوڌيہ، مروڪا، ڏڪڙ، ڪلهوڙا، پيا، چنڙ، ران.

ان ڪان علاوه ويدن جي زباني جي تصديق جناب سيد ضامن علي شاهہ حسيني پنهنجن تصنيفن ۾ هن ريت ڪري ٿو:

معارف سرائيڪي ص7 تي لکي ٿو:

- سنگلي، جنهان ري ڏاڏي، سوڍي جهان دي ما
- ملهي جنهان (ڄٽي) پنج پتر
- ڏاهر، پُنڌ، لنگاهہ (نائچ) تي شجرا.
- سڪندر ۽ سنڌ
- سڪندر ۽ پناڻ
- سڪندر ۽ عمر، اعوان
- سڪندر، ملهي ۽ نائچ
- رموز دين
- اصحاب الرس
- سڪندراعظم، هڙپہ، موهن جو دڙو (ڪامگير)
- پتڻ مناره ايرين يوناني، چپائيندڙ، تحقيق و تذڪره، نقاش محلہ احمدپور شرقيہ.

(بحوالہ سمر، اٿرويد، رگ ويد جنڪا ڪهاڻي)

ضامن علي شاهہ حُسيني ساڳئي مصنف، ساڳئي ڪتاب ص220-155 تائين. ملهي خاندان ۽ اُن جي پٽن نائچ، پنڌ، ڏاهر، لنگاهہ ۽ شجره جو خاص ڪري ملهي/ملي قوم جو ذڪر نمايان ڪيو اٿس. حسيني صاحب لکي ٿو، يوناني هيروڊوٽس ۽ ايرن جي ڪتابن پنگولين ڪلاسز نمبر ص 252-234 ۾ لکي ٿو تہ وادي سنڌ جي ملي، ملهي قوم ۽ ان جي اولاد نائچ، ڏهر، پنڌ، لنگاهہ، شجراع ڪي دراصل خالص سنڌي قوم جا قبيلا مڃي ٿو. هي ملهي ۽ ان جا پٽ، سودرڪس خاندان سنگلي، سوڍي، ڪاٺيا، سانسي، چيوڙ خاندان، سنڌ جا بهادر خاندان هئا. جن کي ڪو فتح نہ ڪري سگهيو آهي.

ايرن، سڪندر ۽ سنڌ، سڪندر دي گريٽ ۾ (ملي) ملهي کي ڪيسي پيئرس ڪري سڏيو آهي. ص230-208 تي ملهي ۽ ان جي اولاد کي سنڌي قوم جا خالص، بهادر قبيلا ڄاڻائي ٿو. اهو پهريون پيرو ايرن ۽ هيروڊوٽس ذڪر ڪيو آهي. ۽ لکيو آهي، "هڙپين ڪان ملتان، ملتان ڪان چانڊول، چانڊول (لاڙڪاڻو) ڪان نيرن ڪوٽ تائين ملهي (ملي) خاندان جي حڪومت هئي. انهن ۾ جمهوري نظام هو. ائين جيئن اشوڪ اعظم بڪرما جيت وارن جو هو. هي ٻئي بادشاهہ هرمر (هومر) پٽ توريٽ نائچ پٽ ملهي خاندان جا هئا.

موصوف سڪندراعظم ۽ پٺاڻ، سڪندراعظم ۽ ملهي، نائچ عرمر ۽ پٺاڻ، ۽ رموز دين، سڪندر ۽ هڙپہ اصحاب الرسل ۾ ص62-82-113-198-211 تي هن طرح لکي ٿو، ايرن صاحب فرمائي ٿو سنڌ جا بهادر قبيلا ملي/ ملهي، سوڍي، سودرڪس، ڪاٺيا، چيوڙا، سموا، ماتسيا ۽ سانسي هئا. البتہ ملهي جي اولاد، نائچ، پنڌ، ڏاهر ۽ گنگا، شجراع تمام بهادر قبيلا هئا. جيڪي سائرس اعظم ۽ دارا جي فوجن ۾ نمايان مقام رکندا هئا. فارس انهن جي مدد سان خاص ڪري وجهي (نائچ) جي مدد سان يونان کي فتح ڪيو. اسان وجهي کي بالڪا ۽ ملهي کي ڊرائيڪي ۽ سوڍي کي آڪسي ڊرائيڪي ڪري سڏيون ٿا. عرب لوڪ هنن کي زخ، لمع ٿا چون. سانسي لوڪن ۾ گهلو (مهر گولا) ڏاڍا بهادر هئا.

ساڳي ملهي ۽ ان جي اولاد لاءِ مثال گزيٽيئر آف ملتان 1902 ص138 تي مسٽر ميڪليگن گورنر پنجاب، ملهي پٽ لانگاهہ جي حسب نسب تي لکيو آهي، لنگاهہ، پُنڌ، ڏهر، شجراع ۽ نائچ هڪ ملهي، ماهلي، ملي شخص لاءِ هئا. جن جي ڏاڏي جو نالو سنگلي امان جو نالو سوڍي، ابي جو نالو ملهي هو. سوڍي قوم مان ملهي جي گهر واري هئي. نالو سولکي هيس. ص63 تي لکي ٿو: سوڍا قوم وارن، ملهي/ملي کي چوڪري

نڪاھ ۾ ڏني جنھن مان ملھي کي 5 پٽ لنگاھ، ڏھر، ڀٽہ، نائچ، شجراع پيدا ٿيا جيڪي اڄ بہ انھن نالن سان سڏجن ٿا.

ڪتاب رموز دين ص13-12 تي ملھي ان جي اولاد ۽ سڪندر جي وچ ۾ جنگ جو احوال ۽ ان سان گڏ ملتان ڪان لاڙڪاڻي. موھن جو دڙو (ڪاميگر) ڪان ھڙپہ (گارا) تائين ملھي (اوچائي ڊارائيڪي ۽ آڪسي ڊرائيڪي) سودي خاندانن جي حڪومت ھئي. ڊرائيڪي (ملي) جي پٽ وجھي (نائچ) جي اولاد تور (تومرا) جي پٽ ھومر (ھوم) جي پٽن بڪرما ۽ شدرڪا (شدرا) وارن جي حڪومت ھئي. معارف سرائيڪي جي ص2014 تي لکي ٿو. ملي/سنگالا سودي سنتي خاندان ھئا. جيڪي خودمختيار سڏي قبيلا 327 ق.م ۾ ھئا.

ھنن جوان مردي سان سڪندر جو مقابلو ڪيو ۽ البتہ ملي (ڊرائيڪي، اوچائي) خاندان جي علائقي ھڙپا (گارا) ۾ سڪندر کي لڙائي ۾ تير لڳو بعد جي تحقيق مان ثابت ٿيو آھي اھو تير شور ڪوٽ جي قلعي ۾ لڳو ھو ۽ ھڙاپا پنھنجي حيثيت وچائي چڪو ھو. اھو تير راع اپني (نائچ) وجھي. بالڪا جو لڳو ھو. جنھن سان زخمي ٿيو ۽ موت واقع ٿيس

مئڪگلن گورنر پنجاب 1902ع ۾ ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا ص390 تي لکي ٿو تہ ميراثي، اھل ميراث قبيلو نائچ، ملھي، ھڪ شعر پنھنجي راڄن کي ٻڌائيندا آھن. تہ لنگاھ، ڀٽہ، ڏھر، سجراع نائچ ملتان (ميسان) جي ملھي (ملي) جا 5 پٽ آھن. جن جي اولاد پاڻ کي انھن نالن سان سڏائين ٿا. ساڳيو مصنف ص442 تي نائچ کي نئيچ نيچ لکي ٿو: شاھ پور، ملتان بھاولپور ۾ جاٽ قبيلو آھي. سيد جلال سرخ پوش جي ھٿ تي مسلمان ٿيا آھن. جن جو ذڪر اڳ ۾ بہ ڪيو اٿم.

تاريخ راجپوت، راجہ محمد انور خان جنجوعہ صاحب ص158 تي لکي ٿو تہ گھلو، ڏھر، شجرا، نائچ اقوام، پاڻ ۾ پائي بند آھن. جيڪي ڀٽي قوم سان تعلق رکن ٿا. چندر نسل آھن. البتہ ڪيترن عالمن، گھلو، بوھڙ، سائينچ، ڀٽہ، نائچ، ڏاھر، لنگاھ، سجراع کي پاٽي بند ٿا چون.

البتہ بوھڙ نائچ جي 4 پٽن، پچہ سرھاڻ نول ۽ تور جا ناناڻ آھن. پائرنہ، سائنچ، نائچ جي اولاد جو نالو آھي. نائچ ملھي آھن. سوريہ نسل آھن. سوريہ نسل جي 38 شاخن مان ڍوڍہ (نائچ) آھي. چالڪوليہ (سولنگي) نہ بلڪ مولراج جي وڏي پٽ جو نالو چالڪ ھو. جنھن جي اولاد چالڪوليہ (سوريہ نسل) آھي نہ ڪي چاڪوليہ آھن. جيڪي اگن نسل آھن.

ساڳئي مصنف ص43 تي نائچ جي پنچ بہ لکيو افغانستان، ڪنڙ، وزيرستان ۾ نائچ کي پنچ، پنج پائو ٿا سڏين. باقي مصنف نائچ کي ڀٽي جي شاخ اھم ڄاڻايو آھي. البتہ غلط آھي. سرگودا، ميان والي، بکر خوشاب، ڊيره اسماعيل خان، ٽانڪ ۾ نائچ کي روڏي خيل، توري خيل، شادي خيل، آڪاخيل، پڙيچ، خيل، پنچ پائو بہ ٽا سڏين. جيئن شيرپاءُ وغيره شير پائو دراصل گجر آھن. جيئن نائچ پنجچ اپنچ پائو ٿا سڏجن ۽ پناڻ ٿا سڏائين.

جاٽ قديم حڪمران. بي ايس ڏاھيا ص416-404 ۽ ڪيترن جاين تي نائچ کي لچوي، نچوي سڏيو اٿس. نئيچ (خود) لچوي آھن. جن کي وجھي بہ ٿا سڏيون. ھن جون وڏيون شاخون آھن جن مان وان، مان، گھمن، رانوڙ، ڏاھيا، ڏھا، ڏھي، ڏھل، باٺ، پکر، پگو، پنگو، پنون، گت، منڌ، پچہ، سوھاون، تومرا، ناول، پنائچ، وڙچا (ورڪ) نائڪ مشھور آھن.

## نائچ ذات جو شجرو

نوٽ: ھي شجرو نائچ قبيلي جي اھل ميراث. جنھن کي سُرتو ۽ سُوت چئبو ھو. جن کي نائچ قبيلو جو شجرو بَر زبان ياد ھو.

(1) پاڳوپان ۽ ان جي گھر واري

(2) گومتي بائي جيڪا سُرتي سڏجي ھئي.

ساڪن، نائچ، سر، قلعہ (نائچ) نائچڪو، لڳ قلعي ڀِنا بيڪانير، ھندوستان.

ھي شجرو جناب راع پنور خان نائچ وشوانات پرتاب سنگھ، نائچ جوڌپور ھندستان، V.P سنگھ سرھاڻ نائچ سابق صدر ھند ۽ راع لال محمد خان نائچ ڳوٺ چالواني نائچ بيڪانيري M.L.A ڪان مليو آھي.




٧ ڪي هن ڪي عُوض ۾ ڪوٺين ٿا. بدلو، معاوضو ڏيندڙ، شڪر ڪندڙ، شڪر صابر.

٨ پٽ ڪرن ڪي نارائڻ (روشن) ۾ چوندا هئا. ڪامل عرف (سومر) ورش ۾ ئي هتان چندرنس لقب شروع ٿيو.






Scanned with CamScanner

## نائچ پٽ ملهي جي اولاد جا نالا

1) ٻُچا (ٻُچ) نائب جي اولاد ۾ خاندان- هن طرح آهي
جل- بلہ (بلهي) پلہ (پلا) ٻيلا- راخال- ملڪ (جوڳيہ، جوڳيہ) نومڙيہ- برفت- ٻُرا ماندرا سابرا (سبرا)- موندر- نيتا- گنگلا- ڏانڌل- ڀنگو پنون- پنوها (پنوهان)- پناه - جان- نيجڙا (نيچاري) پنو خيل، سلطان خيل (بکر ضلعو)

2) سوهاوڻ نائچ جي اولاد
چوٽ- ساگت(گت- الگت)- گنگل (گنگال- گانگا- کانگا- (ڪانگ)- رڏ ڊنڊڻ- ملهڻ- چنجڻ- جهجهڻ- منگا (بنڊڻ) منگواٺہ- منگيہ) اوڊهراڻ- هارا- ماڙها- پائونڌ- ڏانڊلا- ماهل (ٻچا)- وانڊيا (وانده)

3) نول (ناول) نائچ جي نسل
دوسر- روڏا- آهير- پاهوڙا- ٻوڙاٺ- گدارا- ننہ (ننڊڻ) مهراوت- ڏن- بڊا- شينا- چينا- هنگواٺ- جج- (ججا- ججاڻي)- پپي پال- حسپال- جبوجا ڪل- ڪلو- ڪانجڻ - لانبا- سن- ميهڙ

4) تور (طور-تومرا) نائچ جي نسل
پانڊو- مل پال- ڏرپٽ- تنوار- پرهار (پرهر)- جرال- جمرال- چاهل- چڊهڙ- نارو (ٻلرا)- راع زاده- شاهو (شاهو خيل) جوڏا- سپرا- بسرا- سرا- رانوڙ- جنجوآ- هومر (هومرا)- شڏا- بکرما- گهمڻ- تتلا (وانده)- ڏانڊيه - بسي (بسي خيل) اڪا (اڪاخيل) شادي (شادي خيل)- رائو- جهگر- ڀنڊ- دهڙ- کک- تنول (تنولي)- تنوار- سها (سهتہ) اڄڻ

5) پچا (پچو) نائچ جي نسل
روڙا- مالي- کندو- سابو- سبا- لاکڙ- لاکاٽ- نيٽا- نوتيار- نوتن- اوڏا (اوڌ)- مانجهند- سائينچ- نانچ- پچراع- رني- راع ڏڻ- باجر- وشپٽ

6) پنائچ (پينچ) نائچ جي نسل
جُوهان- پُن- پَن- ليلڙ- لتي- لوڌرا- لوڌرا- مها- رتا- رتول- گنگ- گنجيال- گيلا

7) سوهاوڙ نائچ جي نسل
کيوڙا- ڪناس- ناچڪ- آڙي- ايسب- جاب- چڪووال - سوڌن- مُولا- سوار- سننتڪ- هتونگو- هنگو

8) سوهاوا نائچ جي نسل
گورجر- روات- دادن- آڙا- کهوٽ- جنالا- جريا- جرائي-جدول-جهنوال- جسنر- حاج- راول- جهول- کول- ريار- رياڙ- ريهاڙ- گهرا- گوهڙ- ڪٽ (ڪنپاڻ) - دينا (ڏنا)

9) وڙچا (وڙائچ) جي نسل
وڏوال- وڏا- وڏاه- وريو- ورپال- وڏهل- وجر- وزيڪا- ڪڪئي- سگهڙ- لاليئي- گسر- پريبيان- سما- للمڪ- بديچہ- وگڙ- ساندل- وڏال- جهنگي دريش- فاڪائي- نت- جنا- سوترڪ- ساندل- چوهنگ- لڏا (شاهڪ بچہ بہ آهن) سڏا

10) ڏهانچ (لهانچ) نائچ جي نسل
دوداراع- سچراع- هچراع- ڊباس- ڏهي(ڏها) - ڊانڊها- گيلي- گهاڪ- هودا- کندو- ڏهونچ- ڏهندسا- ڏهن ڏسا- ڏهلو- ميسا- گنو(گنو) - آري- گمرا- جرٽ- ڌنوال (ڌنيوال) — هتي- سيني- هتي- بال (بل) - اومينا- منڊ (منڊا) - يوچي- سوچي- ساڪا- ڏوڏا- وير- بادي- سور- لرا- لرڪا- لڙڪا

11) نائيڪ (هيرا، پيٽ نائچ خاموءِ من
نل- کاشو- چالڪو(چاڪ) نماڪر- سوسوٽ- ڏهوڏها - يارنگ- نندا- نائيڪا- چتو- چتورار- پڊا- مهريہ- اميريا

## نائچ ذات جا پاڙا ۽ اولاد

ٻُچہ (ٻُچ) - سوهاوڻ- نول- تور- (تومرا) — پچا-پنائچ- سوهاوڙ- سوهاوا- ڏهانچ(لهانچ) وڙچا (وڙائچ- ورڪ) — نائيڪ (هرا) هي آهن. نائچ جا پٽ ۾ هينئر مان چان ٿو انهن جي اولادن تي. (آري برفت- مانبڙا) آچرا- اُچا- ايپي چڙ- آري - آري پونا (سابرا) — اڄڻ (رانوڙ تور) - اوئماڻ- (آري پونہ- اوڪان جلہ نائچ) — اوتماڻ پونہ (برفت) - ايلاڻي- (مانبڙا) — اسحاق پونہ (اوهرا) - اڪا- اڪاخيل(تور) - باٺ- (تور پانڊو) — بين (وان) واني (پنائچ- چڪروتي) — بخشيال (وهرا) — باغ باني (سابرا) - بنبا- بنبڪ (بنيا) — ٻُچلا (بچہ-بچ) نائچ- بلہ. (سوهاوڻ) بلي بينچ- بنديچا (بنديجا- جوڳيا نائچ) - نيس- برفت (جاڳيہ بچہ نائچ) — بنديل (رانوڙ) بکر (بکراٽي)، (نائچ) ٻچا (نائچ) - ٻارڻ-جوڳيہ ٻچہ- ٻُچڙا- (نائچ) - ٻچورا- ٻُرا (برفت) — ٻراٺ (پرهار نائچ) — ٻلا-ٻيلا(نائچ ٻچا) — ٻُوڙ-

ڀُورا- ڀوران پوٽہ راٺوڙ (تور) - ڀوسڻ- (جلہ نائچ)- ڀيلائي
(ڀيلا نائچ)- ڀيڏائي- ڀٽا نائچ (منياٽي نائچ)- پنڊ (تور) -
پڙائچ- پڙيچو- پنگو (ٻچہ نائچ)- پچا (پچو) پڙو (تور سهتہ
نائچ)- پنئيرا (پرا نائچ)- پوئنريہ (برا برفت نائچ)، پوٽا (پُرا
نائچ) تتلا (تتلي) تور پاندبو نائچ، تانور (تور) - تينور- تومرا
- توري- خوري خيل- توراني- تن وار (تور پٽ نائچ)- ٽور،
ٽورپوٽا- (سورمان نائچ)- ٽونگل (برفت نائچ)- ٽونگ
(برفت) ٺوڙها (روڏا نائچ) (پنهون خيل) - پنون- پنوها(ٻچہ
نائچ)- پالاري (نومڙيہ ٻچہ نائچ) پرير- پرهر- پرهار (تور)-
پلوهان (پنوها ٻچہ) - پُنا- پنا- پن- پُن (پنائچ نائچ) پنانچ
(پينچ) - پنوهان- پنوهن (پنون نائچ)- پڙهياڙ (پرهاڙ)-
پري هار- پنهيار (پرهار) پنڙ (پنائچ)- پهڙ (برفت)- پيروز
پوٽا (گونگا ٻڙا)- پيروزا (ٻرا)- پنج (پنج) پائو پلوٽ (وائرا
نائچ)- جاٽو (تور) نائچ- جاٽ (نائچ) جنجوآ (تور پاندبو)-
جنجهہ (راٺوڙ تور) - جريال- جريہ- جرائي- جرار- تور-
جرڪس- جرڪس پوٽہ- تور (راٺوڙ) - سرا- گت ساگت
(سوهاوڻ نائچ) - سرائي- (تور نائچ)- سپڙا سپڙا- توريهيڪ
نائچ- سڏا اوڙيا- سرماٽي (پُرا) - سردار- سرا- سروت- سرايہ
(نائچ) توري- نگا، سنگاہ- سنگهي- سنگو- سنگوڪا-
سنگالٽ نائچ- سڪونا (ساسولي) سوڙ- سُناٽي (ڏانيلہ نائچ
سوهاوڻ)- سائينچ (نائچ) سنچ (سائينچ)- سينئڙ (برفت)
وانرا نائچ) سرواڻ (سابرا ٻچہ نائچ) - شادي- شادي- خيل-
شاهو خيل (تور)- شورا (راٺوڙ) - ميئهن- شودا (برفت)-
شور (ماندڙا)- شهوڪ (برفت)- شينا (نائچ)- شو دل
(راٺوڙ) (وانرا) سابرا (ماندڙا برفت ٻچہ)- ساني زئي(مهند
نائچ)- عارباٽي (ماندڙا) عاقوت (سور)- عالم زئي (مهند
نائچ)- عيسيٰ پوٽہ (وهرا نائچ) غيب- غيب پوٽا- غيب دين
(موندر نائچ). قيصراٽي- فصراٽي- نائچ- قذاق (نائچ)-
ڪابورا (پنهيار نائچ)- ڪاسوٽا (حملاٽي برفت) - ڪالو-
ڪالون- منگا ڪالير- ڪامون برفت بڪرما جيت جي نسل
مان تور نائچ- ڪانجڻ (نائچ)، ڪٽ- ڪٽيال (نائچ) (ڪانڙا
برفت) - ڪلا- ڪل- ڪلو نول (نائچ) ڪهوٽ (سوهاوا نائچ)
سوماوا- ڪانڙيہ- ڪڪي زئي- ڪروال (جنجوآ نائچ)- ڪرڙا
(هملاٽي برفت)- ڪيبر (پچا)- گرلا (گدلاٽي) گنگل
(گنگال) - گنگلا- گٽ- لڪت (سمهواڻ نائچ)- گٽ (گت) -
گنگلا- گانگا (گانگ) سوهاوڙہ نائچ- گدرا نول (نائچ) - گن

- گدگو- گدگير- سلطان خيل نائچ- (سوهاوڙ نائچ)-
گرمنگ (روات نائچ)- گرواٹہ (روات نائچ)- گگڙ (تور)-
گرماٽي (موهاوڻ ڏانيلہ)- گنجيال (نائچ پنائچ) گنگ (نائب)
- گچا (گچل ڳچل) برفت- گاهي (برفت)- گجڻ (حملاٽي
برفت) - گبولہ- پنائچ گيلا (نائب)- گدلا (تور)- گجن جا
(حملاٽي برفت)- گيدڙي (لنائچ)- (ٻچہ) ڏانڊل نائچ گرناٽي
(نائچ)- گرداخيل (تور) - گوهرا- گوهڙ سوهاڻ (نائچ) گدڙ
(نائچ) - گلداٽي- گولاٽي- ڳن- ڳنيير (نائچ)- ڳيرا (نائچ
سابر)- گوندر (برفت نائچ)- (منگا ڏنڊڻ نائچ) گهانگهڻ
(گانگا نائچ)- گهانگهلا (گانگا سوهاوڻ نائچ)- گهمڻ(تور
نائچ) گهروال(جنجوآ نائچ)- گهيسا (جودرا تور نائچ) نورڏها
(ڏهانچ ڏهانائچ) - نول-(ناول) - نائچ- نين (نول نائچ)-
نيوال النول- ناچ- نانچ (نائچ) - نارا- نارو (تور)- نارمينا
(نلرا نائچ) ناگور (ناگوري) - تورنائچ- ناگان (جلہ ٻُچہ نائچ)-
نانگور (ناگور) نيچاري- (ٻچہ نائب)- نيجڙا (نيچڙا) ٻچہ نائب
- نڻ (تور راٺوڙ نائچ) نومڙيہ (لومڙيہ) جو ڳيہ پٽ ملڪ پٽ ٻچہ
نائچ- نور- نوري پوٽا (حملاٽي برفت نائچ) نهارا- نهاري
(برفت)- نهڙيہ (برفت نائچ)- نيتا (ٻچہ نائچ) نوابنواب والي
ماندڙا نائچ- واٿڙا (راٺوڙ تور نائچ)- واسو اڳيرا- ڳيرڻ بہ
چوندا هئا) گهتوال نائچ سوريہ آهن، واسواٽا (واسا نائچ)-وان
(واني-چڪروتي نائچ)- هن کي بين بہ چون ٿا وانرا (راٺوڙ
تور نائچ)

ووهرا- واهريا- وهوريا- واهوريا- هورا (ٻچہ نائچ)
هڪ نالو آهي

وڏالا- وڏا (وڙائچ نائچ) وڙچا- ورڪ- وڙائچ- وڙاوچ-
وڙشنگون هڪ نالو آهي (نائب)- وانڙهيا (وانرا نائچ)-
وريو (وڙائچ نائچ)- وڏڻ- وڏل وڏو (وڙائچ نائچ)- ولها-
ولهاري (راٺوڙ تور نائچ)- وهڙا روهريا نائچ/وهڙڪا (وهرا
نائچ- وهڙيا (ووهرا نائچ) - واندہ- سوهاوڻ

وينس- وئنس- بينس (نائچ)- وونئرا (رونيس نائچ
هارون زئي (تور)- هيڙا (هيڙيا) - هيڙهائو- حملاٽي برفت
نائچ هاصل- هاسلا- هاسلا (ڏهوٽ راٺوڙ-تور نائچ) - هال-
هاندا (هاسلا)- هانس (هاسلا)- هانسرا (هانسل هاصلا).
هجولي (گهمڻ نائچ)- هجوا (گهمڻ نائچ)- هروال (هاصلہ)-
هستام (تتلا تور پاندبو نائچ)- هوت (پاندبو تور)- هودا (ڏمن
مان تور نائچ) هورا (وهوا) ٻچہ نائچ- هير (مان نائچ/يغوب

زئي (تور) نائچ- لتملتي (پنائچ نائچ) - لُرا- لُرڪا (لهانچ نائچ) لوڏر-لوڏران (نپائچ نائچ) (مهانو- مونيا (وانرا نائچ) (ملهڻ) (ملهاڻي) سوهاوڻ نائچ- مهند- همر رڪ (برفت) — ماندڙ (مهند نائچ) مٽنيا (مهند نائچ) سوهاوڻ- ملڪ (ٻچہ نائچ) جنهن جي اولاد مان جوڳيا (جوڳيا) ۽ ان جي اولاد- برفت ۽ نومڙيہ آهن. منياي (مهند-برفت نائچ) — مانڊاڻ (آچر، نائچ) منڊڙاه (مانڊڙا نائچ) — مڪواڻہ )منگا سوهاوڻ نائچ) — منگا (ڊنڊڻ نائچ) منگيا (منگا) - ملاڻي- مُلا- ملاڻا نائچ (ملهڻ نائچ) — مل (تور نائچ) — هندي زئي (توري زئي- توري خيل نائچ) — امندرا (منڌرا) — (ملهڻ نائچ) — (مند- منڊا روات نائچ- منڊيال (منڊ) موسيٰ پوٽہ (وهرا-برفت- موندر (موندرا) روات روهرا ٻچہ نائچ) - موسيٰ- مندرا- مندر - مندي (راوت نائچ/موهولي (تور راٺوڙ نائچ) ميهي پاجي (تور راٺوڙ-ميهر- ميهوال (ميهي پاجي) (ماهرا (ماهل نائچ) مسوڻ- ماهڙا- ماهيوال- مترو- مڏير- مرڻ- مرڪا- مرڪنڊ - مڊه (ماهل نائچ) مهابند (مهند نائچ)- منگلا ڏهوٽ راٺوڙ تور نائچ- ميگل (منگلا) — منگو (ڏهوٽ نائچ).

نائچ- نيئچ- نيچ- نچ- نچوي- لچوي- نرئتيا- نيچ- پنج- پنچ پائو بالڪا- وجهي- هڪ نالو ملهي (ملي- مالوا- مالا- ويرن- ڊرائيڪي- سنڌو سوويراس هڪ نالو آهي. لمحہ - اوپائي. نوحا (مهند نائچ) — نوناري الجہ نائچ (نيچڙا) — ماچنگ (وڙچا- ورڪ وڙائچ) — نارٽ (نارو تور نائچ) —نال ما (نارو) ناگري (نارو)، خانڊل (ڍانڊل) سوهاوڻ نائچ- نائيڪ- نائڪ- پيٽ- نائچ- نت (جوگر- جوگيا- ملڪ- ٻچہ نائچ) - نتري- نتوڪا (نت نائچ) نلوڪا- نند- لندل- نندڻ نائچ- نلوڪا (نند نائچ) — نندل (نند نائچ- نندڻ- (نند) پرهار نائچ- فنگلو - (ڏهوٽ نائچ) — نوار (ڏهوٽ) — ننوا (ڏهوٽ نائچ) - جڪو- جڪوپوٽہ (سابرا نائچ) - جنداڻي- ڍانڊل سوهاوڻ نائچ- جبوڪا- جبوجا- جج- ججا (نول) ججاڻي نول نائچ ۽ حجوهان (جنجوآ) جوڏ (جنجوآ) — جوگل وانرا نائچ) - چاريڪا- چالوالا (ٻچہ نائچ) — چاچوآ (جنجوآ) - جهنڊا- جهمٽ (تور) — جهالا (مڪواڻ نائچ) - جهانجهڻ- جهجهڻ (سوهاوڻ نائچ) چاهل (تور) — چاهڻ (تور) چير (تور- چڊو (تور) — چڊها (تور) — چنجڻ (چجٽي) راٺوڙ تور نائچ- چنديل (راٺوڙ) — چوهنگ (وڙائچ) چورا (برفت- جوگيہ) - چنہ- چينہ (نائچ) — چورا (برفت) نائچ چيل نائچ. (حاجي- حاجاڻي نائچ ماندڙ-

حسن- حسڻ- حسن زئي (برفت بنائچ) — حملاڻي (برفت)- حماتي- حماتي (برفت) — نواب (نواب والي) خاڪو (خاڪواڻي) وهرا نائچ- خورم (ماندڙا) — واليئا (وانرا) — درا (راٺوڙ) - دُلال- دُل- دلبر (راٺوڙ تور) - دورا- دود (ٻرا نائچ) دورا ٻُرا نائچ (دودائي) — ڍب(ڊب) نائچ- درگ- درڪ- دگهہ- درمان (ڪيڪاڻي وڙائچ) ديسال (دلال راٺوڙ) ڏهڙ (تور نائچ) — دسيوال (راٺوڙ)- ڏارا (راٺوڙ) — ڏاريجو (راٺوڙ) — ڏانڌ (ڏانڌا) راٺوڙ نائچ- ڏانڌل (ٻچہ نائچ) — ڌونر يا (برا) - ڏانڪ-ڌندا (راٺوڙ تور نائچ) ڏجا (ڏبا) جنجوآ (تور پانڊو) — ڏنگا (جانہ نائچ) - ڏنگي- ڏها- ڏهي- ڏاهيا (ڏهانچ نائچ) ڏهلون (نائچ) ڏهنگ- ڏهنگا- ڏهون-ڏيور (ڏها نائچ- ڏاندا (نائچ) — ڊنڊڻ (ڊانڊاڻي) سوهاوا ناچ-ڊوڊاڻي (نائچ) ڊوڊي- ڊوڊا- ڊول (نائچ) — ڊب (نائچ) ڏارويہ (وانرا نائچ) ڍوڍ- ڍوڍا- ڍانا (سهاوڻ نائچ) — راٺوڙ (تور) - راٺي- تنوار) راڪوڙا (راٺي) — روات نائچ- راهو (راٺوڙ) — اڪڙ (لالائي) - رتا- رتول (نائچ پنائچ رڏ- پرهو) — رٺمي پانڊو- رامراڻ (تنوار تور) — پاندو تور- روهل (تن وار نائچ) راجڪا- راوتي (نائچ) — رواني (روات نائچ) — ساڪ پوٽہ (دهرا نائچ) - ساسولي- (آري ڏهانچ برفت) وانرا نائچ) — رونر (گونگا برفت) سوهاوا بچہ نائچ- سڪونہ (ساسولي) — ساڪ (ساڪ پوٽہ) دهرا- سينا (وانرا نائچ) — سانسي (نائچ) سابرا (سابر) سوهاوڙ نائچ- سورما نائچ- ساهول (سوهاوڙ) — سوهاوا )(نائچ) اسوهاوڻ (نائچ) - سيواريہ - سانگلہ (ڏهوٽ نائچ) — ساوند (نائچ ٻچہ) - ساهت- سهتا- ساها (راٺوڙ نائچ) — سانگلا (ڏهوٽ نائچ) — (وانرا) — سينڌل سڏل- سڊل (وانرا) بلي- ٻلي- جوڳيہ (جوڳيا) - نيتا- موندر- پنون خيل سلطان خيل- نيجڙا نيچاري (سپ ٻچہ (ٻُچہ) نائچ جي اولاد آهن.

ساگت (گت اعظم-عظيم) اوڌهراڻ- دوارا ماڙها- پائونٽہ- وانڍه- مها رسوهاوڻ نائچ آهن. سن- ميهڙ- دوسر- پاهوڙا- آهير- مهراوت- ڏن- بڊا- شينہ- هنگواڻہ- ٻي يال- حسپال- جبوجا (جبوڪا) - لانبا- ڪل (ڪلو) ۽ ڪانجڻ- نول (ناول) نائچ آهن.

پانڊو- مل- پريهار (پرير) راءِ زاده- راٺوڙ شاهو خيل آ ڪا خيل- شادي خيل- حمرال- جوڏا- بڪرما- شدرا بسي خيل- جهگر- دهڙ- تنولي ۽ سهتا (سها) تور نائچ آهن.

روڙا (اروڙا) - عالي- سابو- نماڪر- سوسوٽ ڏهوڏها

يارنگ- نائيڪا- چتو- چتورا- پڊا- فل- ڪاشو- چاڪ- لاڪاٽ- نوتن- نوتيار- پچراع- مانجهند- اوڏ- باجو و شپت راع ڏن (راڌڻ)- ڪندو سڀ نائيڪ ۽ ٻچا نائچ آهن.

جوهان- پُن- پَن- ليلڙ- لتي مهان- رات- رتول- گنگ -گنجل- گيلا (پنائچ نائچ آهن).

لڏا-سڏا- ڪيوڙا- ڪناس- ناچڪ- جاب- آڙي سوڏن- مولا- سوار- سنڌڪ- هنگو- هتونگو (سوهاڙ نائچ) - نانڪ - وجو- وريڪا- وڏا وڏال-سکھڙ نت- جنا- سوترڪ- گسر- لڪئي- چوهنگ (وڙائچ نائچ) آهن. روات- آڙا- داند- کهوٽ- جنال- جريا جرائي- جسٽر جهنوال- ڪٽ- ڪنپال- ريار درياڙ- ريهاز سوهاوا نائچ آهن. سچراع- هچراع- ڊباس- ڏهي- ڏاهيا- ڍانڍها- گيلي- جرٽ گمرا- آري- ڏهندسا- مسا- گنو- هٺي- بل- مند- مندا- لرا- لڙڪا- لرڪا- سور- ساڪا- پوچي- سوچي- ڏوڏا- وير ڏهلو- ڏهن ڏسا- گيلي- ڪاڪھ (ڏهانچ نائچ)

سماراع- چاچوراع- ڪول رائي-ٻڙيا راع- هيمون راع- ڪندو راع- چوهڙ- بديچہ- وگڙ- گپت- تنوا- چڊهڙ- سهوترا- واهمر- برفت- مروٽ- ڪلاسرا- گولاٺي- جاتو- گهانچ- انوال- کهاڙڪي- بڪراٺي- چاچوها- بوني- پرڙ- پڙهيار- پڊهيار- ساهي- نند- تنوار- توري خيل- وڏا خيل- بديچہ ۽ ٻيا ڪيترائي خاندان نائچ پڻ ملهي پڻ سروہ (سروها) جي خاندان مان پيدا ٿيا آهن. ڪن ڪي خبر آهي تہ ڪن ڪي نہ آهي. چاڪاڻ تہ نائچ خاندان مان ڪيترائي وڏا خاندان پيدا ٿي چڪا اهن ۽ انهن مان ڪيترا ٻيا وڏا خاندان پيدا ٿيا آهن، نہ صرف نائچ بلڪ ٻيا بہ سنڌي خاندان اهڙي طرح وڌيا آهن. اڪثر لوڪن ڪي (3) نسلن تائين يادگيريون رهن ٿيون. الحمدلله نائچن وٽ پوٿيون- اهل ميراث ۽ سُرتا (سوت) پاٽ- چارڻ جهتا. سنڌ پنجاب ۽ هندستان ۾ موجود آهن. پوٿيون، بروڪت، اتهاس، ڪُلا (پنٽ) نائچ (نچوي-لچوي)، نرئتيا وجهي لکت ۾، لکت بہ قديم موڏا (مندا-خروشطي-پالي) رسم الخطن ۾ موجود آهن ڊاڪٽر لال بخش نائچ جي مطابق حاليہ اردو ۽ سنڌي ۾ Translate ٿيل آهن. انٽرنيٽ تي پوري دنيا ۾ نائچ ڪروڙن جي تعداد ۾ آباد آهن.

(مٿين ڏنل لسٽ اتهاس پينٽ نچوي- لچوي تان ورتل آهي. بروڪت ڪلا- برئيتا پراودا نائچ پوٿي ۽ سرتن اهل ميراثين جي يادگيريون سينہ بہ سينہ ڪهاٽيون جو مجموعو آهي.)

### ڊاڪٽر لال بخش نائچ جي مطابق

# نائچ پٽ ملهي ذات جا اهم راجا- مهاراجا خاندان ق-م مافيل ۾ نسب عيسوي سنن ۾ هي هئا:

تور خاندان (تور پٽ نائب) جي اولاد- هومر (هومر) مان (1) برڪما، بڪرما خاندان مان بادشاهه بڪرما جيت، گپت خاندان (2) شدرا (خاندان مان راءِ گهراٽو، راءِ سهارس، سهالسي راءِ ڏياچ ۽ راءِ سالسي مشهور هئا) موريه خاندان اشوڪ اعظم وارا هئا.

تور پٽ نائچ جي پٽ پابند مان راٺوڙ خاندان، ان ۾ تمام قداور راجا مهاراجا ٿي گذريا. سنڌ ۾ سهتا خاندان به هڪ آهي. ان ڪان علاوه تنولي جنجوآ به حاڪم رهيا آهن. ان ڪان علاوه جرال ۽ سپرا خاندان به اهم آهي. حيدر علي، ٽيپو سلطان به سپرا هئا. اڄ ڪالهه جو لشڪر جهنگوي جي سربراهه به علامه صاحب سپرو هيو. جهنگ سيال ۾ نول (ناول) نائچ حاڪم ٿي رهيا آهن. رول (نول) نائچ جو (3) پٽ آهي.

فيصل آباد ۾ پنگو- پنو نائچ سرڪده آهن. ملتان ۾ ٻچه خان- ملڪ خدا بخش خان ٻچه سابق وزير زراعت ايوب جي وقت ملڪ اسحاق خان ٻچه نائچ ايم اين اي ملتان ملڪ احمد حسن خان ڏهڙ نائچ (تور خاندان) ايم پي اي خانيوال: مرحوم ملڪ مريد عباس خان نائچ جله نائب ايم پي اي (ناتگا نائچ) ڊاڪٽر ملڪ ذوالفقار خان نائچ مڪوڙا نائچ جنهن فخر سيد امام کي ضلعي ڪونسل ۾ شڪست ڏني هئي.

بهاولپور: ججه ۽ ٻچه خاندان معروف آهن. ملڪ جمال الدين گجرات ۾ وڙائچ معروف آهن. ملڪ عبدالرحمان، وارا اصل بيڪ انيري سيال ڪوٽ ملهي مشهور آهن. ٻچه نائچ آهن. ملڪ مرحوم فضل الاهي خان ۽ ملڪ دين محمد خان نائچ به تسلم وڏي اثر وارا هئا ملڪ دين محمد طاهر والي وارو ته ايم پي اي هيو ان ڪان علاوه ڪيترائي نائچن جا خاندان پاڪستان ۾ وڏا زميندار ۽ سياستڪار به آهن. اهڙو ڪو تعلقه نه آهي جتي نائچ آباد نه هجن.

نائچ خان جي مشهور شخصيات جو ذڪر بمع ٽيليفون ڊائريڪٽري ۽ سروي رپورٽ آل پاڪستان نائچ اتحاد جي ميمبرن جو مفصل ذڪر نائچ نام ۾ درج آهي. انشاءالله سڄڻ جي هٿ ۾ جلد اچي ويندو.

تور پٽ تنور مان به ڪافي خاندان حاڪم رهيا. انهن دهلي کي ٻيهر آباد ڪيو ۽ نالو لکي رکيائون. تورن خائچن 1000 سال دهلي تي حڪومت ڪئي آهي. ان ڪان علاوه راٺوڙ خاندان جي حاڪميت رهي آهي.

تورن ڪان علاوه نائچ خاندان جي اولاد سان ٻُچا خاندان جي حاڪميت رهي آهي. ٻُچا (ٻُچ) نائچ جو وڏو پٽ تور چوٿون پٽ هما هيو. ٻچا خاندان مان ڏانڊل جي اولاد مان راءِ گڏ 49ع ۾ اوچ جو مهاراجا هيو. ان جو خاندان گڏوله نائچ اجان آن جي نالي پنيان سڏجن ٿا. راءِ گڏ سنڌي سرائيڪي جو وڏو شاعر هيو. اوچ شهر کي ٻيهر آباد ڪيو هيو.

گڏ ڪيترائي شهر آباد ڪيا. مثلاً اڄ ڪالهه سڏجنڊڙ پتڻ مناره، منڻ ڪوٽ، اوچ ۾ حاليه سنجرپور ڪهروڙ والا جا اصلي نالا (گڏواله) آهن. ٻڌ ڌرم جو پيروڪار هو. سيوهاوڻ خاندان مان مها راجا فوجي خان نائچ آهي جيڪو بنڊڻ خاندان مان هيو ۽ ٻچه خاندان مان مهاراجا ڇام. سوهاوڻ نائچ خاندان مان بيڪانير جوڌپور ۾ به قلعي نائچ سر ۾ به راءِ لال محمد خان نائچ وي پي سنگهه وارا هن جا صدر ۽ بادشاهه ٿي رهيا آهن.

حاليه خوشاب (شاهه پور) ۾ روڏا نائچ حاڪم هئا، جن مان ملڪ محمد رفيق خان نائچ ايم پي اي، ملڪ عنصر حيات خان نائچ جو خاندان آهي.

بکر ۾ بکر نائچ خاندان ڪان علاوه سوهاوڻ خاندان جي ڍانڊله نائچ وارن جي حڪومت رهي آهي. جن مان ملڪ ڊاڪٽر افضل خان نائچ ڍانڊله ايم پي اي وارا آهن.

ميان والي مان پنون خيل نائچ ۽ ڪلو خيل وارا حاڪم

رهيا آهن جن مان بيگم خورشيد نائچ سابق ايم پي اي ۽ حاليه ايم پي اي ملڪ وارث خان ڪلو خيل وارا حاڪم رهيا آهن.

ديره اسماعيل خان- ناٽڪ ۾ رودي خيل نائچ ملڪ ذوالفقار خان نائچ وارا ۽ توري خيل- سلطان خيل ڪٽي خيل ۽ پنج پائو نائچ خاندان وارا سرڪده لوڪ آهن.

رحيم يار خان ۾ منيا خاندان جنهن جو تعلق مهنديه برفت پٽ جوگيه (جوگيه) پٽ ملڪ پٽ ٻچه پٽ نائچ وارا ڏاڍا قداور فيوڊرل- جاگيردار ۽ سياست ڪار آهن. مرحوم نبي بخش خان نائچ ملڪ الحاج عظيم بخش خان نائچ سابق ايم اين اي ايم ايل اي چيئرمين ضلعي ڪونسل رحيم خان خان مشهور آهن.

رحيم يار خان جو ڊنبڙ ۽ منيا نائچ سڀ ڪان وڏا جاگيردار سڏبا آهن. ميرپورماٿيلو ۾ سوناٽي ڊانڊله خاندان ۽ جج (ججاٽي) خاندان مصروف آهن. رائيل محب علي خان نائچ، رئيس محمد نواز خان نائچ، رئيس علي گوهر خان نائچ سابق ناظم ميرپور ماٿيلو ضلعو گهوٽڪي (ججاٽي نائچ)، رئيس الاهي بخش نائچ، رئيس محمد عظيم خان نائچ، غلام رسول خان، شاهه محمد خان، شرف الدين خان، شاهه نواز خان، عاشق حسين خان، ڊاڪٽر لعل بخش نائچ (سوناٽي ڊانڊله نائچ)

نوشهروفيروز ۾ رئيس بهادر خان، احمد خان، محمد خان منگا نائچ آهن. لاڙڪاڻو سرائي مرحوم شاهنواز، شاهه مراد ۽ محمد نواز خان سوهاوڻ ڊنبڙ نائچ.

# وڏو

سنڌ ۾ ڪيتريون ذاتيون اهڙيون آهن جن جي پنهنجي الڳ حيثيت ۽ سڃاڻپ آهي. جيتوڻيڪ هو هڪ قبيلي جي صورت وٺي نه سگهيا آهن. انهن جي جداگانه حيثيت آهي، جن مان موجوده نمبر شهدادڪوٽ ضلعي ۾ رهندڙ وڏو ذات آهي. جن جو پهريان هڪ ڳوٺ ٺارو وڏو نالي هو ۽ پوءِ نئون ٺارو وڏو وجود ۾ آيو ۽ پوءِ ڏسندي ڏسندي هن برادريءَ جا ماڻهو قديم لاڙڪاڻي ضلعي ۽ آس پاس ۾ پنهنجا ويڙها ٺاهي ويهي رهيا.

عام طور تي اهو تاثر آهي ته هن ذات جو تعلق ابڙو قبيلي سان آهي پر جڏهن رابطو ڪيو ويو ته معلوم ٿيو ته هنن جو ابڙو قبيلي سان ڪو به تعلق نه آهي ۽ هو بنيادي طور زراعت واري پيشي سان وابسته آهن. هن ذات سان مشابهت رکندڙ وڏوا ذات ملتان ۽ سرائڪي علائقي ۾ رهي ٿي جن جو بنيادي ڪاروبار زراعت ئي آهي. اهڙي طرح سان سرگوڌا ۾ به انهن جو وجود ملي ٿو جن جو پيشو به زراعت آهي. هي زراعت پيشو طبقو سنڌ جي ڪنهن قديم ذات جو حصو ئي ٿي سگهي ٿو. هو پاڻ به اڄ تائين وڏو ذات کان اڳتي ڪو نه وڌايا آهن ۽ نه هو ڪنهن سرداري، وڏيرپ جو سڏ پريندڙ آهن پر خود پنهنجي ذات جي ئي چڱن مڙس ۾ ورهايل آهن.

حڪيم غلام رسول وڏو ۽ ان جو والد محمد موسيٰ پنهنجي وقت جا نالي وارا ٿي گذريا آهن ۽ حڪيم غلام رسول جو تحريڪ ريشمي رومال ۾ ڀرپور حصو هو. چاڪاڻ ته هن جا مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان ذاتي لاڳاپا هئا. سنڌن وٽان ملندڙ معلومات موجب مولانا عبيدالله سنڌي، حڪيم غلام رسول کي انگريزي پڙهائي ۽ سيکاري.

جڏهن ته حڪيم غلام رسول، مولانا سنڌي کي عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏني. سندن جي وچ ۾ ٿيل خط و ڪتابت، پوئين جي لاپرواهيءَ سبب دنيا جي نظر ٿي ويئي.

وڏو ذات ٿورائي ۾ هجڻ باوجود پنهنجي شناخت برقرار رکي آهي جو انهن جا نوجوان ڪافي اڳتي وڌي نوڪرين ۾ نالو ڪمايو آهي ۽ پنهنجي الڳ سياسي حيثيت به مڃائي ورتي آهي.

وڏو ذات ننڍي برادري هجڻ سبب، ڪي هنن کي ابڙن جو پاڙو، ڪي سمن جو پاڙو ۽ ڪي جت به سمجهندا آهن.

## پاڙا:

1- ملوڪاڻي
2- سومراڻي
3- پلائي- دادو ۽ ڄامشورو ضلعن ۾ رهندڙ وڏو ذات وارا پنهنجي ذات بدران نئين ذات پلائي سڏرائيندا آهن.

# ڏهراج

اسان جي ڏنل سنڌي قوم جي شجري مطابق هو راجا ڏاهر جي اولاد جي نسل مان آهن ۽ هڪ ئي ڦري جو شاخون ڏهر ۽ ڏهراج آهن، پر ڪن جو چوڻ آهي ته هو سمه نسل مان آهن ۽ هنن جو شجرو الڳ آهي. ڏهراج سنڌ ۾ وڏو قبيلو ڪو نه آهي، هنن جي اڪثريت ۽ زميندار ي محبت ديري جتو تي تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهروفيروز ۾ آهي. ان کان علاوه هي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ۽ پنجاب جي چڪوال واري علائقي ۾ رهن ٿا ۽ پاڻ کي راجپوت سڏرائيندا آهن.

اسان جڏهن ان معاملي ۾ تحقيق ڪئي ته ڪو به اهڙو تسلي بخش جواب نه ملي سگهيو جو انهن کي ڏهرن کان الڳ ڪريون ۽ راجا ڏاهر جي خاندان جا تسليم نه ڪريون، البته اهو ممڪن آهي ته اهي راجا ڏاهر جي پٽ جيسينه نه پر ڏهر سينه جي اولاد هجن.

حقيقت اها آهي ته ڪيترين ذاتين جا اصلي ۽ حقيقي شجرا قائم نه رهي سگهيا پر انهن جي نسلي سلسلي کي قائم رکڻ لاءِ اڻ مڪمل شجرا ترتيب ڏنا ويا. بهر صورت اسان وٽ پي اهڙي ڪا به واٽ ڪانهي ته ڪنهن به شجري کي مڪمل ۽ اصل حالت ۾ پيش ڪري سگهون. البته انهن جي نسلي تعلق کي برقرار رکيو ويو آهي.

ڏهراج ذات وارن لاءِ اها حقيقت آهي ته هو راجا ڏاهر جي پٽ جيسينه نه پر ڏهر سينه جي اولاد مان هجن.

# وسير

وسير اتر سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين مان هڪ آهي، جنهن جو تعلق اڳني ڪل جي ذات پهنور يا پنوار سان آهي. هي سنڌ ۾ گهوٽڪي ضلعي ۾ اڪثريت سان آهن، جتي هن ذات جي نالي تي ٻه ديهون اختيار وسير ۽ ٻيلو وسير موجود آهن. جنهن مان هن ذات وارن جي اهميت ۽ حيثيت معلوم ٿئي ٿي. هن ذات وارا سکر شڪارپور ۽ حيدرآباد ۾ ٻه رهن ٿا.

وسير ذات وارا قديم سنڌ جي سري واري علائقي سان تعلق رکندڙ آهن، جنهن ڪري انهن جي آبادي قديم سکر ضلعي کان ميلسي، ملتان ۽ ساهيوال تائين آهي. نسلي طور هنن جو تعلق سنڌ ڌرتي جي باشندي طور آهي پر وقت، سياست ۽ علائقي طور هو موجوده سنڌ کان وڌيڪ پنجاب ۾ آباد آهن، جنهن ڪري گهڻا انهن کي پنجاب جي ذاتين ۾ شمار ڪندا آهن.

جيئن ته هي بنيادي طور زراعت پيشو آهن، ان ڪري کين پنجاب ۾ جٽ يا جاٽ يا جت ٻه شمار ڪيو ويندو آهي. ايڊي ميڪلئگن جي مطابق هو ڪوٽ قبوليو کان هجرت ڪري ساندل بار ضلعي فيصل آباد ۾ آيا ۽ پوءِ اتان حافظ آباد ۽ ٻين پنجاب جي علائقن ۾ وڃي آباد ٿيا.

ملتان ضلعي ۾ هنن جا ڳوٺ محمد پور گهوٽا ۽ سورج مياٽي نالي سان آهن. جنهن مان اهو اندازو لڳائڻ مشڪل نه آهي ته هن ذات ۾ مهاڻو به شامل ٿي ويو هجي يا هنن دريائي لنگهن ۽ رستن ذريعي واپار يا ٻيو ڪو به ڌنڌو اختيار ڪيو هجي. جنهن ڪري هنن جي ڳوٺن جا نالا ان سان تعلق ڏيکارن ٿا. جنهن جي تصديق خود وسير ذات وارا پنهنجي محفوظ ڪيل روايتن ۾ بيان ڪن ٿا ته هو بنيادي طور موجوده سنڌ جي علائقي سان تعلق رکندڙ آهن جي وقت ۽ حالات جي مطابق ٻين قومن ۽ ذاتين ۽ قبيلن وانگر سنڌ کان وڌيڪ پنجاب ۾ آباد ٿي ويا.

وسير ذات وارا پاڻ ته ڪنهن به ذات مان سنگ وٺي شادي ڪندا آهن پر پنهنجون نياڻيون پنهنجي برادريءَ ڪانسواءِ صرف پنهنجي ذات وارن کي ڏيڻ مناسب سمجهندا آهن. جيئن اڪثر راجپوت خاندان ۾ اهو رسم رواج موجود آهي.

وسير ذات کي هڪ وقت پنوار يا پهنوار، راجپوت، زراعت جو پيشو اختيار ڪرڻ ڪري، جت، جٽ يا جاٽ ۽ سمه ۽ ڌنڌي جي ڪري مهاڻو ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. ڪي هن کي وسير، ڪي وصير ۽ ڪي اردو ۾ وٿير ڪري لکندا آهن.

قديم وقت کان وٺي هنن شوق طور ملھ به هڻا ۽ ملاکڙن ۾ زورآزمائي ڪندا هئا ۽ موجوده وقت ۾ ملتان جو محمد زمان عرف زمن خان پهلوان طور ستاره پاڪستان جو اعزاز حاصل ڪري چڪو آهي.

وسير سنڌ ۽ پنجاب جي جن هنڌن تي رهن ٿا، تنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

## سنڌ:

1- ديهه پنڊڪي وسير پنو عاقل
2- ڳوٺ علي مراد وسير پنو عاقل
3- ڳوٺ گل محمد وسير پنو عاقل
4- ديهه اختيار وسير گهوٽڪي
5- ديهه ٻيلو وسير گهوٽڪي
6- ڳوٺ گل بيگ وسير گهوٽڪي
7- ڳوٺ محمد موسيٰ وسير گهوٽڪي
8- ڳوٺ پنهل وسير مومل جي ماڙي
9- ڳوٺ حاجي خان وسير مومل جي ماڙي
10- ڳوٺ لعل بخش وسير گهوٽڪي
11- محلو وسير پراڻو بس اسٽاپ گهوٽڪي شهر
12- محلو وسير، سيشن ڪورٽ گهوٽڪي شهر

13- محلو وسير رحمون وارو
14- ڳوٺ مير خان وسير ميرپور ماٿيلو
15- ديهه ڏنگاٽو وسير ميرپور ماٿيلو
16- ڳوٺ خوشحال خان وسير ميرپور ماٿيلو
17- محلو وسير، جروار روڊ ميرپور ماٿيلو
18- محلو وسير سومرو ڪالوني مسو واهه

ان ڪانسواءِ حيدرآباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ مختلف هنڌن تي رهن ٿا.

## سرائڪي علائقو:

1- وسير آباد- محمد پور گهوٽا ملتان
2- وسير آباد- سورج مياٽي ملتان
3- چاهه بوٽي والا ملتان
4- چڪ 11 MR ملتان
5- ماڙي وسيران وهاڙي
6- وسيران والا وهاڙي
7- چاڪر وسير ميلسي
8- ڪرم پور وسيران ميلسي
9- وسير آباد ميلسي
10- محمود وسير ميلسي
11- وسيران والا ميلسي
12- مراد علي وسير بوري والا
13- ملهه پور وسير بوري والا
14- وسيران والا بوري والا
15- الله آباد وسيران لياقت پور
16- پڪا لاڙان وسيران لياقت پور
17- بستي حافظ نذر محمد وسير لياقت پور
18- محلو وسيران لياقت پور
19- ڪرم پور وسيران احمد پور شرقيه
20- موضوع شبرف وسيران احمد پور شرقيه

## پنجاب:

1- وسيران والا ساهيوال
2- چڪ 59 وسيران ساهيوال
3- چڪ 94 وسيران ساهيوال
4- چڪ 74 وسيران ساهيوال
5- ٽيي وسيران اوڪاڙه
6- سٽ وسيران جهنگ
7- چڪ 583 وسيران شيخوپوره
8- مليان والي وسيران شيخوپوره
9- پري پور وسيران ننڪانه صاحب
10- بڇيڪي وسيران ننڪانه صاحب
11- جاميڪي وسيران ننڪانه صاحب
12- چميانه وسيران فيصل آباد
13- اڙڪانه وسيران جڙانواله فيصل آباد
14- چاپانه والا وسيران جڙانواله، فيصل آباد
15- چڪ امين ڪا وسيران جڙانواله فيصل آباد
16- وگهوڙ وسيران جڙانواله فيصل آباد
17- مانو ٽبان وسيران جڙانواله
18- رياض وسير نگر جڙانواله فيصل آباد
19- آبادي وسيران ٽوبه ٽيڪ سنگهه
20- وسيران والا ٽوبه ٽيڪ سنگهه
21- محلو وسيران پنڊي ڀٽيان، حافظ آباد
22- ڊيره وسيران حافظ آباد
23- محلو وسيران شهر حافظ آباد

ان ڪانسواءِ گجرانوالا جي مختلف ڳوٺن ۾ رهن ٿا.

# پالاري

پالاري هڪ قديم ذاتين مان هڪ ذات آهي جن جي اڪثريت سنڌ جي ڪوهستان واري علائقي ۾ رهي ٿي. جنهن ۾ سري، اٺ پلاڻ ٽاٽو بولا خان، ڪلو ڪوهر، هٿل پٽ، ٽرڪ ۽ ننڍا وڏا ڳوٺ ضلع ڄامشورو ۽ جهم پير، آنهه واري سورجاٽو ۽ آس پاس جا ننڍا ڳوٺ ضلع ٺٽو. هو پاڻ کي بلوچ ۾ شمار ڪندا آهن ۽ ڪي وري عرب نسل جا سڏائيندا آهن جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هنن کي ائين چيو آهي پر حقيقت اها آهي ته هي نه بلوچ آهن ۽ نه وري عرب نسل سان ڪوبه تعلق اٿن، هي مهين واري دؤر جي مقامي قبيلي جي نسل مان آهن جيڪي آرين ۽ دراوڙن کان اڳ سئينڌو ۾ موجود هئا جن سئينڌو تهذيب جو بنياد وڌو هو جن ۾ مهاٽو، جت ۽ پيل هئا. هي انهن مان پيل قبيلي سان تعلق رکن ٿا جيئن ميٽو ۽ مهير (مهيري ) آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حسب دستور ۽ عادت موجب سنڌي راڄن ۽ قبيلن کي هميشه عرب يا بلوچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ اندر ڪوبه سنڌي نسل سان تعلق رکندڙ ڪونه رهيو آهي! هو ان سلسلي ۾ رهاڻ هيرن ڪاڻ جلد ڇهون ۾ پالارن بابت لکي ٿو ته "پالاري اصل ۾ ٿهيم آهي (جديد تحقيق موجب ٿهيم به سنڌي نسل جا آهن) جيڪو نالو تميم جي سنڌي صورت وارو آهي هو پالاري بابت وڌيڪ لکي ٿو ته پالاري نالي بابت عام روايت اها ته وڏي ڏاڏي جي امان ڪنهن وڻ جي پالار هيٺ هٿ پير لڌا ۽ پار جو نالو رکيائين "پالاري" جنهن جي اولاد پوءِ پالاري جي نالي سان مشهور ٿي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سن گهڙت ۽ هٿ ٺوڪي اهڙي ڳالهه بيان ڪئي آهي جنهن کي نه منهن آهي نه سر. افسوس ته پاڻ کي وڏو عالم سمجهندڙ غلط بياني ڪري سنڌ ۽ سنڌين جي ڪهڙي خدمت ڪرڻ گهري پيو.

ڪاڪي ڀيرومل قديم سنڌ ۾ لکيو آهي ته "پر" لفظ جي عام طرح معنيٰ آهي شهر، رگ ويد جي منڊل پهرين (53-587-8) منڊل ٽئين (15-4) ۽ ٻين منڊلن ۾ "پر" لفظ ڪوٽ يا قلعي جي معنيٰ سان ڪم آيل آهي. هاڻوڪي سنسڪرت ۾ پر (پور) لفظ جي معنيٰ آهي، شهر به آهي ته قلعو به آهي. ساڳي لفظ جون ٻه معنائون هن ڪري ٿيون آهن جو اڳي جيڪي شهر هوندا هئا تن کي عالم پناهه ڏنل هوندي هئي.

قديم سنڌ جي مهين واري دڙي ۽ هڙاپا ڪانسواءِ ٻين شهرن کي ڪوٽ ۽ قلعا ڏنل هوندا هئا، مهين وارو ڪوٽ جي ديوار ته اڄ به موجود آهي. جڏهن آرين سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته ان وقت مهين واري شهر جي راجا يا حاڪم سمبارا وٽ نوانوي شهر ڪوٽن وارا هئا ۽ هڙاپا جي حاڪم جي زير نگراني هڪ سؤ ڪوٽن وارا شهر هئا. راڻي ڪوٽ واري شهر جو قلعو ته اڃا محفوظ آهي.

ڪوٽن ۽ قلعن جو رواج قديم سنڌ کان ماضي قريب تائين موجود هو. لاڙڪاڻي جو شهر قلعي اندر هو ۽ نادر شاهه جي اچڻ تائين قائم هو، اهڙي طرح شڪارپور ۽ ڪراچي به ڪوٽن اندر شهر هئا، سيوهڻ جو مثال به اهڙو آهي، اهڙي طرح سنڌ ۾ ڪيترا شهر ڪوٽن ۽ قلعن ۾ محفوظ هئا، بکر وارو قلعو ته اڄ به ان جي شاهدي ڏيئي پيو.

پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنري ۾ ڄاڻايل آهي ته "پر" انهي عالم پناهه ڏنل شهر کي چئبو آهي جنهن ۾ وڏيون عمارتون هجن، چوڌاري کاهي کوٽيل هجي، جنهن جي ايراضي هڪ ڪوهه کان گهٽ نه هجي.

تمدن هند جي صفحي 158 ۾ ڊاڪٽر گستاؤلي بان انهي سلسلي ۾ وڌيڪ بيان ڪندي لکي ٿو "پيلن جا ڳوٺ قلعي بند هوندا آهن جن کي پال چيو ويندو آهي. انهي ڪري نشيبي

ماڻهو پيلن کي پالاري چوندا آهن. يعني پريا پور وارا رهندڙ ۽ ان جي حفاظت ڪرڻ واري کي قديم دؤر ۾ پالاري چيو ويندو هو ۽ ان شهر جا باشندا پالاري سڏبا هئا. هي انهن مان آهن.

جڏهن مان سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌي قبيلن ۽ ذاتين متعلق کوج ڪري رهيو هيس ته پالاري ذات متعلق نئين معلومات ملي. جيئن ڪوٽ ۽ قلعن جي رهواسين ۽ ان جي محافظن کي پورؤ ۽ پالاري سڏيو ويو. انهن جو نسلي تعلق يادؤ خاندان آهي جنهن کي جادؤ بنسي به سڏيو ۽ لکيو ويو آهي جنهن کي اسان جادم جي اولاد چئون ٿا.

راجا پورس جهلم جو حڪمران جنهن سڪندر اعظم عرف مقدوني سان مهاڏو اٽڪايو. تنهن جو تعلق به پورؤ يعني جادو مطلب جادم نسل وارن مان هو. جيڪي قديم سنڌ جا اصل باشندا هئا. جن سان آريا سڏجندڙ قبيلي وارن مٽيون مائٽيون ڪيون هيون. جنهن ڪري قديم سنڌي ۽ تاتاري هڪ ٻئي سان ملڻ کان پوءِ نئين نسلي نالي آريا سڏيا ويا. اها ته هاڻي حقيقت پٽ پڌري ٿي پئي آهي سورج ونش، چندر ونش، يادؤ يا جادؤ. سنڌ سلطنت جو دؤر سان تعلق رکندڙ مهين جي شهر جا رهواسي هئا.

آريا جي ديومالائي ڪردار اندر کي پورؤ ناس به سڏيو ويو يعني قلعه ۽ ڪوٽ تباهه ڪندڙ. يعني، قلعن ۽ ڪوٽن وارن تي حملو ڪري انهن کي مارڻ جنهن مان اهو واضح ٿي وڃي ٿو. قديم سنڌ جي قديم باشندن کي يادؤ يا جادؤ سڏيو ويندو هو.

پورؤ ۽ پالاري جي معنيٰ به ساڳي آهي يعني ڪوٽ ۽ قلعن جا محافظ. حفاظت ڪندڙ، رهواسين، جن جو نسلي تعلق يادؤ عرف جادؤ عرف جادم خاندان سان آهي. جنهن مان سنڌ جا سمه نسل وارا به آهن. مطلب ته پورؤ ۽ پالاري، حضرت نوح جي پٽ سام جي نسبت سان سان سمه نسل سان تعلق رکندڙ آهن، جن کي رگويد ۾ سميدا ۽ سمبارا سڏيو ويو آهي.

جيئن ته مان تمدن هند جي مصنف گستاولي بان جي حوالي سان ذڪر ڪيو آهي ته پالاري، پيل کي سڏيو ويو آهي ۽ پيل انهن ذاتين ۾ شامل آهي جنهن کي بعد ۾ راجپوت لکيو ويو آهي، جنهن جو مطلب آهي، راج وارا. برادري وارا. جن وٽ، ڪمي ڪاسبي، نوڪر، چاڪر ۽ پنهنجي زمين، زميداري ۽ چوپايو مال وغيره هجي. يعني شاهوڪار ۽ صاحب حيثيت پيل ۽ باگڙي وغيره سنڌ سلطنت جي زوال کان پوءِ منو مت جي قانون مطابق اندر جي آڻ نه مڃيندڙن کي طبقاتي نظام ۾ ورهائي شودر ڪيو ويو. جنهن کان پوءِ نفرت ۽ گهٽ نسل مان هجڻ وارو تاثر اڄ به موجود آهي.

رڳو ان ڪري اهو تسليم نه ڪرڻ ته هنن جو قديم دؤر جي پيل قبيلي سان تعلق هو حقيقت ۽ سچائي کان منهن موڙڻ برابر آهي. پيل ته هڪ وڏي ذات ۽ بهادر نسل جا ماڻهو هئا جن کي آرين شودر بڻائي ڇڏيو هو ڇاڪاڻ ته هو انهن کان خوفزده ۽ ڊنل هئا. ماستر صادق علي پالاري، پالاري قبيلي جي تاريخ ۾ هڪ شجرو ڏنو آهي جنهن موجب پالاري سرويه (سروها) جي پلر راءِ جي پٽ پلار جي اولاد مان آهن پر ان حقيقت کان به انڪار نه ٿو ڪري سگهجي ته ضروري نه آهي سڀ پالاري هڪ ڪٽنب مان هجن. مان نائچ ذات جي شجري ۾ ڄاڻايو آهي، سرويه خاندان سان تعلق رکندڙن ۾ هڪ باگڙ هو جنهن جو نسبتي تعلق پلر سان هو. تنهن ڪري پاڻ کي اتم سمجهي حقيقت کان انڪار ڪرڻ پاڻ سان هڪ دوکو آهي. اها حقيقت ته پڌري ٿي چڪي آهي ته پالاري نه عرب نه بلوچ آهن پر اصل ۾ هن ڌرتي تي پيدا ٿيندڙ نسل سان تعلق رکندڙ هڪ سنڌي قبيلو آهي.

پيل قبيلن وارن مان مهير (مهيري) ۽ ميٺا ذات وارا آهن تيئن پالاري به آهن پر هنن کي قديم دؤر ۾ برو نياڳو نه سمجهيو ويندو هو. ميٺا ۽ مهيري سماٽ ۽ جت ۾ شامل ٿي ويا آهن اهڙي طرح پالاري به سماٽ جو حصو آهن. هي هڪ بهادر ۽ نڊر ذات آهي جن جو سپر هاءِ وي تي ڄامشوري کان وٺي ڪراچي کان راڄ آهي ۽ هي ڪوهستان جي ملڪ جي راڄ ۾ شامل آهن.

پاڙا ۽ نکون

## ماستر صادق علي پالاري جي مطابق

(1) ٿهرين پوٽا (2) چاڪراڻي (3) شاهو پوٽا
(4) بادلاڻي (5) شيراڻي (6) سادڪاڻي
(7) شڪر پوٽا (8) موندر پوٽ (9) مانجهاڻي
(10) مارڪاڻي (11) ڏگاراڻي (12) الياس پوٽا
(13) ڪاپٽاڻي (14) لونگاڻي (15) حسڻاڻي
(16) براداڻي (17) مادلاڻي (18) جوڏاڻي
(19) ماڪوڙاڻي (20) مهندا (21) ملهاراڻي

(22) چڪاڻي (23) حاجاڻي (24) لاسي
(25) جاماڻي (26) ڊينبر (27) ڪرودي
(28) ساتڪاڻي (29) پرياڻي (30) گوداڻي
(31) ممتاڻي (32) رئيساڻي (33) ويساڻي
(34) بکر پوٽا (35) ڪاٺ (36) ڊيگياڻي
(37) هالاڻي (38) هوتيئپوٽا (39) لاڙائي
(40) سک پالاري (41) سڪيلراڻي (42) عاجباڻي
(43) دليلاڻي (44) ستار ڏناڻي (45) رحيم ڏناڻي
(46) هوتاڻي (47) قيصراڻي (48) مناڻي
(49) ڦوتاڻي (50) لوهاراڻي (51) وهنداڻي
(52) شاهاڻي (53) سوماراڻي (54) طوطائي
(55) سوڍاڻي (56) ڪوراڻاڻي (57) هارڻ پوٽا
(58) ايوڙاڻي (59) ڪلباڻي (60) ڪپري
(61) سانواڻي (62) ڪانڌراڻي (63) مينهن وساڻي
(64) محموداڻي (65) عيسب پوٽا (66) زبير پوٽا
(67) ڪارا (68) جيئند پوٽا (69) علي پوٽا
(70) خاناڻي (71) بجار پوٽا (72) نوتاڻي
(73) ٻڍي پوٽا (74) قادرناڻي (75) لاکي پوٽا
(76) سار ڪاڻي (77) علي پوٽا (78) براداڻي
(79) گدورا (80) پسڙا (81) ماڪوڙاڻي
(82) مگڙ پوٽا (83) ڪر (84) عاقلاڻي
(85) حسناڻي (86) خاڪولاڻي (87) سائينداڻي
(88) لشڪري (89) رکياڻي (90) جمناڻي
(91) پاناڻي (92) بچلاڻي (93) گدورا
(94) ملاراڻي (95) پاپڙاڻي (96) چڪاڻي
(97) روزياڻي (98) مورياڻي (99) آدماڻي
(100) جعفراڻي (101) محمداڻي (102) ڪاراڻي
(103) عادلاڻي (104) متلاڻي (105) شڪرڻي
(106) ڊيگياڻي (107) پنيلڏاڻي (108) گوالاڻي
(109) يوسفاڻي (110) گهرياڻي (111) منگهاڻي
(112) الياساڻي (113) ورياماڻي (114) هاشماڻي
(115) دوساڻي (116) سهراباڻي (117) منڪاڻي

# سھتو

محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت جوڌپور رياست جو حاڪم مري ويو هو. سندس ٻن پٽن جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ تڪرار ٿي پيو. آخر گھٽي چڪتاڻ ڪانپوءِ انهن مان هڪ شهزادو پنهنجي مطلب ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ جوڌپور جي تخت تي وڃي ويٺو. ان جي ٻي ڀاءُ جو نالو ”موڙا سنگ“ هو، جيڪو ڪاوڙجي اچي محمد بن قاسم سان مليو جنهن کيس سنڌ ۾ جاگير ڏني ۽ هو هميشہ لاءِ هتي رهي پيو.

موڙا سنگ کي ست پٽ هئا جن مان سھتو چوٿون نمبر پٽ هو، جنهن مان سهتا ذات جو سلسلو شروع ٿيو. سندس نالي پنيان ساهتي پرڳڻو سڏيو وڃي ٿو. جيڪو ڪنڊيارو، نوشهرو ۽ موري تعلقي وارو علائقو آهي جنهن کي هاڻي ضلع نوشهروفيروز ڪٺي چئجي.

موڙا سنگ جي پٽن جي اولاد هئين سڏجي ٿي. (1) ڏارو، جنهن مان ڏاريجا آهن، (2) شورو، جنهن مان شورا آهن، (3) ڪونئرو، جنهن مان ڪوئنريجا آهن (4)، سھتو، جنهن مان سهتا آهن (5) مگڻ، جنهن مان مگڻيجا آهن، (6) اچڻ، جنهن مان اچڻ ذات وارا آهن.

ايڇ. ٽي. سورلي لکيو آهي تہ هنن تي ”سهتہ“ نالو سهتا ڳوٺ تان پيو آهي. سهتا راجپوت آهن ۽ سمن جو پاڙو آهن.

لب تاريخ سنڌ جي مصنف جي لکڻ موجب ”سھتو جو اصل لفظ ”سعتو“ هو، جيڪي راٺوڙ مسلمان آهن، اهي ڏيري جي اوسي پاسي آهن، جنهن کي فارسي ۾ ”دربيلہ“ لکندا آهن.

هي هو مختصر ذڪر ۽ تعارف سهتا قبيلي وارن جو جيڪو عموماً ڪيو ويندو آهي ۽ آءٌ گذريل ڪتاب ۾ پڻ ڏنو آهي پر جڏهن مان وڌيڪ تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو سھتو قبيلي جي حقيقت ۽ تاريخ ڪا ٻي آهي.

سھتو يا سهتا لفظ قديم سنڌيءَ ٻوليءَ جي لفظ سهہ، سها لفظ مان نڪتو آهي، جنهن کي ڪتاب هندو ڌرم کي همدرد بعنوان ڀڳوان کي خصوصيات و صفات جنهن جي معنيٰ آهي، سيني جي ساهيتہ ڪندڙ يعني مدد ڪندڙ، جنهن کي هندو مت ۾ وشنو چون ٿا، جيڪو حقيقت ۾ هندو ڌرم کان اڳ هزارين سال ان جو تصور قديم سنڌين وٽ هو جنهن جو مطلب هو محافظ، جنهن جو ذڪر رگ ويد ۾ موجود آهي.

صوفي بخش عليءَ جي مطابق سھتو خالص سنڌيءَ ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن کي مالڪ بہ چئبو آهي. هندو مت جي پوڄارين ۽ ان جي پوئلڳن جي خيال مطابق، ڀڳوان، ايشور، پرميشور مها آتما ۽ برهم خاص پرماتما (الله تعاليٰ) جا صفاتي نالا آهن، جنهن مان ايشور بہ آهي جنهن کي سنڌي ٻولي ۾ (معنيٰ) سهتہ، چئبو آهي يعني مالڪ، خالق. جيئن تہ ڀڳوان لفظ ڀڄ مان نڪتل آهي جنهن جو مطلب آهي ڀڄن يعني اطاعت ۽ عبادت ڪرڻ وارو، هندو مت وارن جي مطابق جنهن ديوتا تي پنهنجو نالو موجود هجي ان کي ايشور ۽ ڀڳوان چون ٿا، جنهن کي پڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ سھتو چئبو آهي يعني، خالق-مالڪ.

جيئن سھتو قبيلي جي بڻ بنياد ۾ چيو ويو آهي تہ اهو نالو محمد بن قاسم جي سنڌ ۾ 93 هجري 712ع ۾ اچڻ کان پوءِ پيو آهي. جڏهن خود چچ نامو ٻڌائي ٿو تہ برهمڻ آباد جي قلعي کي چار دروازا هئا، هر هڪ دروازي کي هڪ جريطري يعني چؤياري سنياڻيندي ۽ حفاظت ڪندي هئي، جنهن مان چوٿين سلها يعني سھتو جي حوالي هئي. اهو انتظام جيسينہ پٽ ڏاهر طرفان ٿيل هو.

اهڙي طرح چچ نامہ ۾ محمد بن قاسم جي فتح جي سلسلي ۾ لکيل آهي تہ هن لوهاڻي جي علائقي مان نڪري سھتو قوم جي پرڳڻي ۾ منزل ڪئي، جتان جا مک ماڻهو ۽

وڏيرا پير اگهاڙا ڪري استقبال ڪيو ۽ امان گهري، جنهن ڪان پوءِ هو الور ڏانهن ويو.

جنهن مان اها ثابتي ملي محمد بن قاسم ڪان گهڻو اڳ راءِ گهراڻي جي دؤر ۾ ساهتي پرڳڻو موجود هو يعني سهتو قبيلو وجود رکندو هو جنهن جي نسبت سان پرڳڻو جو نالو هو.

سهتو قبيلي جو ذڪر اٿر ويد ۾ ملي ٿو، جنهن جو تعلق قديم سنڌي قبيلي ماهي عرف ملهي يا ملي سان آهي، جيڪو پراچين سنڌ جو قبيلو هو جنهن جو ذڪر هندو مت جي ڌرمي ۽ غير ڌرمي ڪتابن ۾ ملي ٿو. اصل ۾ هي مهين ملڪ ۽ مهين جي شهر جا رهواسي هئا جن کي سميري ڪتبن ۾ مي-اي لوما سڏيو ويو آهي، جيڪو مهين جي شهر جو نالو هو. ان علائقي کي اسان سرويا اترادي سڏيون ٿا، جيڪو لاڙڪاڻي ڪان وٺي گهٽ ۾ گهٽ ملتان تائين هو، جنهن جي رهواسين جو ذڪر سڪندر يونانين جي تاريخ نويسن ملهي، ماهي ۽ مالي قبيلي طور ڪيو آهي، جن جي مڙسي ۽ بهادري ڏسي مقدوني لشڪر بزدل ٿي پيو هو ۽ وڌيڪ جنگ ڪرڻ ۽ پيش قدمي ڪان انڪار ڪري ڇڏيو هو. آخر سڪندر اعظم واپسي جو اعلان ڪري ڪين سنڌي قبيلن سان وڙهڻ لاءِ آماده ڪيو هو.

سهتو قبيلو انهيءَ جنگجو قبيلي وارن مان آهن جن سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ ترڪي ڪان وٺي انڊونيشيا تائين نالو پيدا ڪيو هو. تنهن ڪري اهو چوڻ سراسر غلط ۽ لاعلمي جو سبب آهي جو ڪين موڙا سنگهه جي اولاد سهتي سان نسبت ڏني وڃي ٿي. اهو ممڪن آهي ته موڙا سنگهه محمد بن قاسم جي هٿ تي مسلمان ٿيو هجي جنهن ڪري هن کي ساهتي پرڳڻو ۾ رهايو.

ساهتي پرڳڻو جي حڪمراني هميشه سهتي حاڪم جي هٿ هيٺ رهي آهي، اڄ به هو پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ گهڻائي ۾ رهن ٿا. سهتو قبيلي جي نسلي تعلق ۽ واسطيداري متعلق ڏنل تفصيل هيٺ ڏسندا جنهن سان هن قبيلي جي قدامت ۽ حيثيت جي ڇاڻي ملي ٿي.

جڏهن همايون مغل شير شاهه سوريءَ جي ڪري سنڌ ۾ آيو هو ته شاهه حسن ارغون هن جي سخت مخالفت ڪئي ۽ ڪيس تڪليفون ڏنيون. انهن ڏينهن ۾ دربيلي ۾ رهندڙ سهتي عمر شاهه پٽ دائود ۽ سندس پٽ دائود هن جو وڏو آذرياءُ ڪيو ۽ ڪيس هر طرح جي مدد ڪئي. تاريخ معصومي جي مطابق سهتن همايون جي هڪ لشڪر کي ٽن ڏينهن تائين پنهنجي طرفان کاڌو کارايو ۽ مهمان نوازي ڪئي. ان ڪان پوءِ همايون دربيلي مان نڪري درياءِ سنڌ پار ڪري پاٽ جي شهر ۾ اچي رهيو.

همايون جي سنڌ مان وڃڻ ڪان پوءِ شاهه حسن ارغون دربيلي جي سهتن ڪان سندس حڪم جي تعبيداري نه ڪرڻ جي عيوض دائود سهتي کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ عمر شاهه اڳ ۾ وفات ڪري ويو هو. مير معصوم بکري لکي ٿو ته هن مهمان نوازي جي ڪري سکر ۾ دائود سهتي جي ڪل لهرائي. جڏهن همايون ٻيهر دهلي جي تخت تي ويٺو ته هن دربيلي جي سهتن کي نه وساريو.

چون ٿا ته جيڪي دربيلي جي طرف سيد سڏائن ٿا، انهن ۾ دائود شاهه سهتي جي اولاد مان به آهن جن کي مقامي ماڻهو سيد سمجهي ڪين سيدن ۾ شامل ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته ميان نصير محمد ڪلهوڙي ڪان اڳ ۾ شاهه، سيد کي ئي سڏيو ويندو هو، شاهه ۽ سيد ۾ ڪو به فرق ڪونه هو، سنڌ جا اڪثر سيد، اهلبيت مان نه آهن، پر شاهه جي لقب ڪري سيدن ۾ شمار ٿي ويا آهن.

اڳي سهتن جا وڏا شاهه سڏجندا هئا پر هاڻي اهي ارباب جو لقب استعمال ڪن ٿا.

چندر بنس خاندان........شانتو خاندان، ڀيشم، دهاشتر.

(هي مهارشي سڏجڻ لڳا)

دهاشتر کي ٽي پٽ ٿيا: 1) اهر تزاشت 2) پانڊو 3) ٻمچي

(هن جي ماءُ جو نالو
انيڪا هيو پيدائشي
انڌو هيو)

دهر تراشت کي هڪ پٽ ٿيو جنهن جو نالو ڪرو، ڪورون هيو.

هنن پاڻ کي ڪروا، ڪورون سڏايو.

پانڊو: کي 5 پٽ ٿيا، نڪل (نسرمت) سامجيو (سهوترا) يدهسٽر (ديوڪ) ڀيم سين (برگ) ارجن (اپمن)

ارجن جي اولاد: اڀ من، پريڪچت، رام جيمچيا، شتانيڪ، سهرانيڪ.

سوترڪ (درشهوار، ششترڪ) سوترڪ کي درشهوار به چوندا هئا. سوترڪ معنيٰ بادشاهي تاج جو هيرو. ڏاڍو مشهور ٿيو پيا به مشهور هئا.

سوترڪ جي اولاد: سروها (کي پسني، ابڙو، وينون) سانيئرو (کي سُداس، مهڪ بينون، خوشبوءِ) منيا (حُسن، ٽيالہ، فالج، سرويا) لوح (پوپاله ڪرل، هرل جوتا، مينا، چيما) ۽

سروها کي وينون، بينون، خوشبوءِ فالج، سروها ۽ مهڪ بہ چوندا هيا.

سروها جي اولاد تہ گهڻي آهي پر هتي چند نالا پيش ڪجن ٿا. ملهہ، ملهي، سودڪس چيوڙ (چاچڙ) پائي (آهٽا) جام (لاڙ) ڪوهہ آور (ڪهاوڙ) سانگ (سنگهر).

ملهي جي اولاد: ملهيءَ کي ملي، ملوئي، اوپائي، لمع، ڊرائيڪي ۽ ساڪا بہ چون ٿا.

ملهي، ملهہ، اوپائي کي 5 پٽ ٿيا: 1) اندئيتا 2) پوتر 3) مڙها 4) سڄراءِ 5) ڪالنگا نرئتيا کي نائچ. ڊوڍي، لڇوي، نڇوي، ناهيج، وجهي پٽ ٿيا.

پونر کي هڪ پٽو پٽ ٿيو ان کي تبت چوند اهئا. مڙها کي ڏهر، ڪدهہ چند ٿيا، سڄراءِ کي سڄراءِ ٿيو ۽ ڪالنگا کي لانگاهہ ٿيو.

نائچ: نرئتيا نائچ جي اولاد: نائچ کي نرئتيا، ڍوڍي، ڊوڊا، لڇوهہ، نڇوي وجهي ناهيج بہ چوندا آهن.

نائچ (وجهي) 1) ٻچا 2) سوهاوڻ 3) نول 4) تور (تومرا) 5) ٻچا 6) پنائچ 7) موهاوا 8) سوهاوڙ 9) ڏهانچ 10) نانيڪ (نانڪ) (هيراپيٽ)

تومرا: تور پٽ نائچ جي اولاد: تور کي تومرا، توريا، تنوار، تنور بہ چون ٿا اڄ ڪلهہ جاخيل مثلاً سبي خيل، آڪاخيل، شادي خيل، پرائچ خيل، وانڍا خيل بہ تور آهن.

تومرا-تور. جي اولاد: 1) پاندو 2) ڏرپٽ 3) پرهار 4) رائيزاده 5) آڪا 6) شادي 7) پڙائچ 8) بسي 9) ساهو 10) ساهي 11) وانيا 12) ڏانيا 13) تنور 14) هومر (هومرا).

نوٽ: هن خاندان مان نامور بادشاهہ بڪرماجيت، موريا خاندان- گپت گهراڻو راءِ خاندان. نون خاندان پيدا ٿيا ان کان علاوه اشوڪ اعظم بہ هن خاندان مان هيو.

ڏرپٽ ڏرپٽ پٽ تور (تومرا) خاندان. ڏرپٽ کي جيڪي پٽ ڄاوا انهن جا نالا هي آهن. 1) اننگ پال 2) راجا مل پال 2) هبس پال 4) مانس پال 5) سچي پال 6) انندپال.

اننگ پال کي سهروات نالي پٽ ٿيو.

راجا مل پال: 1) چڙچڙ 2) جوڏا 3) وير 4) تنوا 5) ڪالي 6) ڪڪ نالي 6 پٽ ٿيا.

جوڏا جي اولاد: 1) وير 2) ملڪ وٺيا وير جي اولاد جا نالا هي آهن: 1) آچرا 2) آڏت 3) سور 4) صابرا 5) ڪالا ملڪ جي اولاد جا نالا هي آهن: 1) بدها 2) بجلي 3) ڪلهار 4) ڪڪور 5) جهڙا 6) هن پال 7) سنپال.

تنواجي اولاد: تنولي ٿيو. وير جي اولاد گهنون پال- ڪنياپال- جمبڙا- گهن پال- جس پال- جيئي پال- ٿيا. گهن پال کي راءِ پال ۽ جس پال کي هن پال ٿيو.

ڪڪ: ڪڪ (ڪاڪ) پٽ راجا مل خاندان. ڪڪ (ڪاڪ) بادشاهہ کي جيڪا اولاد پٽ ٿيا: 1) ويرپال 2) ٻبرپال 3) گوبرپال 4) جنجوعا پال 5) لاهو ڪڙا پال 6) پرهون پال 7) جگسي پال 8) جلر پال.

جنجوعا پال: جنجوعا هن کي ڄاڄوعا، جنجوهان بہ چوندا آهن.

(ڄاڄوعا) کي جيڪي پٽ ٿيا انهن جا نالا هي آهن: 1) پاگڙ 2) سما 3) سپرا 4) باٽ 5) رانوڙ 6) تتلا 7) ڏب 8) ڪنجيال 9) گهمڻ 10) ڪنگ 11) دير 12) سپرراءِ 13) جوڏا 14) ڪروال.

باٽ: کي بانٽ نالي هڪ پٽ ٿيو.

سپرا: سپرا کي 1) سپرراءِ 2) جهمٽ 3) مرڙ 4) نارو 5) نرا 6) مرجوس ٿيا.

نارو کي 1) ناڏورا 2) نارائي 3) نمڇ 4) ناري 5) نارمينيا 6) نارياٽي 7) ناگور 8) نائر 9) نانگور 10) نانڙائي نالي پٽ ڄاوا.

## راٺ (رانوڙ) رانوڙ پٽ جنجوآ جو خاندان.

| | | |
|---|---|---|
| 1) ورڻ | 18) ارجڪي پوٽا | 35) راجمڪار |
| 2) ڏانڊا | 19) راجسو پٽا | 36) راجڪرا |
| 3) سهتا | 20) ڪارڻ | 37) راجائي |
| 4) آمڙا | 21) ڪوڪر | 38) لڪي پوٽا |
| 5) بڌا | 22) مڪو | 39) چنڊيل |
| 6) ٻور | 23) مڪواڻ | 40) چنڊيل |
| 7) بوڙپوٽا | 24) | 41) ڏوڪرا |
| 8) چوهاڻ | 25) ميهي بابي | 42) جهال |
| 9) ڏواڪرا | 26) نٽ | 43) انڪر |
| 10) چاهڻ | 27) سورا | 44) مهولي |
| 11) جلوهولي | 28) ولها | 45) منگوال |
| 12) وانرا (وئينس) | 29) ويسر | 46) بنديل |
| 13) ڏارا | 30) ولايہ | 47) جرار |
| 14) ڏهوٽ | 31) راٺي | 48) سهرات |
| 15) ڳاها | 32) رابري | 49) دلال |
| 16) جهنجهہ | 33) راڄ | 50) رسيوال |
| 17) جر | 34) راجيسين پوٽہ | 51) وانرا |

## رائي پٽ. رائوڙ خاندان:

1) پلوترا 2) برهائي 3) چانگڙا (چانگ جهانگڙا) 4) راڪوڙا 5) گورد وال 6) گائونل 7) منگوال 8) جهالا 9) بارائي 10) باڪا 11) باگاٽا 12) ستروال 13) چانو (چانو) 14) رڪو.

راهو- موڙها پٽ: جنجوآ: راهولفظ مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب رستو، واٽ، پيچرو فارسيءَ ۾ ان کي آسماني گرهه ٿو سڏجي. سنڌ ۾ هڪ معروف قبيلو آهي، جيڪو چاموٽ، سماٽ سڏجي ٿو. هن جي اڪثريت سنڌ جي خيرپور، لاڙڪاڻو، نوابشاهه ۽ دادو ۾ آهي. البت هنن جي حاڪميت ٿر ۾ رهي. ڪيترن غلط بياني ڪندي هنن کي سمون خاندان مان لکيو آهي. سو غلط آهي. هيءُ درست آهي تہ ٿور جي پٽ ڏر پٽ جي اولاد مان جنجوآ جي پٽ جو نالو سمانند هيو جيڪو سمون جي نالي سان سڏبو هيو. هن جي نسل مان مهاراجا موڙا سنگهہ (جنهن کي مها موڏا سنگهہ) بہ چوندا هئا. ان موڙا سنگهہ راجا کي هڪ پٽ نالي راهو بہ هيو.

جنجوآ: سمانند (سما) پٽ ٻڏا، پٽ سعت (ساعت) پٽ موڙها سنگهہ (موڏا سنگهہ) سنگهہ (مها موڙا سنگهہ) کي هي پٽ ٿيا: 1) راهو 2) راهوجو 3) ڪونئرو 4) شورو 5) اڇڻ 6) ڏارو 7) مگڻ 9) اگڻ 10) آجو سهت (سهتو).

راهر پٽ موڙا سنگهہ جي اولاد: هن کي پيروزاٽي بہ سڏين ٿا.

هنگورجا- هنگورٽو- راهيجو- راڪڙو- روجهام (روجهاٽي) ڦوڳاٽي- رٽا (رٽي) آبساٽي- رانٽا- ريهاڙ- رڪمناٽي- (رنگهار) رانگهو- رانيو- رونو- رائوڙ- (نوٽ هنگورجا ۽ هنگورٽو- سهتن ۾ پراٽو پاڙو آهي.)

راهوجا پٽ موڙا سنگهہ: راهوجا موڙها سنگهہ جي خاندان مان آهي جيڪو راهو جو پاءُ آهي. خيرپور، دادو، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. راهوجا سمن انڙن ۾ بہ آهن. راهو هاپر پٽ هوتي پٽ ساند پٽ پلي جي نسل مان بہ آهي. هاپر جي پٽ 1) جو نالو جوٽو ۽ ٻئي جو نالو راهو هيو، جنهن جي اولاد مان راهہ پوٽو ۽ راهوجو هيو.

البت هيءُ راهوجو پٽ موڙها الڳ آهي، جيڪو تور جنجوآ خاندان آهي، جنهن جي اولاد اتر سنڌ ۾ گهٽي تعداد ۾ موجود آهي.

## وانرا (ونس ونيس) خاندان: پٽ رائوڙ

هي رائوڙ پٽ جنجوآ خاندان جو معروف گهراڻو آهي. هند ۽ سنڌ ۾ آباد آهن. پاڻ کي چاموٽ، سماٽ ۽ سوريابنس ٿا سڏرائين ۽ پنهنجو نسل رائوڙ پٽ جنجوآ سان ٿا ٻڌائين.

سنڌ ۾ هنن کي وانراٽا ڪوٺين جيڪي هندو ۽ مسلمان بہ آهن. ٿر، دادو، حيدرآباد ۾ بہ آهن. هند جي علائقي راجستان، راجپوتانا ۽ حصار ۾ آهن اهي اڪثر هندو آهن. پاڻ کي راجپوت ٿا ڪوٺائين. پنجاب ۾ هنن کي وئينس بہ ٿا ڪوٺين (امرتسر- شاهہ پور- گورداسپور ۾ جاٽ ٿا چورائين) ملتان، بهاولپور ۾ جٽ ٿا سڏجن هتي اڪثر مسلمان آهن ۽ مشرق پنجاب ۾ (هند ۾) سک ۽ مسلمان آهن. اتي هنن کي ٻينس يا وش بہ ٿا ڪوٺين امرتسر ۾ هنن کي بنس ٿا ڪوٺين.

## وانرا (ونيس) خاندان:

| | | |
|---|---|---|
| سنڌل | ٽاٽارا | روندا |
| موتي (موتياٽي) | سينڌل | هلوائي |
| جوگل | ٿولهہ ٻنيا | سوڙ |
| مونيا | پالوٽ | رام چندريہ |
| سيواريا | راجڪماريہ | وارسيا |
| واتهڙا | سپنا | ڪرم سوت |
| ٽالاٽوڙ | ڪوندڪر | واٽيجا |
| ڪوهہ ٽوڙ | پيٽر | ڏارويا |
| واهن | | |

## ويسر پٽ رائوڙ:

سنڌ ۽ هند ۾ هي قبيلو تمام گهٽي تعداد ۾ آهي. اڪثر ماڻهو هن کي وسير ٿا ون نڪي ويسر ٿا چون جيڪو غلط آهي. وسير ڍوڍ جي خاندان مان پنچر جو پٽ آهي. هي پاڻ کي وسير ٿا ڪوٺائين نڪي ويسر. وسير البت پاڻ کي ويسر ٿا ڪوٺائين. بلوچستان، ايران، راجستان، ٿر، لاڙ، اتر سنڌ ۾ آباد آهن. اڪثر رائوڙ سڏجن ٿا.

ڪجهہ ويسر، راڄپرن، سوڍن، باجرن ۽ ملاحن اوڙڪن ۾ ملن ٿا جيڪي تعداد ۾ ٿورا آهن. پاڻ کي ويسر نہ البت سوڍا، جابرءَ راڄپر ٿا ڪوٺرائين جيڪي ويسر ٿا سڏرائين اهي دراصل رائوڙ خاندان جا آهن ۽ رائوڙ جي ٻين خاندانن سان گڏ ويٺا آهن سندن مٽيون مائٽيون بہ انهن سان اٿن.

## ويسر خاندان:

| | | |
|---|---|---|
| وئونرا | ووڪا | وشيون |
| ويراج | وسٽو | واسواڻ |
| ويرام | هتيار | ويوسي |
| ويڙها | واهرڪريا | وناڪڙي |
| وگر | وڪڙا | ولها |
| وريام | واگهوريا | ورگ |
| نهارا | ورها | نڪامرا |
| نل | | |

نوٽ: هي قبيلا پاڻ کي ڄام ڄاموٽ ٿا چوائين.

## جهنجہ (جهنجهہ) پٽ راٺوڙ:

هيءُ قبيلو گهڻو هند ۽ سنڌ ۾ آهي. پاڻ کي راٺوڙ ٿا سڏرائين. هيءُ قبيلو چولستان راجستان، جيسلمير ۾ ڪافي تعداد ۾ آباد آهي. اتر سنڌ ميرپورخاص، بهاولپور بيڪانير ۽ جوڌپور ۾ آباد آهي. پاڻ کي سوريابنس ۽ جاٽ، رئيس، ملڪ جي لقبن سان سڏرائين ٿا. ٿرپارڪر ۾ جهنجهي بہ سڏجن ٿا. هنن کي ڪٿي جنج، جهنج بہ ڪوٺيو ويندو آهي. جهنج ڪلهوڙا خاندان ۾ بہ هڪ شاخ آهي، جيڪي پاڻ کي ڪلهوڙا ٿا ڪوٺائين، اڪثر جهنج پاڻ کي راٺوڙ ٿا سڏرائين جهنج دل ذات ۾ بہ آهن.

جهنجهہ خاندان (جهنج)

| | | | |
|---|---|---|---|
| جنجهہ | پرڻ | جهلوري | |
| ٻرنگ | جهندو | ٽيڏا | |
| ٻيٽا (دادو ۾ آهي) | ٽيرڙ | مسن (مسڻ) | ← دادو، لاڙڪاڻو، نصيرآباد، بادھ ۾ آهن) |
| ڏهاگ | ڀهڙا | ٻڍڙيل | |
| ٻوڏر | ڏونگر | ٻروا | |
| ٽيڪ | پرند | | |

نوٽ: هي ڪيترون پاڻ کي ڄام وڏيرو ڄاموٽ سڏرائيندا آهن. راٺوڙ نسل جا ماڻهو آهن.

## ڪوڪر (ڪوڪرا) پٽ راٺوڙ:

ڪوڪر (ڪوڪر) هند، سنڌ، ايران، افغانستان ۾ تمام وڏو بهادر قبيلو رهيو آهي. سنڌ ۾ پاڻ کي ڄاموٽ، سماٽ ۽ سرائي ٿا سڏرائين. سرائين جي 24 وڏين ذاتين مان هڪ ذات آهي (ڪوڪر) پنجاب ۾ پاڻ کي جاٽ ۽ سوريابنس ٿا سڏرائين. هينئر ڪجھ غلط بياني ڪري ڪوڪر پاڻ کي قطب شاهي اعوان بہ سڏائن ٿا. ڪٿي ڪٿي قريشي بہ سڏائن ٿا. سنڌ ۾ سنڌي ۽ سرائڪي ٿا ڳالهائين، اڄ ڪلھ ڪميءَ ڪاسبي ماڻهو بہ پاڻ کي ڪوڪر ٿا چورائين حالانڪ ڪوڪر راٺوڙ خاندان جو اهم ۽ وڏو خاندان آهي. عام طرح ڪوڪرن کي زمين مان چراگاهن مان غيرضروري گاھ ڪيندڙن کي ڪوڪر ٿا چون.

## ڪوڪر خاندان:

پوپالہ (لُوح) جي خاندان ۾ آهي. هن کي هرل بہ چون ٿا، سنڌ جي علائقي ٿرپار ۽ عمرڪوٽ ۾ ديهون بہ آهن ۽ خيرپور ۾ آباد آهن.

| | | |
|---|---|---|
| ڪوڪران | گهمرا | ڪوڪراڻي |
| هرل | ونگا | روهڙ |
| هرلي | ولاسا | ڪاڻ |
| کهرا | پنرايو | شيخا |
| نُونا | ڪمانگر | ڪوهر |
| سُهاگ | سونيا | |

اهي جملي ڪيترون قديم قبيلي راٺوڙ جي پٽ ڪوڪر جو آهن، جيڪي پاڻ کي سرائي، سوريانبسي ۽ راٺوڙي ٿا سڏائين.

ڄام شيخو هنگورجن سھتن جو پاڙو آهي. هنجو مرڪز بہ هنگورجن جي شهر ۾ هيو هن وقت اهو ڦٽل دڙا آهن. انهن دڙن ۾ قديم زماني ۾ جيڪي گهر گهر ۾ کوھ هوندا هئا. اهڙا موجود آهن ۽ هن ڳچ سان گهٽيون ٺهيل آهن ۽ اتانهن ئي زمين اندر سرنگهون ڦٽنديون آهن جيڪي پري پري تائين زمين اندران وينديون آهن. هي سھتن جو ويڙهاڪ پاڙو هيو هنن مان شيخوطائي بزرگ ٿي گذريو آهي، عام خاص لاءِ زيارتگاھ آهي. شاھ حسن ارغون جي ۽ بابريد بخاري گورنر جي حملن ڪري هي اتان لڏي ويا ۽ اهي ناڙوجي (بلهر) بادشاھ جي ڳوٺ ۾ رهيا شيخا پيرزاده سڏبا آهن. هين وجي شيخاڻي ڳوٺ ٻڌو گهڻا مارجي ويا.

## سھتہ (سها) خاندان:

ڏٽا، جماٽي، هنگورا، توڪا، وهلا، هنگورٽا، منگٽيجا، وانيا، هنگورجا، واسطڙا (وسطڙا) ڇچر، حليہ، سوائي، سمور، ماندرا، رڪن (رڪن پوٽا) هالا، ڍوڍا، جمڙا، مولهڻ، موڏا سنگھ، آپن سنگھ هنگورجا، شيخا سهتا گهلو

سهتا، صدر سهتا، اڪثر اهي ڄام سڏبا آهن. ارباب سڏيا ويا آهن ته شاهه.

نوٽ: موڙها سنگهه سمانند (سما) پٽ جنجوآ خاندان وارا جملي لوڪ ۽ انهن جي اولاد پاڻ کي سهتو ٿي سڏرائي مٿي ڏسندا سمانند پٽ جنجوآ ۽ موڙها سنگهه خاندان.

## سهتو (سهته) پٽ رانوڙ:

هندي ڪوٺين سهتو، عرب ڪوٺين سهته، مها، سهتو، هندو به آهي ته مسلمان، ٻڌ، جين، سک، مظاهر پرست به آهن. حالانڪ آريا سوريابنس ڄام، وڏيرو، ڄاموٽ، سماٽ، جڙگال، جاٽ، ملڪ، رئيس، زط، بالڪا، رام جي ۽ شاهه جي وغيره لقبن سان سڏجن ٿا. ساڏجا سهتا به سڏجن ٿا اهي ٿر ۾ وينا آهن وڏي ساڌ جي درگاهه آهي.

سهتو: ساعت، ملان، مولو، موٿيا، ايسب، ايسب پوٽا، ساهيجا، پريجا، خليفه، تگر، گهلوان (گهلو) مها آپن، سيٽر، ڪيبر، هتونگا، مٿونگا، سهتاٽي.

## اُڄڻ: اڄڻ پٽ موڙا سنگهه ان جي اولاد:

اُجين، اسرام، ٻاجهاٽي، دوداٽي، جيئلاٽي، پنجابي، جتاٽي، جنگواٽي سڪاٽي (سڪ واهڻ) موجود آهي. ساڪاٽي، ٻڌاٽي، خيراٽي، جاڙاٽي، موساٽي، دواٽي، قلندراٽي، ميلاٽي، سوڀاٽي، بنگلاٽي، پرياٽي، هي ڪيڙون اڄڻن جون پاڻ کي سهتو ٿا سڏائين ۽ اجين شهر ۽ رياست اڄين جا راجستان آڳاٽي سنڌ ۾ هئي ان جو پڻ بڻ بنياد وڌو.

بهاولپور، رحيم يار خان ۽ صادق آباد ۾ رهندڙ اڄڻ پنهنجو نسلي تعلق عرب سان ظاهر ڪرڻ لاءِ اڄڻ قريشي چورائيندا آهن ۽ خيرپور ضلعي ۾ رهندڙ ڪجهه اڄڻ پاڻ کي اڄڻ فارقي سڏرائيندا آهن.

## بخش علي سهتو جو خط

محترم بخش علي سهتو هڪ سچاڻ ۽ عالم انسان آهي. تنهن پنهنجي ذات سهتو متعلق معلومات ڏيندي هڪ خط لکيو. جنهن مان ان جي خيالن ۽ معلومات جي ڄاڻ پوي ٿي. تنهن ڪري ضروري آهي ته ان کي ڪتاب ۾ شامل ڪيو وڃي جيئن پنهنجي ذات متعلق لکيو اٿن.

## سهتو (سهته) پٽ رانوڙ خاندان:

ترٽا، توڪا، منگٽيجا، ونديرو، وسطڙا، سوائي، سمور، رڪن، رڪن پوٽا، ڊوڊا، موڏا آپچن، جماٽي، وهلا، وانٽيو، هُليو، مولهڻ، هنگورا، هنگورجا، هنگورٽا، ماندڙا هلا، جمڙا، ويجر نوٽ مٿي ذڪر ڪيل قبيلا پاڻکي سهتو ٽا سڏائين.

## سها پٽ خنجوآ جو خاندان

ٻڌا سما کي پٽ ٿيو، ٻڌا کي ساعت (سعته) پٽ ٿيو. (سعته) جي معنيٰ آهي. وقت، گهڙي، نظارو، قسمت.

(رائي) رانوڙ لفظ جي معنيٰ لکندا هلئون، تفسير سان ته رائي لفظ راٽ مان نڪتل آهي. جيئن ته رانوڙ لفظ رانو وڙ جو مرڪب آهي. هيءَ معروف خاندانآهي. هي تور خاندان خاص ڪري. رانوڙ جو اهم قبيلو آهي. قديم ترين خاندانن ۾ شمار ٿئي ٿو. سنڌ ۽ هند ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهي. هيءَ پاڻکي راجپوت، ته ڪٿي ڄٽ سڏرائين ٿا. سنڌ ۾ اڪثر هندو آهن. ٿر ۾ ڪافي تعداد ۾ آهن. ميرپور خاص ۾ حيدرآباد ۾ آباد آهن. پاڻ سوريا بنس، رانوڙ ۽ تورجي شاخ سڏرائين ٿا. ڪن جو خيال آهي ته ڪنهن طاقتور ذات واري گهڻ ذات واري عورت سان ڏاڍائي ڪئي هئي ان مان پيدا ٿيو. رائي معنيٰ زبردستي، هن جا ڪيترائي پائر آهن. ڏسندا رانوڙ جو شجرو. انهن جي خاص قرابت آمڙن، روهلن ۽ ڏنڪرن راهن وغيره آهي. هيءَ روهتڪ جي علائقي ۾ پاڻ کي (تور-جٽ راجپوت) ٽا سڏائين ان کان علاوه علائق ٻاره ميڙ، راجستان، رامپور، ڪانگڙ ۽ چمبه رياستن ۾ گهٽي تعداد ۾ موجود آهن. دهلي، گڙگاوان ۽ جهولريءَ ۾ آباد آهن. هن کي گهٽي اولاد ٿي، جنهن مٿي (اڳ ۾) لکيل چارٽ ۾ ڏسندا. ساتايان خان به سڏبا آهن. اڄڪلهه هندوستان ۾ خاص ساهٽيا سهتا ملڪ ملوڪ ۽ بادشاهه خاندان رهيو آهي. جنهن هزارين سال اڳ سهتيا دل جيڪو 5 قبيلن کي گڏائي هڪ دل ٺاهيو ويو هيو جنهن کي پنجائتي دل، سهتيا دل يا پنجالو سڏيندا هئا. جنهن تي اڄ پارٽ جي اسيمبلي کي هڪ دل يا لوڪ سڀا سڏيو ويندو آهي ۽ اهو دستور ساهتيءَ جي دستور ٺهيل سان واڳيل سمجهه اڄي جيئن جنرل اسيمبلي ۾ به پنج ملڪ ويٽو بادر رکندا آهن. اهو هڪ ۽ آمري جي وچ ۾ هيو. جيڪو

ڪاموري جي ڪم ڪرايو رهندو هيو ۽ روضڪ ضلعي ۾ وري 84 ڪيڙا سان مشهور آهي. اتي هنن رانوڙ قبيلن جو وڏو انگ نظر اچيتو.

## سهتو (سها) پٽ رانوڙ

سنڌ ۽ هنڌ جي وڏي ۾ وڏو خاندان آهي. جيڪي پاٽڪي چامر، جاٽ، چاموٽ، سوريا بنس، رانوڙ جو لقب سان سڏجن ٿا. هن شاهي خاندان لاءِ ڪن لڪن ڪافي ماڻهن ڪي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪي چون ٿا ته جادم جيڪو سما نسلمان آهي. هن جي يارنهن (11) پٽن مان هڪ جو نالو سهتو هيو. ڪي وري هنڪي مهاراج موڙها سنگهه جي اولاد سهتو ٿا لکن، ڪي وري هنڪي مهاٿو ٿا سڏن، ڪي وري هنڪي رانوڙ جو پاءُ ٿا لکن.

سهتو (سهته سها) خاندان جي حاڪميت پانال (روهڙيءَ) کان نيرون ڪوٽ (موجوده حيدرآباد) حاليه تاءِ رهي آحي جيڪا ق م رهي آهي. اڄ به هنڪي سهتا پرڳڻون سڏبو آهي. جنهن جو دارالخلافه هنگورجا هيو. جيڪو هم چورس 10 ڏهن ڪوهن تي پکڙيل هيو. جنهن جا قديم آثار هنگورجا شهر جي ارد گرد اڄ به موجود آهن. وري ڪن ليڪڪن جو رايو اهو به آهي ته هنڌي قوم جو ستن ورڻن هڪ ورڻ جو نالو سهتو هيو. ان مان سهتو قبيلو پيدا ٿيو. انهن ليڪڪن کي اهو معلوم نه آهي ته نالي جو وڏو انسانذات هوندو آهي. نڪي پهار، سمنڊ، درياءُ وغيره. اڃا ڪي ٻيا چون ته حضرت نوح جي پٽ سائم جي پٽ ٻڌا ڪي سورنهن 16 پٽ هئا، جيڪي مجموعي طور رانوڙ سڏبا هيا. انهن مان سهتو هڪ هيو. اها اڪاٽي آهي، من گهڙت هٿرادو ٺهيل ڳالهه آهي. سائم جي پٽ ٻڌا جو وجود ليڪڪن جو آهي. ق. م تاريخن ۾ هنڌو مذهبي ۽ غير مذهبي ڪتابن ۾ منو (نوح) جي اولاد جي ذڪر ۾ ڪٿي ٻُڌا جو لفظ ڏسڻ ۾ نه آيو آهي. البتا سها (سهتو) جو لفظ ويدن ۾ ضرور آيو آحي ۽ اتر ويد ۾ به سهتو لفظ آيل آهي.

منون جي اولاد ۽ عظيم جل پرلوبان (پاٽي واري قيامت) طوفان جو ذڪر هنڌو ڌرتي غير ڌرمي، ڪتاب پئدائش (زبور، انجيل، توريت) ۾ به آيو آهي. هن عظيم طوفان جي خبر عربن کي ڪونه هئي. نوح لفظ عربيءَ جو نه بلڪ عبرانيءَ جو آهي. انجو مطلب ٻيڙي آهي. هنڌي لوڪ به منو کي منو مهارشٽ (ٻيڙي) وارو رشي ٿا سڏين. جنهن کي هو پنهنجو رسي، اقعار (رسول، پيغمبر) ٿا سمجهن جنهن جو مذهب صائبين هيو. سنڌ ۽ هنڌ پائر هئا، جيڪي سائم جا پٽ هئا، جن جي نالن مبارڪن پنيان، سنڌي، هنڌي قومون، ملڪ ۽ ٻوليون سڏبن ٿيون. هي (سنڌ ۽ هنڌ) انهن ستن 7 رشين مان هئا. جيڪي منو مهارشت (نوح) جي ٻيڙي ۾ سوار هئا. جنهن جي وشنو (پرماتما، خدا تعاليٰ) پاڻ هلائي رهيو هيو. هنڌو ڌرمي ڪتابن ۾ لکن ٿا ته هي جل پرلو (پاٽي واري قيامت) هاٿوڪي ڪيرالا وٽان شروع ٿيو، منو کي پرماتما حڪم ڪيو ته ٻيڙو ٺاهه انجي مدد لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ ملائڪ سگهورا موڪليا. جڏهن هي ٻيڙو تير ٿيو ۽ منو کي حڪم ڪيائين ته هر جاندار جو جوڙ وجهه ان بعد جڏهن اهو ڪم پورو ٿئي ته انهن انجي گهر واري تنور مان پاٽي نڪرڻ شروع ٿئي ته بعد ۾ اوهان پنهنجي خاندان ۽ اهل ايمان وارن سان ٻيڙي ۾ چڙهجو اهو تنور امان حوا (پاروتي) جو آدم (شيو شنڪر) ٺاهيو هيو. جنهن ۾ امان حوا ماني پچائيندي هئي. ڪيرالہ گجرات جي ساحل سمنڊ تي آهي. هينئر هنڌ ۾ آهي. اڳ ۾ پراچين سنڌ ۾ هيو. خود گجرات سنڌ جي پٽ جو نالو آهي. اڄ به منو (نوح) جي پيرن جي نشان اتي موجود آهن. جيڪا هر ماڻهوءَ لاءِ زيارت گاهه آهي. حضرت نوح جي مزار مبارڪ به گجرات جي ڳوٺ منڊيا ۾ آهي ۽ اها 27 گز ڊگهي آهي. اها به زيارت گاهه آهي. بحوالہ ڪلڪي اوتار ويد، ورڻ، شاستر وغيره. هنن ڪتابن ۾ سها (سهته) قبيلي جو به ذڪر آيل آهي. هينئر مان اچان ٿو منو (نوح) سندس خاندان تي ته ٻڌا پٽ سام ذڪر ڪرڻ ٿو ملي. اها من گهڙت ڪهاڻي ٺهرايل آهي.

## خاص نوٽ:

خاص اسلامي تفسير، هنڌو ڌرمي، يز ڌرمي، ڪتاب لکن ٿا ته حضرت شيث (سورج سنڌ) (ڪرن، سورج، گنيش، برما، ايوڌيہ) سورج شيث جي زماني ۾ پورو برصغير افغانستان، تبت، يونان، فارس، سينٽرل ايشيا، سنڌ ملڪ سڏبو هيو. ڇاڪاڻ ته عربي زبان ۾ حضرت شيث جو نالو سنڌ هو. اها ڳالهه هنڌو، فارس، يوناني ۽ عرب به چون ٿا ته سنڌ مان هند نڪتو آهي. ڪلڪي اوتار ۾ جيڪو (ڀارت ۾ شايع ٿيو آهي هڪ پنڊت جو ڪتاب آحي هندو ڌرم جي مقدس ڪتابن مان ثابت ڪري ٿو ته اسان (سناتن) مذهب جا پوئلڳ

ڪلڪي اوتار جا منتظر آهيون ڪلڪي اوتار معنيٰ آخري رسول) (حضرت محمدﷺ) ان ۾ لکي ٿو پيو تہ سنڌ ملڪ برصغير جو پيو نالو آهي. جنهن ۾ بنگلاديش، تبت، افغانستان، يونان، ڪشمير ملڪ سڀ اچي وڃن ٿا. انهن سڀني جو نالو هندستان نہ پر سنڌستان هيو ۽ سنڌ مان هند ٿيو. اهو ڪتا هندو پنڊت لکيو آهي جنهن جو نالو ويد پرڪاش اپاديا آهي ۽ وڏو مشهور اسڪالر ليکڪ ۽ هندو برهمڻ الہ آباد يونيورسٽي ۾ ريسرچ آفيسر حيثيت سان خدمتون سر انجام ڏئي رهيو آهي. حضرت شيث جي مزار مبارڪ بہ ايوديہ جي شهر گجرات ۾ آهي. هندو لوڪ هنڪي رشيو تڳيان ٿا ڪوٺين نوح (منو) جل پرلويان (عظيم طوفان) (7) ست رسي (نبي سڳوريٰ) اُن ٻيڙي ۾ موجود هئا. ان سنڌ ۽ هنڌ جيڪي پاڻ ۾ پائر هئا اهي بہ هئا انهن ڪانپوءِ سنڌ ملڪ جيڪو شيثر (سنڌ) نالي جو ملڪ سڏب هيو انهيءَ ڪي پوءِ سنڌ ملڪ ۽ هنڌ ملڪ جي نالن سان سڏيو ويو.

شيثن سان گڏ يوباب (تيج، هنرمند) نبي سڳوري، قبر مبارڪ بہ ايوڏيا ۾ آهي.

# جويو

جويو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇيو ويندو آهي جنهن کي پنجاب ۽ سرائڪي علائقي ۾ جتي هُن جي اڪثريت آهي اتي جوئيه سڏيو ويندو آهي. اُن جي متعلق ڪن جو چوڻ آهي ته جويو يا جوئيه جُوءِ يعني زال جي نسبت پويان سڏيو ويو. هڪ روايت موجب يوسف جي پاءُ بنجمن جي جبلي اولاد بيڪانير آئي، هڪ راجا جي ڌيءُ سان شادي ڪئي. انهن جي مورث اعليٰ جو پيءُ ٻٽيو ۽ پوءِ فقير ٿي غائب ٿي ويو. ان زال يعني جُوءِ جي ڪري سندس اولاد جويو سڏي ويئي.

قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ ان سان ملندڙ لفظ جُوءِ موجود آهي، جنهن جي معنيٰ ۽ مطلب آهي ڪنهن خاص ايراضي اڏانهن اشارو، مخصوص هنڌ يا جاءِ. ماڳ ۽ ملڪ ۽ مال جي چارڻ جي مخصوص ايراضي ۽ خود جويو جي معنيٰ آهي، ڳولهڻ وارو، تلاش ڪرڻ وارو. پيري ۽ جستجو ڪرڻ وار. جيئن ته هي شروعاتي ڏينهن ۾ قبل از مسيح خانه بدوشن وانگر رهندا هئا ۽ جتي سندن مال يا ڌڻ لاءِ سر سبز ٽڪرو ۽ گاهه ملي ويندو هو، اتي لڏو لاهي ويهي رهندا هئا، جنهن ڪري ان جُوءِ جي ڪري مٿن نالو جُوءِ وارو پيو جيڪو بدلي جويو ٿي ويو.

هڪ تاريخي حوالي موجب ملتان جي حاڪم راجا جو جيڪو راجا جئي پال جو سرپرست هو. بابا فريد شڪر گنج جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيو ۽ جڏهن قنڌار جي حاڪم سلطان محمود غزنوي ملتان تي حملو ڪيو ته ان جي آڌر مجينندي استقبال ڪيو ۽ ڪيس راجاجو بدران راجا جويو يا جوئيو سڏيو جيڪو بعد ۾ هن جو لقب بڻجي ويو. انهي نسبت سان سندس اولاد ۽ پوئين کي جويو سڏيو ويو جيڪا روايت جويو ذات لاءِ مناسب نه ٿي لڳي، ڇاڪاڻ ته قبل مسيح سان تعلق رکندڙ راجپوتن جي ڇٽيهه شاهي خاندان ۾ ”جويو“ قبيلو جو نالو درج آهي، جنهن ڪري ان کي قديم سنڌ جي قديم ذاتين ۾ ڳولهڻ ۽ جاچڻ گهرجي.

سن 450 قبل مسيح ۾ سنڌ ۽ هند ۾ هڪ جنگجو قبيلي ڪي جوديا يا يوڌيا جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جنهن جو ذڪر پانني به ڪيو آهي ۽ ڪين جودراءِ جي نالي سان لکيو آهي، جيڪو يقينن جويو ذات جو قديم نالو آهي. مسٽر جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته سنڌوءَ جي ڪناري ٻه قديم قومون ڏهيو ۽ جويو رهنديون هيون جن جي جاءِ جو هنڌ اتي هو جتي درياءَ سنڌ ۽ ستلج پاڻ ۾ ملن ٿا. تحقيقي طور ثابتي ملي ٿي اهي پئي درياءَ ڪوٽ مٺڻ کان هيٺ ۽ ڪشمور کان مٿي پاڻ ۾ ملندا هئا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته نالي ۽ رهڻ واري ايراضي مان واضح ٿئي ٿو ته ڏهيو اها قوم آهي جنهن کي سڪندر جي وقت ڏاهي ڪري لکيو ويو، هاڻي اتي هنن جو نالو ۽ نشان ڪو نه آهي، جڏهن ته اتر ريگستان هند ۾ ٿهلجي ويا يعني جيسلمير ۽ راجستان واري علائقي ۾ جن ڪي پراڻي تاريخ ۾، جنگل ديس آقا سڏيو ويو آهي جيڪو هرياڻه، ڀٽياڻه، ڀٽنير ۽ ناگور تي مشتمل هو. هو 700 سؤ سال اڄ جي مطابق 900 سؤ سال اڳ هنن کي سنڌو درياءَ جي حدن مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ باگڙجي علائقي ۾ ڀٽين هنن کي عارضي طور پنهنجي زير ڪري ورتو. سورهين صديءَ جي وچ ڌارين راٺوڙ حڪمرانن پنهنجي ڀيهر طاقت حاصل ڪرڻ دوران هنن کي بيڪانير جي پنهنجي علائقي ”جويو“ مان نڪرڻ تي مجبور ڪيو. بقول جيمس ٽاڊ ”راجپوت ان علائقي تي ايترا حملا ڪيا جو جويو جو نالو ۽ نشان غائب ٿي ويو.“

هو ان دوران ڀيهر سنڌو ۽ ستلج جي ميلاپ کان مٿي ستلج جي ڪنارن تي آباد ٿي ويا. بهرحال ڀٽيءَ انهن کي ڪهروڙ کان واپس وڃڻ تي مجبور ڪيو ۽ هنن جي نيم خودمختياري تڏهن ختم ٿي ويئي جڏهن انهن جا علائقا بهاولپور رياست جو حصو بڻجي ويا ۽ هو ڀٽنير کان هيٺ

دریاءَ هاڪڙو جي پنهنجن پراڻن وٿاڻن بيڪانير ۾ وڃي آباد ٿيا. انهيءَ لڏپلاڻ دوران جنرل ڪننگهم جي مطابق لوڻ جي ماٿري ۽ جود جبل جي ڪن جاين تي وڃي آباد ٿيا. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق هي شاهه پور موجوده سرگودا ضلعي ۾ 2700 ڪان وڌيڪ ڪو نه آهن. جڏهن ته لاهور، فيروزپور جي وچين ستلج واري علائقي ۽ ديره جاٽ مظفر ڳڙهه ۽ ان ڪان هيٺ سنڌ تائين انهن جي آبادي تمام گهٽ آهي.

ساهيوال ۾ رهندڙ جويو قبيلي وارن جو چوڻ آهي ته هو چوڏهين صدي جي وچ ڌاران بيڪانير کي ڇڏي بهاولپور آيا، جتي هو ملتان جي لانگاهه حڪمرانن جا حليف بڻجي ويا پر نادر شاهه جي دؤر ۾ بهاولپور جي دائودپوٽن (ڪلهوڙو- موجوده وقت ۾ عباسي سڏائيندڙ) جي زير ٿي ويا.

اهڙي طرح ملتان ۾ رهندڙ جويو قبيلي وارا چون ٿا ته هو بيڪانير ڪان پهريان سنڌ ۾ آيا ۽ پوءِ اتان ملتان لڏي اچي پهتا.

بهاولپور ۾ رهندڙ جويو ذات وارن پنهنجو شجرو تيار ڪرايو آهي، جنهن جي مطابق هو ۽ سنڌن پاڙو مهر، محمود غزنوي جي غلام اياز جي اولاد آهيون. اياز هميشه برقعي ۽ ستر ۾ رهندو هو، پر جويو ذات جو هر پاڙو اياز غلام ڪان اڳ وارو شجرو مختلف ٻڌائيندا آهن. هنن جي چوڻ موجب اياز پٽ بڪر، هڪ فقير جي روپ ۾ راجا چوهڙ سميجي جي گادي واري شهر چوهڙ (چوهڙ پور) موجوده انوپ ڳڙهه ۾ آيو ۽ ان جي وڏي ڌيءَ "نل" سان شادي ڪئي ۽ 400 هجري ۾ ان مان جويو ڄائو، جنهن جي پرورش ناناڻن ۾ هندو مذهب جي طور طريقي سان ٿي جيتوڻيڪ هن جو پيءُ مسلمان هو. هن کي چار پٽ ڄاوا جن تي هندڪا نالا جبو، اسنگ، نسنگ ۽ ساهن پال رکيا ويا ۽ جويو ان جي ننڍي پٽ جي اولاد آهن.

ڏٺو وڃي ته ان شجري ۽ روايت جي ڪا به تاريخي طور شهادت موجود ڪو نه آهي ۽ اهو جويو جي ميراثن جي هٿ ٺوڪي ڳالهه آهي، جنهن کي نه پڇ آهي نه منهن- حصار جا جويا پاڻ کي سميجه چورائيندا آهن. جڏهن ته هنن جو هڪ وڏو تعداد پنجاب ۾ جٽ (جت) چورائيندا آهن.

جويو ذات جي اصل حقيقت ۽ بڻ بنياد هي آهي ته ستلج ۽ سنڌوءَ جي ميلاپ ڪان هيٺ ٻنهي دريائن جي ڪنارن يعني ان جي واهڙن، نارن ۽ وهڪرن تي مال وند ۽ زراعت پيشو قبيلو آهي. جن جا شهر بيڪانير ۽ راجستان ۾ هئا ۽ جيمس ٽاڊ جي وقت انهن جي قتل ڳوٺن جا آثار ۽ نشان موجود هئا، سڪار جو شهر ويرپان تعمير ڪيو هو ۽ راءِ سمون جويو، سمانه 1000ع ۾ ٻڌو هو.

سنڌ ۾ رهندڙ جويو ذات وارن جي مطابق جويو کي يوڌيا يا يوڌيا گانا جي طور سڃاتو وڃي ٿو، جيڪي سنڌو ندي ۽ گينگس ندي جي وچ ۾ آيل علائقي ۾ رهندا هئا.

يوڌيا جي تاريخ وار جوڙ جڪ شايد 500 قبل مسيح ڪان 1200 قبل تائين رهي آهي ۽ هو 200 قبل مسيح ڪان 400ع تائين پنهنجي علائقي جا حاڪم ۽ مالڪ رهيا آهن.

جويو ذات جي اصل نسب ۽ نسل بابت به دستور موجب اختلاف موجود آهن جو ڪن جي مطابق، هي عرب آهن، جيڪي لوزان بن ثعلبه بن عدي بن فزاره بن ذبيان بن عبيص بن ريث بن غطفان بن عمرو بن قيس بن عيلان بن الياس بن مغر جي اولاد جي نسل مان آهن.

ڪن جي مطابق هي ترڪ نسل مان آهن جن جو شجرو محمود غزنوي سان ملي ٿو، جڏهن ته محمود غزنوي تاريخ ابن خلدون جي مطابق ايران جي آخري آتش پرست حڪمران يزد جرد جي نسل جو آهي، جنهن کي مسلمانن شڪست ڏيئي اسلامي سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو هو. جڏهن ته ڪن دعويٰ ڪئي آهي ته جويو قبيلي وارا انهن يوناني گهراڻن جي اولاد آهن جيڪي سڪندر مقدوني جي حمله سن 325 قبل مسيح جي وقت قديم سنڌ ۾ رهي پيا هئا پر اها ڳالهه به درست نه آهي، جڏهن سڪندر شورو ڪوٽ ڪان موجوده سنڌ ڏانهن آيو ٿي ته پنج ند ڪان هيٺ جويو قبيلي وارن پنهنجا سفير موڪلي ان جي آڌر قبول ڪئي هئي.

مطلب ته سنڌي قوم، ذات ۽ قبيلن کي غيرسنڌي بنائڻ وارن وسان ڪونه گهٽايو آهي ۽ هر ذات قبيلي کي غيرسنڌي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن ته اصل حقيقت اها آهي ته جويو مقامي نسب جي ذات آهي جنهن جو تعلق قديم سنڌ جي دؤر سان آهن ۽ هي مهاڀارت جي فاتح خاندان پانڊو جي نسل مان آهن جن جو نسلي تعلق يادو عرف جادو يعني جادم جي نسل سان آهي، جنهن جو شجرو موجود آهي.

## جويو جي ماضي قريب جي تاريخ:

جويا- راٺور- راجپوت هڪ مشهور شاعر (ڏاڏي بهادرا) هڪڙو نظم/شعر لکيو هو، جنهن کي عام طور ويرا مايان چئجي ٿو، جنهن ۾ 1412-1370 ۾ گجنير ۾ جوين ۽ راٺوڙن جي وچ ۾ لڳل جنگ جو ذڪر ٿيل آهي. راٺوڙن ۽ جوين جي

وچ ۾ مشهور جنگ ڏاڪا جي هڪ ڳوٺ سدمڪ جي پرسان وڙهي ويئي. 16 صديءَ جي وچ ۾ انهن کي بيڪانير جي جويا پرڳڻي مان راٺوڙ حڪمرانن مغل شهنشاهه اڪبر جي مدد سان نيڪالي ڏني. نيم آزاد رياست فتح پور (وهاڙي) راجا فتح خان جويا قائم ڪئي. ملتان گزيٽيئر ۾ لکيل آهي ته فتح خان جويا شيرشاهه سوري خلاف بغاوت ڪئي. ملتان جو گورنر هيبت خان نيازي هن خلاف موڪليو ويو ۽ هي مجبور ٿي پيو ۽ هن کي پاڪپتڻ ڇڏي فتح پور ڏي ڀڄڻو پيو.

پڻ پائرن راءِ جلال الدين ۽ راءِ ڪمال الدين جويا کي ڪريٽي خلاف موڪليو ويو جيڪو باغي ٿيو هو. ڪهرور وٽ هن کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ هن جي زمين دهلي رياست هٽ ڪئي. راءِ جلال خان جي اولاد سالم ڳڙهه (شهر فريد) نالي هڪ نيم آزاد رياست قائم ڪئي. شهر فريد جي رياست شهنشاهه اورنگزيب جي سموري راڄ ۾ مخالف رهي، پر آخرڪار شهنشاهه زمان خان جي زور پرڻ تي امير مبارڪ خان شامل ٿي ويو، جنهن شهر فريد علائقي کي شهر فريد جي نواب جو لقب ڏنو. ان وقت دوران چار پائر (1) لگن (2) منگن (3) لڊن ۽ (4) لال. نئون ملڪ لڊن ٺاهيو. دولت خان جويا ۽ ان جي اولاد نسل (دولتانا) هن علائقي ۽ ڪهرور تي 1754ع تائين حڪومت ڪئي. جيئن امير مبارڪ خان عباسي هن علائقي کي فتح ڪيو. بهاولپور رياست جو حصو بڻايو. سرسا ۾ جوين حڪومت ڪئي. 1783ع ۾ وڏي ڏڪار ڪانپوءِ هي ڦٽي برباد ٿي ويو ۽ وڏي لڏپلاڻ ٿي. پائينر ۾ جويا هندو گهٽو ڪري اڄا تائين هن علائقي ۾ رهن ٿا. موتي چند جويا هريانا اسيمبليءَ جو ميمبر هو. جڏهن ته مسلمان جويا پاڪستان ۾ هجرت ڪري ويا ۽ پاڪپتن ۽ ساهيوال ضلعن ۾ رهيا. حضرت سلطان محمود جويا جو مقدس مقبرو ضلعي فيروز پور ۾ آهي ۽ مسلمان ۽ هندو برابر عزت ڪن ٿا. 12 صديءَ ۾ صوفي بزرگ حضرت بابا فريد شڪر گنج جوين کي اسلام طرف راغب ڪيو، جنهن جي مزار اجوڌن جنهن کي جديد دور ۾ پاڪپتن جو نالو سڏن ٿا پنجاب ۾ آهي، جنهن جي معنيٰ پاڪ ماڻهن جي ٻيڙي آهي.

بابا فريد ٽن جويا پائرن (1) لونان (2) ٻير (3) ۽ واسول کي اسلام قبول ڪرايو ۽ لونان کي دعا ڪئي ته تون ٻيٽي چوٽي ترقي ڪندين هنن ٽنهي پائرن دهليءَ جي بادشاهن کان پائنڊا جو قلعو کسيو هو ۽ ان جي رياست تي سرسا ۽ پائنر سان گڏجي آزاديءَ سان حڪومت ڪئي.

## جوين ۽ بيڪا جو مقابلو:

لونان جي پٽ لاکو بيڪانير جي اڳواڻ خلاف جوين، ڀٽين ۽ ورين جي اتحاد جي اڳواڻي ڪئي پر طاقتور راٺوڙن کان شڪست ملي. بيڪانير هڪ مشهور رياست طور اڀريو. جڏهن ته جويا ننڍين ننڍين سردارن تائين محدود ٿي ويا.

## 15 صديءَ ۽ ان کان پوءِ:

لاکو کان پوءِ سليم خان جويو اورنگزيب جي وقت ۾ طاقت طور اڀريو. هن سليم ڳڙهه جو بنياد وڌو. جيڪو هن پير شوق شاهه کي ڏنو ۽ هڪ ٻئي سليم ڳڙهه جو بنياد وڌو، جنهن کي بهرحال اورنگزيب جي حڪم سان ختم ڪيو ويو پر ان جي آثارن کي هن جي پٽ فريد خان ڦهريون بهاولپور ۾ شهر فريد قائم ڪيو. مغل شهنشاهيت جي زوال کان پوءِ جويا سردارن ملتان جي نواب ولي محمد خان خاڪواني کي ڍل ڏيڻ جاري رکي. ان جي گورنر هڪ جويو چوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ اهڙي نموني هن سندن پوئلڳيءَ کي محفوظ ڪيو، جنهن کي ادميرا ۽ سالديرا جويا کي پناهه ڏيڻ لاءِ تيار ڪيو. جڏهن مرهٽن 1757ع ۾ ملتان جو قبضو حاصل ڪيو. بعد ۾ جوين فريد خان جويا ٻيو جي نگرانيءَ ۾ صالح محمد خان خلاف بغاوت ڪئي جنهن کي مرهٽن ملتان جو گورنر مقرر ڪيو.

1772ع ۾ جڏهن احمد شاهه ابداليءَ مرهٽن کي ملتان مان ڀڄائي ڪڍيو. هن ولي محمد خان کي وري گورنري موٽائي ڏني. شهنشاهه زمان خان جي وقت ۾ جويا وري فسادن ۾ وڌيا ۽ ملتان جي گورنر نواب مبارڪ خان آف بهاولپور، فريد خان جويا ٻيو جي رياست پاڻ سان ملائي ڇڏي. دولاهه، پاديرا، شهر فريد، لوڌان جوين جا وڏا اقتداري مرڪز پاڻ ۾ ضم ٿيا.

جويو قبيلي طور ٻنهي راجپوتءِ جاٽن ۾ ظاهر ٿين ٿا. اهي امرتسر ۾ راجپوت سڏجن ٿا ۽ شاهپور (اتر پرديش) ۾ جاٽ سڏجن ٿا.

## اڄ جي دور ۾ جويا:

موجوده وقت ۾ پنجاب جي رياستن هريانا- اترپرديش ۽ راجستان انڊيا ۾ جويا موجود آهن. پاڪستان پنجاب ۾ بهاولنگر، بهاولپور، لوڌران، رحيم يار خان، پاڪپتن، ملتان،

ساهيوال، وهاري، اوڪاڙه، قصور، شيخپوره، سرگودا، خوشاب، مظفر ڳڙهه، بکر، ميانوالي ۾ جويا موجود آهن.

سنڌ صوبي جي اترين علائقن ۾ جوين کي پنجابي قبيلو سمجهيو وڃي ٿو جيڪو ايئن نه آهي ۽ هو نسلي طور قديم سنڌين جي اولاد آهن. سنڌ صوبي ۾ جويو (Joyo) طور مشهور آهن.

## سنڌ ۾ جويو جا قبيلا ۽ پاڙا:

1) حسناڻي 2) ياراڻي 3) سوناڻي 4) شاهاڻي 5) ڀالاڻي 6) لڪميري 7) سيواڻي 8) ڏاتاڻي 9) چناڻي 10) ماڪاڻي 11) گلاباڻي 12) ميواڻي ۽ 13) ملڪاڻي آهن.

جويا قوم ستلج ۽ راوي نديءَ جي ڪنارن تي آباد هئا. سرائيڪي پٽي ملتان سري کان آيا هئا. سنڌو نديءَ جي ڪنارن تي روزگار خاطر رهندا آيا. سنڌو درياءَ رخ بدلائيندو رهيو، هي به انهيءَ حساب سان رخ بدلائيندا رهيا. جوين جا ڪجهه قبيلا رڻ ڪڇ ۽ گجرات ڏانهن ويا. ڪجهه درياهن جي ڪنارن تي آباد ٿيا. ڪجهه قبيلا ڪاڇي جي طرف آباد ٿيا هئا. جويو قوم جي مادر زبان سرائيڪي آهي.

## ڏاڏو حسين جويو:

فقير حسين جويو پاڙو حسيناڻي- ڳوٺ ڀهوار جو دڙو ۾ سڪونت رهائش اختيار ڪئي هي سچو ڳوٺ جوين جو - ڀهورا جو درو ڪاڇي ۾ هئو. تعلقو خيرپور ناٿن شاهه ضلعو دادو آهي. عنايت شاهه ڪاڇي واري جي درگاهه کان ويجهو هو. هينئر به ان ڳوٺ جا آثار قديم قبرستان جايون موجود آهن.

ڏاڏو فقير حسين- درويش ۽ اولياءُ جو درجو رکندو هو. حسين فقير مالوند ماڻهو هو. رڍون ۽ ٻڪريون جام هيون. ميان نصير محمد ڪلهوڙو جي ڪچهري کي ڪير پهچائيندو هو. عنايت شاهه ڪاڇي وارو حسين فقير جويو ميان نصير محمد ڪلهوڙو جا چوڪيدار هئا. هينئر حسين فقير جويو عنايت شاهه جي درگاهه اندر اولهه پاسي کان پير ۾ مدفون آهي.

ڏاڏو حسين جويو پرهيزگار مهوال هو. مٽي مائٽي غيرن ۾ نه ڪندو هو. حسيناڻي جويا پرهيزگار هئا. غيرن ۾ مٽي مائٽي ڪندا هئا ته انهن جو اولاد ڪو نه بچندو هو. يا نه ٿيندو هو. يا انهن جو خاندان نه وڌيو. ٻئي ذات وارن وٽ نه ترسندا هئا. هلڪي ذات وارن جو پاڻي به نه پيئندا هئا. ڏاڏي حسين جويو جو شجرو ڏسندا.

## فقير قادر بخش جويو:

فقير قادر بخش جويو ڳوٺ جويا- تعلقي ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو جو ويٺل هو ۽ 85 ورهين جي عمر سن 1913ع ڌاري وفات ڪيائين. پيدائش 1828ع هئي. طريقت ۾ قمبر علي خان جي مشهور راشدي خاندان جي پير عبدالله شاهه جو مريد هو ۽ پاڻ پنهنجي مرشد وانگر يوناني علاج ڪندو هو ۽ ڪنهن کان پئسو پائي نه وٺندو هو. نسخو به اهڙو لکي ڏيندو هو جو پنجن پئسن کان وڌيڪ قيمت جو نه هوندو هو. عابد ۽ زاهد به هڪ هو. شعر سان سندس ڏاڍو چاهه هو. جڏهن ته فقير جي ٻولي سرائيڪي هئي. ان ڪري سندس گهڻو ڪلام سرائيڪيءَ زبان ۾ آهي. سنڌيءَ ۾ به ڪافيون، مولود ۽ بيت گهڻائي چيا اٿس. سگهڙ قادر بخش جويو جا بيت ڀهريائين مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي رسالي مهراڻ نمبر 3-4 سال 1960ع ۾ شايع ڪيا.

## ڳوٺ شير محمد جويو تعلقو رتوديرو جا جويا .

ڳوٺ شير محمد جويو تعلقو رتوديرو جو بنياد رکندڙ شير محمد جويو اول پنجاب جي سرائڪي علائقي مان لڏي لاڙڪاڻي ضلع ۾ آيو ۽ اتي زرعي زمين خريد ڪري موجوده ڳوٺ شير محمد جويو ۾ رهي پيو جيڪو وڏي هاڻي به هزار ماڻهن تائين پهتو آهي. انهيءَ جي پڙپوٽي شير محمد ٻيو، ڳوٺ دودو سنهڙي تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڪچي جي ايراضي ۾ زمين خريد ڪئي ۽ اتي رهائش اختيار ڪئي ۽ پوءِ اتان لڏي ڳوٺ نئون آباد ۾ اچي رهيو. جنهن کان پوءِ هن جو پٽ محمد پريل نئون آباد ۾ لڏي اچي باقراڻي ۾ رهيو، جنهن کان پوءِ هو پٽن سميت لاڙڪاڻي ۾ اچي دائمي طور رهائش اختيار ڪئي.

اهڙي طرح سان لاڙڪاڻي ضلع ۾ مختلف هنڌن تي جويا ذات وارا رهن ٿا. جيڪي پنهنجي ذاتي ڪاروبار کانسواءِ سرڪاري ملازمت ۾ به آهن. موجوده سنڌ ۾ آباد جويا اڪثر بهاولپور رياست کان لڏي اچي آباد ٿيا آهن. هو سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا.

شجرو جويو ذات جو بنياد ــ بحوالہ ڪتاب قوم جوئيہ




ڪلتار
فتح مفد
راخس
رگھبير
مسلمان ٿيو ۽ نالو اختيار ڪيائين
غلام قطب
ثابت
قمبر
فتح پال
عبادت ۽ پرهيزگاري سبب الياس جي
نالي سان سڏيو ويو- جنهن راجا چوهڙ
سنگهه سميجي جي ڌيءُ سان شادي ڪئي
راگهن
هي جويو جي نالي سان
مشهور ٿيو جنهن ڪري
سندس اولاد جويو سڏي ويئي

## شجرو جويو- اياز ڀاڳت جي ترتيب موجب



## ڏاڏو حسين فقير جو شجرو



شجرو نمبر 01 محمد الياس جويو ولد خير محمد جويو
ڳوٺ- قائم شاهه-ديهه- نئون ڳوٺ
تعلقو- ميهڙ- ضلعو دادو

پاڙو- حسيناڻي

ڏاڏو حسين فقير جويو
- ڪمال
  - جمال
    - گلڻ
      - عرف خيرڻ خير محمد
        - بچل
        - نبي بخش جويو
          - عالم خاتون داڻو (مڙس ميرڻ)
          - داڻو (مڙس ڏڻي بخش)
          - فيض محمد (زال ايسا)
            - رحمت
            - جنت
          - نور محمد (زال فاطمه)
            - سُمل (مڙس محمد ايوب)
            - وساڙو (فوت)
            - محمد بخش
              - نور علي
              - نور محمد (زال رفعت)
                - فضا
                - مزمل
              - زرينا
              - زيب النساءِ
              - قادر بخش (فوت)
              - محمد رحيم
                - اقراءِ
                - قادر بخش
                - محمد بخش
          - خير محمد جويو (نبي بخش)
            - حسينا
            - زيب النساءِ
            - سفوران
            - فاطمة
            - صغير احمد
              - ماجد
              - نبي بخش


صاحب خاتون
مڙس
ماستر الهه بچايو
سن
شاهدان
حنيفان
الهڏنو
غلام مرتضيٰ
محمد جمن
سڪندر علي
وزير علي
اصغر علي
رضيه
صفيه
محمد هارون
منصور علي
ارشاد
امير علي
نذير علي
اميد علي
پارسان
زاهدان
ضميران
حاجران
حليمان
سلطان
محمد موسيٰ
روشن علي
اڪبر علي
شمشاد بيگم
نسيم
غلام شبيران
تهمينا
بشيران
رخسانا
عابدان
پارسان
مڙس
پناهه جويو
سن
سڪندر علي
فوت
محمد عيسيٰ
عبدالمجيد
عبدالرشيد
عبدالحميد
نعيم
نجما
نويدان
عظما
مجيدان
محمد الياس جويو زال سبحان خاتون
ڊاڪٽر آمينا- مڙس طارق علي ٻگهيو
عبدالرحمان 1978-2004 فوت
عبدالله
ڪلثوم مڙس- عارف احمد سومرو
ثمينا- مڙس- عبدالغفار ميمڻ
اسماءِ- مڙس- فيض محمد جويو
عبدالسلام جويو
عبداللطيف جويو
عبدالرحمٰن
عبدالرقيب

شجرو نمبر2 1) قربان علي ولد بلاول جويو
پاڙو حسيناڻي 2) شبير ولد حاجي پيارو جويو- غلام مصطفيٰ
ڳوٺ- لهڙي- تعلقو- خيرپور ناٿن شاهه ضلعو دادو، حال رهندڙ جده

ڏاڏو حسين
ڪمال
جمال
گلڻ
خيرو — رسول بخش
گلڻ

محمد صالح (زال راحيلا) | وزير | بچل (زال حوا) | الا بخش | صاحب خاتون | داڻو | بلاول (فوت)

الا بخش: شريفا | لال خاتون | فاطمة | سمل

بچل: گلڻ | محمد عمر | زادي (مڙس (1) ڏريا خان (2) عنايت) | راج ٻائي (مڙس امير بخش)

محمد عمر: عزيز | رحيم | ڪريم | قادر | وهاب | رحمان | وزيران | منيران

گلڻ: عبدالمجيد | عبدالوحيد | پنج نياڻيون ياسين

وزير: بلاول (زال شهر بانو) | ميزادي

بلاول: قربان علي | نظام الدين | امام الدين | عبدالغفور | نواب زادي | اشرف خاتون | راڻي | جميلا

عبدالغفور: محمود | ريان | مُنا | فرزانا | فائزه

امام الدين: عزيز | رحيم | ڪريم | چار نياڻيون

نظام الدين: عبدالله | هادي | خالد | حفيظ | عبدالسلام | خديجان | حمود | عروج

قربان علي: عبداللطيف | ثمينه

محمد صالح: محمد ابراهيم | محمد حسين | حاجي حسن | شهربانو

حاجي حسن: محمد صالح | نذير احمد | نذيران

محمد صالح: وهاب | ستار | چار نياڻيون

محمد حسين: عبدالرزاق | عبدالخالق | عبدالرحمان | عبدالمجيد | عبدالحميد | عبدالعزيز | رضوانا | مريم

محمد ابراهيم: محمد اسماعيل | اشفاق احمد | محمد اسحاق | عبدالحڪيم | الطاف حسين | عبداللطيف | ٻي نياڻيون






رسول بخش
الهه رکيو
پيارو خان
زال
(1)ايسا
(2) زال
جيٺب
مير خان
زال داڻو
گولو
حوا
مڙس
مردان (1) مڙس رمضان
(2) مڙس غلام محمد
الهه رکيو
بيبي
سياڻي
(فوت)
ساران
مير خان
قمبر
علي نواز
داڻو
احمد بخش محمد بخش ڪريم بخش خدا بخش علي محمد حضوران موران لطيفان
علي اصغر علي اڪبر رياض حسين صدام حسين مختيار علي ست نياڻيون
الهه رکيو صدوري ماروي شبروز افروز لمڇي
حاجي خان
ابراهيم
اولاد ڪونهي
رسول بخش
خير محمد
علڻ
حوا
رحيما
فاطمة مڙس يوسف
حاجي پيارو
لعل خان
دريا خاتون
سياڻي
ابراهيم عرف مونڊر- (فوت)
رسول بخش
خير محمد
الهه بچايو
ڪونجڙ
سوني
عمران ڪامران عارف حسين رشيدان وحيدان
شبير
غلام مصطفي
غلام علي
عباس
عبدالڪريم
ياڳل
رخسانا
منير
محمد ابراهيم
حاجاڻي
زينت
صائما

# اوٺي وال يا اٺوال

موجوده وقت ۾ هن ذات وارن کي جت قبيلي ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. جيڪي ڪجھ وقت اڳ اٺن تي بار ڍوئڻ جو ڪم ڪندا هئا. اوٺي وال يا اٺوال جي معنيٰ آهي اٺن وارا مطلب اٺن تي بار، سامان وغيره ڍوئڻ وارا، پر بنيادي طور هو جت نسل يا قبيلي سان تعلق رکندڙ ڪو نہ آهن. چيو وڃي ٿو تہ هو سورج ونشي راجپوت نسل مان آهن ۽ هڪ مهاراجا جي اولاد آهن، جنهن کي اٺن سان پيار هو ۽ هو وڳ ڌاريندو هو، جنهن ڪري هن کي عرف عام ۾ اوٺي وال يا اٺوال سڏيندا هئا، انهيءَ نسبت سان سندس اولاد اوٺي وال يا اٺوال سڏيا ويا.

ڊنيزل ابسٽن لکي ٿو تہ اوٺي وال ۽ اٺوال ذات وارن کي هڪ ڪري لکيو وڃي. دهلي ۾ انهن جي اڪثريت ۾ حيرت انگيز طور اضافو ٿي ويندو ۽ هو انبالا وارن کان مڪمل طور الڳ نظر ايندا آهن.

شاهان گجر جو مصنف هنن کي گجر ذات وارن جو پاڙو ڪري لکي ٿو. هو اصل ۾ موجوده هندستان جي علائقي انبالا، لڌيانہ، جالنڌر ۽ پٽيالہ سان تعلق رکندڙ آهن.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا ۾ هنن کي ٻن ذاتين ۾ ورهايو ويو آهي هڪ اوٺوال ۽ ٻيو اوٺوال درحقيقت ۾ اهي هڪ ئي قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. هو هنن کي ٻن وڏن ذاتين ۾ ورهائي ٿو، هو جهنگ علائقي جي رهندڙن کي چغتو يا چغتا ڪري لکي ٿو، جڏهن تہ ملتان ايندڙن ۽ رهندڙن کي پهنور يا پنوار ٻڌائي ٿو، جن جو بنيادي پيشو زراعت ڪاري آهي. هڪ ٻي روايت موجب راجا پرت پور هنن جو وڏو هو.

هي سنڌ ۾ ڪڏهن آيا، تنهن متعلق ڪا بہ روايت، معلومات ۽ شهادت ڪو نہ ٿي ملي تہ هو ڪهڙي سن يا وقت ۾ هت آيا هو. پر اهو انومان وڌيڪ آهي تہ هو ڏکر يا روزگار ڪرڻ جي تلاش ۾ بر، بيابان ۽ ٿر جي علائقي ۾ آيا هوندا جتي بار برداري ۽ ٻين ڪمن لاءِ اٺن جي ضرورت پئي هوندي ۽ هو بعد ۾ سنڌ جي سرسبز ۽ آباد علائقن ۾ اچي رهيا خاص ڪري لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن کي پنهنجو مسڪن بڻائي ڇڏيو ۽ ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا. هاڻي هنن وٽ اٺن جا وڳ وغيره ڪو نہ آهن. اڪثر زميندار ۽ هاري آهن. سندن مادري زبان سرائيڪي ۽ سنڌي آهن.

**پاڙا:**

(1) باگڙي (باگڙي ذات وارا نہ)، 2) وهيہ، 3) بالاڻي، 4) جاڳڻ، 5) منديا اهير، 6) لاٽ مار.

محترم ايلبٽ هنن پاڙن کي جتن ۾ شمار ڪيو آهي پر ڪين آبادگار ڄاڻايو ويو آهي.

# ٻرڙو

ٻرڙو ذات وارن لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪافي پهاڪا آهن جن مان ٻه تمام مشهور آهن. پهريون:

اهڙي ڪجئي جيئن ٻرڙي ڪئي ٻارن سان.

هن چوڻي متعلق ٻه روايتون آهن هڪڙي ته گهر جون عورتون زمين جي ڪم ڪار واسطي هليون ويون، جن گهر ۾ آيل ٻرڙي ذات واري مهمان کي پارت ڪئي ته هو ننڍين ٻارن جو خيال رکي جيسين اسين واپس موٽي اچئون. جيئن ته ڪجھ وقت کان پوءِ ڪن ٻارن روئڻ شروع ڪيو ۽ بس ئي نه پيا ڪن ۽ ڪن ٻارن کيس تنگ ڪري ڏنو. جنهن ڪري هن ٻارن کي خاموش ۽ جند ڇڏائڻ لاءِ گهر جي اڱڻ ۾ پيل اناج جي گنديءَ ۾ وجهي ڍڪ ڏيئي ڇڏيو. جڏهن گهر ڌياڻي ۽ مائرون آيون ته هنن ڪائنس پنهنجي ٻارن جي متعلق پڇيو جنهن تي هن اشارو ڪندي چيو ته اهي هن گنديءَ ۾ بند آهن. جڏهن گنديءَ جو ڍڪ ڪٽي ڏٺو ته سڀ ئي ٻار، گرمي، هٻس، ۽ هوا نه اچڻ ڪري مري چڪا هئا. اهو ڏسي عورتن گهر ۾ روئڻ ۽ پٽڻ شروع ڪيو.

هن پهاڪي مان هي تاثر مليو ته ٻرڙو بيوقوف هو، پر ٻرڙي ذات وارن جو چوڻ آهي ته ٻارن جو مطلب ننڍا ٻار نه پر هڪ ذات جو نالو ٻارا آهي، جيڪي هميشه ڦرلٽ ڪندا هئا جن کي هنن اهڙي سيڪت ڏني جو هنن ڦرلٽ ڪرڻ ڇڏي ڏنو.

ٻيو پهاڪو آهي:

ير ۾ مرئي ياءُ ٻاجھ نه پوي ٻرڙي کي
مطلب خود غرضي جو هڪ مثال.

هن ذات متعلق مختلف روايتون آهن جيئن ته هي اصل ۾ جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن، جنهن جي تصديق عبدالقادر ٻرڙو پنهنجي لکت ۾ ڪيو آهي ته هو اٺن ذريعي قديم سنڌ جو مال ٻاهرين ملڪن ۾ پهچائيندا هئا. ٻي روايت مطابق هو سڌو جي نسل مان آهن جنهن جو تعلق ڀٽي راجپوت جيسلمير جي باني "راجا جيسل" سان آهي، جنهن جي خلاف بغاوت ٿي ۽ هو دهليءَ جي آخري هندو بادشاهه پرٿوي راج وٽ وڃي پناهه ورتي. سندس پوئين مان "ڪيوا" نالي هڪ شخص هو جنهن جت ذات جي عورت سان شادي ڪئي جنهن مان "سڌو" نالي پٽ ٿيو جنهن کي چار پٽ هئا: 1) ديو 2) بور 3) سور ۽ 4) روپچ ۽ بور جي اولاد ڊول مان ٻرڙو ذات وارا آهن.

ٽين روايت مطابق جيسلمير جي ڀٽي ذات وارن مان هڪ جو نالو ٻرڙو هو، جنهن جي اولاد کي ان جي نسبت سان ٻرڙو سڏيو ويو. اهڙيءَ ئي سلسلي جي ٻي روايت آهي ته سنڌ جي ٿر واري حصي ۾ چار ناهڙ کي ٻرڙي نالي سان پٽ هو، جنهن جي اولاد کي ٻرڙو چيو ويو. ان جي تصديق هن بيت مان ٿئي ٿي.

ڪري شوق شڪار جو چڙهيو ناهر (ناهڙ) راءِ
جنهن آندي هڪ سوڪڙي ٿرياڻي ٿراءِ
جنهن مان ان کي ڇهه (6) پٽڙا ٿيا
ينگر، پٽ، پيبو، پوڪ، پوهيو، ٻرڙا ٿيا

اي ڊي ميڪليگن/ايچ اي روز ٻرڙو ذات متعلق لکيو آهي ته ٻرڙي جو اصل نالو "هو جالي" هو، جيڪي پاڻ کي سمه چورائيندا آهن پر ڪن جي مطابق هو هڪ الڳ قبيلو آهي، جن جي روايت مطابق هو جهونا ڳڙهه جي ويجهو گرنار جي راجا جي اولاد آهن جيڪي هجرت ڪري سنڌ ڏانهن ويا ۽ اتي اسلام قبول ڪيو، ڪين مسلمان ڪندڙ بزرگ ڪين تحفي ۾ پنهنجو جبو يا چغو پهرايو، جنهن کي "بر" چيو ويندو هو. انهيءَ ڪري هو "بر" مان بر وارا معنيٰ چغي وارا سڏيا جيڪي اڳتي هلي مروج ٻوليءَ جي اصولن موجب بر مان برار، ۽ پوءِ ٻرڙو يا ٻرڙا سڏجڻ لڳا.

منهنجي تحقيق موجب ٻرڙا سمه يا سماٽ، قديم سنڌي

نسل مان آهن، جن کي آرين شودر سڏيو هو، جن پوءِ هندو مت جي مقابلي ۾ ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو، هي شودر مان شودرا ۽ يا سودراءِ سڏيا جو ٻڌ عبادت گاهه کي ولهار چيو ويندو هو. هو شودر ولهار مان سودراءِ ٿيا هئا. جڏهن هو 93 هجري مطابق 712ع ۾ سنڌ ۾ اسلام اچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيا ته وقت گذرڻ سان شودراءِ مان ڀرراءِ، پوءِ ڀراءِ آخر ۾ ٻولين جي لفظن جي تبديل ٿيندڙ اصولن موجب ڀرڙو يا ڀرڙا سڏيا.

۽ اها روايت ته ٿريا گرنار جي حاڪم يا راجا ناهر راءِ جي پٽ "هو جالي" جي ئي اولاد مسلمان ٿي هجي، ڇاڪاڻ ته اڄ به راجستان ۾ رهندڙ ڀرڙا مسلمان نه آهن. ناهرا راءِ جي متعلق چيل شعر مطابق، هن جي ڇهين پٽ جو نالو نه ٻڌايو ويو آهي جيڪو ڀرڙو ذات وارن جو جدامجد هو. بيت جي مطابق باقي پنجن پٽن مان پنج قبيلا، پنگر، پٽ، ٻوڪ، ٻوهيا ۽ پيو موجود آهن.

ڀرڙو ڪي ڇامر جي لقب سان سڏيو ويندو هو جيڪو اڄ تائين سرائيڪي علائقي پنجاب جي شهر ڇامپور ۾ رهندڙ ڀرڙا پنهنجي نالي جي اڳيان لڳائيندا آهن. بهاولپور ۽ رحيم يار خان جي طرف رهندڙ ڀرڙن کي رئيس چوندا آهن. اهڙي طرح سان ملتان ۽ ان جي آس پاس ۾ رهندڙ ڀرڙن کي ميان جي لقب سان سڏيو ويندو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ بلوچستان صوبي جي ڪڇي واري علائقي ڪولپور کان شهدادڪوٽ تائين وارا پنهنجي نالي اڳيان ارباب جو لقب استعمال ڪندا آهن. مان ڪاڇي ۾ غيبي ديري جي مٿان دينار ڀرڙي جي ڳوٺ ۾ جنهن جي نالي ڳوٺ ٻڌل آهي. ان جي قبر تي لڳل ڪتبي ۾ هن کي شير ڪوهستان جي لقب سان سندس نالو لکيل آهي.

آئين، آڪبري ۾ سورت سرڪار جي هڪ پرڳڻي جو نالو ڀرڙو لکيل آهي، جنهن جي آمدني جو وڏو ذريعو واپارن ۽ قافلن جي اچ وڃ تي محصول جي اوڳاڙي مان هو. انهيءَ ڪري ڪپتن جيمس ٽاڊ پنهنجي ڪتاب تاريخ راجستان ۾ لکيو هو ته ان کي "بررار" چيو ويندو هو. يعني محصول ۽ محصول اوڳاڙيندڙ کي بررارو جنهن مان ڦري ڀرڙو ٿيو. مطلب محصول اوڳاڙيندڙ ماڻهو، ذات ۽ پيشو. ڀرڙا ذات وارا سنڌ، پنجاب، بلوچستان کان علاوه راجستان ۾ به رهن ٿا.

## ڀرڙو متعلق پهاڪا:

1) ڀرڙو ۽ ٻير جي ڪائي ٻئي قديم ۽ مضبوط
2) ڀرڙن جا وات ڪهاڙا ۽ ڪات
3) ڀرڙن جا ٻار هڪڙا هاري ٻيا ڏنار
4) ڀرڙو، ٻوڪ ۽ ڀروچ نه ٺهندو
5) ڀرڙو ڇريو به اڳلو ڦريو
6) هڪ نانگ ست ڀرڙا ڪاڏا
7) ڀرڙي ۾ ٻيائي ناهي، لاڪي ۾ لڄائي ناهي
8) ڀرڙي جي ٻار جهرڪ نه ڪائي جهار
9) ڀرڙي جو شوق ٻه سال
10) ڀرڙي جي ياري سچي ۽ سوياري

## پاڙا

1- فاضلاڻي
2- جوڪيا
3- موساڻي
4- ساڻيا
5- ديناراڻي
6- جهلاڻي
7- شاهلياڻي
8- ديناري
9- جليلاڻي
10- نانگاڻي
11- ڏيرا يا ڏيراڻي
12- ميراڻي
13- ملاڻي
14- ٻڪرار
15- سنيا
16- عالياڻي
17- حبيباڻي
18- راڄاڻي
19- جهمراڻي
20- لالاڻي
21- ڪلياڻي
22- مبارڪاڻي
23- رحماڻي
24- ساجراڻي
25- حسراڻي
26- اوڙاڻي
27- چانڊاڻي
28- جاڙي پوٽا
29- ساڪاڻي
30- پڳتاڻي
31- آرياڻي
32- محمداڻي
33- شريفاڻي
34- راضاڻي
35- الياڻي
36- ننگري
37- وچاڻي
38- ڪاڇيلا
39- گلاڻي
40- رانجهاڻي
41- پڪاڻي
42- ڪوناڻي
43- ناٿاڻي
44- ٿليوارا
45- ماڙي وارا
46- ڪوهاڻي
47- پاراڻي
48- نصيراڻي
49- ملڪاڻي
50- ڪارڙا
51- ٻيلاڻي
52- ڊنڊاڻي
53- رئيساڻي
54- عارباڻي
55- چاڪراڻي
56- پرڪياڻي
57- حامداڻي
58- بشاراڻي
59- حسناڻي
60- حاضراڻي
61- خضراڻي
62- حڪيماڻي
63- خميساڻي
64- دائماڻي
65- راهباڻي
66- ساٽاڻي
67- سوڍاڻي
68- سهراباڻي
69- شداڻي
70- شهداداڻي
71- شهبگاڻي
72- شرواڻي
73- صادقاڻي
74- عمراڻي
75- عيساڻي
76- غازياڻي
77- قاسماڻي
78- گاباڻي
79- گوراڻي
80- لڏاڻي
81- مقاڻي

82- سنجراڻي
83- ڪجڪاڻي
84- ماڻڪاڻي
85- مهرياڻي
86- هاشماڻي
87- جماڻي
88- جمراڻي
89- لونگاڻي
90- وڪڙائي
91- ٽلياڻي
92- سڏاڻي
93- صابلاڻي
94- وڪيلاڻي
95- ناهراڻي
96- جهمراڻي
97- اڏاتاڻي
98- مهرياڻي
99- ابلاڻي
100- خشاڻي
101- احمداڻي
102- ٻيدازئي
103- ٻيداڻي
104- ٻندئي
105- پنهاڻي
106- جوهراڻي
107- جوٽياڻي
108- حياتياڻي
109- مرزاڻي
110- مسواڻي
111- واڏاڻي
112- جعفراڻي
113- جهيڏا
114- ٻالهڙي
115- سومراڻي
116- واهيجا
117- جهنگلاڻي

## شجرو سردار ٻرڙو قبيلو ٺل ضلع جيڪب آباد



## شجرو نسلي تعلق ٻرڙو




سندس اولاد نالي پنيان ٻرڙ، برار ۽ ٻرڙو سڏجي ٿي

نوٽ:

جن يو رجن لور وڏيڪ تفصيل لاءِ شجرو ڏسو

پوار (پرمار+ پنهور) راجپوت

# ڏهر

ڏهر سنڌ جي بادشاهه راجا ڏاهر جي اولاد آهن. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي ان وقت راجا ڏاهر سنڌ جو حاڪم هو سندس اولاد بعد ۾ مسلمان مبلغن هٿان دين اسلام اختيار ڪيو. مولائي شيدائي جنت السنڌ ۾ لکيو آهي ته ڏهر حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ ڪري مسلمان ٿيا. هي پنهنجي وڏي ڏاهر جي پويان ڏهر سڏيا. هي برهمڻ خاندان سان تعلق رکندڙ هئا. ڪن جي خيال موجب هي به سمه ذات جا هئا، ڪي ته هنن کي سوڍا راجپوت لکن ٿا. تحفته الڪرام جي موجب ڏهر، ابڙي جو پٽ آهي، جيڪو راءِ ڏڻ جو وڏو پٽ هو. هڪ ٻئي شجري مطابق ڏهر پٽ جو آهي. جيڪو سمه قبيلي جو پاڙو، ڏهر سردار پاڻ سان ”ڄام“ جو لقب اختيار ڪندا آهن. ڏهرڪي شهر سنڌن نالي پويان پڌل آهي. هن قبيلي جا ماڻهو سنڌ ۽ جيسلمير طرف رهن ٿا. ڪجهه گهراڻا قديم شاهه پور موجوده سرگوڌا واري ضلعي ۾ آباد آهن جن جو پيشو زراعت ڪرڻ آهي.

هي روايت مطابق. هنن جو وڏو ميرپور ماٿيلو جي راجا ”راجا راوڻ هو“ جنهن سيد جلا الدين جي هٿان اسلام قبول ڪيو جنهن سندس اسلامي نالو شاهه زمان امير الڏهر رکيو. شاهان گجر جو مصنف لکي ٿو ته هي ڪٿانه قبيلي جو پاڙو آهي پر ونس ڪا به سند ۽ ثبوت ڪونهي ۽ ساڳي وقت اهو مڃي ٿو ته هي راجا ڏاهر جي اولاد مان آهن. منهنجي تحقيق موجب هو راجا ڏاهر جي پٽ ڏهر سين جي اولاد مان آهن. مغل حڪمران اورنگزيب هنن جي طاقت ۽ حيثيت کي تسليم ڪندي سندن علائقي ۾ جاگير جي سند ڏني هئي جيڪا اوباوڙو ۽ رانوتي پرڳڻي تي مشتمل هئي، جنهن کي ڪلهوڙا حڪمرانن بحال رکيو پر انهن جي زوال کان پوءِ ٽالپر انهن جي اها حيثيت ختم ڪري ڇڏي ۽ ڪين ڊل جي اٿين پٽي ۽ ڪجهه زمينداري بحال رکي، جنهن کي برطانيا حڪومت به پنهنجي دور ۾ بحال رکيو.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1- برهماٽي | 2- باڊي پوٽا | 3- پاٽي |
| 4- دوداٽي | 5- گونداٽي | 6- جنگاٽي |
| 7- جماٽي | 8- کپري | 9- ڪانديل |
| 10- محمداٽي | 11- راڄڙي | 12- شمسائي |
| 13- سراجا | 14- ڪانجا | 15- گوٽريل |
| 16- ڏاريجا | 17- متاري | |


ڏهر جو شجرو
ٻهڻ
ڪندوجو
اڪريجو
اهريجو
جوڏو
شاهسپال
مٿار
صابرو
اوڍو چند
محمد
محمداڻي پاڙو
حسن
مٿاري (پاڙو)
بدو
(بدي پوٽا پاڙو)
شمس
(شمشاڻي پاڙو)
ابراهيم
اوڏمر
گاگن
براهمر
پنيو
عبدالخير
پنيو
عالمر خان
عبدالخير
پنيو
جاڳٽي
جمعو


عبدالخير
پنيو
عبدالخير
غلام محمد
پنيو
محمد نواز
قاحد داد
خداداد
غلام علي
فتح محمد
محمد عالم
خان محمد
فتح محمد
عرف
پنيو خان
وڏ گهراڻو

# ڀيل

ڀيل اصلي سنڌي قبيلن مان آهن جن آرين جي اڳ نه مڃي ۽ انهن جو ڪو به صلح قبول نه ڪيو، جنهن ڪري هنن کي شودرن ۾ شامل ڪري ڇڏيو. سنڌن ذڪر مهاڀارت ۽ رامائڻ ۾ آهي. چون ٿا ته دربدر ٿيڻ واري وقت ۾ هڪ ڀيل عورت شري رامچندر کي بير کارايا هئا. هنن متعلق اهو به ذڪر ٿيو آهي ته هي ڪرشن جا سپاهي هئا ڪاڪي ڀيرومل لکيو آهي ته اهي قديم قبيلي ڪول لوڪن مان آهن. وائيڊ ٽرائيب آف انڊيا جي ليکڪ روني (Rone) جي مطابق ڀيلن جو اصل وطن مارواڙ (قديم سنڌ جو حصو) آهي جتان هو ڀين پاسن ڏانهن گذر سفر جي خيال کان لڏپلاڻ ڪري نڪري ويا، جنهن مان ان ڳالهه جي تصديق ٿئي ٿي ته هو سنڌ سلطنت جي زوال خاص طور مهين جي شهر جي تباهيءَ کان پوءِ 800 قبل مسيح ۾ وڃي جهنگ ۽ بربٽ وسايا هئا.

راجپوت راجائن جي تخت نشيني وقت هڪ رسم هئي ته هڪ ڀيل هٿ ۽ پير جي آڱوٺي مان چير ڏئي، رت ڪڍي ان مان راجا جي پيشاني تي تلڪ لڳائيندو هو. ڀيل گجرات جي جبلن ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. هنن جي خوراڪ ۾ شڪار ڪيل گوشت ۽ مڇي شامل آهي. انهيءَ ڪري کين پاراڌي يعني شڪاري به چوندا آهن. رامائڻ جو مصنف بالميڪ ڀيل نسل مان هو.

سنڌ ۾ هي ذات تمام گهٽ آهي. شايد ڪي مذهب مٽائي عيسائي ۽ هندو ٿي ويا آهن. هن قوم جا ٽي پاڙا آهن جيئن (1) پالاري (2) مهير ۽ (3) ميٽا هي گهٽو وقت اڳ مسلمان ٿي ڀيلن مان نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. انهن ۾ ڪيترا راجپوتن وارا پاڙا آهن. جهڙوڪ: چوهاڻ، ڀپرمان، راٺوڙ، ڀاٽي، گوئل، مڪواڻا وغيره.

جن اڃا مذهب نه مٽايو آهي، اهي هاڻي زراعت جو ڪم ڪن ٿا ۽ بهترين هاري آهن. بنيادي طور بهادر ۽ محنتي ماڻهو آهن. هي ٿر ۽ ٿرپارڪر، لاڙ ۽ هاڻي اتر سنڌ جي ڪيترن هنڌن تي رهن ٿا. پنجابي ڀيل مسلمانن ۾ شامل آهن. جيئن ته هي بنيادي طور بهادر ۽ ارڏا هئا جنهن ڪري هميشه ڌاڙو جو شڪار ٿيندا رهيا، خاص ڪري مرهٽن هنن سان ظلم جي انتها ڪري ڇڏي هئي جو هنن جا، نڪ، ڪن ۽ چپ ڪپي کين زنده ساڙيندا هئا ۽ سندن عورتن جا ارڌ ڪٽي انهن جي مٿان لوڻ ۽ مرچ ٻرڪيندا هئا، پر مغل حڪمرانن هنن کي پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيو. هنن انگريزن سان به مهاڏو اٽڪايو هو. هنن جا مختلف پاڙا مختلف هنڌن تي رهن ٿا، جهڙوڪ ميواڙ ۾ 16 پرتاب ڳڙهه ۾ 37، ڏونگر پور ۾ 32، ٻانسا واڙ ۾ 32، جيسلمير ۾ 18، جوڌپور ۾ 55 ۽ سنڌ ۾ 12. ٿر جي مقامي ٻولي ڍاٽڪي ۾ هنن کي ”ٿوري“ به چوندا آهن.

# تغلق

تاڪ، تڪشڪ ان نسل جو نالو آهي جيڪي سٿن نسل مان هئا، سنڌ کان ٿيندا هندستان ۾ ڦهلجي ويا هئا ۽ مقامي ماڻهن سان ملي ويا ۽ جڏهن مسلمانن اسير ڳڙهه تي حملو ڪيو ته هنن سندن جو ساٿ ڏنو جنهن ڪري تاڪ مان تولڪ ۽ تولڪ مان تغلق سڏيا ويا.

هي ذات وارا هندستان جا نالي وارا حڪمران ٿي گذريا آهن. انهن ۾ فيروز شاهه تغلق اچي وڃي ٿو جنهن سمن جي وقت ۾ سنڌ تي حملو ڪيو هو ۽ سنڌي جوان مردن سندس لشڪر کي جهنگ ۽ دلدل ۾ ڦاسائي ڇڏيو هو.

هن ذات وارا سنڌ جي وڏن شهرن، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ نالي ماتر رهن ٿا. اڪثر انهن جي سڃاڻپ علائقائي آهي.

تاريخ ۾ آهي ته سلطان غياث الدين تغلق اصل ۾ سنڌ جو رهواسي هو، سندس پيءُ ٻاهر کان آيو هو، جنهن هڪ سنڌي عورت سان شادي ڪئي ۽ هو هميشه لاءِ هتي رهي پيو. غياث الدين تغلق ريڊار هو جنهن قسمت کي آزمائڻ لاءِ سلطان علاؤ الدين خلجي جي ڏينهن ۾ سيوهڻ جي فوجي ڇانوڻي ۾ سپاهي طور ڀرتي ٿيو ۽ سلطان علاءُ الدين خلجي جي ڀاءُ الغ خان تائين پهچي ويو جنهن هن کي شاهي اصطبل جو داروغو مقرر ڪيو. ٽاڊ جي مطابق تغلق هندستاني قبيلن مان هئا.

# اوڊو

اوڊو نڪتل آهي اوڊر مان جنهن جي معنيٰ ٿي ڍڪڻ وارو پناهه ڏيڻ وارو، حفاظت ڪرڻ وارو. تحفظ ڏيڻ وارو، سامر جهلڻ وارو.

سنڌ ۽ سنڌين ۾ روايت آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ سببن جي ڪري ٻن قبيلن، ٻن گروهن، ٻن گهراڻن ۽ ٻن فردن جي وچ ۾ ويڙهہ ۽ جنگ جهڙي صورتحال پيدا ٿي پوي تہ امڪاني حالتن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيهي رهندا آهن. انهي حالت ۾ پنهنجن ننگن ۽ ٻچن کي محفوظ رکڻ لاءِ ڪنهن سچن ۽ خيرخواهہ وٽ سامر طور ڇڏي ويندا آهن يا موڪلي ڏيندا آهن. يعني اهو يا اهي انهن ننگن کي تحفظ ڏيڻ وارا ۽ حفاظت ڪرڻ وارا هوندا، جيڪڏهن انهن جي سرن جي مٿان بہ اچي ڪڙڪندا هئا تہ هو پنهنجي جان جو نذرانو ڏيڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندا هئا. انهن کي عام الفاظن ۾ سامر يا سامون جهلڻ وارو ٻين لفظن ۾ ننگن کي دشمنن کان اوڊر ڪرڻ وارو هو. يعنيٰ هو اوڊو.

جڏهن علاءُ الدين جي لشڪر دودي تي حملو ڪيو. هو تہ سومرن پنهنجا ننگ ابڙي وٽ سامر ڪري موڪليا هئا. جنهن نہ رڳو تن جي حفاظت ڪئي پر پاڻ بہ وڙهندي وڙهندي قربان ٿي ويو. سنڌ ۾ راڄوٽي طور اهڙا سوين مثال موجود آهن.

ابڙي جي خاندان مٿان جڏهن برو وقت آيو تہ انهن ڪڇ مان لڏ پلاڻ ڪئي. هڪ طرف هندستان ۽ ٻيا علائقا هئا. ۽ ٻي طرف سنڌ جو علائقو هو. انهن سمجهيو تہ وري بہ سنڌين وٽ وڃڻ بهتر ٿيندو، تنهن ڪري انهن اتر سنڌ ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي.

هڪ روايت موجب اوڊو ذات وارا اصل ۾ سمہ خاندان سان تعلق رکندڙ آهن جيئن چامر انڙ جي ٻن پٽن چامر مهڙ ۽ چامر منائي ڪڇ (ڪنهن علائقي) تي وڃي قبضو ۽ سندس اولاد بهادري، دليري ۽ مڙسيءَ جي ڪري ڪيهر سڏي معنيٰ زبردست طاقتور، ڪن هنن کي ظالم هجڻ جي ڪري ڪيهر سڏيو آهي، جيڪو سراسر غلط آهي.

هي چامر انڙ اهو آهي جنهن جو ذڪر ابن بطوطہ پنهنجي سفرنامي ۾ اميرونار يا اِنڙ جي نالي سان ڪيو آهي ۽ اڻ چاٽائيءَ سبب ڪيس سومرا قوم جو سردار سڏيو آهي جنهن امير قيصر رومي سان گڏجي سن 734 هجري (5333) سلطان محمد شاهہ تغلق جي سيوهڻ بہ مقرر حاڪم ڏنو کي ماريو هو، جنهن بعد ۾ سمن جي راڃن سان گڏجي آخري سومرو حڪمران همير کي ٻئي هنڌ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪيو ۽ سنڌ ۾ سمہ سلطنت جو بنياد وڌو.

تاريخ معصومي ۾ آهي تہ هو ساڍا ٽي سال حڪومت ڪري فوت ٿي ويو، ساڳو مصنف ٻي روايت ۾ بيان ڪندي لکي ٿو تہ چامر انڙ سيوهڻ جي معرڪي کان پوءِ جڏهن واپس وريو تہ هڪ رات شراب، ڪباب ۽ شباب جي محفل مچايون ويٺو هو تہ ڪيس خبر پئي تہ سندس مخالف ٽولو اچي پهتو آهي، جنهن سان منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي پائيٽي چامر تماچي پٽ ڀنيو کي موڪليو جيڪو هنن جو مقابلو ڪندو گرفتار ٿي ويو.

چامر انڙ، ڪاهي پٽ تماچي کي باغين کان ڇڏائڻ لاءِ ڪا بہ ڪوشش نہ ورتي، جنهن ڪري هو مخالفن جي قيد ۾ رهيو. نيٺ هو ڪنهن حيلي بهاني سان اتان آزادي ماڻي محمد شاهہ تغلق جي بکر جي قلعي جي حاڪم علي شاهہ ترڪ وٽ وڃي پهتو ۽ ڪيس آماده ڪيو تہ هو چامر انڙ کي ارهہ زورائي ۽ ساٿس سان ڪيل بي وفائي ڪري مٿس حملو ڪري سزا ڏيئي، جنهن ملڪ فيروز جي صلاح سان بهرام پور جي قلعي تي حملو ڪري چامر انڙ کي ماري ڇڏيو. جنهن جي موت ۾ ٽن ڏينهن کان پوءِ چامر انڙ جي ماٺهن ڪاهي پٽ تماچي ۽ ملڪ فيروز کي قتل ڪري ڇڏيو.

تحفة الڪرام جي مطابق ڪن جو چوڻ آهي تہ چام انڑ جي وڪيل ڪاهي بن تماچي جي ساڻس سان دشمني هئي، تنهن علي شاھہ ۽ ملڪ فيروز کي بکر مان بهرام پور آڻي ڪيس قتل ڪرايو ۽ ٿن ڏينهن کان پوءِ انڑ جي ماڻهن اچي ملڪ فيروز کي ماريو.

محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکو سمن جي سلطنت ۾ انهي روايت کي رد ڪري ٿو تہ چام انڑ ڪنهن جنگ ۾ مارجي ويو هو. خود معصومي لکيو آهي تہ هو بيماريءَ جي ڪري وفات ڪري ويو. جنت السنڌ بہ سندس موت بيماري جو سبب ڄاڻايو آهي.

انهيءَ حملي ۾ ڪاهي پٽ ماچي ۽ ملڪ فيروز چام انڑ جي ماڻهن هٿان گرفتار ٿيا جن کي بعد ۾ قتل ڪيو ويو.

چام انڑ کان پوءِ چام جوڻو پٽ ٻنيو سندس گاديءَ تي ويٺو، جنهن پنهنجي طاقت جي زور تي سمہ سلطنت قائم ڪرڻ لاءِ ٻين علائقن کي هٿ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ جنهن لاءِ دهلي سلطنت جي ڪارندن ۽ تغلق حاڪمن کان جند ڇڏائڻ ضروري سمجهو. ان ڪري هن پنهنجي اعتماد جوڳن ماڻهن کي ذميواريون ڏنيون جن سيوهڻ کان وٺي بکر تائين تغلق حاڪمن جي پاڙ پٽي ڇڏي جن کي معصومي ڦرلٽ ۽ بربادي‌ءَ جو نالو ڏنو آهي ۽ آخر ۾ ٿن جنگين کان پوءِ محمد شاھہ تغلق جا عملدار بکر خالي ڪري اچ طرف هليا ويا ۽ چام جوڻو سمہ سلطنت بکر تائين قائم ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿي ويو.

انهيءَ دوران چام ڪاهي پٽ چام تماچي پٽ ٻنيو جي اولاد جيڪا، چام انڑ جي ماڻهن هٿان پيءُ جي قتل ٿيڻ ڪري پاسيرو هئي، ٿن پنهنجي بقاءَ ۽ سلامتي لاءِ سمن جي راڄ کان الڳ ٿي موجوده تعلقي جاتي ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي، جتي سنڌ جو بهادر ۽ جنگجو قبيلو جت قديم دؤر کان وٺي رهندو هو، تنهن اتي پير ڄمائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. جتان ڪڪرالي رياست علائقي يا پرڳڻي جو بنياد پيو.

سمہ دؤر متعلق تاريخي معلومات تمام گهٽ ملي ٿي پر ڪن سمہ قبيلن وٽ سيني بہ سيني روايتون موجود آهن جن جي مطابق ڪڪرالي جي سمن چامن ۽ ساموئي جي حڪمرانن چامن جي وچ ۾ ڪا بہ وڏي ويڙھ يا حملو ڪو نہ ٿيو هو پر سمن حاڪمن جي ڪارندن ۽ عملدارن جي زوري چوپائي مال ڪاهڻ ۽ ڦرلٽ جي ڪري ويڙھ ٿيندي رهندي هئي.

پر ان جي باوجود هڪ ٻئي لاءِ احترام موجود هو. جڏهن ڪان چام ڪيهر ڪڪرالي جون واڳون سنڀاليون تہ ان جي دٻدٻي ۽ رعب ڪري ساموئي جي چامن طرفان ٿيندڙ هٿ چراند بہ بند ٿي ويئي.

ڪڪرالي ۽ ڪڇ مان ملندڙ مختلف روايتن موجب چام ڪيهر جي چوٿين پيڙهي ۾ بيان ڪيل چام منائي جي ٽين پيڙهين يعني سندس پوٽا چام هوٿي (چام ٻيو) ۽ چام اوڍو نالي وارا ٿي گذريا آهن، جن جي ڪڇ ۽ ڪڪرالي تي حڪومت هئي، ٻنهي ڀائرن متعلق قصو هيئن بيان ڪيو وڃي ٿو.

چام هوٿي جي شادي ٿيل هئي ۽ چام اوڍو ڪنوارو هو. جڏهن چام اوڍو اٺ مهينا پاءُ ڪان پري رهڻ ڪان پوءِ واپس آيو تہ محل جي ماڙي تان سند ڀاڄائي "هيلڏي" هن کي ڏٺو جيڪا مٿس عاشق ٿي پئي، صبح ٿيندي راڻي هن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ دل جو حال اوريو. چام اوڍي هن جي خواهش پوري نہ ڪئي جنهن تي راڻي هن کي ڌمڪيون ڏنيون. چام اوڍو اهو ٻڌي اڻ ٻڌو ڪري محل مان نڪري ويو.

ٻئي ڏينهن تي جيئن چام هوٿي واپس آيو ۽ راڻي جي ڪمري ۾ ويو اتي روشني بدران اوندھ ڏٺي ۽ هڪ پاسي راڻي کي غمگين ۽ اداس ويٺو ڏٺو جيڪا وار کولي ڪارا ڪپڙا پائي ويٺي هئي. اهو حال ڏسي چام هوٿي راڻي کان ان جو سبب پڇيو. هن چام اوڍو خلاف هن جا ڪن ڀريا جنهن کان پوءِ چام هوٿي چام اوڍو کي حڪم ڪيو تہ هو جيترو جلد ٿي سگهي اتان هليو وڃي.

چام اوڍو چئن ڀهرن اندر ڪلان ڪوٽ ڇڏي پنهنجي ماسات ۽ روايت موجب مامو عرف ويسرراءِ واگهيلو ڏانهن گجرات طرف هليو ويو جيڪو پاٽڻ ۾ راڄ ڪندو هو. جنهن پنهنجي وڏي نياڻي جو سڱ ڏيئي ساڻس شادي ڪرائي. هڪ ڏينهن راءِ ويسلڏي واگهيلي کي ماني کائڻ جي دوران پراڻي دشمني ياد اچي پيئي ۽ اوڍو کي چيو "اي اوڍو" چام ٻانڀيٽيو (سمہ حڪمران چام ٻانڀيٽيو پٽ خير الدين) جو ڪنڌ ڪلڪ ۽ پاري مهٽو منهنجي مٽي تي آهي، جيستائين ننگر سموئي (چامن جي گادي جو هنڌ) جون ست ويهو (160) ساڻديون سرڪائي نٿو اچان تيستائين ان بدران ڏوڙ ٿو ڪان".

چام اوڍو سندس تمنا ۽ ڏک دور ڪرڻ جو واعدو ڪيو ۽ ڪجھ جوان وٺي سموئي ننگر روانو ٿيو.

انهي دوران سگال نگامرو راجپوت جيڪو ڪڇ ۾ رهندو هو. نگامرو کي هاڻ نگامڙو سڏيو وڃي ٿو جيڪي

ضلع بدين ۽ ان جي آس پاس رهن ٿا. تنهن کي ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءُ نالي هوٿل هئي جيڪا سونهن ۾ پري هئي. جڏهن هو مرڻ تي آيو ته هن پنهنجي اولاد کي چيو ته منهنجو جنم سجايو نه ويو ڇاڪاڻ ته پنهنجي دشمن ٻانڀيٽيو ساموئي ننگر جي بادشاهه کي ڪجهه به ڪري نه سگهيس ۽ هو هميشه ساٽس وڙهندو رهيو ۽ منهنجي مئي کان پوءِ ڪو به ان جو پلاند وٺي نه سگهندو. سندس پٽ ڪا به همت نه ساري سگهيا پر سندس ڌيءُ هوٿل ساٽس وچن ڪيو ته هو ان جو پلاند ڪندي. هو ان کان پوءِ مرداڻو ويس پائي ۽ ايڪمل نالو اختيار ڪري ساموئي ننگر ڏانهن رواني ٿي.

واٽ تي ڄام اوڍو ۽ ايڪمل جي ملاقات ٿي، احوالن مان معلوم ٿيو ته ٻنهي جو ارادو ساڳيو آهي، تنهن ڪري هو پاڻ ۾ گڏجي اوڏانهن روانا ٿيا.

جڏهن هو پنهنجو مقصد ماڻي يعنيٰ ٻانڀيٽيو جون ست ويهون سانديون چورائي واپس ٿيا ۽ جڏهن واعدي مطابق ڍورن کي اڌو اڌ ڪري ورهايو ته ”ايڪمل“ پنهنجو حصو وٺي، ڄام اوڍو کي واپس ڪري ڇڏيو. ٻنهي هڪ ٻئي کان موڪلايو. انهي وچ ۾ ڄام اوڍو کي هن تي شڪ پئجي ويو جنهن ڪري هن ان جو پيڇو ڪيو.

ايڪمل پنهنجو اونو لاهي بي خبري ۾ ”چڪا سر تلاءَ“ (جيڪو پوڌيسر ۾ شاهه محمود بيگڙي جي تعمير ٿيل مسجد جي پوپان آهي، انهيءَ ڪري ان کي پوڌيسر وارو تلاءُ به چوندا هئا جتي هاڻي سنڌ سرڪار ڊيم اڏيو آهي) تي ٽڙ ڪري ويس مٽائڻ گهريو. انهي دوران ڄام اوڍو هن جي حقيقت کان واقف ٿيو. هو مرد نه پر هڪ حسين عورت جي روپ ۾ پري آهي.

هڪ روايت موجب سگال نگامڙو ۽ ان جي ذات وارا اڪثر سامونڊي ٻيڙن کي ڦريندا هئا. انهيءَ زماني ۾ پورچگيز سنڌ ۽ هند ۾ ايندا ويندا رهندا هئا ان ڪانسواءِ هنن جا سامونڊي واپاري ٻيڙا به سنڌي سمنڊ رستي انڊونيشيا ۽ ملائيشيا تائين ايندا ويندا هئا. هڪ دفعي سگال نگامرو ۽ سندس ساٿين پورچگيز جي واپاري ٻيڙي کي ڦريو ۽ لٽيو انهي مان کين وڏي دولت ۽ ڌن حاصل ٿيو. انهي ٻيڙي مان سگال نگامرو کي هڪ حسين پورچگيز عورت هٿ آئي. جنهن سان هن شادي ڪئي. انهيءَ مان هوٿل پيدا ٿي جيڪا نهايت حسين هئي. هن جا وار سنهرا ۽ اکيون نيريون هيون هن جي حسن ۽ سونهن کي ڏسي اهو مشهور ٿي ويو ته هو پري آهي ۽ پوءِ هوٿل پري واري ڪهاڻي ماڻهن جي زبان تي اچي ويئي ۽ ان کي هڪ داستان ۾ شامل ڪيو ويو.

چڙهي چڪا سر پار اوڍو هوٿل آهوڙي
وڃائي ويئي وار پاڻي مٿي پدمٽي

ڄام اوڍو ۽ هوٿل پاڻ ۾ شادي ڪئي. ڪجهه وقت کان پوءِ اوڍو کي پنهنجي ملڪ ڪڇ جي سڪ لڳي ۽ هو ٻئي گڏجي اوڏانهن ويا جتي کيس ڏسي ڏاڍي مايوسي ٿي ته سندس وطن وارن هن کي وساري ڇڏيو هو. جنهن ڪري هو، زال سميت واپس پاڻڻ وريو.

اوڍو ۽ هوٿل جي پٽ جيسل پاڻڻ ۾ هڪ آدمخور شينهن کي ماريو جنهن تي راءِ ويسلڌي (ويسرراءِ) ان جي تعريف ڪندي اوڍو کان ان جي ناناڻن بابت پڇا ڪئي. جنهن تان هوٿل جو راز کلي پيو.

هڪ روايت موجب ته ان کان پوءِ هوٿل ۽ اوڍو هميشه لاءِ جدا ٿي ويا ٻي روايت موجب ته هو پهريان ڪاوڙ جي هلي ويئي ۽ پوءِ جيسل ۽ جکرو جي شادي مهل اوڍو کيس مڃائي هميشه لاءِ پاڻ وٽ وٺي آيو. سندن پٽ جکرو آخر ڪڪرالي جي واڱ سنڀالي جنهن جي اولاد اوڍو سڏجي ٿي.

روايتن ۽ تاريخي حقيقتن مان معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن ڄام اوڍو ڪڇ ۽ ڪڪرالي مان مايوس ٿي واپس وريو. ان کان پوءِ ڄام هوٿي کي احساس ٿيو ته هن محلاتي سازش جي ڪري ڀاءُ کي اها موٽ نه ڏني جيڪا ڏيڻ گهرجي ها! جنهن ڪري هو پنهنجا خاص ماڻهو وٺي پاڻڻ ويو ۽ ڀاءُ کي راضي ڪيو ته هو پنهنجي وطن ڏانهن واپس وري جنهن کي هن مناسب سمجهي هائوڪار ڪئي.

ڄام اوڍو پنهنجي پهرين گهرواري جيڪا راءِ ويسر واگهيلي جي ڌيءُ هئي، سندس مرضي ۽ منشاءَ موجب گجرات ۾ رهي ۽ پاڻ زال هوٿل ۽ ٻارن جيسل ۽ جکرو سان ڪڪرالي واپس موٽي آيو ۽ هن پنهنجي وڏي ڀاءُ ڄام هوٿي کان گهر ڪئي ته کيس ڪڪرالي ۽ هالار پرڳڻن جي دنگ تي مخصوص ايراضي ڪري ڏني وڃي، جتي هو پاڻ ۽ ٻين همدردن سان وڃي رهي. اها تجويز ڄام هوٿي قبول ڪئي ۽ کيس ڪڪرالي جي حد دنگ وٽ موجوده ٽنڊو غلام علي وٽ ڏني، جتي هو ڪوٽ ڪڏائي ويهي رهيو. اڄ به ان ڪوٽ جا نشان باقي آهن.

ڄام جکرو جيڪو بعد ۾ ڪڪرالي جو والي ٿيو، جنهن جي پٽ جو نالو ڏاڏي جي نسبت سان ڄام اوڍو رکيو

ويو. جنهن جي اولاد مان خاندان جو پڳدار پاڙو لالاٽي (لعلاٽي) آهي.

چام اوڍو جي پهرين گهرواري جيڪا ٻارن سميت گجرات ۾ رهي پئي هئي، ان مان ڪيس ٻه پٽ منوهر ۽ موهڙ (مهڙ) هئا. جن مان منوهر جي اولاد، ڪڇ جا اوڍا، لاڙ جا اڍيجا ۽ اتر سنڌ ۾ رهندڙ هنگورو، هنگورجا، هنگورائي آهن، جيڪي هنگورو پٽ هالو پٽ ساند، پٽ منوهر مان آهن.

اوڍو ذات بابت جيڪي ٻه رايا بيان ڪيا ويا آهن. منهنجي خيال ۾ اهي صحيح ۽ درست آهن. اوڍو جي اولاد ۽ سمو ابڙو جي اولاد جيڪا اوڍو سڏي ويئي هئي اڳتي هلي هڪ ٿي ويون ڇاڪاڻ ته سمن لاءِ ڪڇ ۾ رهڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ غلام شاه ڪلهوڙو انهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هو.

مٿين راين کان پوءِ اهو واضح ٿئي ٿو ته

1. هي اصل ڪڇ جا باشندا آهن
2. سمه خاندان سان تعلق آهي

سنڌ ۾ اوڍو ذات وارن جا پڳدار محمد پور ضلعي جيڪب آباد وارا اوڍو آهن. هنن جو نسلي تعلق ڪنهن اعليٰ خاندان سان آهي.

جنهن جي تصديق ان مان ٿئي ٿي ته هنن وٽ خانداني نشانيون آهن. انهي ڪانسواءِ انهن جو اٿڻ ويهڻ، لاڏ ڪوڏ به شاهي خاندانن وانگر آهي. يقينن هو چام اوڍو جي اولاد مان آهن جنهن ڪري اوڍو سڏيا ويا ۽ جکري جي خاندان مان آهن. جيڪي غلام شاه ڪلهوڙي جي وقت يا ان کان اڳ ۾ ڪڇ جي علائقي مان لڏپلاڻ ڪري اچي اتر سنڌ کي وسايو ۽ محمد پور ۾ ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا جنهن کي هاڻي عالم خان اوڍي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

تاريخي طور اهو حوالو موجود آهي ته مغل دؤر حڪومت ۾ سن 1128 هجري مطابق 1716ع ۾ نواب اعظم خان ٺٽي جو حاڪم ٿي آيو، جنهن جي وقت ۾ صوفي شاه عنايت جهوڪ واري جو دردناڪ واقعو پيش آيو، انهيءَ ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙو، شاه عنايت جي مخالفت ۾ نواب اعظم جي ڀرپور مدد ڪئي، جڏهن مقامي راڄن مان اوڍو قبيلي وارا شاه عنايت جو پاسو هئا.

صوفي شاه عنايت کي دوکي سان گرفتار ڪري ٺٽي اندر ويو جتي ڪيس 113 هجري مطابق 1718ع ۾ شهيد ڪيو ويو. ميان يار محمد ڪلهوڙو کي مغلن جي ڀرپور مدد ڪرڻ جي عيوض شماواتي ۽ چاچڪان مان مختلف ڳوٺ انعام طور ڏنا ويا ۽ بعد ۾ روپاه جو پرڳڻو به حوالي ڪيو ويو. ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد 11 محرم 1132 هجري مطابق 13 نومبر 1719ع ۾ مسند تي ويٺو، جنهن کي جهوڪ واري جنگ جو تجربو هو، تنهن اتان جي راڄن کي اک ۾ رکيو ۽ خاص ڪري ڪڪرالي جي چامن کي سيکت ڏيڻ جي تياري ڪري رهيو هو ته سن 1740ع ۾ نادر شاه، خان آف قلات محبت خان بروهي ۽ ٻين جي چرچ تي اچي لاڙڪاڻي پهتو ۽ ميان نور محمد ان کان جان بچائڻ لاءِ عمرڪوٽ کان راجستان وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هو ته نادر شاه اچي مٿان ڪڙڪيو جنهن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهائڻ ڪانسواءِ سنڌ جي خزاني ۾ جمع ٿيل هڪ ڪروڙ رپيا ورتا ۽ ضمانت طور سندس پٽ وٺي ايران هليو ويو جنهن ڪري هو نهايت ڪمزور ٿي پيو ۽ ڪڪرالي تي حملو ڪري نه سگهيو.

انهيءَ دؤر ۾ اوڍو ذات وارن ڪلهوڙن جي حملي جي خوف کان پنهنجي علائقي مان لڏپلاڻ شروع ڪئي. انهيءَ کان پوءِ ميان غلام شاه ڪلهوڙو 1173هجري جي آخر ۾ ڪڪرالي جي چام ڏيسر کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ 7 صفر 1174هجري مطابق 8 ڊسمبر 1760ع تي هن کي مجبور ڪيو ته هو پنهنجي قلعي "آباد" مان نڪري ڪڇ طرف هليو ويو ۽ سندس "پٽ هر دار" جو اڳ ۾ ئي ميان غلام شاه وٽ ضمانت طور هو. اهو اتي رهيو. تاريخن جي مطابق ميان غلام شاه ڪڪرالي جي حڪومت ان جي حوالي ڪئي.

اوڍو ذات وارا انهي دور ۾ ڪڪرالي واري علائقي کان نڪري اتر سنڌ ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي هوندي. اوڍن جي وڏن جي چوڻ موجب هو اتر سنڌ ۾ 1730ع ڌاري پهتا هئا. پر اسان جي تحقيق ۽ تاريخي طور اها ثابتي ملي ٿي ته هو 1760ع ۾ اتر سنڌ ۾ آيا. جيڪڏهن اوڍن جي روايت کي تسليم به ڪريون ته پڪ سان اهو چئي سگهون ٿا ڪڪرالي جي چامن ۽ اوڍن جي وڏن ۾ ضرور ڪنهن ڳالهه تان ڇڪتاڻ پيدا ٿي جنهن ڪري هنن اتر سنڌ جو رخ رکيو.

بعد ۾ سندس ڪٽنب ۽ قبيلو تعلقي ڳڙهي خيرو، خانڳڙهه. ان کان اڳ ۾ اچ ۽ هاڻي جيڪب آباد. تعلقو نوشهرو ابڙو، هاڻي ڳڙهي ياسين پراڻو ضلعي سکر هاڻي شڪارپور ضلعي جي علائقن ۾ اچي آباد ٿيا.

اوڍو قبيلو ڪلهوڙن حڪمرانن خاص ڪري ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي ڪڪرالي تي حملن ۽ چامن جي اڻ بڻت

ڪري قبيلي جو هڪ وڏو حصو. سندن روايتن موجب 70 سيڪڙو لعل اوڊو اول جي سرڪردگي ۾ ترواري پاسي کان اچي مهديجي (مدئجي) جي پرسان ڳوٺ ترائي ۾ ابڙو قبيلي جي ڪمارين پاڙي وڏيري وٽ پهتا جو هنن جا ڪلهوڙو حڪمرانن سان سٺا ناتا قائم هئا. جيئن هنن ۽ ڪلهوڙو حڪمرانن جي وچ ۾ ناهه ڪرائين. جنهن تي ڪمارين اوڊن کان سڳ جي تقاضا ڪئي جيئن هو ڪلهوڙن سان ڳالهائي سگهن ته اوڊو قبيلي وارا سندن جا مائٽ آهن. اها ڳالهه ۽ راءِ اوڊو قبيلي جي چڱي مڙس لعل محمد قبول نه ڪئي جنهن ڪري هو اتان لڏي توربند جي اندر جيڪو ابدالين جي زيرانتظام هو اتان جي زميندار گل محمد خان مرڪياڻي ننڍا پوسڻ لڳ ڳوٺ چٽي جي ڊرب ۾ رهايو. جيڪو هاڻي رتوديرو تعلقي ۾ آهي. هي روايت موجب چٽي ڊرب جو ڳوٺ اوڊو قبيلي وارن ٻڌو هو. اوڊو قبيلي جو سرواڻ لعل محمد پهريون وفات ڪري ويو. کيس چٽي ڊرب جي قبرستان لڳ هڪ الڳ دڙي تي دفنايو ويو. جتي بعد ۾ ڪوٽ اڏي لالاڻي (لعلاڻي) خاندان لاءِ مخصوص ڪيو ويو. جنهن ۾ آخري تدفين سردار الحاج تاج محمد خان اوڊو جي مئي 1989ع ۾ ٿي.

اوڊو قبيلي جي چڱي مڙس لعل محمد خان اول پنهنجي ايام ڪاري ۾ آس پاس جون زمينون خريد ڪيون ۽ خود مرڪياڻي جيڪي تر جا وڏا زميندار هئا. تن پڻ کين زمينون وڪڻي ڏنيون. جنهن کان پوءِ هنن جو اثر ۽ رسوخ به وڌي ويو. انهيءَ عرصي ۾ ڪلهوڙا حڪمرانن جي زوال وارو دور شروع ٿي چڪو هو. جنهن ڪري هو اطمينان ۽ سڪون سان پنهنجا ديرا ڄمائي ويهڻ لڳا ۽ لعل محمد خان جي پوٽي طالب خان اوڊو پنهنجي دور ۾ زميندار کي اڃا وڌايو ۽ ڳڙهي خيري تعلقي جي حد ۾ ڪافي زمين ورتي جنهن ڪري هو چٽي ڊب مان لڏي جهانپور پرسان پنهنجي ڳوٺ ٻڌو ۽ بعد ۾ اتان طالب خان پنهنجي ٻڌل ڳوٺ تاجو ديرو کي 1850ع ۾ وسايو جيڪو پنهنجي پاءُ تاج محمد خان جي نالي سان منسوب ڪيو هو.

طالب خان جي وفات کان پوءِ سندس ننهي پڻ پڳ جي حق کان دستبردار ٿي، طالب خان جي پاءُ ۽ پنهنجي چاچي تاج محمد خان کي پڳ ٻڌرائي ۽ طالب خان جا پٽ چاچي تاج محمد خان کان جائداد ۽ ملڪيت جو حصو وٺي پنهنجو نئون ڳوٺ نبي سگهوري جي نالي سان سن 1875ع ۾ محمدپور ٻڌو ۽ اتي ويهي رهيا.

اوڊو ذات وارن جي خانداني روايتن ۽ مقامي ڳالهين موجب جنهن وقت اوڊا هن علائقي ۾ پهتا ته ان وقت هن خاندان جو وڏو دودا خان شڪارپور جي دائود پوٽن جو ديوان هو. جنهن جو بنياد 1026 هجري مطابق 1617ع ۾ پئجي چڪو هو. ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جون لڙايون 1137هجري مطابق 1723ع ۾ شروع ٿيون ۽ 1160 هجري مطابق 28-1727ع ۾ پنهنجي نتيجي جي پهتي جنهن ۾ دائود پوٽا آخري دفعو دبلي جو بيٺ اچ شريف جي سجاده نشين جي چوڻ تي خالي ڪري ملتان جي طرف هليا ويا. انهي ويڙهه دوران دودا خان تر جي زميندارن کان زمينون خريد ڪيون. انهي دور ۾ اوڊا باغبان پرڳڻي ۽ ان جي آس مان ڪلهوڙن هٿان شڪست کائي ابڙن جي تر ۾ اچي پهتا. جنهن ڪري اوڊن ۽ پٺن جي هڪ ٻئي سان دوستي ۽ برادري وارا ناتا قائم ٿيا ۽ جڏهن ته ميرپور پٺو جا پٺا ميرپور کان پنهنجي ديهه دودا پور تعلقي ڳڙهي خيرو ويندا هئا ته هو هميشه انهن وٽ ترسندا هئا.

محمدپور کي آباد ڪرڻ کان پوءِ اوڊن جي وڏي زميندار قائم ٿي. ٽالپورن جي دور ۾ پنهنجي عروج تي پهتا ۽ انگريزن جي دور ۾ سنڌ جي وڏن زميندارن ۾ ليکيا ويا هن خاندان مان جاويد عالم اوڊو ۽ ٻيا مشهور فرد آهي. وڏيري محمد خان اوڊو جي نالي سان ضلعي جيڪب آباد ۾ ديهه خان واهه ۽ ديهه خانپور سڏجن ٿيون ۽ سندس پٽ جاني خان جي نالي سان محمد پور جي پرسان پراڻو جاني واهه ان جي نالي سان منسوب ٿيل آهي. جاني خان جو ننڍو پٽ لال محمد خان پنهنجي وقت جو مشهور ۽ معروف ماڻهو هو. سندس نالي پويان ضلعي جيڪب آباد ۽ شڪارپور ۾ ديهون لال اوڊو اڃ به موجود آهن.

اوڊو ذات وارا لاڙڪاڻو، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ خيرپور ضلعن ۾ وڏي اڪثريت سان رهن ٿا. ان کان علاوه بدين، ٺٽو، ٿر، ڪڇ ۽ جيسلمير ۾ به پڻ آهن. جيڪي اوڊيجه سڏائن ٿا.

جنهن جو تفصيل هي آهي:

اتر سنڌ ۾: چٽي ڊرب، ابن اوڊو، سون واهه، الياس اوڊو، وڪڙي وارا، اوڊو، پناهه اوڊو، حبيب اوڊو، لنگهه اوڊو، چتو اوڊو، بخشل خان اوڊو پريالو طرف حاجي مير اوڊو ۽ وڏيرو ڪرم خان اوڊو.

ڏکڻ سنڌ يا لاڙ ۾: ماتلي ۾ غريب آباد، حاجي آدم اوڊيجو، حاجي محمد اوڊيجو، ارباب حاجي منٺار اوڊيجو.

ڊاڪٽر محمد رمضان اوڍيجو، محمد سچڻ اوڍيجو، احمد اوڍيجو، وڏيرو بابو اوڍيجو.

ٿر ۾: مٺي لڳ پاپوهڙ، ڊرم ڳوٺ، جهانيان ڳوٺ، جهابا ڳوٺ، اريڙي ڳوٺ، چيڙيال ڳوٺ، وڏيري مهراڻ اوڍو جو ڳوٺ.

اتر سنڌ ۾ رهندڙ اوڍا جيڪو پاڙو جنهن ضلعي ۾ گهڻو آهي ان جو انهي ضلعي ۾ ذڪر تيل آهي:

| جيڪب آباد | لاڙڪاڻو/قمبر | شڪارپور |
|---|---|---|
| 1. لالاڻي عرف لٺلاڻي | 1. هيلاڻي/ڦلاڻي | 1. بوراڻي |
| 2. طالباڻي | 2. عاقباڻي | 2. توريه |
| 3. طاهرياڻي | 3. گلاڻي | 3. ڪنديوارا |
| 4. هنگورا/هنگوراڻي | 4. مينهاڻي | 4. ريحاڻي |
| 5. راهاڻي | 5. جسراڻي | 5. آدماڻي |
| 6. ايستاڻي | 6. تاجاڻي | 6. الياساڻي |
| 7. موساڻي | 7. صفراڻي | 7. صلاحاڻي |
| 8. رماڻي | | 8. ٽوپراڻي |
| | | 9. فتحياڻي |
| | | 10. ڏيتاڻي |
| | | 11. جنياڻي |
| خيرپور | دادو | 12. گودراڻي |
| | | 13. هاشماڻي |
| 1. مرڙياڻي | 1. سيناڻي/ڪڪراڻي | 14. پنجاڻي |
| 2. اوڍڙياڻي | | 15. سومراڻي |
| | | 16. دهلياڻي |
| | نوشهروفيروز ضلع (ڪوٽڙي ڪبير پرسان صفراڻي | 17. جيئاڻي |
| | | 18. لنجاڻي |
| | | 19. دوداڻي |
| | | 20. نوزاڻي |
| | | 21. حامداڻي |
| | | 22. پرياڻي |
| | | 23. عاقلاڻي |
| | | 24. عارباڻي |
| | | 25. غنياڻي |
| | | 26. علي ياڻي |
| | | 27. منگهياڻي |
| | | 28. جوپاڻي |
| | | 29. ساداڻي |
| | | 30. ڪليري |
| | | 31. راهوجا |

## پاڙا_ اوڍو

تعلقو اسلام ڪوٽ

ڳوٺ آريڙي: ڪرن

ڳوٺ جهابا: سدايا- ٻارڙ

ڳوٺ جهامپا: سڏايا- راڏا

ڳوٺ ڊرم: ننڌٽا- سڏايا

ڳوٺ چيڙيال: رپرپوٽا- سومر پوٽا

ڳوٺ جهانگرو: راڏا- ساپڙ

ٿر (مٺي):

ڳوٺ پاپوهڙمر: مينهن پوٽا

تعلقو ماتلي:

ڳوٺ علي پور: مينهن پوٽا

بدين شهر: اوڍيجا، ڪڇي اوڍيجه

پنگريو

ڳوٺ احمد اوڍيجو: سڏايا، پينسي

ماتلي شهر: موراڻي- خيرپوري، مراديا- ٻوڏار- منگرپوٽا- پينسي، مينهن پوٽا

تعلقو ٽنڊو باگو:

ڳوٺ سچڻ اوڍيجو: منڌٽا- سڏريو

ڳوٺ انوار اوڍيجو: روچ پوٽا- پڙيو

ڳوٺ قادر بخش اوڍيجو: سڏايا- پنسي

گولاڙچي:

ڳوٺ محمد يوسف اڍيجو: شادي- سپڙ

عرف علي محمد اوڍيجو

وچور پاڙا: ڪرن- سدايا- ٻارڙ- راڏا- ننڌٽا- رپرپوٽا- سومر پوٽا- ساپڙ- مينهن پوٽا- اوڍيجه- ڪڇي اوڍيجه- پينسي- موراڻي- خيرپوري- مراديا- ٻوڏار- منگرپوٽا- منڌٽا- سڏريو- ٻروچ پوٽا- پڙيو- شادي- سپڙ.

## اوڍو جو نسلي شجرو




اوبو خاندان جو شجرو
سردار لال محمد خان اول
اولاد
الائي ۽ توتولائي منجي
سندس پوين مان
وڏيرو محمد خان
جيڪو اتر سنڌ ۾ آيو
(2) وڏيرو جاني خان
(3) وڏيرو محمد بچل خان
(4) وڏيرو لعل محمد خان ثاني (پهرين)
(5) وڏيرو محمد عالم خان اول
ڌي
(6) وڏيرو طالب خان
(7) وڏيرو تاج محمد خان
(8) وڏيرو لعل محمد خان ٽيون
(9) وڏيرو تاج محمد خان
سندس اولاد
آمريڪا ۽ يورپ ۾
رهي ٿي
الله بخش خان اول
نبي بخش خان اول
امام بخش خان اول
خان صاحب
محمد پناهه خان اول
در محمد خان اول
فيض خان
خدا ڏنو خان
حبيب الله خان
غلام رسول خان
نبي بخش خان ٻيو
نيڪ محمد خان
(10) وڏيرو محمد عالم خان ٻيو
ياسر خان
عامر خان
طارق خان
طالب خان
نهد خان
در محمد خان ٻيو
جون ايليا خان
منير احمد خان
امداد خان
مشتاق خان
غلام علي خان
غلام مصطفيٰ خان
امام بخش خان ٻيو
اسلم خان
افضل خان
ثاقب خان
مظفر خان
تنوير خان
محمد مصطفيٰ
خان
نويد خان
عمر خان
رضوان خان
عبدالله
جاويد خان
عرف
الله بخش خان ٻيو
محمد وليد عرف لعل
محمد خان
محمد ناظم خان
محمد اعظم خان
وڏيرو سردار
محمد پناهه خان
عرف عامر خان ٻيو
طلال خان
علي خان
عمار خان
عمار خان
معراج خان

# اوڍو خاندان جو شجرو

سردار لال محمد خان اول
اولاد
لاڙڪي ۽ ٺٽو لاڙڪي سنڌ جي
سنڌس پوين مان

(1) وڏيرو محمد خان
جيڪو اتر سنڌ ۾ آيو

(2) وڏيرو جاني خان

(3) وڏيرو محمد بچل خان
(4) وڏيرو لعل محمد خان ثاني (ٻيو)
ڌيءُ
(5) وڏيرو محمد عالم خان اول
(6) وڏيرو طالب خان
(7) وڏيرو تاج محمد خان
(8) وڏيرو لعل محمد خان ٽيون
(9) وڏيرو تاج محمد خان
سندس اولاد
آمريڪا ۽ يورپ ۾
رهي ٿي

امام بخش خان اول
نبي بخش خان اول
الله بخش خان اول
خان صاحب
محمد پناهه خان اول
در محمد خان اول
خدا ڏنو خان
فيض خان
غلام رسول خان
حبيب الله خان
نبي بخش خان ٻيو
نيڪ محمد خان
(10) وڏيرو محمد عالم خان ٻيو

طالب خان
طارق خان
عامر خان
ياسر خان
در محمد خان ٻيو
جون ايليا خان
نهد خان

غلام مصطفيٰ خان
غلام علي خان
متشاق خان
امداد خان
منير احمد خان
امام بخش خان ٻيو
افضل خان
اصغر خان

(11) وڏيرو سردار
محمد پناهه خان
عرف عامر خان ٻيو
علي خان
طلال خان
محمد اعظم خان
محمد ناظم خان
جاويد خان
عرف
الله بخش خان ٻيو
محمد وليد عرف لعل
محمد خان
رضوان خان
عبدالله
نويد خان
عمر خان
تنوير خان
محمد مصطفيٰ
خان
مظفر خان
ثاقب خان

عمار خان
معراج خان
عمار خان

پاڙا- اولاد اوڍو-



# سامٽيو

سامٽيو ٻن لفظن سام + ٽيو مان نڪتو آهي، جنهن مان سام لفظ جي معنيٰ آهي پناهه ونندڙ- ٽيو، معنيٰ، هند- مطلب پناهه ڏيندڙ زمين، هند، جڳهه يا ڪو به شخص- سام قديم سنڌي ٻولي جنهن کي سنسڪرت جو نالو ڏين ٿا. تنهن جي لفظ شرام مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ به پناهه ۽ اجهو آهي، ساڳي وقت مٽيءَ جو ڪم ڪندڙ کي به سامٽيو لکيو ويو آهي جنهن کي گلال به سڏيو ويو آهي. گلال گل مان نڪتو آهي ۽ گل مٽيءَ کي چيو ويندو آهي.

سومرن جي دؤر حڪومت ۾ جڏهن علاؤالدين خلجي جو لشڪر چنيسر سومري جي مرضيءَ سان دودي سومري حاڪم سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته سومرن ڀاڳهل ۽ ٻين ننگن کي ڪڇ جي حاڪم ڄام ابڙي ڏانهن سام ڪري موڪليون هيون. اهڙي طرح سومرن جي راڄن به پنهنجا ننگ پاڙي وارن راڄن ڏي ڏياري موڪليا، جيئن هو بنا اوکي جي دهلي لشڪر سان مهاڏو اٽڪائي سگهن. سام جهلڻ وارن کي سامٽيو يعني اجهو ۽ پناهه ڏيڻ وارا، ننگن ۽ غيرت جي حفاظت ڪرڻ وارا.

جڏهن مان سامٽيو ذات تي تحقيق ڪئي ته سرائيڪي ٻولي ڳالهائيندڙ سامٽيه ذات وارن جو مٿي بيان ڪيل سامٽيه تشريح ۽ معنيٰ وارن سان انهن جو ڪو به تعلق ڪونهي پر هو نسلي طور سمه ذات وارن مان آهن.

ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو سنڌ جو نالي وارو سمه حڪمران ٿي گذريو آهي، جنهن جا ٻه پٽ ڄام بايزيد ۽ ڄام ابراهيم ڪنهن ڳالهه تان ناراض ٿي بقول تاريخ فرشته ٺٽي کان ملتان هليا ويا ۽ ملتان جي حاڪم حسين لانگاهه وٽ وڃي رهيا جنهن انهن کي سنڌ جي شاهي خاندان مان هجڻ ڪري انعام و اڪرام ڏيئي ڄام بايزيد کي شورڪوٽ ۽ ڄام ابراهيم کي اچ جاگير طور ڏنو. تاريخ فرشته موجب هو حسين لانگاهه جا ماما هئا. جنهن ڪري ئي هنن ملتان وڃڻ کي ترجيح ڏني جيتوڻيڪ گجرات جا حاڪم پڻ انهن جا ويجها مائٽ هئا.

ڄام بايزيد وڏو عالم ۽ علم دوست هو جنهن ڪري هميشه انهن جي عزت ۽ احترام ڪندو هو، جنهن ڪري ڪيترا عالم وٽس ايندا رهندا هئا ۽ هو نهايت ايماندار ۽ ڪيترن وصفن جو مالڪ هو. سندس جاگير شورڪوٽ ۾ هڪ نئين عمارت جي تعمير واسطي بنيادن جي کوٽائي ڪندي هڪ لڪل خزانو مليو، جنهن بنا ڪنهن ڇپڻ جي سلطان حسين لانگاهه ڏانهن ڏياري موڪليو، جنهن ڪري ملتان ۾ ڪافي ترقي ٿي ۽ سڌارا آيا.

سلطان حسين لانگاهه پوئين عمر ۾ پنهنجي پٽ فيروز شاهه جي حق ۾ دستبردار ٿي ويو ۽ ڪيس تخت حوالي ڪري پاڻ گوشيءَ نشيني اختيار ڪئي. فيروز شاهه عمادالملڪ جي پٽ بلال کي مارائي ڇڏيو جنهن بدلو وٺندي فيروز شاهه کي زهر ڏياري مارائي ڇڏيو. انهيءَ حالتن جي ڪري سلطان حسين شاهه لانگاهه صدمو برداشت ڪري ٻيهر تخت تي ويٺو هن ملڪ ۽ پنهنجي خاندان جي حفاظت ڪرڻ لاءِ بايزيد کي سپهه سالار مقرر ڪيو.

هن نهايت ڦڙتي ۽ چالاڪيءَ سان عمادالملڪ کي گرفتار ڪيو جنهن کان پوءِ سلطان حسين لانگاهه هن کي عمادالملڪ جي جاءِ تي وزير ۽ پنهنجي پوٽي محمود شاهه جو اتاليف مقرر ڪيو. سن 908 هجري مطابق 03-1502ع ۾ حسين شاهه وفات ڪري ويو ۽ محمود شاهه تخت تي ويٺو. هن کي ڪن بايزيد جي خلاف ڀڙڪائڻ شروع ڪيو جنهن ڪري هو دربار ڇڏي ملتان کان ٻه ميل پري درياءَ چناب جي ڪناري تي رهائش اختيار ڪئي ۽ اتان حڪومتي معاملا هلائڻ لڳو. هن ڊل نه ڏيڻ جي ڪري ڪن زميندارن جا مٿا ڪوڙائي ڇڏيا ۽ جڏهن بايزيد سمي جو پٽ ڄام عالم خان، محمود شاهه جي

دربار ۾ ويو ته هن زميندارن جي بي عزتي يا سزا جي عيوض ان جي بي عزتي ڪئي. اها صورتحال ڏسي هو ملتان ڇڏي شورڪوٽ هليو ويو.

جيئن ته بايزيد هڪ طاقتور ۽ خودمختيار جاگير جو مالڪ هو. تنهن ان ۾ پنهنجي ڀلائي سمجهي ته هاڻي ملتان جي لانگاهه مائيٽن سان گهڻو وقت هلي نه ٿو سگهجي، تنهن ڪري هن پنهنجي جاگير شورڪوٽ ۾ هندستان جي بادشاهه سڪندر لوڌي جي نالي تي خطبو پڙهايو ۽ پنهنجو هڪ قاصد ان ڏانهن روانو ڪيو. هندستان جي بادشاهه سڪندر لوڌي ڊهليءَ مان ڪيس خلعت ڏياري موڪلي ۽ پنجاب جي حاڪم دولت لوڌي کي حڪم ڏنو ته هو هن جي هر طرح سان مدد ڪري.

سلطان محمود لانگاهه بايزيد جي خودمختياري ڏسي ان جي طاقت کي ڪچلڻ لاءِ ڄام بايزيد تي حملو ڪيو. ٻنهي جي وچ ۾ لڙائي لڳي پر نتيجو ڪو به نه نڪتو. جڏهن اها خبر دولت لوڌي کي پئي ته هو ڄام بايزيد جي مدد ڪرڻ لاءِ پهچي ويو. آخر هن ٻنهي جي وچ ۾ ناهه ڪرايو جنهن موجب شورڪوٽ جي سمه رياست کي تسليم ڪندي درياءَ راوي جي حد مقرر ڪئي ويئي. ڄام بايزيد زندگيءَ جا آخري ڏينهن شان و شوڪت ۽ آرام سان گذاريا.

ڄام بايزيد جو شورڪوٽ ۾ طاقتور ۽ خودمختيار هجڻ جي پويان سڀ کان وڏو سبب اهو هو ته هن سلطان حسين لانگاهه جي وقت ۾ ٺٽي ۽ سنڌ جي ٻين علائقن مان سمه ۽ حمايتي ذاتيں جا ڪٽنب ۽ کهول شورڪوٽ جاگير ۾ لڏائي آباد ڪيا هئا ۽ پنهنجو هڪ سنڌين تي مشتمل لشڪر به تيار ڪري ورتو هو جيڪو ضرورت مهل ڪم اچي سگهي.

ڄام ابراهيم اچ جي جاگير ملڻ شرط اوڏانهن هليو ويو، اچ جيڪو ولي الله ۽ بزرگن جو شهر هو انهن سان محبت ڪرڻ لڳو ۽ انهن جي صحبت ۾ رهيو. هن پنهنجي وقت ۾ ٺٽي ۽ سنڌ جي مختلف علائقن کان پنهنجا مٽ مائٽ ۽ ڇگا مڙس ۽ راڄ گهرائي راحن پور جنهن جو اصل نالو راڄڻپور آهي، ۽ علي پور ۾ آباد ڪيا. اڄ به انهن علائقن ۾ سنڌي نسل جي ماڻهن جي اڪثريت آهي ۽ اهي سرائيڪي ڳالهائيندا آهن.

ڄام ابراهيم پنهنجي مرشد سيد راڄو شاهه جي حڪم تي اچ مان لڏي ليه کان پنج ميل اتر طرف نوشهري ۾ اچي ويٺو ۽ سندس اتي قبر موجود آهي ضلعي ليه ۾ موجوده وقت ۾ جيڪي سامٽيه ذات وارا رهن ٿا اهي سندس اولاد مان آهن.

ڄام سمن جو سامٽيه نالي سان سڏڻ جو سبب به اهوئي آهي جيڪو مان شروعات ۾ عرض ڪيو آهي. يعني پناهه وٺڻ ۽ رهڻ لاءِ اجهو ملڻ تاريخن ۾ انهن سمه ذات وارن جو ڪري لکيو ويو آهي، پر مقامي طور هنن کي سامٽيو سڏيو ويو جيڪو سمه ذات جي سڃاڻپ سان گڏ پناهه وٺڻ يا لڏي اچڻ جي مفهوم سان استعمال ٿيو. جن کي سمه سامر سڏيو ويو هوندو. جيڪو مقامي ٻوليءَ جي لهجي ۾ سمه سٽه ٿي ويو ۽ انهيءَ نالي سان ڳوٺ سڏجڻ لڳو جيڪو هاڻي هڪ جنڪشن ريلوي اسٽيشن آهي، ۽ اڳتي هلي سمه سٽه، سمٽه ٿي ويو هوندو ۽ بعد ۾ انهن کي سامٽيو يا سامٽيه سڏيو ويو. يعني اهي سمه ذات وارا جن اچي پناهه ورتي اجهو ناهيو.

تاريخ ليه ۾ سمه يا سامٽيه ذات وارن لاءِ هڪ غلط روايت درج ٿي آهي ته سنڌ ۾ رهندڙ ٻن هندو ڀائرن رام چند ۽ گوندا اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيا. جن تي محرم ۽ وريام نالا رکيا ويا. راجپرتن کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ هنن کي ملڪ نيڪالي ڏيئي ڇڏي جنهن ڪري هو تڪليفن ۾ اچي ويا، جنهن ڪري هنن شامت يا شامتي جي لفظن سان چيو ويو جيڪو پوءِ بدلجي سامٽيو ٿي ويو. ان لاءِ ڪا به تاريخي سند ڪو نه آهي ۽ ڪوڙ تي ٻڌل هڪ قصو آهي ۽ تاريخي حقيقت اها آهي ته هي سامٽيه ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جا مائٽ ۽ ان جي خاندان جي فردن جي اولاد آهن. جيڪي وچي اتي آباد ٿيا جنهن جو ذڪر ڪري آيو آهيان.

منهنجي تحقيق موجب سنڌ ۾ موجود سامٽيه ذات وارا ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ميان وال تحريڪ ۽ تبليغ کان متاثر ٿي جڏهن هو ملتان طرف ويو هو ته واپسي دوران گڏ آيا هئا. جنهن مان ڪجهه خاندان شورڪوٽ، ليه ۽ ميانوالي جا هئا جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي اترادي لهجي سرائيڪي کي پنهنجي مادري ٻولي بڻائي چڪا هئا. انهيءَ ڪري شيخ صادق علي هنن کي سرائي ذاتين ۾ شمار ڪيو آهي ۽ لکي ٿو ته سرائين جو وڏو تعداد پنجاب کان آيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ خاص طور تي رهائش اختيار ڪئي. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق سامٽيه سرائيڪي علائقي ميان والي جي تعلقي ليه جو هڪ ننڍو قبيلو آهي، جيڪي راجپوت نسل مان سڏائيندا آهن. هو هنن جي متعلق لکي ٿو ته هو شاديءَ جي موقعي تي هندن واريون رسمون ادا ڪندا آهن پر برهمڻ جي خدمت حاصل ڪرڻ بجاءِ اسلامي طريقي سان نڪاح

پڙهايو ويندو آهي.

حقيقت اها آهي تہ سمہ راجپوت نسل مان آهن، جيڪي اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ بہ ماضي واريون رسمون بجا آڻيندا رهيا جيڪي پوءِ آهستي آهستي ختم ٿي ويون.

ڪلهوڙا دؤر ۾ هي امير ۽ حاڪم طبقي ۾ شمار ڪيا ويندا هئا. جن ۾ سلطان سامٽيو سندس پٽ مسو سامٽيو، فريد سامٽيو، تاجو سامٽيو شامل آهن. سلطان سامٽيو معتبر ۽ بهادر فوجي اڳواڻ طور سڃاتو ويندو هو. هو سن 1158 هجري مطابق 1745ع ۾ ٺٽي جو حاڪم هو ۽ لاڙ اڪثر بغاوتن کي ڪچلڻ ۾ وڌو سرگرم رهيو. هو سن 1159 هجري مطابق 1746ع تائين ٺٽي جو ناظم رهيو ۽ وفات ڪيائين. هن جي مزار مڪلي تي سيد محمد يوسف رضوي جي مقام ۾ آهي.

هن مرڻ کان پوءِ هن جي پٽ مسو فقير سامٽيو ٺٽي جو حاڪم بڻايو ويو. مرزا قليچ بيگ هن جي تصديق ڪئي آهي پر ڏاراجا جي راڻي جي بغاوت کي منهن ڏيئي نہ سگهيو، جنهن ڪير ميان نور محمد هن کي هٽائي 1160 هجري مطابق 1747ع ۾ بلاول فقير نائچ کي ان جي بجاءِ تي مقرر ڪيو.

فريد سامٽيو ميان سرفراز جو جرنيل هو ۽ جنگ ۾ وڙهندي مارجي ويو. ميان عبدالنبي سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي آخري حڪمران کي بچائڻ لاءِ تاجو سامٽيو پاڻ ملهايو ۽ محمد حسن ڪهاوڙ جي دستي ۾ هالاڻي جي جنگ ۾ مارجي ويو.

سامٽيہ سرائڪي ڳالهائيندڙ ذات آهي پر عام رواجي طور سنڌي بہ ڳالهائيندا آهن. هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ۽ ڪنڊياري ۾ رهن ٿا. لاڙڪاڻي ۾ سندن اصل ڳوٺ ماڙي آهي جنهن کي پوءِ ڳوٺ سلطان سامٽيو سڏيو ويو.

تاريخ سامٽيہ جي مصنف حاجي ملڪ حق نواز اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سمہ عرب نسل جا آهن. جڏهن تہ مان ان سلسلي ۾ مختلف هنڌن تي وضاحتون ۽ ثابتيون ڏنيون اهن تہ هو سنڌ سلطنت جي قديم ذات سميدا سان تعلق رکندڙ آهن.

# ڏاهري

ڏاهري ذات سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. هاڻي ڏاهري پڻ هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. شيخ صادق علي پڻ هنن کي سمه قبيلي ۾ شمار ڪري ٿو.

جامع سنڌي لغات مطابق ڏاهري جي معنيٰ آهي چريو، بيوقوف، ڪم عقل ۽ بي سمجهه، پر هي ڏاهري سنڌ جي برهمڻ حاڪم راجا ڏاهر پٽ چچ جي نالي پويان ڏاهري سڏجن ٿا. جنهن کي محمد بن قاسم راوڙ ۾ شڪست ڏيئي سنڌ تي قبضو ڪيو هو ۽ راجا ڏاهر سنڌ ۽ سنڌي ننگن مٿان قربان ٿي هميشه لاءِ امر ٿي ويو. ان جي نسبت سان ڏاهري سڏجن ٿا.

اسان جي تحقيق موجب ڏاهري سگراسي پٽ ڏاهر جي اولاد آهن. سندن شجري جي نسبت سان هي سماٽ جي پڳ ۾ انڙ جا ننڍا آهن پر هاڻي انهن جو پنهنجو راڄ پاڳ آهي ۽ ڪنهن جي ماتحت نه آهن. هي ضلعي بينظير آباد اڳوڻو نواب شاهه ضلعي ۾ دولت پور صفن ۾ رهن ٿا.

سنڌ جو مشهور عالم دين مولانا ابوالحسن ڏاهري هن ذات مان هو جنهن وڏي تحقيق ڪان پوءِ فارسيءَ ۾ سنڌين جو نسب نامو لکيو هو، جيڪو سنڌ الاجي ۾ محفوظ آهي.

## شجرو ڏاهري



انڙ
هابو (هاجو)
راهو
سندس اولاد
راهو سڏيا
سمون
ڪيريو
سندس اولاد
ڪيريا سڏيا
ابڑو
جوجو
يا
جوٹو
جهمر
سندس اولاد
جهريجا
پسايو
سندس اولاد
پسائج
هوتي
سندس اولاد
هوتي پوٽا
ڪارڙو
ڪبڙ
سندس اولاد
ڪبڙ ۽ ڪبر
سندس اولاد
ابڙيجا
بدر برڙدو
يا
براند
ڏهر (ڏاهر)
جوڪيو
سندس اولاد جوڪيا
پريو
سندس اولاد
پريا
پير پيوسي
يا
پسايو
سگراسي
سندس اولاد پيءُ جي
نالي پويان- هڪڙا
ڏاهري ۽ ٻيا ڏهراج

# راجپوت

راجپوت ذات ڪنهن به هڪ خاندان، هڪ نسل يا نسب تي ٻڌل نہ آهي. عمومي طور راجپوت جي معنيٰ آهي راج+ پوت، راج معنيٰ راجا، پوت معنيٰ پٽ مطلب راجا جو پٽ يا راجا جي اولاد. خاص طور تي راجستان جي راجائن جي اولاد کي راجپوت سڏيو ويو. ان مان اها ڳالهہ صاف ۽ واضح ٿئي ٿي تہ راجپوت ذات سڏائڻ وارا هڪ، ڪٽنب، هڪ نسب ۽ هڪ نسل مان نہ آهن ۽ هو مختلف راجائن جي اولاد مان هجڻ ڪري راجپوت سڏجن ٿا. ويدڪ ادب ۾ راجپوت راجا پتر جي اصطلاح لغوي مفهوم ۾ استعمال ٿيو آهي.

جيمس ٽاڊ ٻيا انگريز ليکڪ ۽ شاهان گجر جو مصنف مولوي عبدالمالڪ انهي خيال جا آهن تہ راجپوت سٿين نسل وارن جي اولاد آهي. مولوي عبدالمالڪ تي سنڌ ۽ هند جي سيني قبيلن کي سٿين ۽ هن نسل مان سمجهي ٿو. ڪين راجپوت، جٽ ۽ گجر جي نالي سان سڏي ٿو. جيڪا هن جي وڏي ۾ وڏي ڀل آهي ۽ اسان هن ڪتاب ۾ مختلف ذاتين جي سلسلي ۾ وضاحتون ڪيون آهن ۽ جيمس ٽاڊ بہ انهي راءِ ۾ مار کائي ويو آهي ۽ هو جٽ نسل وارن کي سٿين سمجهي ٿو. جڏهن تہ جٽ مهين جي دور سان تعلق رکندڙ قبيلو آهي.

راجپوت جي اصل ۾ معنيٰ تہ آهي راجا يا ان جي راجڪمارن جي اولاد. اي ڊي ميڪليگن لکي ٿو تہ راجا پتر جي صورت راج پٽ ۽ پوءِ راجپوت ٿي ويئي. راجپوت ذات جو گهڻي تعداد ۾ سڏائڻ ڪري اهو گمان ۽ شڪ بہ وڃي ٿو تہ اهي بہ راجپوت سڏائن ٿا جن جو حقيقي طور ڪنهن بہ راجا جي خاندان سان تعلق ڪونهي. انهي ڪري ڊينزل ابٽسن اها راءِ قائم ڪئي ۽ لکيو تہ هڪ راجپوت قبيلي جو ڪنهن حڪمران يا بادشاهہ جي نسل مان هجڻ ضروري نہ آهي پر قبيلي جي ڪنهن فرد سياسي قوت يا خودمختياري حاصل ڪئي تہ ان قبيلي جا ٻيا فرد راجپوت لقب سڏرائڻ جا حقدار ٿي وڃن ٿا اهڙي طرح اي ڊي ميڪليگن بہ خيال ڏيکاريو آهي تہ راج پتريا راجپوت ان کي بہ چيو ويو جيڪو زمين جو مالڪ هو. يعنيٰ زميندار هو وڏيڪ لکي ٿو تہ لفظ راجنيہ يا شريف جو مفهوم بہ آهي. راجپوت.

سن 712ع کان پوءِ جڏهن سنڌ محمد بن قاسم جي هٿان اموي سلطنت جو حصو ٿي ۽ اسلام جو مرڪز بڻجي ويئي تہ انهيءَ دؤر ۾ برهمڻ مسلمان ٿيڻ جي خوف ۽ جان جي سلامتيءَ لاءِ پنهنجا مندر ۽ ماڳ ڇڏي وڃي هندستان جي مختلف حصن ۾ پناهہ ورتي ۽ لڪيا. جنهن ڪري هنن ذات پات کي جاچڻ بنا مقامي قبيلن جي عورتن سان شاديون ڪيون، جن جي اولاد برهمڻ ۽ پنڊت تہ ڪو نہ ٿي سگهي پر اهي کتري يا ڪشتريہ سڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. خاص طور تي جن نيپال جي جبلن کي وڃي وسايو انهن جي اولاد کي تہ ڪشتريا ٿيڻ ۾ دير ئي ڪو نہ لڳي پر هندستان جي ٻين علائقن جي برهمڻ نسل وارن ٻن پشتن کان پوءِ کتري ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. کتري راجپوت ٿيڻ لاءِ ڀريون ڏاڪو آهي.

سنڌ ۾ تحقيق دوران اها ڳالهہ واضح طور تي نظر آئي تہ سنڌي قبيلا ڀريان ڪوشش ڪري عرب نسل مان هجڻ جا دعويدار ٿيندا آهن پر جيڪڏهن اهو ان راءِ کي ثابت نہ ڪير سگهيا تہ پوءِ بلوچ ٿيڻ جي جستجو ڪندا پر جيڪڏهن هو ان ۾ بہ ناڪامياب ويا تہ جهٽ پٽ پاڻ کي راجپوت ڪُل مان ڄڻن ضروري سمجهندا.

ڏٺو وڃي تہ راجپوت چورائڻ وارا رڳو راجائن جي اولاد ڪو نہ آهن پر ان ۾ هر طبقو شامل ٿي ويو آهي.

ڊينزل ابٽسن، اي ڊي ميڪليگن ۽ ذاتي طور تي جاڻ وٺڻ مان معلوم ٿيو تہ مختلف ذاتين ۽ قبيلن جا فرد پنهنجي شان ۽ شوڪت کي وڌائڻ لاءِ پاڻ سان گڏ لفظ راجپوت گڏائي ڇڏيندا آهن. جنهن ڪري اصل راجپوت ۽ نقلي

راجپوت جي خبر نہ ٿي پوي. انهي ڪري عام طور تي ماڻهو راجپوت جي مفهوم ۽ معنيٰ کان بي خبر آهن.

مان انهي بابت ۾ ونشي خاندان جي سلسلي ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان. هن تي صرف وضاحت ڪرڻ ضروري هئي هر راجپوت سڏرائڻ وارو ضروري نہ آهي تہ هو راجا جي خاندان مان هجي. زميندار ۽ جاگيردار جي خاندان مان هجي. اهو بہ ضروري نہ آهي تہ هو ڪنهن شريف گهراڻي جو فرد هجي. انهي ڪري اصل راجپوت ڪي سڃاڻڻ لاءِ وڌي ڇنڊ ڇاڻ جي ضرورت آهي.

راجپوت سڏائڻ جي شروعات 800 قبل مسيح کان شروع ٿي جڏهن ڏهہ مقامي راجائن، آريا قبيلي وارن جي حمايت يافتہ پرت قبيلي سان جنگ ڪئي. انهن ڏهن راجائن جي قبيلي ۽ بعد ۾ انهن جي اولاد راجپوت سڏرايو.

## پاڙا:

| | | |
|---|---|---|
| 1. سالار | 2. سومر بنسي | 3. اٿر بنسي |
| 4. پلوار | 5. ڪوڪر | 6. گهگڙ |
| 7. جهمت | 8. ڏنيال | 9. خوجہ |
| 10. جسپال | 11. ڪمبوه | 12. ڊار |
| 13. ٺڪر | 14. پال | 15. ٺاڪر |
| 16. ڊوگرا | 17. پهنوار | 18. ڊونڊ |
| 19. بنديال | 20. ورڪ | 21. پڪرال |
| 22. سندو | 23. وڙائچ | 24. گل |
| 25. نين | 26. پرار | 27. باجوه |
| 28. سڪيرا | 29. ڪرل | 30. تارڙ |
| 31. گوندل | 32. ميڪن | 33. سيال |
| 34. ٽوانا | 35. گجر | 36. برگجر |
| 37. وٽو | 38. ڪياني | 39. مرهٽا |
| 40. راٺوڙ | 41. جوٽيجا | 42. لنگڙيال |
| 43. جت | 44. سلهريا | 45. ڪوشڪ |
| 46. منديال | 47. مولا | 48. سڌاني |
| 49. ڊومال | 50. منگرال | 51. جرال |
| 52. چب | 53. ڪلوترا | 54. ٽڪيال |
| 55. سوهلن | 56. رامي | 57. بالا |
| 58. پنوت | 59. چنديل | 60. ڏاهيا |
| 61. ڪولريا | 62. اهاڙيا | 63. مانگليا |
| 64. چندراوت | 65. راٺاوت | 66. سڪناوت |
| 67. سهنگر | 68. بسين | 69. چوڪر |
| 70. گوردا(گورها) | 71. اندولها | 72. باچل |
| 73. مهنوار | 74. سدار | 75. ٽانڪ |
| 76. چاگلي | 77. هن | 78. ڊوڊي |
| 79. گهر وال | 80. باگڙ هوال | 81. بنديل |
| 82. بينس | 83. وينس | 84. تلوڪ چندي |
| 85. گرگ | 86. بودار بنس | 87. ٽائوني |
| 88. اطرس | 89. دابي | 90. راجپالي |
| 91. چيرا | 92. ڪرالا | 93. چاوڙا |
| 94. شونڪلا | 95. ڪرائي | 96. سانگڙا(سانگهرو) |
| 97. برهيلا | 98. ڪائل پاڪينلا | 99. طاهر |
| 100. گوڙ | 101. گودڙا | 102. سلهالا(سل-هالا) |
| 103. تور | 104. دوسينہ | 105. بودانو |
| 106. ايتا | 107. پر | 108. پرگو ونشي |
| 109. بند ونشي | 110. چاهڙڪ | 111. رت |
| 112. ملڪاڻ | 113. تڪشڪ | 114. پچر |
| 115. جالب | 116. بگهيال( بگهيو) | 117. بنگيال |
| 118. ڪنيال | 119. راوت | 120. رائي ڪنيت |
| 121. گير رت | 122. داتي | 123. چانگ |
| 124. لدو | 125. ڪلچي | 126. ڏاري وال |
| 127. ڪندي | 128. ڪندياري | 129. ڍهلوان |
| 130. تمول | 131. اندوتري | 132. رونيلا |
| 133. چندر آنيا | 134. جسروٽيا | 135. جسٽو واهہ |
| 136. ڪمري | 137. اوتيار | 138. جنوار |
| 139. ڪوچلي | 140. ڪير وال | 141. مهيسروڙ |
| 142. جندل گواني | 143. ڪولپ | 144. ڪرگڙ |
| 145. ماگري | 146. تانتڙ | 147. دينا |
| 148. گار | 149. شاهہ صيلي | 150. چنولن پال |
| 151. جج | 152. روپ لعل | 153. ٻهري |

154.ڊاڪري 155.سوگندها 156.ڪهوت
157.ڪسر 158.ستي 159.ڪتوال
160.ڏنيال 161.ڪلر 162.ڪورئو
163. ڪوراها 164.گورچاڻي 165.ٻڙ
166.اودي 167.پنهوت 168.موهل
169.ٻال 170.انوال(اوني وال) 171.سٽو
172.ڪاهلو 173.اولک 174.مهل
175.سڙار 176.منگت 177.ڍندسا
178.پتار 179.ڪتوال 180.ڏاڳر
181.جاکر 182.سنگرال 183.سهراوت
184.ڏيهيا 185.گوليا 186.بن وال
187.چينا 188.نول 189.باچا
190.نائيڪ 191.بخش 192.باگري
193.مندار 194.رائي 195.ڪالرو
196.سراني 197.ڏاها 198.مجهه
199.گهيبا 200.چانڪ 201.جيهو
202.اهير 203.مناهير 204.ڪشان
205.سراهه 206.سکر 207.چڪ
208.نانڪ 209.هرا 210.چنديلا
211.بنديلا 212.گورسي 213.مهان
214.ڪتماڻ 215.نلواهه 216.ڪلمان
217.ناگري 218.ڪش 219.پرتي
220.لوه 221.رگهوونشي 222.ڪچواها
223.ڪچواهر 224.نون 225.لوهر

226.سنجر 227.ڪول 228.ملهه خاڙ
229.پتاڻ 230.سويا 231.چيچي
232.سرويہ 233.او سوال 234.پوسوال
235.لٽر 236.سوري 237.ميٺا
238.وٿهور 239.باگوڙيا 240.رتاوت
241.بوديا 242.جديان 243.گومل
244.پسلا 245.سبگ لوريا 246.ڪتاريہ
247.جگالي 248.چيرولي 249.بلاوت
250.بگوت 251.ڪهگر 252.سکورا
253.بلياڻ 254.لکورا 255.نهروالي
256.ڪليا 257.ڪشو واهه 258.ڏهنگل
259.هينگل 260.جدل 261.چرڪلوت
262.ڏيروت 263.وولت 264.جمالها
265.ميوال 266.پاهت 267.پونسليا
268.جنلاوت 269.چاندلوت 270.ڪنواليہ
271.بنگڪاوت 272.گهوري 273.ميوئو
274.گهلوت 275.پيلا 276.گهور مل
277.گور 278.چوڪ 279.پونگلوت
280.پسير 281.نن گلوت 282.پندارت
283.بائو راوت 284.رائول 285.مانڪ
286.مانيڪا 287.پت 288.پميا
289.مالهي 290.مين پال 291.گوڙ پال
292.رکن پال 293.پرمار 292. پرمار

# شر

شر عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ فيروز اللغات جي مطابق آهي: بدي، برائي ۽ فساد. جامع سنڌي لغات ۾ شر لفظ بابت هيئن لکيو ويو آهي شر معنيٰ برائي، خرابي، بڇڙائي، بدي، شرارت، بدمعاشي، لچائي، فسادي، شر لفظ مان شرارت لفظ نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ پڻ جامع سنڌي لغات موجب: بدذاتي، شيطانيت، خبيثائي، بدمعاشي ۽ حرامزادگي آهي.

مون جڏهن شر ذات بابت تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ شر ذات يا قبيلو جو ان شر لفظ سان ڪو بہ لساني ۽ عملي تعلق ڪو نہ آهي. شيخ صادق علي هن کي جتوئي جو پاڙو ڄاڻايو آهي ۽ اڄ تائين هو جتوئي سردار جو سڏ پريندا آهن. منهنجي تحقيق دوران اهو بہ معلوم ٿيو تہ ڪيترا ريڍار ۽ ٻڪرار (رڍون ۽ ٻڪريون پاليندڙ) ڏنار پاڻ کي شر چورائيندا آهن. مان جڏهن درگاهہ فضل آباد جي گادي نشين پير امام بخش قادري شر کان معلوم ڪيو تہ هن ٻڌايو تہ اسان جو تعلق قديم سنڌ جي علائقي شوران سان آهي جيڪو هاڻي سبي ڊويزن بلوچستان ۾ آهي. هن جي چوڻ موجب شوران کي ڪنهن وقت شر، شوري چيو ويندو هو. جتان هو فسادن، جهيڙن ۽ خون ريزيون ڪري جنهن ۾ هنن جو سردار بلوچ خان، شرن ۽ ٻزدي يا بليدن جي خوني تڪرار دوران مخالف سردار يا چڱي مڙس جي قتل عيوض مارجي ويو. اهو قبيلائي جهيڙو اهڙي شدت اختيار ڪري ويو جو شر قبيلي وارن ۾ وڏي عمر يا بالغ مرد ۽ عورتون باقي نہ بچيون جنهن ڪري سردار بلوچ خان جي صغير پٽ خير محمد خان کي پڳ ٻڌرائي ويئي ۽ هو پنهنجي باقي بچيل ڪٽنب ڪهول ۽ قبيلي وارن کي ساڻ ڪير سن 1790ع ۾ خيرپور رياست جي حڪمران مير سهراب خان جي چوڻ تي اتان لڏي آيو. جن کي خيرپور رياست جي علائقي ۾ رهايو ويو. اهوئي سبب آهي جو اڄ بہ شر ذات يا قبيلي وارن جي اڪثريت اتي آباد آهي.

مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هنن کي شر برادري ڪري لکي ٿو. جڏهن تہ هي هن وقت هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويا آهن. سندن مادري زبان سرائيڪي آهي ۽ هو سنڌي رواني سان ڳالهائيندا آهن.

هن قبيلي جا ماڻهو خيرپور ميرس ضلعي ڪانسواءِ لاڙڪاڻي، گهوٽڪي، شڪارپور ضلعن کان علاوه تہ ۽ بهاولپور رياست وارن علائقن ۾ رهن ٿا.

## پاڙا:

1) آقاساماڻي
2) سندراڻي[1]
3) آملاڻي
4) هيسباڻي[2]
5) سهراڻي
6) مرداڻي
7) ماڇي
8) عارباڻي
9) ڪوڏا
10) گابراڻي
11) ابراڻي
12) بجاراڻي
13) بنگلاڻي
14) گنديير
15) ادرا
16) اتلاڻي
17) محرماڻي
18) سهباڻي
19) ٽوٽا
20) شڪيلاڻي
21) جيراڻي
22) صاحباڻي
23) ڪوڪاري
24) جاڙاڻي
25) صالحاڻي
26) منگهياڻي
27) عيدڙا
28) جمالاڻي
29) حڪيماڻي
30) بشڪاڻي
31) تاجاڻي
32) لوڏاڻي
33) ماڻڪاڻي
34) ڪولاڻي
35) هوڪريا
36) نوڪماڻي
37) ٻڙوداڻي
38) مارڪاڻي
39) ميراڻي
40) ولاڻي
41) سوناڻي
42) عيدلاڻي
43) قادن پوٽا
44) پيلڪاڻي
45) زيمڪاڻي
46) سهراباڻي
47) دوست لاڻي
48) قائماڻي
49) طالباڻي
50) فضلاڻي
51) سوناڻي

---

[1] جڏهن تہ بليدين يا ٻزدين جي سرداري پاڙي جو نالو بہ سندراڻي آهي.

[2] هيسباڻي ڪلهوڙن جو بہ پاڙو آهي ۽ حسباڻي الڳ ذات ۽ قبيلو بہ آهي.

## شر جو شجرو


سردار بلوچ خان
سردار ثنائي
سردار آري خان
سردار سوائي خان
دوستڻ خان
اولاد جو سلسلو
الڳ موجود آهي
سردار بنگل خان
ماڻڪ
سردار ميرو خان
ولي محمد
ابراهيم
الهداد
سردار قادر داد خان
عرف قادن
نبي بخش
ڪابه اولاد ڪانه
جعفر خان
ڪابه اولاد ڪانه
سونو خان
سردار بلوچ خان
(شوران ۾ مارجي ويو)
سردار خير محمد خان
(ننڍي عمر ۾ خيرپور ميرس لڏي آيو)
تلاتي خان
بهاول خان
سردار عليشير خان
محمد عثمان خان
سردار نظام الدين
عرف ندام
حاجي فضل محمد
سردار حاجي عبدالواحد
علي حيدر
الهورايو
دين محمد
سردار نبي ڏنو خان
محمد صديق
محمد صيفل
محمد عرس
سڪيلڏو
ابوهرير
محمد صادق
اعظم دين
سردار علي شير خان


شجرو عثمان جي آکهہ (ڳوٺ حاجي عبدالواحد)
سردار علي شير خان
سردار نظام الدين عرف ندام
عثمان خان
محمد پناھ
محمد جمن
سلطان
اولاد صرف هڪ ڌيءِ
لوني مکو
طيب
کا به اولاد ڪونهِ
انب
عبيدالحليم
عبدالستار
عبداللطيف
عبدالرزاق
علي گوهر
لاولد
علي بحر
لاولد
محمد آچر
محمد عثمان
حافظ ولي
محمد علي بحر
دريا خان
علي گوهر
علي مراد
حاجي پناھ
محمد آچر
دينندار
غلام قاسم
غلام مصطفيٰ
آچر
خير محمد
محمد ڪامل
عبدالعلي
امير علي
الھرکيو
گل شير
محمد درويش
غلام سرور
علي سن
مکڻو
سرفراز خان
محمد يوسف
سلطان
رحمت الله
الھرکيو
محمد يونس
هادي بخش
ظفر علي
غلام مصطفيٰ
صاد علي
مريد
مجنون
غلام فريد



بھاول خان جي آکھ (ڳوٺ گلڻ خان- شاھن خان)
سردار خير محمد خان
بھاول خان
خدا بخش خان
شاھن خان
پلي رکيو
قادن خان
ڏٽي پرتو
خير محمد
نندي هوندي
فوت ٿي ويو
جڙيو مرحوم
حاجي محمد مراد
دلمراد
محمد عارف
محمد يعقوب
لاولد
حاجي محمد متل
محمد پچل
مير حسن
محمد اسماعيل
خير محمد
نندي هوندي
فوت ٿي ويو
غلام مصطفيٰ
غلام رسول
غلام مرتضيٰ
خير محمد
مجيب الرحمان
مراد
غلام حسن
غلام حسين
ذوالفقار علي
خدا بخش
رئيس گلڻ خان
شهزادو
حاجي عبدالله
رضا محمد
محمد امين
علي احمد
مرحوم ممتاز
محمد تقي
ذڪاءالله
محمد طلحه
عبدالصمد
محمد رحيم
خادم علي
شمس الدين
ثناءالله
محمد خان
اختر حسين
امير حسين
غلام حسين
محمد نواز
نندي هوندي
فوت
رئيس ابوبڪر
ڌيءُ
ڌيءُ
عبدالڪريم
حاجي غلام اصغر
اعجاز علي
نجيب الله
محمد عيسيٰ
محمد رفيق
عبدالوهاب
يار محمد
غلام عباس
رئيس مقبول خان
مقصود احمد
ڪليم الله
آفتاب احمد
عبدالسلام
محمد آصف
امجد حسين
شاهن خان
گلڻ خان
محمد صديق
حاجي محمد علي
غلام شبير
محمد الدين
محمود
محمد اڪبر
حڪيم غلام محمد
حڪيم محمد حسين
عبيدالله

## اولاد قادن خان (سلسلو بهاول خان جي آکھ)



## اولاد ڏٽي پرتو (سلسلو ٻهاول خان جي آکهه)





قلاتي خان جي آکهه
سردار خير محمد (جيڪو خيرپورميرس ضلعي ۾ لڏي آيو)
قلاتي خان (ڳوٺ ميهو خان) (بلوچ خان)
پيارو خان
عبدالرحمان
وريام خان
شادي خان
جعفر خان
رئيس ميهو خان
حاجي علي ڏنو
حاجي علي دين
حبيب
والي وڏايو
عبدالغني
امام الدين
عبدالقادر
محمد اعظم
محمد عزير
ڏيءُ
گامڻ خان
قادر داد
سوڀو خان
محمد عالم
علم علي
گامڻ خان
جلال الدين
محمد نواز
عبدالرشيد
عبدالباسط
منير احمد
مصري خان
نظر علي
وڏيرو بلوچ خان
حافظ خادم حسين
شمس
وڏيرو غلام نبي
سعيد علي
حسن علي
منظور حسين
مسرور
وڏيرو ميهر خان
غلام مجتبيٰ
امتياز
اقبال
حڪيم شيخ علي جميل
محمد شريف
حاجي دودو
عبدالقيوم
احمد فقير
عبدالجبار
عبدالشڪور
عبدالغفور
غلام رسول
صابر حسين
غضنفر علي
امير حسين
ساجد حسين
عبدالحق
حافظ محمد حسين
محمد الياس
علي نواز
زاهد



شجرو آڪهه حاجي فضل محمد
سردار نظام الدين عرف ندام
سردار حاجي عبدالواحد
حاجي فضل محمد خان
شهاب الدين
نندي هوندي
موت ٿي ويو
رئيس محمد حريف خان
نظام الدين خان
حضور بخش خان حاجي
ارباب علي خان
سيف علي
احمد الدين
رئيس شير محمد
محمد خان
منظور
محمد اڪرام
غلام رسول
نيڪ محمد
فيض محمد
شاھ محمد
ذوالفقار علي
سڪندر علي
منظور حسين
غلام حيدر
غلام حسين
ميران بخش
محمد اسلم
محمد ياسين
حاجي فضل محمد
ياسر عرفات وڪيل
ظفر علي خان وڪيل
منور علي
محمد علي
منصور علي
محمد مضا
محمود خان
نياز حسين
ندا حسين
الطاف حسين
قائم علي
غوث علي
شفيع محمد
عادل محمد
جمال محمد
علي محمد
ٻي گهرواريءَ مان
(1)
(2)
(3)
(4)
پهرين گهرواري مان 4 پٽ
محمد حسين
مولوي نور محمد
محمد حسن
مير محمد
هادي حسن
قائم الدين
ڪريم بخش
ڪليم الله
سيف الدين
غلام حسين
ڪريم الدين
حليم الله
مجيب الرحمان
شفيع محمد ـ ننڍي هوندي فوت
حماد الله
محمد خان
ممتاز علي
غلام اڪبر
عبدالحميد
عبدالعزيز
نذير ـ ننڍي هوندي فوت
مولوي عبدالرسول قادري
امام بخش
پير امام بخش قادري پير
رسول بخش
غلام فاروق
رسول بخش
عبدالستار
ننڍي هوندي فوت
حافظ خالد احمد
هنج ورتل
پير بخش قادري پير
خدا دوست
ننڍي هوندي فوت
ننڍي هوندي فوت
صاحبزادو عطاءَ الرحمان
احمد رضا
محمد مدثر
محمد مبشر


نظام الدين جي آڪهه جو سلسلو
مجيب الرحمان
ضياءالرحمن
صاحبزاده عطاءالرحمان
حفيظ الرحمان
نظام الدين
عبدالرحمان
نجيب الرحمان
منيب الرحمان
محمد احسن
حبيب الرحمان
رحمت الله
عبدالرزاق
مير محمد
رياض احمد
شفيق احمد
گلزار احمد
معراج احمد
هادي حسن
صدام حسين
مزمل حسين
قائم الدين
احمد
در محمد
ڪريم بخش
خدا بخش
ڪليم الله
عبدالنبي
وسيم احمد
سيف الدين
محمد مبشر
حماد الله
محمد حنيف
عبدالمجيد
عبدالرحمان لاولد فوت
اسد الله
محمد ابراهيم
محمد زاهد
محمد خان
ڪئپٽن عبداللطيف
غلام اصغر
محمد هاشم
ممتاز علي
عبدالستار
عبدالغفار
محمد اويس
نثار احمد
عبدالقادر
غلام اڪبر
محمد ياسين
احمد
محمد سليمان
عبدالحميد
محمد دائود ننڍي هوندي فوت
غازي عبدالرشيد

## سونو خان جي آکھ

- سردار قادن خان
  - سونو خان
    - الهيار — لاولد
    - گل محمد
    - گل بيگ — لاولد
    - نوزبند
      - سونو خان
        - غازي خان
          - غلام فقير
          - گل بيگ
          - آگڙ آيو
          - حاجي رب رکيو
        - راضي خان
        - راوت خان
          - لڏو
            - شهداد
            - شاهه مرد
            - مدد علي
            - امداد علي
          - نبي بخش
            - ثابت علي
            - علي خان
            - شجاع محمد
            - جيئل فقير
            - رمز علي
          - قادو
            - محمد رمضان
            - ميهر
            - راوت
          - صحيون
            - وڏيرو علي گنج
              - ممتاز علي
              - قربان
              - فرزند
          - همت علي
            - مير داد
            - لال ڏنو
          - علي راز
            - علي نواز
            - علي مراد
        - شير خان
          - سونو خان
            - گنبو خان
              - عبدالله
              - خالق ڏنو
            - علي دوست
              - حاجي خالق داد
              - زير دين
              - قمرالدين
              - رقمرالدين
              - محمد بخش
            - جبار ڏنو
              - محمد نواز
              - عزيزالدين
              - عبدالعزيز
              - نور محمد
            - احمد علي
              - خالق الدين
              - اسلام الدين
              - سونو خان
              - وندرالدين
        - نهال خان
    - بخشو خان — لاولد

## سونو خان جي آکهہ جو سلسلو (سوناٽي)

- سونو خان
  - نهال خان
    - رجب (لاولد)
    - نوراللہ
      - موسيٰ خان
        - نياز علي
          - ذوالفقار
          - سيف علي
          - سوز علي
          - غلام شبير
          - غلام شبير
        - قادرداد
          - نور علي
          - صادق
          - اخواني
          - محمد سومر
        - سعيد علي
          - نظر محمد
          - موسيٰ
          - ڏاتر ڏنو
          - اسلام
        - فيض علي
          - عمر دراز
          - پاڪر علي
          - مشتاق علي
          - ارشاد علي
          - الهبچايو
      - نهال
      - نيڪ بخت
      - هادي ڏنو
      - رحيم ڏنو

## دوستڻ خان جي آکھ



## سلسلو دوستڻ جي اولاد

## شجرو۔ مفتي عبدالرحيم شر سڪندري





ننگڻي
بوبڪ
مولي ڏنو
ڦلو
جامڪ
ننگڻي
رحم علي
لوهار
گل شير
جيئند
غلام محمد
ڏني بخش
محمد وارث
مولوي ڏنو
خاوند ڏنو
ننگڻي
وارث
علي حسن
محمد حسن
الهداد
الهڏنو
مولي ڏنو
سچل
لاولد
ميهر
فيض محمد
سچل
دودو
فتح خان
خان محمد
شير محمد
نارو
رضائو
غلام حسين
جاڳڻ
جيئندو
جاڙي پٽ
ضلعو سانگهڙ
عارب
نبي بخش
جيئندو خان
ضلعو سانگهڙ
عباس علي
شهبيگ


سلسلو اولاد دوستڻ
فقير غلام حيدر گودڙيو (ٽري ميرواهه تعلقه)
مينگل
علي مراد
خداداد
در محمد
دين محمد فقير
غلام نبي
ڳوڏو
قربان علي
محسن علي
اشرف
محمد اخلاص
حضور بخش
رحيم داد
استاد محسن
ذوالفقار علي
گلشن علي
علي محسن
محمد وارث
رضا حسين
جميل احمد
عمران محسن
عرف فياض

# شهواڻي - بروهي

شهواڻي بروهي قوم جو هڪ بهادر قبيلو آهي جنهن تي ان جي باني "شاهو" جي ڪري نالو پيو. هي قبيلو سرياب، ڪوئٽه، مستونگ، ڪڇي، ڪاهي، بداڻي، ڍاڍر ۽ بلوچستان جي ٻين علائقن ۾ آباد آهن. قلات کان وٺي مستونگ وارو علائقو خاص شهواڻي قبيلي جو آهي.

هن قبيلي جو خاص تعلق ۽ گهاٽا لاڳاپا خان آف قلات وارن سان رهيا آهن، جڏهن احمد زئي قمبراڻي خاندان مان مير حسن قلات جو حاڪم ٿيو ته ان وقت شهواڻي ان سان گڏ هئا. هنن جو قنڌار جي شاهي درٻار ۾ به خاص اثر رسوخ هو. خان آف قلات مير عبدالله جي وقت ۾ هن قبيلي جي پاڙي حامل زئي جي سلطان قائم خان کي معتبر سمجهيو ويندو هو، جڏهن مير عبدالله بروهي قنڌار جي حاڪم شاه حسن غلزئي تي حملو ڪري پشين ۽ شوراڪ فتح ڪيو هو ته هن سلطان قائم خان شهواڻي کي ان علائقي جو حاڪم مقرر ڪيو هو.

ايران جي بادشاه نادر شاه کي سندس صوبي قلات جي گورنر خان آف قلات مير محبت پنهنجي پيءُ مير عبدالله خان جي قتل جي بدلي وٺڻ خاطر سنڌ تي حملي ڪرڻ جي صلاح ڏني ۽ جڏهن نادر شاه ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وچ ۾ "لاڙڪاڻو معاهدو" ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ سبي ۽ ڍاڍر وارو علائقو ايراني سلطنت ۾ شامل ڪيو ويو ته ان کي ايراني صوبي قلات جي حاڪم مير محبت بروهي تصرف هيٺ ڏني ويئي جنهن پنهنجي طرفان انهن علائقي تي پنهنجي طرفان نائب سلطان قائم خان شهواڻي کي مقرر ڪيو ان کي حاجي وارو علائقو مال غنيمت ۾ ڏنو هو. ان وقت کان وٺي انهن علائقن تي شهواڻي ڇانيل آهن. 1172 هجري ڌاري شهوائي سردار سلطان قائم خان ايترو اثر رسوخ حاصل ڪري چڪو هو جو خان آف قلات مير محبت خان پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ان کي ڏنو.

جڏهن انگريزن هٿان مير محراب خان شهيد ٿيو ته ان سان گڏ شهواڻي ڪريم داد به شهيد ٿيو. شهواڻين انگريزن کان پلاند وٺڻ خاطر مستونگ تي حملو ڪري انگريزن کي ڀڄائي ڇڏيو ۽ شهواڻي قبيلي جي بهادري ۽ مڙسي جي ڪري مير نصير خان، خان آف قلات جي ڪرسي تي ويٺو جو شهواڻي سردار دراج خان ان سان گڏ هو.

هن بروهي قبيلي متعلق هڪ رايو اهو به آهي ته هي اصل ۾ بلوچ يا افغان نسل جا ماڻهو آهن. اهو به چيو وڃي ٿو ته بحره ڪيسپين جي شروان علائقي مان آيا آهن، هنن جو هڪ حصو "بيگاني" آهي، سهري زئي نوشڪي ذگر مينگلن مان آهي، سياهي زئي ڪولواه جي مسرواڙه مان آهن ۽ غل جهالاواني مينگلن مان آهن.

جيئن ته آءٌ اڳ ۾ لکي آيو آهيان ته شاهواڻي، بروهين ۾ سرفهرست هئا جن کي رئيساڻن ٻي دخل ڪيو. انهن مان حاجي سردار خان شاهواڻي نصير خان اول جي دور ۾ هو جنهن کي وڏو مقام ۽ حيثيت حاصل هئي ۽ ان کي نصير خان جو لقب مليل هو. جيڪو هو خط و ڪتابت ۾ استعمال ڪندو هو. ان جي خدمت ۽ حيثيت جي اعتراف طور مليل سند جيڪا 16 رجب 1186 هجري ۾ ڏني ويئي هئي اها انهن وٽ اڄ به محفوظ آهي، جنهن شاهواڻي جي لڙائين ڪرڻ ۽ شامل رهڻ جو ذڪر آهي جنهن جي عيوض هنن کي ملڪيتن جا مالڪاڻه حق ۽ ڍل ۽ محصول معاف ڪيو ويو هو. ڪوئيٽا جي ويجهو سرياب جي 15 ڪاريزن مان مستونگ ۽ منگچر جو 6 ڪاريز، ان ڪانسواءِ منگچر، خشڪابه، ڪڏايري، حاجي ۽ مهير ڪڇي (نور محمد ڪلهوڙا کان ڪسيل علائقي مان) ۾ زمين ڏني ويئي.

هن قبيلي جا ماڻهو گهڻو ڪري زراعت سان وابسته آهن. 1901ع جي آدمشماري هنن کي زميندار، هاري، اٺ

ڏاريندڙ. مال پاليندڙ ۽ واپاري ڪري لکيو ويو. مستونگ ۾ رهندڙ هن قبيلي جا فرد اڪثر خان آف قلات جون زمينون ڪاشت ڪندا آهن.

بلوچستان گزيٽئر جي مطابق 1891ع ۾ هن قبيلي جو اصل سردار محمد خان فوت ٿي ويو. جيئن ته ان جي گهراڻي مان ٻيو ڪو به ڪونه هو جنهن ڪري حاجي زئي رمضان زئي مان رشيد احمد کي 1892ع ۾ سردار منتخب ڪيو ويو. جنهن کي 1906ع ۾ سردار بهادر جو خطاب مليو ۽ برطانوي حڪومت 300 رپيا ماهوار الائونس مقرر ڪيو. هو مستونگ جي پرسان ماڙيءَ ۾ رهندو هو ۽ جڏهن ته ٻيا مستونگ ۾ رهندا هئا.

جڏهن ته سعدالله حسني ۽ ولي محمد ميروزئي سرياب ڪوئيٽا ۾ رهندا هئا ۽ مستونگ جي پرسان غلام پرنز جو مير احمد خان، حاصل خان زئي، مير قائم خان المعروف سلطان قائم خان جو وارث هو جنهن کي قندار جي دربار ۾ وڏو مرتبو مليل هو ۽ ڪيس سلطان جو خطاب مليل هو.

جڏهن قائداعظم مسلم ليگ کي منظم ڪري رهيو هو ته ان وقت هن قبيلي جو سردار عبدالقادر شاهواڻي هو جنهن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي پر ان کان پوءِ هو خاموش رهيو ۽ جڏهن ايوب خان آڪٽوبر 1958ع ۾ مارشل لا هنئي ۽ ملڪ جو ڪرتو ڌرتو بڻيو ته هن عبدالقادر شاهواڻي کي وزارت ۽ ٻيا مراعات ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي پر هن مالي پريشانين ۽ تنگ دستي جي باوجود اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو ته اها هن جي ضمير جي قيمت نه آهي. هن جو پٽ سردار عبدالرحيم شاهواڻي 1993ع ۾ بلوچستان اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو هو.

هي مشهور ۽ معروف بروهي قبيلو وقت جي بدلجندڙ حالتن جي ور چڙهي ويو ۽ اها حيثيت برقرار رکي نه سگهيو جنهن جو هو لائق ۽ حقدار هو.

انهي خاندان مان ڪي شهواڻي لڏي پهريان سکر آيا ۽ انهن مان ڪجهه لاڙڪاڻي ۾ اچي آباد ٿيا. هي سنڌين جي رنگ ۾ ائين رنگجي ويا جو هو پنهنجو آبائي وطن وساري ويٺا ۽ هميشه لاءِ سنڌ جا ٿي ويا.

انهن مان سکر جو سنڌ جو نالي وارو محقق، دانشور ۽ تاريخ دان مرحوم رحيمداد خان مولائي شيدائي به هو جنهن جي خدمتن کي سنڌ ڪڏهن به وساري نه ٿي سگهي.

انهيءَ خاندان مان مرحوم محترم علي بخش خان شهواڻي جيڪو انگريزن جي زماني ۾ ريلوي ۾ گارڊ هو تنهن پنهنجي مستقل سڪونت لاڙڪاڻي جي ريالي باغ ۾ اختيار ڪئي ۽ لاڙڪاڻي ضلع ۾ قمبر ۽ وارهه تعلقن ۾ پنهنجي زميني قائم ڪئي.

هي خاندان لاڙڪاڻي جو مشهور ۽ معروف خاندان مان آهي، جن جي نالي سان ريالي باغ جي شناخت آهي. هن خاندان مان مرحوم لعل محمد خان انگريزن جي دور ۾ ريلوي جو انجنيئر هو ۽ مغل پوره لاهور ۾ رهندو هو، جنهن ڪري سندس پويان اتي رهجي ويا پر پاڻ پيرسني ۾ پنهنجي نيائي مرحوم علي بخش خان جي پٽ انجنيئر ايريگيشن مرحوم محمد اڪرم خان وٽ اچي رهيو.

هن خاندان جا ڪيترا فرد لاڙڪاڻو ڇڏي ڪراچي ۽ ٻين پاسن ڏانهن هليا ويا آهن پر پوءِ به سندن سڄاٽپ لاڙڪاڻو آهي ۽ ريالي باغ انهن جي سڄاڻپ بڻيل آهي.

هن خاندان مان محترم آصف علي بروهي اعليٰ تعليم حاصل ڪري نيشنل بئنڪ ۾ SEVP جي پوزيشن تي رهيو. قابليت ۽ اهليت جي ڪري سندس نالو روشن هو ۽ هي پهريان گروپ چيف آپريشن نيشنل بئنڪ جي اهم عهدي تي رهيو ۽ پاڻ مڃائي ورتو جنهن ڪري ڪيس نيشنل بئنڪ جو صدر ۽ چيئرمين مقرر ڪيو ويو ۽ نوازشريف جي سياسي متيبد ۽ پنهنجن کي نوازڻ واري پاليسي ڪري ڪائنس استعيفيٰ ورتي ويئي. سندس شادي هڪ دراني افغاني خاندان مان ٿيل آهي ۽ هاڻي هو ڪراچي ۾ رهي ٿو.

شهواڻي قبيلي جا ٽي وڏا پاڙا آهن حاجي زئي، سهري زئي ۽ عمراڻي. هيٺيون ذاتيون انهن پاڙن مان آهن.

| | | |
|---|---|---|
| (1) حاجي زئي | (2) راوت زئي | (3) شادين زئي |
| (4) چندو زئي | (5) حاصل زئي | (6) ميرو زئي |
| (7) شير زئي | (8) خواجو زئي | (9) شاهو زئي |
| (10) حسيني | (11) عمراڻي | (12) ڪشاني |
| (13) غلي | (14) سياهي زئي | (15) سهر زئي |
| (16) تنگي زئي | (17) ڪلوزئي | (18) سهوزئي |
| (19) ڏاهي زئي | (20) ڪلي زئي | (21) فيروز زئي |
| (22) عيسيٰ زئي | (23) بوجا زئي | (24) حڪيم زئي |
| (25) ڪنسز زئي | (26) عمراڻي | (27) هوني زئي |
| (28) جهل زئي | (29) يار زئي | (30) پندوخ زئي |
| (31) زهرو زئي | (32) غزار زئي | (33) جوگي زئي |

### شجرو شاهواڻي بروهي۔ لاڙڪاڻو۔ سکر۔ ڪراچي

شير محمد خان (حاجي)
گارڊ ريلوي
زال ڌيءُ شير محمد شاهواڻي
شجرو نمبر 2

نوٽ: رحيم داد مولائي شيدائي تاريخ سکر ۾ لکيو آهي ته ريلوي گارڊ شير محمد ذات جو چانڊيو هو. مون جڏهن ان سلسلي ۾ ان جي پوٽيرن سان رابطو ڪيو ته هنن اهو مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ ٻڌايو ته مولائي شيدائي جي شير محمد سان اڻ بڻت هئي جنهن ڪري هن کي ڪاوڙ مان چانڊيو يا چنڊو سڏيندو هو جنهن ڪري هن ڪتاب ۾ چانڊيو لکيو هو. اهو شير محمد به داد محمد خان جي آبائي خاندان مان هو ۽ مولائي شيدائي جو پيٽيوو هو.

خدا بخش خان
- علي بخش خان
- واحد بخش خان

محمد اسلم، محمد اڪرم خان، محمد اشرف، محمد افضل، محمد اصغر

محمد اڪرم خان:
- آصف خان
  - سروش خان
  - بالاچ خان
- نياڻي، زال منور عالم صديقي
- نياڻي، زال مقبول مغل

### شجرو شاهواڻي بروهي۔ سکر۔

شجرو نمبر 2

داد محمد خان
شير محمد خان ڊرائيور انجڻ ۽ وڏي اثر ۽ رسوخ وارو

- رحيم داد عرف مولائي شيدائي
  - نياڻي
- غلام محمد خان انجڻ ڊرائيور
  - غلام مرتضي خان B.O ميمبر
  - داد محمد خان ٺيڪيدار
- غلام نبي خان ميونسپل ڪائونسلر ۽ زميندار
  - امان الله خان
  - عنايت الله خان
  - ظفر الله خان
- لعل محمد خان چيف فورمين ريلوي ورڪشاپ مغل پوره لاهور
  - انور خان
  - ڌيءُ زال محمد ڪرم خان
  - ڌيءُ زال افضل خان
  - سرور، فوت ٿي ويو لاولد
  - اڪبر، فوت ٿي ويو
  - اختر
  - صفدر
  - ڌيءُ
- نياڻي ॥ زال شير محمد خان

# ڪنير

ڪنير بنيادي طور هڪ پيشي واري ذات آهي جنهن جو تعلق مهين واري دور سان آهي. اهي حقيقت ۾ سنڌ جي قديم شهرن جا معمار آهن. سنڌ يا دنيا جي قديم ڪنڊرن مان جيڪي ٿانو ، ٺپا، ڪتبا ۽ نقش ۽ نگاري ملي آهي اهو سڀ ڪنير جي محنت ۽ هنر جو نيتجو آهي.

هتي، ڪنير، موچي ۽ ڪوريءَ کي گهٽ ذات وارو تصور ڪيو ويندو آهي، جنهن جو بنياد منوءَ جي قانون تي ٻڌل آهي. ان کان اڳ ۾ اهي عزت وارا ڏٺا ويندا هئا ۽ انهن جو قدر هوندو هو. اڄوڪي جديد دور ۾ به ڪنير جي پنهنجي حيثيت ۽ اهميت آهي.

قديم سنڌ ۾ ڪاڪي پيرو مل لکيو آهي" سنڌو ماٿر جا رهاڪو اول رڳو ڍڳ ڌاريندا هئا ۽ پوءِ کيتي ڪرڻ سکيا، انهن ۾ مکيه ڌنڌن کان پوءِ ٻيا هنر ۽ ڪاريگريون جاري ٿيون ڪنهن به ڪرت ڪار ڪرڻ کان ڪو به عار ڪو نه ڪندو هو. هن ڳالهه جو هڪ رشي رگ ويد جي منڊل نائين (4-1-112) ۾ نهايت وڻندڙ نموني ۾ ذڪر ڪيو آهي.

هر هڪ انسان جي آهي ڏرت پنهنجي
هر هڪ انسان جي آهي ڪرت پنهنجي
لهر کي ڪاشي ڪٽڻ لاءِ گهرجي
ويڄ کي ڪو بيمار چٽڻ لاءِ گهرجي
پروهت کي سدا ڪو جڄ مانُ گهرجي
وٺانئس ڪيس ڪجهه دان گهرجي
هر ڪو دل وٺان ڪري واپار
ٻئي جي سون ۾ ٿئي پائيوار
پوءِ پنهنجي ڳالهه ڪئي اٿس.
آءُ رشي بابو ويڄ امان پيهين ان
ڪرت خاطر هر ڪو ڊوڙي جنهن جو، جنهن ۾ لڳي من
*(منڊل نائون 112-3)*

رگ ويد منڊل ڏهين ۾ (89-7) ۾ ڪنير جو ذڪر آهي. جنهن ۾ لکيل آهي ته هو نار لاءِ ڪنگريون، گهر ۾ ڪم اچڻ لاءِ ٺڪر جا ٿانوَ مثلن، مٽ، دلا، پاٽ، ڪني ۽ ضرورت واريون شيون ٺاهيندا هئا. حقيقت اها آهي ته ڪنير پهريون دفعو ڪچي مٽيءَ کي ڪم ۾ آڻي. باهه تي پچائي هڪ انقلابي قدم جي شروعات ڪئي. هن باهه کان پهريون دفعو ڪم ورتو جنهن کان پوءِ سرن جي پچڻ، لوهه جي ڳارڻ ۽ ضرورت آهر ٻيو ڪم ورتو ويو تان جو دنيا بدلجي ويئي پر افسوس ته ڪنير کي ڪنايرڪي هنر ڪري نيچ ۽ هيٺين درجي وارو سمجهيو ويو.

مهين جي دور وارا هي هنرمند معاشري ۾ اڄ به پنهنجو مقام ٺاهي نه سگهيا ۽ غربت واري زندگي گذارن ٿا. اڄ به هنن جي تيل ٺڪرن جي ٿانون جي ايتري ضرورت ۽ اهميت آهي جيتري اڳ هئي.

ڪنيار يا ڪنير معنيٰ مٽيءَ مان ٿانوَ ٺاهيندڙ ڪاريگر. اها هڪ ذات نه پر پيشو ۽ هنر آهي. انهي ڪري مهين واري دور ۾ موجود ذاتين مان ڪن فردن ۽ ڪٽنبن اهو ڪم شروع ڪيو. جن ۾ سمه، اسور، جت، مهاڻا، ڪولهي، پيل، باگڙي ۽ پوءِ درآوڙ ۽ آريا سڏجندڙ به شامل رهيا. هاڻي ڪنيارڪو ڪم ڪندڙ خاندانن جا ڪيترا فرد سرڪاري ملازمتن، ڌنڌن ۽ زميناري ۾ لڳي ويا آهن، جنهن ڪري انهن مان ڪن، قاضي ابڙو، پنهو ۽ سميجه وغيره سڏرائڻ شروع ڪيو آهي. اهڙي طرح پنجاب ۾ رهندڙ ڪنيرن به ڪاشت ڪاري شروع ڪئي آهي ۽ پاڻ کي جاٽ (زمين آباد ڪندڙ) چورايو آهي.

هندن جي مذهبي ڪتابن ۾ ڪنير کي پرجا پتي يعني خالق ديوتا به چيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هو مٽيءَ مان ٿانو وغيره ٺاهيندو آهي. هندو ڌرم ۾ هڪ چوٽي آهي ته "رام

ذات جو رانگڙ. ڪرشن هڪ اهير، برهما هڪ ڪنير ۽ شو هڪ فقير" هڪ روايت آهي ته برهما (دنيا جو خالق ديوتا) هڪ ڏينهن پنهنجن پٽن ۾ ڪمند جون چڙيون ورهايون. سيني اهو ڪائي ڇڏيو. ڪنير ان کي هڪ ٿانو ۾ مٽي وجهي پوکي ڇڏيو ۽ ان کي پاڻي ڏيندو رهيو، تان جو اها ڪمند جي چڙي ڦٽي پئي ۽ ان مان ڪمند تيار ٿي ويو. هڪ ڏينهن پٽن کان ڪمند جي باري ۾ پڇيو جن ڪنير ڪانسواءِ ڇيو اهو ته ڪائي ويا. ڪنير برهما کي ڪمند ڏنو جنهن تي خوش ٿي هن کي پرجا پتي يعنيٰ دنيا جو شان" جو لقب ڏنو.

موسيقي ۽ راڳ دنيا ۾ پهريان سنڌ وارن شروع ڪيو جيڪا حقيقت سيني عالمن ۽ محققن مڃي آهي ۽ لکيو آهي ته موسيقي يونان ۾ سڪندر مقدونيءَ جي سنڌ اچڻ کان پوءِ شروع ٿي ۽ ان کان بعد سڄي يورپ ۾ ڦهلجي ويئي. موسيقي جو پهريون ساز سنڌ جي ڪنير جي ايجاد آهي جنهن کي "بوٽينڊو" چوندا آهيون. هن ان کي مٽي مان ٺاهي ترتيب سان سوراخ ڪيا، باهه تي پچائي ساز جي شروعات ڪئي. انهي ڪري موسيقي جو موجد ڪنير ئي آهي.

ڪنير سڄي سنڌ ۾ هر هنڌ رهن ٿا. انڪانسواءِ ننڍي کنڊ ۽ سڄي دنيا ۾ موجود آهن. ڪيترا ڪنير پاڻ کي ابڙو چورائن ٿا.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) چناٽي | (8) ابڙا | (15) ٻولهيا |
| (2) قبولاڻي | (9) سمون | (16) لوهار |
| (3) گولا | (10) ڪنير | (17) اجت |
| (4) مهار | (11) جوکيا | (18) جهڪري |
| (5) کوکر | (12) انڌا | (19) پتي |
| (6) دول | (13) گبج | (20) پوپو |
| (7) ڊوڊي | (14) ڪراڙيا | (21) مهيڙ |

# خانزاده

خان زاده اولاد شري ڪرشن آهن جنهن مان اڪثر سنڌي قبيلا آهن. خانداني طور هي سنڌي ليکيا ويندا هئا پر 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ راجستان يا هندستان جي ڪن علائقن مان لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا جنهن ڪري هنن مهاجر چورايو. خان زاده ۽ پٽي شري ڪرشن جي وڏي گهرواري رڪمني جي پٽ پرديو من مان آهن. جنهن کي ٻه پٽ انروڌ ۽ بجيرا (ناٿ) هئا. جنهن مان بيان. قرولي، ميوات ۽ پرت پور جا راجا آهن.

فيروز شاهه تغلق جنهن 21 محرم 752 هجري مطابق اپريل 1351ع ۾ سنڌ جي سونڌا ڳوٺ ۾ طخي جو پيچو ڪندو فوت ٿي ويو هو ۽ سنڌين ان کي سنڌ تي حملو سمجهي تغلق لشڪر جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيا هئا. انهيءَ صورتحال ۾ محمد شاهه تغلق جي سپهه سالار تاتار خان زوري فيروز شاهه کي بادشاهي تاج پهرايو هو. انهيءَ دور ۾ اڪثر هندو رياستون، تغلقن جي ماتحت ٿي ويون هيون ۽ انهن جا راجا مهاراجا لڪندا ڦرندا پيا وتن.

جڏهن شهاب الدين غوري سنڌ ۽ هند تي حملو ڪيو. ان وقت. هن خاندان جي راجا تهن پال جي حڪومت هئي، جنهن بيان جي ويجهو پنهنجي نالي تي هڪ شهر ۽ قلعو تهن ڳڙهه تعمير ڪيو هيو. شهاب الدين غوري 592 هجري مطابق 96-1195ع ۾ تهن پال تي حملو ڪيو ۽ کيس شڪست ڏني ۽ پنهنجي هڪ سردار بهارالدين طخرل کي تهن ڳڙهه جو حاڪم مقرر ڪيو. راجا تهن پال پنهنجي خاندان ۽ ساٿين سميت وڃي ڪٿي لڪو، هن جي هڪ پٽ ڌرم پال درياءَ چمبل جي الهندي ڪناري قرولي ۽ اوپرندي سبل ڳڙهه آباد ڪري پنهنجي راڄا قائم ڪئي جنهن کي ٻه مالوه جي بادشاهه محمود خلجي 1454ع ۾ ختم ڪري ڇڏيو.

راجا تهن پال جي شڪست کان پوءِ هن جا پٽ پنهنجي راجائي يا حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا جنهن مان هڪ قرولي جي رياست قائم ڪئي ۽ ٻئي پٽ باندپال آخر گهڻي ڪوشش ڪان جان ڳڙهه آباد ڪيو جيڪو ڳوٺ ڪامان رياست پرت پور کان ٽن ميلن جي فاصلي تي هو. هن جي رهڻ واري جاءِ جي پرسان هڪ مسلمان درويش ”ڪيش شاهه“ نالي سان رهندو هو جنهن وٽ حاضري ڀري ۽ دعا جو طلبگار ٿيو. ان فقير درويش جي دعا الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان کيس پٽ انت پال پيدا ٿيو، جنهن کي ٻڌپال پٽ ڄائو جنهن پرڳڻي تجاره جي ڳوٺ ڪلتاج پور جي پرسان واري جبل تي هڪ ڳوٺ دورالہ آباد ڪيو. اوڌپال کي انسراج پٽ ڄائو، جنهن وري سرهٽہ ڳوٺ ٻڌي مستقل طور رهائش اختيار ڪئي. هن کي ڇهه پٽ هئا هر هڪ آسيٰ عرف امياراجا، جي سي، لکن سي عرف لکو، گوٺ راج. لکن پال ۽ ڌرم سي عرف ڌرمون. انهن مان آسي، جاسي، لکو ۽ ڳوٺ راج جا پويان مسلمان ٿي ويا. ان کان پوءِ لکن پال کي ٻہ پٽ ٿيا هڪ سانپرپال ۽ ٻيو شوپر پال جيڪي 757 هجري مطابق 1356ع ۾ فيروز شاهه تغلق هٿان مسلمان ٿيا.

هنن جي مسلمان ٿيڻ بابت مختلف بيان ۽ رايا آهن پر سيني کان وڌيڪ پروسي جهڙي هي روايت آهي تہ هڪ دفعو فيروز شاهه تغلق اجمير وڃي رهيو هو تہ رستي ۾ تجاره وٽ شڪار ڪرڻ لاءِ نڪتو. اتفاقہ سانپرپال شڪار لاءِ نڪتل هو، هن جي بادشاهه سان ملاقات ٿي ۽ کيس فتح آباد جي جبلن ڏانهن وٺي ويو، جتي هڪ شينهن هڪ گجر ذات واري جي ڳئون کي ماري ڦاڙي ڇڏيو هو. ان وقت شينهن غار ۾ ستل هو. فيروز شاهه تغلق ان کي نشانو وٺي تير هنيو. جنهن تي سانپرپال عرض ڪيو تہ سائين شينهن جو شڪار تلوار سان ڪرڻ ۾ بهادري آهي، جنهن تي هن سانپرپال کي حڪم ڏنو تہ تون ئي تلوار سان ان شينهن جو شڪار ڪر. سانپرپال حڪم

ملندي شينهن تي تلوار جو وار ڪيو ۽ هو ٻه ٽڪر ٿي ويو. فيروز شاهه تغلق ان جي بهادري ڏسي ڏاڍو خوشي ٿيو ۽ مٿس شفقت جو هٿ ڦيرايو ۽ چيو ته تون بهادري جو ڪم ڪيو آهي جنهن ڪري تنهنجو نالو بهادر ناهر خان رکيو وڃي ٿو. ان ڏينهن کان سندس نالي جي جاءِ تي لقب مشهور ٿي ويو. فيروز شاهه تغلق ان بهادري جي خوشيءَ ۾ هن کي هڪ خلعت، فاخره ۽ جاگير ميوات ۾ عطا ڪئي ۽ ڪيس پابند بڻايو ته شڪار جي موقعي تي هو ساڻس گڏ رهندو. سانپرپال سلطان فيروز شاهه تغلق جي فراخدلي ۽ نوازش ڏسي اهل و عيال سميت سندس هٿ تي دين اسلام ۾ داخل ٿيو ۽ مسلمان ٿيو.

هنن جي مسلمان ٿيڻ بابت ٻي به روايت آهي جنهن متعلق مولوي نجم الغني رامپوري لکي ٿو. جيئن ته هنن پيائرن ڦرلٽ ۽ قتل و غارت جي بازار گرم ڪري رکي هئي. جيئن ته ان وقت ۾ بهادر ۽ راجڪمار، پنهنجي رياست جي وڃائڻ يا کسجي وڃڻ کان پوءِ مخصوص ٽڪري ۾ پنهنجي نئين حڪومت قائم ڪري وٺندا هئا. امير تيمور لنگ به پنهنجي بادشاهت قائم ڪرڻ لاءِ اهڙو طريقو اختيار ڪيو هو. هنن به علائقي بيانه جي هٿ مان نڪري وڃڻ کان پوءِ اهو رويو اختيار ڪيو هو. انهيءَ ڪري مولوي نجم الغني رامپوري لکيو آهي ته غارت گيري ۽ ظلم و ستم ۾ سزاءِ موت جي مستحق هجڻ جي ڪري جان بچائڻ واسطي مسلمان ٿيا.

هڪ ٻي روايت موجب هو فيروز شاهه تغلق جي پير شيخ نصير الدين اوڌي چراغ دهلوي جي معرفت حاضر ٿي معافي ورتي هئي، جنهن ڪري هنن جي معاش گذر لاءِ ڪين جاگير ڏني ويئي ۽ هنن ان رعايت مان فائدو ورتو هو ته جيڪڏهن ڏوهاري توبهه تائب ٿي پيش ٿين ته ڪين معاف ڪيو ويندو ته هو آئينده ائين نه ڪندا.

بهرصورت اولاد ڪرشن جدي پشتي راجا مهاراجا هئا جيڪي زماني جي گردش ڪي منهن ڏيئي مسلمان ٿيا ۽ اعليٰ عهدي تي پهتا ۽ وقت جي بادشاهه فيروز شاهه تغلق جي اعتماد وارا ماڻهو ٿيا. جيئن سانپرپال کي بهادر ناهر خان جو خطاب مليل هو، جنهن ڪري ان جي اولاد کي خان جي اولاد هجڻ جي ناطي سان خان زاده چيو ويو يعنيٰ خان جا پٽ يا خان جي اولاد اهڙي طرح اهو انهن جو خانداني ۽ شاهي لقب بڻجي ويو.

اهو به لکيو ويو آهي ته فيروز شاهه جي وفات کان پوءِ ناهر خان بغاوت ڪندڙ اميرن کي پاڻ سان ملايو ان ڪري ڪيس خان زاده سڏيو ويو. يعنيٰ غلام مطلب اهي ميواتي سردار جيڪي قديم آقائن جا نمائندا هئا. خان زاده جو اصل مطلب آهي ته گهرو غلام اهو لفظ خانه يعنيٰ گهر ۽ زاون يعنيٰ ڄمڻ، ان مان نڪتو آهي. خان زده جو غلامن ۾ اوچو درجو هوندو هو. انهيءَ ڪري بادشاهه ۽ سردار ڪين هميشه پاڻ سان گڏ رکندا هئا ۽ ڪين اهم ذميواريون ڏنيون وينديون هيون ۽ جڏهن ڪين آزاد ڪيو ويندو هو ته انهن تي زمين ۾ ملڪيت مان حصو ڏنو ويندو هو.

سلطان فيروز شاهه تغلق جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيندڙ اولاد شري ڪرشن جادو ونسي، پيائر سانپرپال ۽ شوپرپال، بهادر ناهر خان ۽ نواب ڇڇو خان جي نالن ۽ لقب ملڻ ڪري سندن اولاد خان جي نسبت سان خان زاده سڏي ويئي يعنيٰ خان جي اولاد جنهن جي تصديق مولوي محبوب علي دهلوي ڪئي آهي ۽ هو لکي ٿو ”بعد قبوليت اسلام جي حضرت نصير الدين چراغ دهلوي سانپرپال ۽ شوپر پال کي پنهنجي خاص مريد ۾ شامل ڪيو پوءِ حضور بادشاهه هن گروهه کي باعتبار عالي نسبي لقب خان زاده عطا ڪيو. خطاب خان زاده ولايت افغانستان ان خاندان لاءِ مخصوص آهي جيڪو هميشه پنهنجي قوم ۾ عالي نسب ۽ مان واري جي اولاد هجي. فيروز شاهه تغلق هنن کي پنهنجي خاص اميرن ۾ شامل ڪري هڪ سؤ ڳوٺن جي جاگير ڏيئي ميوات جو انتظام حوالي ڪيو.

## شجرو اولاد تهن پال



## خانزادن جو شجرو



# جهالو

هن ذات وارن کي راجپوت جي ڇٽيھ شاهي ونشن ۾ شمار ڪيو ويو آهي ان تي بہ ڪيترن جو اختلاف آهي تہ هي نہ سورج ونشي آهن نہ چندر ونشي ۽ نہ وري هي اگني ڪل ۾ داخل آهن. هي مهاراشٽر ۾ رهن ٿا. پرٿوي راج جي ڪيترن جنگين ۾ هنن جو ذڪر ٿيل آهي. هنن جو وڏو پاڙو "مڪوانا" آهي ڪن عالمن هن کي جت جو پاڙو ڪوٺيو آهي، ڪن وري هنن کي قديم سميري قوم جي اولاد ڪري لکيو آهي. ڪي وري چون ٿا تہ هي هنومان جي نسل مان آهن جيڪو باندر جهڙو ديوتا هو. ڪي وري هن کي سٿين نسل جا ٿائن ٿا.

حقيقت اها آهي تہ هي مقامي نسل جا ماڻهو آهن جن جو تعلق گرنار يعنيٰ جهونا ڳڙھ سان آهي.

هندستان جي بادشاھ اڪبر اعظم مغل جڏهن راڻا پرتاب سنگھ تي حملو ڪيو ۽ سردار جهالو بغير ڪنهن شرط مشروط جي ان جي مدد ڪئي جنهن ڪري راڻا پرتاب سنگھ نہ رڳو پنهنجي ڌيءَ سردار جهالو کي ڏني پر سيني سوڍن کي اجازت ڏني تہ هو پڻ انهن سان سڱا بندي، ان کان پوءِ جهالو حاڪم "ڪوٽہ" بہ انهي خاندان مان شادي ڪئي.

جهالو خاندان ماڌو سنگھ کان وٺي ظالم سنگھ تائين شاندار نموني حڪومت ڪئي. هنن جي پهرين رياست "گوملي" هئي، جنهن جو وڏو عروج هو.

جهالو جي اولاد جنهن کي جهالا سڏيو وڃي ٿو تنهن جي سنڌ، راجستان ۽ پنجاب ۽ ٻين علائقن ۾ ڪافي اولاد رهي ٿي جن جا مختلف پاڙا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) مڪواڻو | (2) جهالو | (3) سيتار |
| (4) چيتو | (5) جٽو | (6) ڪماري |
| (7) گنگو يا گونگا | (8) پيروز پوٽا | (9) رئيس پوٽا |
| (10) ميران پوٽا | (11) زونر | (12) چگير پوٽا |
| (13) وهره | (14) مدفراٽي يا مظفراٽي | |
| (15) گجو | (16) بخير | (17) پٽا |
| (18) پيا | (19) ٻهيار | (20) جيسر |
| (21) ڪور | (22) مهراڻ پوٽا | (23) سنگراسي |
| (24) واگهورا | (25) موڏا | (26) ويسر |
| (27) گنڌير | (28) مندراٽي | |

# رنگ

رنگ ذات سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. فيروز الغات ۾ ان جون 29 معنائون لکيل آهن. انهن مان هڪ معنيٰ آهي رنگ ۽ روپ، معنيٰ سنوارڻ، نکار ڪڍڻ، سهڻو ٿيڻ، ٻي معنيٰ آهي نچڻ، ڳائڻ ۽ وڄائڻ، جنهن کي اسان ناچو چوندا آهيون. رنگ اصل ۾ فارسي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ پڻ نچڻ، ڳائڻ ۽ وڄائڻ آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغات، جلد ٽيون ۾ رنگ جون ڪيتريون معنائون لکيون آهن جن مان خاص معنائون آهن. روپ، رونق، چهرو، سوڀيا، حسن، خوبي، سونهن، خوبصورتي، سهڻائي، جوڀن، جواني، ٿوهه، ٻوهه، ٿلار، لعلائي، ناچ، گانو، ڀڳت، رئونشو، کل ۽ خوشي.

رنگ جي انهن سڀني معنائن جو مطلب آهي، اهي جوان، حسين، جيڪي روپ مٽائي ونڊر ۽ خوشي لاءِ نچي ڳائي، وڄائي ماڻهن کي جهومائي ڇڏن، جنهن کي عام طرح سان سنڌي ماڻهو ناچو چوندا آهن. هي ميلن ملاکڙن ۽ خاص موقعن تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن ۽ ماڻهن جي لاءِ تفريح ۽ ونڊر لاءِ موقعو فراهم ڪندا آهن.

حقيقت ۾ هي ڪنهن بہ هڪ ذات سان تعلق رکندڙ نہ آهن، خاص طور تي اهي وارهہ ۽ ميهڙ تعلقي ۾ رهندڙ ساڪاٽي ۽ ٻيا اهو ڪم ڪندا آهن، اهڙي طرح سان ضلعي سانگهڙ ۾ پڻ آهين جن کي هاٺي سندن پيشي جي ڪري رنگ سڏيو ويجي ٿو. اصل ۾ هي سمہ قبيلن جي مختلف پاڙن جي مجمع جو نالو آهي پر هاٺي هڪ ذات جو روپ اختيار ڪري ورتو آهي. پنجاب ۾ انهن کي رنگي چوندا آهن جيڪي هاٺي زراعت جي پيشي اختيار ڪرڻ ڪري جاٽ (زراعت ڪار) ۾ شمار ٿين ٿا.

# سوڍر

سوڍر جيڪو لفظ نڪتو آهي، شودر مان جيڪو سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي. "شپح" صاف ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ آهي. هيٺين طبقي جو، گهٽ ذات وارو، منوجي قانون مطابق نيچ طبقي وارو، حقيقت اها آهي ته آرين جڏهن هندو سماج جو بنياد وڌو ته هنن سنڌ جي ذاتين کي طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ مختلف لقب ڏنا. جن سنڌين ويڙهاند ڪئي ۽ ڌارين جي حڪمراني کي قبول نه ڪيو. انهن کي منوجي قانون تحت ڌڪار ۽ نفرت وچان شودر سڏيو. يعنيٰ هيٺيون طبقو ۽ نيچ ماڻهو. جيتوڻيڪ هو بهادر، غيرت مند ۽ حڪمران طبقي سان واسطو رکندڙ هو پر هنن جي آڻ نه مڃڻ ڪري نفرت وچان "شودر" سڏيو. اڳتي هلي اهي شودر، شودراء سڏيا، سنڌ جو راءِ گهراڻي انهن مان هو. شودر ۽ شودراء پوءِ بدلجي ٿيا سوڍر، هن ذات وارن جو نسلي تعلق مهين جي دور وارن ذاتين سان آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته شودر يا شودراءِ مان ڪن سوڍا به سڏايو.

سنڌ ۾ هي ذات ٿر ۽ ڪڇ ۾ گهڻي تعداد ۾ آهي. جيڪي سوڍر ئي سڏائن ٿا. ان کان علاوه واره تعلقي، ميهڙ تعلقي ۾ پڻ سوڍر جي نالي سان موجود آهن. هن ذات وارا ميرپور ماٿيلي ۾ سير ۽ راڻي پور ۾ سوتر سڏجن ٿا. هي انهن علائقن کان علاوه پنجاب، راجستان ۽ هندستان جي ڪن علائقن ۾ آهن.

سوڍر سماٽ ۾ شامل آهن. ۽ سندن شجرو سنڌي قبيلن واري شجري ۾ موجود آهي. اتر سنڌ جي سوڍر ذات کي ٻگهيه قبيلي جو حصو سمجهيو ويندو آهي ۽ هو آبڙ ۾ به شمار آهن.

واره تعلقي ۾ واره شهر جي پر سان هنن جو پنهنجو هڪ وڏو ڳوٺ موجود آهي. جتي اڳ ۾ ٽالپور اميرن جي جاگير هئي.

هي انهن جا هاري، ڪمدار، نوڪر ۽ ڌنار هوندا هئا. جتي ماهيو ۽ ڳائو مال جام هوندو هو. انهي ڳوٺ جي اولهه اتر ۾ ۽ واره شهر جي ڏکڻ ۾ جتي هاٽي گائينچن جو ڳوٺ آهي اتي هڪ قديم زماني جو ٿلهه ٺهيل هو. جيڪو منهنجي تحقيق موجب ٻڌ ڌرم سان ان جو تعلق هو، اهڙا ٿلهه اجا تائين لعلو راؤنڪ گهوگهارو، فريد آباد جي پر سان مارو وارو ٿلهه، گاجي کهاوڙ وارو ٿلهه جيڪو هاٽي ڊهي پٽ ٿي ويو آهي. ٻڌ ڌرم وارن جا يادگار هئا. جتي عبادت به ٿيندي هئي ۽ وات ۽ رستي جي ڄاڻ به ملندي هئي ۽ انهن ٿلهن کي محمد شاهه تعلق ۽ فيروز شاهه تعلق جي وقت ۾ ٽپال جي واسطي به استعمال ۾ آندو ويندو هو، جنهن کي بريد چوندا هئا. اهي ٿلهه سمن به پنهنجي ڪتب آندا ۽ ڪلهوڙن مغلن خلاف جاسوسي، جاچ چوڪيداري ۽ نظرداري واسطي ڪتب آندا. اهڙي طرح واره واري هن ٿلهه کي ميرن پنهنجي شوق شڪار لاءِ ڪتب آندو، جنهن ڪري ان کي مقامي ماڻهو "ميران ٿلهه" جي نالي سان سڏيندا هئا.

سوڍر واره وارا بنيادي طور ميرن جو مال چاريندا هئا ۽ ان ٿلهه تان ان تي نظر داري به ڪندا هئا ان ڪانسواءِ ٿلهه تان هيٺيون ڪم به ورتو ويندو هو.

مير سوئر جي شڪار مهل ڪتب آڻيندا هئا.

مال تي نظرداري جو ڪم ڪتن کان به ورتو ويندو هو.

جنهن ڪري ٿلهه تان ڪتن جي ڀونڪ مان طرف معلوم ڪيو ويندو هو.

ان ٿلهه تي نغارو رکيل هو جو ڪنهن غنيم جي اچڻ، چورن جي چوري ڪرڻ يا ٻي ڪنهن ضرورت وقت ماڻهن کي خبردار ڪرڻ لاءِ وڄايو ويندو هو. جڏهن ميرن کي انگريزن کان خوف ٿيو هو ته هنن پنهنجا ماڻهو گڏ ڪير لشڪر تيار ڪري هو. جيئن ته سوڍر ميرن جا ملازم ۽ خاص ماڻهو هئا. تنهن ڪري اهي به ان لشڪر ۾ شامل ٿيا ۽ مياڻي جي جنگ ۾

ٽالپورن پاران وڙهيا ۽ شهيد ٿي ويا. جن جا نالا وزير حسين سوڍر، گهنور سوڍر ۽ دلاور سوڍر آهن ۽ سندن قبرون وارهہ گاجي کهاوڙ رستي تي حاجي سليمان جي مقام جي پرسان ٻئي مقام گدا علي شاهہ پر موجود آهن.

اڄ بہ سوڍر (وارهہ وارا) مالوند ماڻهو آهن ۽ سندن پيشو کير کپائڻ آهي. انهن مان ڪن زميندار ۽ هارپ بہ اختيار ڪئي ۽ ملازمتن پر بہ آهن پر بنيادي طور هو مالوند ۽ گوالا آهن.

## پاڙا

(1) لونگاڻي
(2) پاراڻي
(3) معارفاڻي
(4) ويڌاڻي
(5) سوماراڻي
(6) قاسماڻي
(7) سڌاڻي
(8) خوشحالاڻي
(9) عيسباڻي
(10) گگاڻي
(11) درقاڻي
(12) تيلاڻي

# سرهيو

سرهيو، سنڌ ۾ رهندڙ هڪ ذات آهي. سرهيو نڪتو آهي. سُرهو، مان جنهن جي معنيٰ آهي. خوشبو، خوشبودار. ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا ۾ لکيل آهي تہ خوشبو کي پراڪرت ٻولي ۾ سرهہ ۽ سنسڪرت ٻولي ۾ "سرڀ" چيو ويندو آهي. ان جو مطلب تہ سرهيا مقامي طبقي سان تعلق رکن ٿا. ساڳيو مصنف غلط فهمي جو شڪار ٿيندي لکي ٿو تہ سرهيا مديني کان آيل عرب آهن، عرب ملڪن ۾ هنن کي عطار ۽ گانڌي چون ٿا.

عطار، عطر مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ خوشبو آهي ۽ عطر ٺاهڻ واري کي عطار چئبو آهي جيڪو اصل ۾ عربيءَ جو لفظ آهي. پر سنڌ ۽ هند ۾ مقامي طور، خوشبودار ڀاڄياڻي شيءِ ٺاهڻ واري کي سرهيو چوندا آهن. سرهيو جو مطلب اهو بہ آهي تہ سرهو، خوشبودار ٺاهي وڪڻڻ وارو تنهن ڪري ٺاهڻ واري ۽ وڪڻڻ واري کي سرهيو چوندا آهن.

هي مقامي نسل جو طبقو آهي جيڪو قديم دور کان وٺي خوشبودار شيون ٺاهي وڪڻندو آهي. هي نسب طور بہ مقامي ۽ سنڌي آهن. هنن جو ڪنهن عرب ۽ عرب عطار سان نسلي تعلق نہ آهي. عرب ڪان سنڌ ۾ ٽن قسمن جا ماڻهو آيا آهن. هڪ حمل آور يا حملو ڪندڙ، سپاهي سالار ۽ عملدار، ٻيو عربن جي گهرو لڙائن يا بدلي کان بچڻ لاءِ پناهہ وٺڻ، جن ۾ اڪثريت سيد خاندان يا حضرت علي جي علوي اولاد هئي. ٽيون تبليغي، جن ۾ علماءَ اڪرام، بزرگ، ولي الله آهن جن سنڌ کي پنهنجو گهر بڻايو. ٻيو ۽ ٽيون طبقو گهڻو ڪري سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا ۽ پهريون طبقو، سنڌ مان قرلٽ ڪري واپس هليو ويو ان ڪانسواءِ سنڌ ۽ عرب ۾ واپاري تعلقات هئا. جيڪي ڪجهہ وقت لاءِ ترسندا هئا ۽ واپس هليا ويندا هئا. انهن ۾ ڪي بہ عطار ۽ سرهيہ ڪو نہ هئا. هي مقامي ماڻهن جو فن ۽ هنر هو ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۽ هند جا راجا مهاراجا، امير، وزير ۽ خاص ماڻهو، عملدار ۽ حڪومتي طبقي سان وابستہ ماڻهو، پنهنجو پاڻ کي سنواري، سينگاري، عطر، عنبير ۽ خوشبو لڳائي دربار ۾ ويندا هئا. هي عطر ۽ خوشبو مهانگي قيمتن تي وڪرو ٿيندا هئا. جنهن کي صرف مالدار طبقو برداشت ڪندو هو. ان لاءِ هڪ مخصوص طبقو ڪم ڪندو هو جنهن کي سرهيو چيو ويجي ٿو.

اهي صرف اميرن ۽ مالدارن لاءِ خوشبودار شيون تيار ڪندا هئا. جنهن واسطي جڙين ٻوٽن، گلن ۽ خوشبودار وکرن کان ڪم وٺندا هئا. هي مهانگو شوق هو.

سنڌ ۾ سرهيو خاص طرح لاڙڪاڻي، حيدرآباد دادو ۽ مورو ۾ رهن ٿا. جتي سنڌن پنهنجا محلا آهن. لاڙڪاڻي ۾ سنڌن محلو سرهيہ پڌر نالي سان موجود آهي. هنن ۾ نالي وارا عالم، استاد ۽ آفيسر ٿي گذريا آهن. جن ۾ امام بخش سرهيو، ڊپٽي ڪمشنر، استاد عبدالهادي سرهيو قابل ذڪر آهن.

## پاڙا

(1) فاصلاڻي (2) ڪالاڻي (3) الياساڻي
(4) پاٽولي (5) عطراڻي (6) پاريچو
(7) ڇتاڻي

# جهانگارا

جهانگارا جنهن کي جهانگر، جهانگرا ۽ جهانگاري به سڏيو ويندو آهي. اهي اصل ۾ ڊکڻ، واڍا ۽ لوهر هئا جن کي ترڪاڻ چيو ويندو هو. سنڌي لغت جلد ٻيو موجب ترڪاڻ معنيٰ ڊکڻ، واڍو پر هو حقيقت ۾ ڊکڻ ۽ لوهر وارو ٻئي ڪم ڪندا هئا. هنن کي جهانگارا ان ڪري سڏيو ويندو هو جو هو اڪثر ڪم واسطي جهنگ مان ڪاٺ وڍيندا هئا ۽ گهڻو وقت انهن مان ڪن کي اتي رهڻو پوندو هو. جنهن ڪري انهن کي جهانگي سڏيو ويندو هو ۽ سنڌي لغت مطابق جهانگي جي معنيٰ آهي جهنگ جو رهاڪو جنهن کي اسان جهانگيڙو به چوندا آهيون. تنهن ڪري واڍي، ڊکڻ ۽ لوهر کي سڏيو ويو جهانگارا. انهي نالي سان هڪ ڳوٺ سيوهڻ تعلقي ۾ باجارن جي پرسان جهانگارا نالي سان آهي. جنهن کي مقامي ماڻهو گڏيل طور باجارا جهانگارا چوندا آهن. جيئن سکر بکر، حيدرآباد ڪوٽڙي، ڄامشورو، حيدرآباد ۽ سکر روهڙي.

چون ٿا ته هن وقت جهانگارا ڳوٺ ۾ اهڙي نالي سان ڪا به ذات ڪو نه ٿي رهي. حقيقت اها آهي ته انهن کي مقامي ماڻهن اهو نالو ڏنو نه ته پيشي جي لحاظ کان سنڌن ذات هئي لوهر، ڊکڻ. جن کي ترڪاڻ به سڏيو ويندو هو. هن وقت سنڌ ۾ لوهر ۽ ڊکڻ موجود آهن ۽ ترڪاڻ ذات وارا پنجاب ۾ رهن ٿا. جن جو ٻارهن پاڙن مان هڪ پاڙو جهانگارا آهي. پنجاب جي ذاتين ۾ ڊينزل ابٽسن هن جو ذڪر هيئن ڪيو آهي. هو لوهر وانگر هڪ حقيقي ڳوٺاڻو خدمت گار آهي. هو سڀ زرعي سامان ۽ گهريلو فرنيچر وغيره ٺاهيندو ۽ مرمت ڪندو آهي ۽ گاڏيون ، بيل گاڏيون جنهن کي پنجاب ۾ ڇڪڙو چوندا آهن ٺاهيندو آهي. اهو ساڳيو ڪم اسان وٽ ڊکڻ ڪندا آهن. اي ڊي ميڪليگن مطابق هنکي ترکنار، تکان، ترڪانر درڪان به چوندا آهن ان کان علاوه هنن کي ڪمان گر ۽ سيٽار به چوندا آهن. سيٽار معنيٰ ماهر ڪاريگر.

جهانگارا ڊکڻ واڍي ۽ لوهر جي ذات هئي جيڪو اهو ڪم هڪ ئي ماڻهو ڪندو هو ۽ ڊکڻ ۽ لوهر ذات وارا اڄ به اسان وٽ موجود آهن ۽ ساڳيو ڪم ڪن ٿا. جن کي پنجاب ۾ ترڪاڻ يا ترڪان سڏيو وڃي ٿو.

# ڏيٽو

ڏيٽا ذات وارا سمہ ۽ سومرا ٻنهي قبيلن ۾ آهن. جنهن ڪري ڪٿي ڏيٽا سومرا سڏائيندا آهن ۽ ڪٿي سمہ ۽ سميجا شيخ صادق علي شير علي انصاري هنن کي سمہ ۽ سومرا ٻنهي ۾ شمار ڪيو آهي هو سمو پٽ رائدن جي اولاد مان ڄاڻائي ٿو ۽ وري ڪين سومرن جي پاڙي ۾ بہ انهن جوذڪر ڪيو آهي. الهہ رکيو ٻٽ سمات ۾ ڪين سومرن ۾ لکي ٿو. هندستان جي آدمشماري 1911 ۽ 1931ع واري موجب هو سومرا آهن.

اسان جي ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري مطابق هو سمہ قبيلي جي هڪ ذات آهي. جيئن لکيل آهي. ڏيٽو جنهن جي اولاد ڏيٽا سڏجي ٿي پٽ سمو پٽ ڦوهڙ پٽ ڪاهو پٽ ڦل پٽ ساهڙ پٽ مهر پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي.

اسان جي تحقيق ۽ جاچ موجب جيڪي ٿر ۽ حيدرآباد طرف ڏيٽا رهن ٿا تن جو تعلق سومرا قبيلي سان آهن ۽ باقي جيڪي سنڌ جي ٻين حصن لاڙڪاڻو، سکر، جيڪب آباد، دادو، مورو ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا انهن ۾ اڪثريت سمہ قبيلي جي ڏيٽا ذات وارن جي آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڏيٽا | (6) بودلا | (11) صادق پوٽا |
| (2) ڏيٽا | (7) ڏوچ | (12) گاگا |
| (3) اترادي | (8) ساهڙ | (13) گگن جا |
| (4) آري | (9) سونپار | (14) ڪوٽي |
| (5) بالو | (10) سونپا | |

# ڏيرو

ڏيرو ذات سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جيڪو هاڻي پڻ هڪ الڳ قبيلو بڻجي ويو آهي. شيخ صادق علي ڏيرو جو ٻ دفعہ ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش سنڌي لغت ۾ ميربحر جا سورهن پاڙا لکيا آهن جن مان هڪ ڏيرو بہ آهي. غلام علي الانا صاحب بہ هڪ مضمون ۾ ڪين مڇي مارڻ وارو سڏيو آهي.

تحفتہ الڪرام ۾ سام پٽ نوح جي چئن پٽن جو ذڪر هڪ ٻڌا. ٻيو سنگا. ٽيون هُمهر ۽ چوٿون ڀاڳرت. جنهن جي پٽ جو نالو ڏيرو هو، جنهن مان دسرٿ، رام، ليڇمڻ هئا.

انهيءَ ڏيري پويان ڏيرا نالو ايندو رهيو ۽ تانجو اڳتي هلي ڏيري جي اولاد ڏيرا سڏائڻ لڳي. ڏيرو جو ميربحر پاڙو ۾ شمار ٿيڻ جو مقصد اهو ناهي تہ هو انهي خاندان مان آهي. جيئن تہ قديم دور ۾ دريائن، واهڙن، ڍورن ۽ نئين جي ڪنارن تي آباديون ٿينديون هيون، جتي زراعت ڪار يعنيٰ هاري ۽ مهاڻو گڏ رهندا هئا. ممڪن آهي تہ آب ڪلياڻي جي موسم ۾ سمہ قبيلي جي ڏيرا پاڙي وارن مهاڻن سان گڏجي مڇي ماري هجي ۽ پوءِ ان پيشي ۾ شامل ٿي ويا هجن جيئن اڄ ڪلهہ حمل ۽ ڪاڇري ڍنڍ تي چانديہ ذات وارن مان، چوليائي، معارفاڻي، ميراڻي، ساڪاڻي ۽ ٻيا ڍنڍن مان حصي ملڻ کان پوءِ پاڻ مڇي مارڻ شروع ڪري ڏنو ان جو مطلب تہ هو مهاڻا ڪو نہ آهن پر پيشو اهو اختيار ڪيو آهي پر آهن تہ ذات جا چانديائي پرهو مهاڻا ذات جا نہ ٿا ٿي سگهن..

اسان جي ڏنل شجري مطابق، سندن نسب هيئن آهي. ڏيرو، جنهن جي اولاد سندس نالي پويان ڏيرو سڏي اهو پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ سمو پٽ، انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي ليکڪ ڏيرو جو شجرو هيئن لکيو آهي. ڏيرو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ ڪاڪو پٽ لاکو پٽ انڙ پٽ ڄام لاکو.

هڪ چوڻي آهي:

ڏهہ ڏيرا، چوڏهن چانرا، ساهڙ سٹ ونرير
گانگي سڀ ملهايا، مگريا ٿر پيير.

هن ذات ورا، لاڙڪاڻو، قمبر، دادو، سانگهڙ ۽ ڪڇ ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. ان کان سواءِ ٻين هنڌن تي بہ موجود آهن.

پاڙا:

| | | |
|---|---|---|
| (1) دريجو | (2) ڏيرو | (3) گراماڻي |
| (4) سياح (سياهہ) | (5) خيراڻي | (6) وزيراڻي |
| (7) يوسفاڻي | (8) ثابت | (9) نچراڻي |
| (10) جنڙا | (11) راجاڻي | (12) ڏيراڻي |
| (13) ساڏاڻي | (14) ستاڻي | (15) ڪوٽاڻي |

# مهيسر

مهيسر ذات وارا سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، شيخ صادق علي انهن کي سمن ۾ شمار ڪيو آهي. سماٽ ۾ الهر ڪيو ٻٽ لکيو آهي ته هي مينهن (برسات) جي ڏيندين وارا مهاڻا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغت جلد پنجين ۾ لکيو آهي ته مهيسر معنيٰ مهيش، مهيشور مها- وڏو +ايش — ايشور- سمرٿي وارو. قادر مطلق، مهاديو، شو، فيروز الغات ۾ لکيل آهي ته مهيش معنيٰ وڏو ديوتا، شو جو هڪ نالو. شو آريا جي اچڻ کان اڳ ۾ مهين جي دور جي هڪ ديوتا جو نالو هو. چون ٿا ته سيوهڻ جو اصل نالو شو، آستان هو، يعنيٰ شو جي رهڻ جو هنڌ يا ان جي عبادت گاهه تنهن ڪري ان کي شوستان پوءِ سيوستان ۽ بعد ۾ سيوهڻ سڏيو ويو. تڏهن به سيوهڻ جي معنيٰ آهي. شو ديوتا جي رهڻ جي جڳهه هن وقت هي ويدا (هندو) مذهب جي ٽي مورتي جو حصو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ته شو ديوتا جي صفاتي نالو مهيسر آهي ۽ مهيسري معنيٰ شو ديوتا جو پوڄاري جنهن مان مهيسر نڪتو آهي. يعنيٰ شو ديوتا جي مندر جو پوڄاري رکوالو مطلب برهمڻ جو هڪ قسم.

هڪ رايو اهو به آهي ته مهيسر پراڪرت ٻولي جو هڪ لفظ آهي. جنهن کي سنسڪرت ۾ مهيشور چون ٿا. جنهن جي اصلاحي معنيٰ ڪئي ويئي آهي برساتن تي وسندڙ ۽ آباد ٿيندڙ ڏيندين ۽ ڍوٻر ۾ پيدا ٿيندڙ مڇي تي گذر سفر ڪرڻ وارا يعنيٰ مهاڻو.

منهنجي راءِ موجب مهيسر کي مهاڻو يا ڏيندين وارو چوڻ غلط آهي. سنسڪرت لفظ مهيشور يا مهشيري جي معنيٰ به اهي مهيش ديوتا جا پوڄاري يعنيٰ شو ديوتا جا پوڄناري تنهن ڪري مهيسر جي معنيٰ به ٿيندي مهيش ديويا يعنيٰ شو ديتا جا پوڄاري. انهي ڪري مهيسر مذهبي طبقي سان تعلق رکندڙ هندو آهن نه ڪي مهاڻا ۽ مڇي مارڻ وارا.

ڪن هنن کي عرب نسل سان ڳنڍڻ لا، قريشي ۽ عباسي نسل مان سڏيو آهي. سندن چوڻ آهي ته هو چام ميسرن جي اولاد آهن تنهن ڪري مهيسر سڏجن ٿا.

جيئن ته مان اڳ ۾ به لکيو آهي ته سنڌي قبيلن کي عرب نسل سان ڳنڍڻ لاءِ هٿرادو ۽ جڙتو ڪهاڻيون گهڙيون وينديون آهن. جن مان هي به هڪ آهي پر پاڻ هتي به مار ڪائي ـيا آهن. چام لفظ ئي دلالت ڪري ٿو ته هو سنڌيءَ نسب جا ماڻهو آهن. حقيقت اها آهي ته مهيسر اوائلي سنڌي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ اها آهي جيڪا مون مٿي بيان ڪئي آهي. ممڪن آهي ته جڏهن هي مسلمان ٿيا هجن ته هنن معاش ۽ روزگار لاءِ پاڻي جي وسيلي ڪتب آڻڻ لاءِ ڏيندين ۽ ڍورن تي پنهنجا آستانه ۽ گهر جوڙيا هجن ۽ ان تي زمين آباد ڪرڻ سان گڏ مڇي مارڻ جو به ڪم به ڪيو هجي. هي پنجاب ۽ ملتان واري علائقي ۾ جت يا جاٽ سڏجن ٿا سندن بنيادي پيشو زراعت، زمين آباد ڪرڻ آهي.

هونءَ سنڌ وارن پهريان مال جا ڌڻ ڌاريا پوءِ دريا، ڍورن، وهڪرن، واهڙن ۽ نارن تي آبادي ڪرڻ شروع ڪئي ان سان گڏ پاڻيءَ جي وهڪرن مان مڇي ماري پهريان پاڻ پچائي کائڻ شروع ڪئي ۽ پوءِ ان کي وڪڻي ضرورت جون ٻيون شيون حاصل ڪيون. پر اهو چوڻ ته هو بنيادي طور مهاڻو آهن. اهو غلط آهي. مهيسر برهمڻ طبقي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ مهيش يعنيٰ شو ديوتا جي پوڄاري ڪري مهيشور يا مهيش وارا سڏيا جيڪي بعد ۾ مهيسر سڏجڻ لڳا جنهن جي معنيٰ پڻ شو ديوتا جي پوڄاري جي آهي.

هي لاڙڪاڻي، ميرو خان، ميهڙ، پنوعاقل، گهوٽڪي ۾ رهن ٿا، ان کانسواءِ سنڌ جي ٻين هنڌن تي به ڪجهه آکهون رهن ٿيون.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ٻيپرا | (2) ٽيتيا | (3) ششپاٽي |
| (4) گهياڻي | (5) مڪڙ | (6) ملڪياڻي |

# دادلاٽي

دادو مل جي اولاد داد لاٽي سڏرايو. هي ملتان مان لڏي سنڌ ۾ آيا ڇاڪاڻ ته اتان جون حالتون خراب ٿي ويون هيون ۽ هنن لاءِ اتي رهڻ موزون نه هو. هو لاڙڪاڻي ۽ خيرپور ميرس ۾ لڏي اچي ويٺا. جيئن ته هي پڙهيا لکيا ماڻهو هئا. تنهن ڪري ميرن وٽ منشي گيري ڪئي جنهن ڪري هنن کي "عامل" سڏيو ويندو هو. هي درياءَ پنٿي آهن. هي ڏامراهن جا وڏا زميندار هئا ۽ لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واهه پرتي هنن جو وڏو پاڙو هو.

درياءَ پنٿي هندن جو هڪ مذهبي فرقو آهي. جنهن کي درياءَ جا پوڄاري چوندا آهن يعنيٰ پاڻيءَ جي پوڄا جنهن جو بنياد مهين جي شهر وارن وڌو هو ۽ ان جي پوڄا جو مرڪز درياءَ سنڌ جي پاڻي ڪانسواءِ "حوض" به هو. جيڪو اڄ به صحيح سلامت آهي. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته سنڌ ۾ انهن جون ٻه جايون آهن هڪ زنده پير يا خواجه خضر جو آستان جيڪو روهڙي جي پر سان درياءَ سنڌ جي اندر آهي ۽ ٻيو اڏيرو لعل جنهن کي مسلمان شيخ طاهر جي نالي سان سڏيندا آهن. ائٽيڪن پنهنجي گزيٽيئر ۾ لکيو آهي ته درياءَ پنٿين جو مقدس ماڳ رڳو سنڌ ۾ آهي. هو لکي ٿو ته مسلمان ۽ هندو شيخ طاهر عرف اڏيرو لال جي برابر ميڄتا ڪندا آهن مسلمان هن کي اڏيري لال وٽ شيخ طاهر ۽ سکر وٽ خواجه خضر سڏي پنهنجو سمجهن ٿا. هن جي پوڄا ٻن طريقن پاڻي ۽ روشني وسيلي ڪئي ويجي ٿي. هڪ دائمي ڏيئو (جوت) سندس مندر (ٿان) ۾ ٻري ٿو. جڏهن ته نئين چنڊ ٻيهڻ تي درياءَ يا واهه يا ڪنهن به پاڻيءَ تي چانورن، مٺائين، ڪاڏي جي شين، مصالحن، ميون ۽ ٽيئن ٻارڻ سان سندس پوڄا ڪئي ويجي ٿي. سنڌ ۾ اڄ به درياءَ سنڌ کي خواجا خضر جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ مهين جي شهر کان شروع ٿيل عبادت اڄ به ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان جاري آهي.

لاڙڪاڻي ۽ خيرپور جا هي دادلاٽي 1947ع ۾ سواءِ چند جي باقي لڏي هليا ويا. جيڪي لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي دادلاٽي رهن ٿا شايد انهن عبادت جو اهو طريقو ڇڏي ڏنو آهي ۽ مندرن ۽ ٺڪاڻن تي متو ٽيڪن ٿا.

# ڪتپر

ڪتپر سنڌ جي اوائلي ذاتين مان هڪ آهي. جنهن جو تعلق، ڪرت ۽ پيشي سان آهي. بنيادي طور هي پيشو ذات آهي ڪتپر ۽ ڪتپار هڪ ئي ذات جا نالا آهن. جيڪي ڪپڙي جي صنعت سان وابستہ ماڻهن جي ذات آهي. جنهن ڪري ڪتپر ذات وارن کي ڪوري جو هڪ پاڙو سمجهيو ويندو آهي.

ٽيڪسٽائيل انڊسٽري جي اچڻ کان اڳ ۾ ڪپڙو آڏاڻن تي تيار ڪيو ويندو هو ۽ ان جي تيار ڪرڻ واري کي ڪوري چيو ويندو هو. انهي ڪري ڪپڙي جي صنعت سان وابستہ سيني کي گڏي ڪوري سڏيندا هئا. جنهن ڪري ڪتپر کي بہ ڪوري ذات ۾ شمار ڪيو ويو.

مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "ڪڇي، ناڙي ۽ سنڌ جي اتر واري حصي ۾ ڪتباريا ڪتپر ذات جا ماڻهو رهن ٿا. قديم زماني ۾ انهن جو تعلق بہ ڪپڙي ٺاهڻ جي صنعت سان رهيو آهي. لس ٻيلي ۾ انهي ڌنڌي واري کي ڪتيار ڪوٺيو ويندو آهي. ڪتبار، ڪتپر ۽ ڪتيار لفظن جو بڻ بنياد لفظ "ڪتڻ" معلوم ٿئي ٿو. انهن لفظن ۾ آر (ري) پچاڙي ۾ اچي ٿي.جيڪا دراصل ڪار- ڪم جو مخفف آهي" مرحوم عبدالڪريم سنديلي جي لغت مطابق، ڪتڻ معنيٰ وٽڻ، ٻڪ ڏيڻ، جيئن پيش يا مڃ مان واڻ ٺاهي. ان کي وٽي، پڪو ڪيو ويندو آهي. ان کي بہ ڪتڻ چوندا آهن. اهڙي طرح ريدار، اُن کي چرغي تي وٽي تيار ڪندا آهن. ان کي بہ ڪتڻ چيو ويندو آهي. اهڙي طرح ڪپهہ مان ڌاڳو تيار ڪرڻ کي بہ ڪتڻ چئبو آهي جامع سنڌي لغات مطابق ڪتڻ معنيٰ ڌاس، ڪپهہ، سڻي، وغيره کي چرغي وسيلي وڪڙ ڏيئي ڌاڳو تيار ڪرڻ، سٽ تيار ڪرڻ، ڌاڳو ٺاهڻ اٽڻ، وٽڻ، ٽائڻ، ڌار ڪرڻ" صفا ڪرڻ، پنجڻ، ٽاڻ ڪرڻ (ڪپهہ وغيره) تيار ڪرڻ، ٺاهڻ، بنائڻ.

اسان جي راءِ موجب ڪتپر، ذات ڪتڻ مان ئي نڪتي آهي. يعنيٰ اهي پيشي وارا ماڻهو جيڪي چرغي وسيلي ڪپهہ مان ڌاڳو تيار ڪري ڪورين کي ڏيندا هئا جيڪي آڏوائن تي ان مان ڪپڙو تيار ڪندا هئا. انهي ڪري ڪتپر ذات وارن کي ڪوري ذات ۾ شمار ڪيو ويو آهي. هي بنيادي طور پيشي واري ذات آهي.

ڪتپر ذات وارا اتر سنڌ ۾ رهن ٿا جن ۾ ڪيترن پنهنجي ذات تبديل ڪري ڇڏي آهي،ڪي، ميمڻ، ڪي، ابڙا وغيره سڏجن ٿا. خيرپور ميرس ۾ ٺنڊو مستي جي پرسان هڪ ولي الله پير ڪتپر مشهور بزرگ ۽ ولي الله آهي. انهي ڪانسواءِ محترم عبدالوحيد ڪتپر لاڙڪاڻي جو مشهور وڪيل ۽ سياستدان هو ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو ويجهو ساٿي هو. ان جي شهادت کان پوءِ دل شڪستہ ٿي سياست ۽ وڪالت کي خيرباد چئي ڇڏيو.

# چارڻ

چارڻ ذات به هڪ پيشي ۽ ڪرت واري ذات آهي. جديد سنڌي جو لفظ قديم سنڌي جي لفظ چِئرا مان نڪتو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي مطابق اصل لفظ چارٺهه آهي. تحقيق لغات جي مطابق ان جي معنيٰ آهي. ڀٽ. ڳائڻو ۽ راڳيندڙ پر اها راجپوتن جي هڪ ذات به آهي. شاهان گجر ۾ لکيل آهي ته ڪڇ جي علائقي ۾ گجرن جو هڪ پاڙو آهي. هو وڏيڪ لڪي ٿو ته نيساڪ ڪڇ ۾ هڪ ذات آهي،، جيڪي مالوند مائهو آهن. جنهن ڪري هو چراگاهن جي تلاش ۾ هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ ڦرندا رهندا آهن ۽ خانه بدوش واري زندگي گذاريندا آهن ۽ جڏهن هو اهو پيشو ۽ خانه بدوشي ترڪ. هڪ هنڌ رهندا آهن يا سڏري ويندا آهن ته چارڻ چورائيندا آهن.

سنڌ گزيٽيئر جي مطابق چارڻ جن کي ڀارت به چيو ويندو آهي. نيم مقدس ذات آهي. جن جي راجپوتن وٽ ڀٽ، يا ڀڳت وجهڻ جي ڪري عزت ڪئي ويجي ٿي. مرزا قليچ بيگ جي مطابق پڙن وانگر هي به ڳائڻ وارا هندو فقير آهن. هنن مان ڪي مال به ڌاريندا آهن ۽ هارپ به ڪن ٿا. شيخ صادق علي انهن کي سمه قبيلي جو هڪ پاڙو سمجهي ٿو.

حقيقت اها آهي ته هي اصل ۾ هندو مذهب جا ڀڳتي هئا جيڪي مذهبي ڏينهن ۽ مذهبي رسمن جي موقعي تي ڳائيندا هئا ۽ مذهب بابت ڳائڻ ۾ چاڻ به ڏيندا هئا. ساڳي وقت راجا مهاراجائن جي محفلن ۾ به ويندا هئا. هنن کان جنگ جي حالت ۾ سپاهين ۽ جنگي جوانن کي همت ڏيارڻ لاءِ جوڌن جا قصا ۽ ڪهاڻيون به بيان ڪرايا ويندا هئا. جنهن ڪري ڪين قصن ۽ ڪهاڻين روايتن جا ذخيرا ياد هوندا هئا ۽ بوقت ضرورت بيان ڪندا هئا. چارڻ هندو ۽ مسلمان ٻئي آهن جيڪي هندو مان مسلمان ٿيا آهن. هندو چارڻ ڪي ساڙيندا آهن ۽ ٻارن کي دفن ڪندا آهن.

پوشاڪ مارواڙين ۋاري پائيندا آهن. هو گوشت، مڇي ۽ ماس کائن ٿا ۽ شراب پيئن ٿا. چارڻ ڪڏهن مسلمان ٿيا . تنهن جي پڪي ثابتي ڪو نه ٿي ملي پر ڪن الله لوڪ بزرگن جي طفيلي دين اسلام ۾ داخل ٿيا. اڄ ڪلهه انهن مان ڪيترا مشهور عالم دين آهن ۽ ڪيترا نالي وارا سگهڙ به آهن.

چارڻ، ٿر ۽ ڪڇ کان علاوه اتر سنڌ ۽ خاص طور لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

ڏاتار ۽ مگڻي ڪون وسيلو وڇ<br>
سائي تال تندن جي سائي چارڻ چت<br>
جي هت جي هت ڳالهه مڙائي هيڪڙي<br>
(شاهه)

# چاڪي

چاڪي ذات بہ بنيادي طور ڪرت ۽ پيشي واري ذات آهي جيڪي گهاٽي ۾ سرنهن، ڄاميو ۽ تيل واريون جنسي وجهي تيل ڪيندا هئا. انهي ڪري چوٽي مشهور ٿي تہ يار بہ چاڪي ۽ سينڌ بہ اڻ پي

چاڪي لفظ نڪتل آهي چڪي مان، جنهن جي معنيٰ آهي پيهڻ يا پيڙڻ اتي پيهڻ واري ڪي بہ چڪي چئبو ۽ هٿ تي اتي پيهڻ واري ڪي جنڊ چوندا آهن ۽ اٺ، گڏهہ يا ڏاند تي اتي پيهڻ واري ڪي جاندهہ چئبو آهي ۽ ان ڪي هڪلڻ يا ڪم ڪرڻ واري ڪي جانداهي چئبو آهي اهڙي طرح تيلي جنسن ڪي جنهن ۾ وجهي تيل ڪديو وڃي تنهن ڪي گهاڻو چئبو آهي ۽ ان مان تيل ڪڍڻ واري يا ان جي ڪم ڪرڻ واري ڪي چاڪي چئبو آهي. ان واسطي هڪ پهاڪو آهي.

چاڪي ڏاند وڃايا ڦر ڦر گهاٽي آيا.

چاڪي ذات وارا ڪنهن هڪ نسب يا نسل سان تعلق نہ ٿا رکن. جيڪي اهو ڪم ڪندا آهن انهن ڪي گڏيل طور چاڪي ڪوٺيو ويندو آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي دور کان اڳ وارهہ ۾ اهو ڪم بروهي ذات وارا ڪندا هئا ۽ چاڪي سڏبا هئا. اهڙي طرح ٻين ذاتين وارا بہ روزگار واسطي اهو ڪم ڪندا هئا ڪين چاڪي سڏيو ويندو. اهڙي طرح مختلف ذاتين وارن ڪي چاڪي ذات سڏيو ويو ۽ جڏهن اهي چاڪي، پنهنجو پيشو ترڪ ڪري ڇڏيو تہ هڪڙا. مينگل، هڪڙا زهري، هڪڙا عباسي، هڪڙا ابڙا يعني مختلف ذاتيون سڏرايو هاٿي گهاٽي پيهڻ جو رواج ختم ٿي ويو آهي ۽ ان جي جاءِ تي مشن اچي ويئي آهي جنهن ڪي ايڪسپيلر چون ٿا. حقيقت اها آهي تہ اڄ بہ تيل ڪڍڻ واري ڪي چاڪي چيو وڃي تہ غلط نہ ٿيندو. پهاڪو آهي:

"چور نہ تہ چاڪي صحي"

# موچي

موچي ذات جو تعلق مهين جي دور سان آهي. جڏهن سنڌ وارن پنهنجو سنڌي ڌرم ۽ سنڌي تهذيب، عراق، شام، مصر ۽ يورپ جي ڪن حصن تائين پهچائي. انهي دور ۾ انسان جي پوشاڪ کي مڪمل ڪرڻ وارو موچي هو. جنهن کي اسان گهٽ ذات جو سمجهون ٿا ۽ پياڪو آهي. مان ڪو ڪوري موچي آهيان.

جامع سنڌي لغات جي مطابق موچي سنسڪرت جي لفظ موچيڪ ۽ پهلوي جي موچڪ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي چم جو ڪم ڪندڙ، سوچي، جتيون ٺاهيندڙ، گهوڙي سنج ٺاهيندڙ. سر ڊينزل. ابٽسن پنجاب جي ذاتين ۾ لکيو آهي. مسلمان، جنهن کي موچي چون ٿا اهو مسلمان ٿي آهي. اها ساڳي ذات وارا اولهه هندستان ۽ ڪجهه علائقن ۾ چمار سڏجي ٿي.

چمار جامع سنڌي لغات ۽ ڊينزل ابٽسن جي مطابق سنسڪرت جي لفظ چرم ڪار مان نڪتو آهي. چمڙي يا کلن تي ڪم ڪرڻ وارو سوچي مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي مطابق چمار اصل ۾ آهي چم جيڪو سنسڪرت جي اصل لفظ چرمن آهي جنهن جو مطلب آهي کل، چمڙو، جنهن جو مطلب آهي فيروزالغات جي مطابق چمڙو ٺاهڻ وارو، موچي، جتيون سبڻ (ٺاهڻ ) وارو. ان مان اهو واضح ٿيو ته چمار ۽ موچي هڪ آهي ۽ سندن ڌنڌو ڪرت ۽ پيشو به ساڳيو آهي. هندو ان کي چمار ۽ سوچي چون ٿا جڏهن ته مسلمان ان کي مسلمان هجڻ جي ڪري موچي سڏن ٿا، جيئن مذهب جو فرق واضح نظر اچي.

مسٽر ڊينزل ابٽسن لکي ٿو ته. چمار ۽ موچي کان پڇيو ويندو ته اوهان جي ذات ڇا آهي ته هو هڪ ئي جواب ڏيندا آهن ته "قلي" ذات جا آهن. مسٽر ڊينزل ابٽسن جي ڳالهه سئو سيڪڙو سچ آهي. سنڌ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڳيريلي جي پر سان ارٽر واهه تي هڪ قديم ڳوٺ قادر بخش قلي جي نالي سان سرڪاري ڪاغذن ۾ موجود آهن ۽ اتي رهندڙ موچي ذات وارا پاڻ کي چنه سڏرائيندا آهن. اڪثر موچي هاڻي چنه ئي سڏجن ٿا ۽ ڪٽي ته چانديه، ابڙا ۽ سمه به چورائن ٿا.

سنڌ جي هي قديم ذات، موچي، سوچي يا چمار، مهين جي دور کان وٺي آهي جنهن کي مختلف نالن سان سڏيو ويو آهي. سوچي به قمبر ۽ ٿر پارڪر ضلعن ۾ رهن ٿا ۽ اڄ تائين جتين ٺاهڻ جو ڪم ڪن ٿا ۽ هندو سڏجن ٿا. اي ڊي ميڪليگن تسليم ڪيو آهي ته هنن جو گهرو رنگ ۽ نسل يقينن قديمي آهي هو لکي ٿو ته چمارن جون ڪيتريون نکون آهن پر هيٺيون ذاتيون انهن جون خاص آهن.

## پاڙا

1. چاندور
2. رب داسي
3. جتيا
4. چمبار
5. گوليا
6. بنا
7. چمار
8. چمارو
9. چنبر
10. چوهاڻ
11. پٽي
12. ٻڌڻ
13. بينس
14. جتوئي
15. پاٽي
16. گهميري
17. هير
18. چار
19. ڪناڻ
20. ماهي
21. ڦوند وال
22. سنڌو

# لاکو

لاکو سمن قبيلن مان اوائلي قبيلو آهي. جيڪو سنڌ ۾ محمد بن قاسم جي ڪاهه کان اڳ موجود هو. منهنجي خيال مطابق عيسوي صدي جي شروعات ۾ لاکو ذات سنڌ ۾ موجود هئي. جنهنڪري سنڌي نسب نامن ۾ ڪن جا نالا، لاکيار ۽ لاکو نظر آيو آهي. نالا هميشه ڪن سببن، ڪن خاص شين يا حالات ۽ واقعن کان متاثر ٿي رکيا ويندا هئا. يا ڪن، ماڳن، مڪانن يا روزمره سامهون ايندڙ شين کي ڏسي ماڻهن انهن جا نالا پنهنجي اولاد تي رکيا. جيئن ڪرڙ، ڪانڊيرو، توهه، ڪنڊو، متيرو، ميوو، صوف، بصر، جبل، جهنگل، گل، مهراڻ، درياءَ خان، موتي سونو، سوجهرو، پريات، چنڊ، ملهار، پهلوان، هزار خان، سمنڊ خان ۽ دلير خان وغيره. اهڙي طرح لاکو به هڪ صفاتي نالو آهي جيڪو ڪنهن خاص سبب جي ان تي رکيو ويو.

لاکو نڪتو آهي قديم سنڌي جنهن کي عالم عام طور سنسڪرت چون ٿا جي لفظ "لڪشيه" مان جامع سنڌي لغت ۾ ان جي معنيٰ لکيل آهي، لک، معنيٰ لکن مان هڪ جنهن کي لاکيڻو به چوندا آهن، مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي تحقيق لغات سنڌي ۾ لکيو آهي. لاکيڻو سنسڪرت جي لفظ رڪشا مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي. لکن جهڙو، خوبصورت، جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لاکيڻو جي معنيٰ لکي آهي. لکن جو . لک لهندڙ، لک جو مٺ قيمتي، سدا ملوڪ، چڱو، وڻندڙ، سهائو، سدورو، سيوتر، سدا ٺورو، موچارو، عمدو، سٺرو، چوکو، سٺپ، پيارو، اڇو اتم، خاصو، سهڻو، خوبصورت، حسين، ناهوڪو، دلبر، محبوب دلربا. فياض، فيض جو، سخي، فراخ دل، جامع فيروز اللغات ۾ لاک جي معنيٰ لکيل آهي. گهڻن کان گهٽو سئو. انهيءَ ڪري لاکو جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي. اها ذات يا قبيلو جيڪو ٻين ذاتين يا قبيلن جي ڀيٽ ۾ سون، هزارن ۽ لکن صفتن جي مالڪ، بهادر ۽ وڻندڙ ذات ۽ قبيلو. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي مرحوم لکيو آهي ته لاک معنيٰ ڳاڙهو رنگ اهڙي طرح جامع فيروز اللغات ۾ لکيل آهي ته لاکو معنيٰ ڳاڙهو رنگ ۽ ڳاڙهو رنگ بهادري جي صفت ۾ استعمال ٿيندو آهي.

لاکو ذات ڪيتري قديم آهي. تنهن جو تعين حقيقي معنيٰ ۾ نه ٿو ڪري سگهجي جيمس ٽاڊ جنهن راجپوت قومن تي ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصي تائين راجستان ۾ ويهي تحقيق ڪئي هئي تنهن پنهنجي ڪتاب ۾ لاکو ڦلاڻي کي قوم جاڙيجا مان لکيو آهي. هو لکي ٿو. جاڙيجا سنڌ ۽ ڪڇ جي گهاٽين ۾ آباد آهن ۽ انهن جي وچ ۾ قوم سولنگي آهي. ان بابت لکي ٿو ته سولنگي راجا سيا جي کي ان مسافرن جيڪي راجا ٻي خاندان مان هئا. رئيس جاڙيجا لاکو ڦلاڻي جي شڪايت ڪئي جنهن تي هن ان تي فوج ڪشي ڪئي ۽ هو مارجي ويو.

جيمس ٽاڊ جي لکڻ موجب لاکو نالو ۽ جاڙيجا هڪ قبيلو آهي جڏهن ته لاکو ڦلاڻي واري ڪتاب جي پيش لفظ ۾ محترم قاضي مقصود صاحب لکيو آهي جام لاکي ڦلاڻي جي وقت ۾ جاڙيجن جو قبيلو موجود ئي نه هو. آءٌ سندس ان راءِ سان متفق نه آهيان. سندس ئي منتخب ڪيل مضمونن ۾ سليم پتو لطيفي جو مضمون ڦلاڻي ڦير ٻيو ۾ شاهه جو هڪ بيت آيل آهي جنهن ۾ شاهه صاحب چوي ٿو.

جاڳو جاڙيجا، سما سک مَ سمهو
پسيو آن پاران لاکو ٿو لوڙيون هٽي

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته لاکو ڦلاڻي جي وقت ۾ جاڙيجا قبيلو موجود هو. اهو عرصو بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 1200ع کان 1350ع وارو ٿي سگهي ٿو. هڪ نسب نامو ۾ جاڙيجي کي سري ڪرشن جو پوٽو ظاهر ڪيو ويو آهي.

جنهن مطابق سري ڪرشن جو پٽ بجر تنهن جا پٽ جاڙيجو، ڪهر ۽ جديان. (وڌيڪ لاءِ ڏسو سنڌي قوم جو شجرو)
ان جي حساب سان ته جاڙيجو اٺاويهه سال قبل مسيح ۾ هو ۽ جيمس ٽاڊ بلڪل صحيح لکيو آهي لاکو ڦلاڻي جاڙيجو، حقيقت ۾ ائين نظر اچي ٿي ته لاکا ذات هزارين سالن کان وٺي موجود آهي ۽ لاکو ۽ جاڙيجو همعصر قومون آهن. جن جو ذڪر تاريخن ۾ ڪن ٻين نالن سان ٿيو هوندو. يونان وارن پنهنجي تلفظ ۾ اهڙن ذاتين ۽ نالن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان ڪي اڄ تائين ڪنهن جي به سمجهه ۾ نه آيا آهن. اڪثر تاريخ نويسن ۽ سياحن سنڌي ذاتين ۽ قبيلن کي گڏيل طور سودراءِ ڪري لکيو آهي. يقينن انهن ۾ لاکو ذات به هوندي، جنهن جو واضح طور نالو اسان کي چچ نامو ۾ نظر اچي ٿو. جنهن ۾ لکيل آهي ته راءِ سيهرس بن ساهس راءِ سنڌ کي انتظامي طور ڇهن حصن ۾ ورهايو. هڪ برهمڻ آباد، ٻيو سيوهڻ ٽيون اسڪلنده يا پاٻيه ۽ چوٿون ملتان. برهمڻ آباد واري حصي ۾ برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ (رني ڪوٽ ۽ ڪوهستان) واري قلعي کان وٺي ديبل، لوهاڻو يعنيٰ لاکا ۽ سمن وارو علائقو ويندي سمنڊ تائين.

چچ نامو جي بيان مان اهو واضح ٿئي ٿو ته سمه ۽ لاکا به الڳ قبيلا هئا جيڪي لوهاڻو واري ايراضي ۾ رهندا هئا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چچ نامي جي فوٽ نوٽ ۾ لکيو آهي ته اسان سمن ۽ لاکن جي ٻن قومن جي اڄوڪين رهڻ جي جاين کي خيال ۾ رکي هي نتيجو ڪڍي سگهون ٿا سما ڏکڻ واري حصي ۾ رهندا هئا ۽ لاکا شهدادپور تعلقي واري ايراضي جتي اڄا تائين انهي نڪر کي "لاکاٽ" چئجي ٿو. هي پرڳڻو موجوده شهدادپور، سنجهورو ۽ هالا تعلقن واري ايراضي تي مشتمل هو.

چچ پٽ سيلائج برهمڻ جڏهن چالاڪي ۽ حرفت سان راءِ ساهسي کان پوءِ سنڌ جو راجا بڻيو ته هن سنڌي قومن کي هٿ ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ جو دورو ڪيو انهي سلسلي ۾ چچ نامو ۾ ٻيهر لاکن جو ذڪر هيئن اچي ٿو. "جڏهن سيوهڻ جي مهم پوري ٿي تڏهن برهمڻ آباد واري لوهاڻي جي بادشاهه اگهم يعنيٰ لاکن، سمن ۽ سهتن جي حاڪم ڏانهن فرمان موڪلي کائنس پنهنجي تابعداري جي گهر ڪئي:

چچ نامو جي هن بيان مان اهو معلوم ٿيو ته راءِ ساهسي جي وقت ۾ لوهاڻو واري علائقي ۾ لاکن ۽ سمن ڪانسواءِ ٽين ذات سهتا به هئي جيڪا اڳ اتي موجود ڪو نه هئي ۽ بعد ۾ انهي ايراضي ۾ آئي. مطلب ته لاکا انهي علائقي جا قديم ترين باشندا هئا. اهڙي طرح جڏهن سنڌ تي عرب مڪمل طرح سان قابض ٿي ويا ته محمد بن قاسم لاکا ۽ سمن واري ايراضي لوهاڻي جي جتن بابت معلومات ورتي.

چچ نامو جي بيان مان ظاهر آهي. 712ع کان به اڳ لاکا ذات وارا انهي ايراضي ۾ رهندا هئا. منهنجي تحقيق موجب سن 370ع ۾ راءِ گهراڻو اقتدار ۾ آيو. ان کان به اڳ ۾ لاکا ذات جو وجود هو ۽ ان جو ڏس پتو ملي ٿو. ڪتاب الهند ۾ ابو ريحان البيروني باب ٻارهين ۾ برهما جي ويهن پٽن جا نالا لکيا آهن، جن ۾ هڪ پٽ جو نالو لکيتو لکيو آهي. ممڪن آهي ته اهو نالو لاکو هجي.

اهو ته واضح ٿي ويو آهي ته لاکو ذات سنڌ جي قديم ترين ذاتين مان هڪ آهي پر اها ڪڏهن، يا ڪنهن جي پويان سڏي ويئي ان تي به نظر ڪرڻ ضروري آهي جيئن معلوم ٿي سگهي ته لاکا ڪنهن جي ڪري يا ڪيئن لاکا سڏيا وڃن ٿا. اسان جي ڪتاب جي آخر ۾ ڏنل سنڌي قوم جي شجري تي نظر وجهنداسين ته لاکا ذات جي حقيقت واضح ٿي ويندي.
اسان جي ڏنل شجري ۾ نون (9) لاکو نالي وارن جو ذڪر ٿيو آهي جن مان پنج لاکو نالي وارا اهڙا آهن جن جي اولاد کي لاکو ذات نه سڏيو ويو آهي، باقي چار نالا لاکو جا رهن ٿا. انهن مان هڪ لاکو پٽ چنو پٽ لاکو پٽ ڦل پٽ لاکو آهي. شجري جي مطابق ان لاکو جي اولاد لاکا ۽ نجار سڏائي ٿي پر اهو به لاکو ذات جو جد امجد نه آهي. پر اهو ضرور آهي ته هن جي پوين مان لاکو ذات وارا آهن ٻيو لاکو پٽ رائدن پٽ چامر ڪاڪو پٽ سمو، پٽ انڙ، پٽ لاکو آهي. هن لاکو جي اولاد به ذات لاکو سڏائي ٿي پر اصل ۾ ذات جي شروعات نه آهي. ٽيون لاکو، لاکو ڦلاڻي آهي جنهن جي پيءُ جو نالو ڳاهه پٽ ڦل پٽ ساند پٽ مهڙ پٽ لاکو آهي. لاکو ڦلاڻي به لاکو ذات جو جو امجد نه آهي ۽ هو جاڙيجه قبيلي مان آهي ۽ لاکو سندس نالو اٿس.

مٿس بيان ڪيل ٽن لاکن نالي وارن جي اولاد ته لاکو ذات جو سڏائي ٿي پر اهي لاکا هڪ لاکي جي اولاد يا نسب مان آهن. پر لاکو پٽ چنو، لاکو پٽ رائدن ۽ لاکو ڦلاڻي پٽ ڦل، پنجين ۽ ڇهين پيڙهي ۾ وڃي هڪ لاکو پٽ لاکيار پٽ چامر، ابڑو پٽ اديار پٽ راهو پٽ اڊو پٽ اڊيار پٽ چامر نوتيار پٽ نيٽ پٽ جيهو پٽ جاڙيجو پٽ سمو پٽ اوڏ پٽ اڏار پٽ وڏار پٽ سرائي پٽ وسرت پٽ پرت پٽ ياگرت پٽ برند پٽ چنو پٽ سمو پٽ

هسپت پٽ جادم جيڪو سيني سنڌي قبيلن جو ڏاڏو آهي. شجري مطابق 1000ع اڌري لاکو پٽ لاکيا رهو جنهن جي اولاد مان لاکو نالي وارن جي پونيئرن ذات جو لاکو سڏيا. پر حقيقت اها آهي تہ لاکو ذات جو بنياد لاکو ولد لاکيار کان اڳ جو آهي.

جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکيو آهي تہ مسو رائو پٽ راجا پٽي پٽ بلند پٽ سالبا هن پٽ راجا گج جنهن غزنيءَ جو بنياد رکيو اهو ۽ سندس پاءُ منگل راءُ غزني جي حاڪم جي حملي جي نتيجي ۾ لاکو جهنگ ڏي پڇي ويو. جيڪو چناب درياءَ راوي درياءَ جي وچ ۾ هو. مسو رائو جي پاءُ منگل رائو جو پوٽو راءِ ڪيهر هو جيڪو بنو اميہ جي خليفي وليد جو همعصر هو. خليفو وليد سن 86 هجري مطابق 705ع ۾ خلافت تي ويٺو ۽ سن 96 هجري مطابق 715ع ۾ نو سال اٺ مهينا حڪومت ڪري فوت ٿي ويو. انهي حساب سان لاکي جهنگ جو ذڪر 500 عيسوي ۾ ٿئي ٿو پر ان جو وجود ہہ ٽي سئو سالن کان وٺي هوندو. يعنيٰ لاکو جهنگ ہہ صدي عيسوي ۾ موجود هو. ممڪن آهي تہ عيسوي صدي جي شروعات کان اڳ لاکو ذات ممڪن آهي تہ سڪندر مقدوني جي وقت ۾ بہ موجود هجي.

اسان جي ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري موجب لاکو ذات جو جد امجد سمو پٽ اوڏ آهي جيڪو جادم کان پوءِ ٿيو سمو نالي وارو هو. شايد انهي ڪري ڪيترن سمن قبيلن جا فرد لاکو ذات وارن کي ڏاڏو ڪري سڏيندا آهن.سنڌ ۾ قبل مسيح جا اهڙا ماڳ ۽ مڪان آهن، جيڪي لاکو نالي سان منسوب آهن.

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪيرٿر جي ڪڇ جنهن کي ڪاڇو سڏيندا آهن قديم دور کان لاکو پير آهي، جنهن جا فقير، ساڪاڻي ۽ باريجا آهن اهو لاکو پير ذات جو بہ لاکو آهي، ڪنهن قديم دور ۾ اتي لاکا ذات وارا رهندا هئا جيڪي بعد ۾ هيٺ اچي ڪندو جي پرسان لاکا ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا اتي سندن وڏي زمينداري هئي. بعد ۾ اتان کي لاکا لڏي قمبر جي پرسان پنهنجا ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا ۽ ڪي وارہ تعلقي ۾ ٺي موندر لاکو نالي ڳوٺ ٻڌي اتي اچي لڏي ويٺا. اهي لاکا انهي لاکي پير مان آهن.

ڪاڇي ۾ ڪينجي ٺين تي لاکي جا ڪندا مشهور ماڳ آهي، جتي باسيون باسيندا آهن، ان ڪانسواءِ لاکي جو چشمو آهي جنهن کي لاکي جي لهر سڏيندا آهن، اتي اڪثر، خارش، ڦٽن ۽ ڦرڙن وارا ايندا آهن ۽ لاکو پير جي زيادت ڪري انهي چشمي ۾ وهنجندا آهن ۽ چونڊا آهن.

لاکا لهراٽي (لاکي جا پاڻي) لهر بحر جا سائين
نار لاکا نار، بيمارن جا ٻيڙا ٻني لائين.

جبل جي اندر لاکو پير جي ڪري رونق متل آهي. ۽ هزارين زائرين زيارت ڪرڻ لاءِ پنڌ جاڳي پهچندا آهن. لاکو سنڌ جي قديم ذاتين مان هڪ آهي. جيڪي سنڌ ۾ لاڙڪاڻو، قمبر ڄامشورو، دادو، نوشهروفيروز، گهوٽڪي، نوابشاهہ، سکر، ميرپورخاص، خيرپور، حيدرآباد، مٽياري ۽ سڄي سنڌ ۾ هر هنڌ رهن ٿا.

محترم ماستر غلام نبي لاکو جيڪو لاکا ذات تي تحقيق ڪري رهيو آهي، تنهن جو چوڻ آهي تہ لاکو ڦلاڻي نسل وارا هاٿي ذات جو لاکو سڏرائن ٿا. جيڪي ڳوٺ لاکو دڙو تعلقو ڪنڊيارو ضلعي نوشهروفيروز ۾ رهن ٿا انهن جو ڇڳو مڙس يا پڳدار انهي نسب مان ”پلي رکيو لاکو“ آهي.لاکوذات لاءِ هڪ شعر آهي.

سام جي اولاد مان لاکو هيو
سنڌ ۾ شروعات کان لاکو هيو
پل پڙهو ذاتيون ۽ قومون سڀ قديم
تن ۾ سڀ کان پهريان لاکو هيو.

## خضرپوٽا

خضرپوٽا لاکو ذات جو مشهور پاڙو آهي. جيڪي خضر لاکو جي پويان خضرپوٽا سڏجن ٿا جيڪي مغل ڪلهوڙا دؤر جي خطي پرڳٽي ۾ رهندا هئا. جتان بعد ۾ هو قاضي احمد، دولتپور، ميان نور محمد جا قبا ۽ ڳوٺ مٺا خان ۽ شاهپور جهانيان ۾لڏي وڃي آباد ٿيا. هن پاڙي مان محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکو جن آهي. جيڪي سنڌ جي تاريخ جا محقق ۽ عالم آهن. هن وقت سنڌ يونيورسٽي جي شعبہ تاريخ جو ڊين آهي. هو 6 جولاءِ 1954ع تي ڳوٺ مٺا خان جوکيو ۾ پيدا ٿيو ۽ لاکا برادري جو پهريون ٻار هو جيڪو جديد انگريزي تعليم لاءِ هاءِ اسڪول پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ کيس اهو اعزاز حاصل آهي تہ هو سڄي لاکا برادري جو پهريون فرد آهي جنهن PH.D (ڊاڪٽر) جو اعزاز حاصل ڪيو آهي.

سندس ڏاڏو علي محمد پهريان ڳوٺ هوت جو واهڻ ۾ رهندو هو جتان پوءِ لڏي اچي ڳوٺ مٺا خان جوکيو ۾ رهيو.

جتي زمين جو ٽڪرو ورتائين. جنهن ڪان پوءِ سٽت سڪر بئراج ڪليو تہ علي محمد جا وارا نيارا ٿي ويا ۽ هو پنهنجي تر جي مشهور زميندارن ۾ شامل ٿي ويو. هو ان وقت جي دستور موجب پنهنجي چڙهي لاءِ پلو گهوڙو رکندو هو. اوڙي پاڙي جي راڄن ۽ برادري ۾ ڪو بہ معاملو ٿيندو هو تہ هو ان جي نبيرڻ ۾ ڪوشش وٺندو ۽ ڪامياب ٿي ويندو هو. جنهن ڪري هن وٽ عام فيصلن ڪان سواءِ متي مائٽي ۽ برادري جي نازڪ مسئلن جي حل لاءِ ماڻهون ايندا هئا هن پنهنجي زندگي ۾ ٻہ شاديون ڪيون جن مان اولاد ٿيو. هو سٽ واري ڏهاڪي ۾ فوت ٿي ويو ڪيس شاهہ اسماعيل جي مقام ڳوٺ منا خان جوکيو ۾ دفن ٿيو.

هن خاندان مان حافظ ابراهيم مشهور ٿي گذريو آهي جنهن کي "ميان سائين" جو لقب مليل هو. هو وڏو ديني عالم، بزرگ ۽ صوفي ٿي گذريو آهي هو نابينا هو، سندس قبر ڳوٺ دودو ٻگهيو لڳ شاهپور جهانيا ۾ آهي. هوخضرپوٽن مان پهريون ديني عالم هو.

سندس پٽ ميان حبيب الله پڻ پنهنجي وقت ۾وڏو مذهبي ماڻهون ۽ صوفي انسان هو، هواڪثر سير و سفر تي رهندو هو جنهن ڪري ڪيس سيلاني بہ سڏيندا هئا، هو ڳوٺ بهارڪور ۾ فوت ٿيو.

هن خاندان مان ٻيو ديني عالم مولوي ميان حسين هو جيڪو محترم غلام محمد لاکو صاحب جي ناني جو والد هو جيڪو 1937ع ۾ ڳوٺ ڏودو ٻگهيو ۾ وفات ڪري ويو.

مولوي ميان محمد عمر خضر پوٽن مان ٽيون مشهور عالم ٿي گذريو آهي جنهن ڪجهہ مذهبي ڪتاب لکيا هئا. هو 1969ع ۾ ڳوٺ بهارڪور لڳ دولت ۾ وفات ڪري ويو، هن ئي خاندان مان حڪيم ميان غلام رسول لاکو مشهور عالم، معلم، طبيب آهي. جنهن ڪجهہ ڪتاب لکيا آهن ۽ هينئر شاهپور جهانيان ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

(1) بانگاڻي
(2) دالاڻي
(3) ڏيناڻي
(4) موساڻي
(5) روماڻي
(6) سوپ داڻي
(7) موندراڻي
(8) گلاباڻي
(9) ٻاجهاڻي
(10) لاڪاڻي
(11) گاهياڻي
(12) فتاڻي
(13) ڏتاڻي
(14) رحمتاڻي
(15) صابلاڻي
(16) ڦل
(17) ڦل لاکا
(18) ڦل ناهيان
(19) لنجار
(20) لاڪاٽا
21. لاڪڙيجا
22. لاکو جا
23. لاکور
24. لاکيا
25. حساڻي
26. لاکياري
27. آچراڻي
28. ڦلاڻي
29. سهتاڻي
30. رحمتاڻي
31. ٿڏاڻي
32. لڏاڻي
33. خضر پوٽا
34. نواباڻي
35. جاماڻي
36. ڦل پوٽا
37. ساهڙ
38. نوهڙي
39. گجراڻي
40. وادو
41. اوٺو
42. درس
43. ڏل

## ڳوٺ موندر لاکو تعلقو وارهه جي لاکن جو شجرو

- جام نتو خان (نٿو خان)
  - جام گاهي خان
    - جام گهنور خان
      - جام والي ڏنو خان
        - جام محمد اسلم
          - جام عبدالباقي
          - ميان محمد حسين
          - ميان عبدالرحيم
            - ميان ولي محمد
              - ميان محمد اسلم
              - ميان غلام مرتضيٰ
              - ميان عبدالغفور
            - صاحب خان
          - ميان غلام قادر
            - غلام علي
            - محمد حسن
          - والي ڏنو خان
        - ميان لعل محمد
      - ميان شير محمد خان
        - جام الاهي بخش
          - جام حاجي امان الله خان
            - ميان عبدالخالق
              - مسڪين الله بخش
              - دوست محمد خان
              - محمد نواز خان
          - ميان حاجي محمد خان
          - ميان حاجي احمد علي
            - ميان عبدالحسين
            - ميان قادر داد خان
              - ميان محمد خان
            - محمد امين
              - ميان احمد بخش
              - ميان علي نواز
          - ميان محمد رفيق خان
            - محمد مصطفيٰ
          - ميان رب پرتو خان
            - رب رکيو
            - علي انور
        - ميان موٽڻ خان
        - ميان فقير داد خان
    - ميان محمد خان
      - ميان رانجهو خان
      - ميان تگيو خان
  - ميان موندر خان
  - ميان لکو خان
  - ميان الورو خان
  - ميان شهمير خان
  - ميان حسن خان
  - ميان هزاري خان
  - ميان منو خان




موندر خان جي اولاد
موندر خان
ميان محمد وارث
ميان محمد پناه
ميان داد خان
ميان موندر خان
ميان قادر بخش
غلام رسول
عبدالمجيد
عبدالعزيز
داد خان
محمد ابراهيم
محمد يوسف
محمد عثمان
محمد سليمان
خوش محمد
ابراهيم خان
موندر خان
غلام علي
الهداد
محمد خان
مير محمد


اولاد ميان لکو خان
ميان لکو خان
ميان لڏو خان
ميان الهندو خان
ميان بچو خان
ميان محمد عليم خان
ميان صوبوار خان
ميان علي شير خان
ميان لکو خان
ميان محمد خان
ميان عبدالواحد خان
جام خان
جان محمد
ميان بخشل
ميان حاجي عبدالرحمان
الهڏنو
رضا محمد
ميان صوبدار خان
ميان بخشل خان
ميان علي شيرخان
عبدالحڪيم
دين محمد
شفيع محمد
محمد مراد
غلام علي
ميان عبدالرحمان
پير محمد
بخشل
حاجي عبدالرحمان
محمد حسن
محمد صالح
پير محمد
عبدالرحمان


اولاد الودو خان
الودو خان
ميان نور خان
ميان صابو خان
ميان محمد اسماعيل
ميان علي نواز خان
ميان محمد خان
حاجي عبدالله
ميان عبدالسميع
ميان عبدالرحيم
اولاد ميان شهمير خان
ميان غلام علي خان
ميان مير محمد
فيض محمد
ميان ساب پيو
ميان پيربخش
ميان نبي بخش
جمع خان
شاهه محمد خان
لونگ خان

اولاد ميان مٺو خان




اولاد ميان حسن خان



اولاد هزار خان





رئيس الاهي بخش جي اولاد
الاهي بخش خان (لاڪو)
حاجي امان الله
جام حاجي
جام حاجي
جام محمد رفيق
جام فقير دلو
جام فقير دلو
عبدالخالق
محمد خان
احمد علي
جام رب پرتيو
عبداللطيف
محمد مصطفيٰ
الاهي بخش
دوست محمد
محمد نواز
رب رکيو
علي انور
سڪندر
صفدر علي
عبدالخالق
عبدالواحد
عبدالستار
عبدالهادي
امان الله
وزير علي
مظهر علي
غلام سرور
سڪندر علي
قادر داد
محمد خان
علي نواز
احمد بخش
ذوالفقار
علي مدد
علي حيدر
علي احمد
علي گوهر
علي عاشق
اسلم پرويز
علي انور
امير علي
مير علي
قادر داد
يوسف خان
نذير حسين
سڪندر علي
محمد رفيق
نادر علي
رب رکيو
رياض علي
نياز حسين
علي گوهر
سبحان علي
احسان علي
سجاد علي

# شجرو خضر پوٽا لاکا



# حافظ ابراهيم جو خاندان



# غلام محمد لاڪو جو خاندان



## ليکڪ ۽ شاعر غلام نبي (ماسترلاڪو) جو شجرو



# گاڏهي

گاڏهي جت قبيلي سان تعلق رکندڙ قبيلي مان هڪ آهي پر ٻين جت قبيلن وانگر هي بہ پاڻ کي بلوچ نسل مان چورائن ٿا جنهن جو سبب اهو آهي تہ احساس ڪمتري کي احساس برتري ۾ تبديل ڪرڻ سندن قول مطابق پيچ ٻڌي مهري ڪرڻ جي برابر آهي.

شاهان گجر جي مصنف مولوي عبدالمالڪ گجرن جي اهم ذات ۾ شمار ڪندي ڪين گاڏري ۽ گادي ڪري لکيو آهي. هن جي چوڻ موجب گجر، راجپوت ۽ جت هڪ نسل سان تعلق رکن ٿا. شاهان گجر واري جو گاڏري ۽ گادي، گاڏهي آهي جو گاڏهي جو پراڻو پيشو اٺن تي بار برداري ڪرڻ هو. مهين واري دؤر ۾ بہ هن جو ذات جو ڏس ملي ٿو، جيڪي مهين واري شهر کان وٺي ايران جي رستي، عراق، شام ۽ مصر تائين ويندا هئا. اڄ کان چند سال اڳ بہ هي اٺن تي بار برداري جو ڪم ڪندا هئا پر ٽريڪٽر ٽرالن ۽ ٻين سوارن جي ڪري انهن مان اڪثر هي پيشو ڇڏي ڏنو آهي ۽ ٻين ڪرتن ۽ ڪارن ۾ لڳي ويا آهن.

افسوس آهي تہ هن قديم ذات وارا بہ احساس ڪمتري ۾ اچي پنهنجو حسب نسب اهڙي قبيلي سان گڏي ڇڏيو آهي جن ڪي اڄ تائين پنهنجي اصليت جي تلاش آهي. هن ذات وارا لاڙڪاڻي، جيڪب آباد دادو ضلعن ۽ ڪاڇي ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. سندن مادري زبان سنڌي ۽ سرائڪي آهي. جنهن ڪي عام جتڪي چوندا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1- بالچاڻي | 2- ممزاڻي، | 3- حسناڻي، |
| 4- حملاڻي، | 5- نوشالاڻي، | 6- ڪلراڻي، |
| 7- لڏاڻي | | |

نوٽ:- تاريخ ديره غازي خان جي مطابق بہ گاڏهي جت آهن.

# لاشاري

لاشاري سنڌي جت قبيلي جو هڪ وڏو پاڙو آهي جنهن کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ برقعو پارائي بلوچ ڪري ڇڏيو آهي ۽ سنڌن نسل سيستان جي هڪ سردار سان ڳنڍي ڇڏيو آهي ۽ ٻي طرف چاڪر خان سان ملايو آهي.

حقيقت ۾ لاشاري ٻه جمالي وانگر جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهي جت، لاشاري ۽ ڳاڏهن جو هڪ چڱو مڙس، پڳدار ۽ وڏيرو آهي، جنهن کي هاٿي سردار چيو وڃي ٿو، جنهن جو تعلق روجهان جمالي وارن سان آهي، جنهن کي عام طرح جتن جو سردار چيو ويندو آهي.

عام ليکڪن ۽ هترادو عالمن سنڌي قبيلي لاشاري ۽ بلوچ چورائيندڙ لشاري ۾ ڪو به فرق نه ڪيو آهي پنهي کي هڪ قبيلو سمجهيو آهي جيڪا هڪ وڏي ڀل ۽ غلطي آهي. انهي غلطي حسب نسب کي به تبديل ڪري ڇڏيو آهي. لاشاري سنڌ ۽ بلوچستان کانسواءِ پنجاب جي ڪيترن علائقن ۾ رهن ٿا جن جي مادري زبان سرائڪي آهي. هيءَ ڪجھ وقت اڳ اٺن تي بار برداري وارو ڪاروبار ڪندا هئا ۽ مال هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ پهچائيندا هئا.

اهو صاف ظاهر آهي ته لاشاري نج جت قبيلي سان تعلق رکي ٿو. جيڪو سنڌ جو قديم ترين بهادر ۽ غيرت مند قبيلو هو. حقيقت ۾ ڪيتريون سمه، ابڙو ۽ ٻين ذاتين سان تعلق رکندڙ ذاتيون اصل ۾ جت قبيلي جون شاخون ۽ پاڙا آهن. بلوچن جي ديومالائي ڪهاڻين ۾ ميرچاڪر ۽ گهرام لاشاري جي وچ ۾ رند لاشاري 30 سالا جنگ جو قصو گهڙيو ويو آهي. جنهن جي اڄ تائين ڪا به تاريخي طور تصديق نه ٿي سگهي آهي ۽ بقول شاڪر بروهي اهي من گهڙت قصا ۽ ڪهاڻيون آهن ۽ بلوچن جي هڪ عالم محترم نذير احمد دشتي صاحب اهو مڃيو آهي ته اهو سڀ افسانو آهي ان جو حقيقت سان ڪو به تعلق ڪونهي. تحقيق ڪندڙ محققن ۽ خود بلوچ عالمن جي هڪ طبقي اهو اعتراف ڪيو آهي ته بلوچن بابت بيان ڪيل ڏومڪن وارا قصا، هٿ ٺوڪيا آهن انهن جو سچائي سان ڪو به تعلق ڪونهي ۽ اهڙا قصا بلوچن جي روايت آهي جيئن هو ڪو مقام حاصل ڪري سگهن.

حقيقت به اها آهي. هن قصي کي ڄام نظام الدين جي عهد حڪومت ۾ چاڙهيو ويو آهي جيڪو سراسر ڪوڙو، من گهڙت ۽ بي بنياد آهي. ان جي تفصيل ڄاڻڻ لاءِ ڏسو منهنجو ڪتاب "تاريخ سنڌ" حصو ٻيو جيڪڏهن ان ڪوڙي داستان کي سچ به سمجهيو وڃي ته ان مان به اهو ثابت ٿئي ٿو ته لاشاري سنڌين جو قبيلو آهي. باقي انهن عالمن کي ڇا ٿو چئجي سگهجي جن جي اکين تي بلوچي جو ڪوپو لڳل آهي. هي قبيلو جيڪب آباد، لاڙڪاڻو ۽ دادو ۾ گهڻائي ۾ رهي ٿو ۽ باقي سڄي سنڌ ۾ موجود آهي، سنڌن مادري زبان سرائڪي آهي، اڪثر سرائڪي ڳالهائيندڙ جت قبيلن کي بلوچن جي گهڻائي ثابت ڪرڻ لاءِ زوري بلوچ ۾ شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

منهنجي تقريباً هر هنڌ جي لاشاري سان ملاقات ۽ ڪچهري ٿي آهي جن پاڻ کي جت چيو آهي. هاٿي به گهڻو لاشارن وٽ اٿ موجود آهن باقي محمد صفر لاشاري (مرحوم) سيهڙن وارو هو جنهن سنڌ جي چورائيندڙ هڪ عالم دولهه دريا خان جي حوالي سان لاشاري چئي ڪيس مٿي ۾ بلوچ هجڻ جو پوت سوار ڪري ڇڏيو. هاڻي ته اهو ثابت ٿي چڪو آهي، دولهه دريا خان ڳيريلو جو ابڙو هو نه ڪي ڪنهن بلوچ خاندان يا ذات سان ان جو تعلق هو. وڌيڪ ڄاڻڻ لاءِ دولهه دريا خان جو حسب نسب ۽ تاريخ سنڌ حصو ٻيو پڙهو.

## لاشاري پاڙا

(1) عزيزائي (2) قاسمائي (3) رستمائي

(4) منڌاڻي
(5) ٻڍاڻي
(6) آدماڻي
(7) آخونداڻي
(8) اسماعيلاڻي
(9) عاقلاڻي
(10) احمداڻي
(11) اوناڻي
(12) باجڪاڻي
(13) بجاراڻي
(14) برهماڻي
(15) برماڻي
(16) بگراڻي
(17) آجباڻي
(18) بندياڻي
(19) بنگلاڻي
(20) پمياڻي
(21) پوتاڻي
(22) توجاڻي
(23) توهمجاڻي
(24) توڪاڻي
(25) پٽاڻي
(26) پارواڻي
(27) پيرناڻي
(28) جاڳواڻي
(29) جناڻي
(30) جلالاڻي
(31) جياڻي
(32) جهتاڻي
(33) چارلاڻي
(34) چتاڻي
(35) چوراڻي
(36) حدياڻي
(37) محمداڻي
(38) حساڻي
(39) ميرواڻي
(40) ديناراڻي
(41) رشيداڻي
(42) رولاڻي
(43) سالاراڻي
(44) سلاماڻي
(45) سلداڻي
(46) لومراڻي
(47) سوماراڻي
(48) سمالاڻي
(49) سويراڻي
(50) ساهواڻي
(51) شهداداڻي
(52) فاضلاڻي
(53) قلندراڻي
(54) قمبراڻي
(55) ڪال واڻي
(56) ڪلواڻي
(57) ڪمالاڻي
(58) ڪونڌراڻي
(59) گاجاڻي
(60) گهراماڻي
(61) گورياڻي
(62) لالاڻي
(63) تنڪواڻي
(64) مبارڪباڻي
(65) مڇراڻي
(66) محمداڻي
(67) محموداڻي
(68) موندر راڻي
(69) مير راڻي
(70) مزاراڻي
(71) سنگراڻي
(72) موساڻي
(73) مسواڻي
(74) منگهياڻي
(75) ملڪاڻي
(76) موجاڻي
(77) موچاڻي
(78) گنگلاڻي
(79) سارنگاڻي
(80) شهلاڻي
(81) چتاڻي
(82) مڇر،
(83) تاجواڻي،
(84) ريدار.
(85) مسواڻي
(86) قاسماڻي
(87) مهراڻي
(88) مندراڻي

# ماجر

ماجر مهاڻو قبيلي جو هڪ وڏو پاڙو آهي. ماجر دراوڙ ڪل مان آهن جيڪو اصل ۾ "ماگر" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "چار رڪندڙ مهاڻو" ڪاڪي ڀيرومل سنڌي ٻولي جي تاريخ ۾ لکيو آهي ته قديم زماني ۾ سنڌ ۾ دراوڙ رهندا هئا. (ڪاڪي ڀيرومل قديم سيني سنڌي قبيلن کي دراوڙ سمجهيو هو، جيڪو هاڻي غلط ثابت ٿي چڪو آهي، مهاڻو، سمہ، جت ۽ ٻيون ڪيترين قديم ذاتيون دراوڙن کان اڳ موجود هيون) جن مان اوڏ ۽ ماگر (ماجر) ذات جا مهاڻا رهن ٿا. وڌيڪ وضاحت ڪندي حافظ حبيب سنڌي، ماجر ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي ۾ لکيو آهي تہ سجاول وارو پاسو سنڌو ندي جي پاڻي هيٺ ٻڏو پيو هوندو هو، انهي سڄي ايراضي ۾ ماگر ذات جا مهاڻا رهندا هئا.

ڪاڪي ڀيرومل چاٿايو آهي تہ هن ذات وارا ڪڇ، پڇ، گجرات ۽ ملبار تائين ويندا هئا يعنيٰ اتي بہ ماجر ذات وارا مهاڻا رهندا آهن. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ نوري ڄام تماچي واري گندري بہ اصل ۾ ماگر مهاڻن مان هئي يعنيٰ گندري پاڙو ۽ ماگر ذات جي هئي هو ان سلسلي ۾ شاه صاحب جو هيٺيون بيت ڏئي ٿو:

"تون سمو آءٌ گندري مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي رائين دوءِ متان ماگر مٽين."

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ سجاول پاسي ماگر بدران عام طرح چون ماجر يعنيٰ "گ" مٽي "ج" ڪيو اٿن. سڄو سجاول وارو پاسو سنڌن نالي پٺيان "ماجر" سڏجي ٿو. سجاول ۾ بہ ماجر نالي ڳوٺ آهي ۽ جنهن ڳوٺ ۾ رهن ٿا اهو بہ سنڌن نالي پويان "ماجر" سڏجي ٿو.

حافظ حبيب سنڌي صاحب لکيو آهي تہ صحيح سنڌي لفظ ماجر آهي جيڪو مجر مان نڪتل آهي، "ماجر" واري لفظ جو ذڪر ڀٽائي صاحب پنهنجي ڪلام اندر ڪيو آهي.

"موڙيءَ مَجَرَ تاريون چانگا تا چرو"

ٻئي هنڌ فرمايو اٿن

"هيٺ جر مٿي مَجَرَ پاسي ڪان وڻ راهہ"

هو لکي ٿو تہ هتي مجر جي معنيٰ ساوڪ آهي. انهي لحاظ کان ماجر جي معنيٰ سرسبز ۽ شاداب. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مجر جي معنيٰ وڻ جو ٻور لکيو آهي.

سمجهجي ٿو تہ ماجر ذات وارا جنهن ڍنڍن تي رهندا هئا يا واپار سانگي سنڌي سمنڊ پار ڪري ويندا هئا. اهي مڇي مارڻ ۽ تجارت ڪري آسودا، خوشحال ۽ شاهوڪار هوندا جنهن ڪري شاه صاحب ان جي سرزمين سرسبز ۽ شاداب ڪري سڏيو آهي.

حافظ حبيب سنڌي لکي ٿو ماجر ذات جا مهاڻا سجاول، جاتي ۽ شاه بندر تعلقن ۾ گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. ان ڪانسواءِ سجاول تعلقي ۾ رانتن ۽ سوڏين جي وچ ۾ "مجريا" واهہ جو ڦٽل وهڪرو بہ موجود آهي. هو ماجر جي حدن بابت لکي ٿو تہ ماجر وارو علائقو ديگهہ ۾ تعلقي ميرپور بٺوري جي الهندين ديهن کان شروع ٿي تعلقي جاتي جي اولهہ طرف ختم ٿئي ٿو، جڏهن تہ ويڪر ۾ جاتي تعلقي جي اترئين واري ديهن کي اورانگهي اتر ۾ درياءِ سنڌ جي ڪاپي ڪپ تي ختم ٿئي ٿو. ماجر مهاڻن جو ٻين علائقن وانگر پنهنجو هڪ علائقو آهي.

آئين اڪبري ۾ ابوالفضل جلد اول جي ٻي حصي ۾ سرڪار ٺٽي جي سورهن پرڳڻن جو ذڪر ڪيو آهي. جنهن مان پندرهون پرڳڻون ماجر لکيو آهي، جنهن جي آمدني 13,21,752 ان وقت جو سڪو هئي.

مهاڻو قبيلي جي هن ذات وارن جو تعلق مهين واري دور سان آهي رگ ويد جي منڊل اٺين ۾ لکيل آهي تہ ماڻهون چار ۾ مڇي ڦاسائيندا هئا جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ ماجر ذات قديم سنڌ کان وٺي موجود آهي.

# ميراثي

ميراثي مهاڻو قبيلي جي هڪ ذات آهي، سنڌ جون گهڻيون ذاتيون ڪمن ڪارن، ماڳ ۽ مڪانن جي پويان سڏيو ويو. انهن مان هڪ ميراثي به آهي.

ميراثي ذات جو تعلق ميائي سان آهن. جتي مير بحر مڇي وغيره ماري گڏ ڪندا هئا ۽ پوءِ اتان مختلف هنڌن ڏانهن وڪرو تي يا وڪري لاءِ نئين ويندي هئي. انهن ميائن تي رهندڙن ۽ سارسنياال ڪبدڙن کي ميراثي چيو ويندو آهي. يعنيٰ ميائي وارا مهاڻا، پر هاڻي ته اڪثر مهاڻن کي ميراثي ڪوٺيو وڃي ٿو جيڪي سڄي سنڌ ۾ موجود آهن. لاڙڪاڻي طرف رهندڙ ميراثي بهادر ۽ دلير آهن باقي ٻي هنڌ رهندڙ به گهٽ ڪونه آهن.

هي مڇي جي رکوالي ڪندڙ پنهنجي اباڻي ۽ ڏاڏاڻي ڪرت ڪرڻ کان سواءِ ٻين ڌنڌن، ڪاروبار ۽ ملازمت ۾ لڳي ويا آهن. هن ذات وارن مان ڊاڪٽر سائين رکيو ميراثي، ڊي. آءِ. جي عهدي سان تائين وڃي پهتو هاڻي ريٽائر ٿي ويو آهي پر پنهنجي قبيلي ۽ سنڌين جي خدمت لاءِ سيني جي ڪمر اچي رهيو آهي، نهايت سماجي ماڻهون آهي، سندس قبيلي وارن، ملاح ، ميربحر، مهاڻن پنهنجو سرواڻ ڪري قومي پڳ ٻڌرائي آهي. ذاتي طور هو هڪ اديب، عالم ۽ مفڪر آهي ۽ ڪيس علم ۽ ڄاڻ تي دسترس حاصل آهي،

هن کان سواءِ محترم آفتاب شعبان ميراثي شڪارپور وارو، نهايت شريف ۽ ايماندار ماڻهو آهي ۽ هو ڪيترا دفعا صوبائي ۽ قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو آهي ۽ وزير به رهي چڪو آهي.

سنڌ ۾ جتي به ميائي لفظ وارا شهر، ڳوٺ، ماڳ ۽ هنڌ نظر اچن اهي اصل ۾ ميراثي ذات سان تعلق رکندڙ آهن.

# ملاح

ملاح به مهاڻو قبيلي جي هڪ ذات آهي. جنهن جو تعلق مهين واري دؤر سان آهي. ملاح بنيادي طور سنڌ جا جهاز ران هئا جيڪي ڪاٺ جي مدد سان جهاز راني ڪندا هئا هنن جا ٻيڙا هڪ طرف سيلون، انڊونيشيا، ملائيشيا ۽ چين تائين وڃي پهچندا هئا ته ٻي طرف ايراني ناز رستي عراق ۽ مصر تائين ويندا هئا.

ملاح جهاز راني ڪرڻ ڪانسواءِ وڻج ۽ واپار به ڪندا هئا تاريخ دانن انهي ڪري هنن کي پڻي يعني پاڻي وارا، پاڻي ذريعي، سمنڊ رستي ڊيساور سان واپار ڪندڙ.

محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد ۾ لکيو آهي ته سنڌو ماٿر جي قديم قبيلي مان هڪ يعني پانيا يعني پڻي جي باري ۾ ڊاڪٽر هيمريمات لکي ٿو "پانيا يعني پڻيا يعني پڻي (PANI) قوم. پڻين کي فني FANI يا فنيقي پڻ سڏيو ويو آهي. پڻي دراصل سنڌو ماٿر جا قديم رهاڪو هئا جن کي فني (FANI) سڏيو ويو. فلپ ڪي. هٽي لکيو آهي ته فونيقي يا فوسينشين قوم لبنان ۽ شام ۾ ٻاهران آيل آهي. ڪاڪي ڀيرومل لکيو آهي ته سنڌو ماٿر جا ڪي پڻي هڪ (واپاري) اولهندي ايشيا ۾ بينڪون وڃي ويهي رهيا هئا ۽ پوءِ سميٽڪ قومن سان سنگ ڳنڍڻ ڪري فينشين (PHOENICIONS) سڏجڻ ۾ آيا. رگ ويد ۾ پڻي قبيلي جو ذڪر آيو آهي.

محترم الانا هڪ ٻيو حوالو مسٽر ڊيمس DAMES جو ڏيندي لکيو آهي "فني (FANI) ممڪن آهي اصل ۾ پڻي هجن، پڻي لفظ ڦهرين بدلجي بنيا (BANYA) ٿيو، ۽ پوءِ اهو لفظ بدلجي واڻيا (VANYA) ٿيو آهي." اڄ تائين اسان سنڌي ۾ دڪاندار ۽ واپاري کي واڻيو چوندا آهيون جنهن کي اردو ۾ بنيو چوندا آهن. اڪثر واڻيو کي هندو سمجهيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ واپار، تجارت ۽ دڪانداري ڪندڙ هندو هوندا هئا، جنهن ڪري اسان واڻيو ۽ هندو کي هڪ ڪري سمجهيو ۽ سڏيو.

الانا صاحب اڳيان به ان جي تصديق پنجاب جي مشهور عالم شريف ڪنجاهي جي حوالي سان ڪئي آهي. هو لکي ٿو رگ ويد ۾ سنڌو ماٿر جي هڪ قديم قوم پڻي جو ذڪر ملي ٿو، هي هڪ بيڙياتن، واپارن ۽ وڻجارن جي قوم هئي جيڪا پنهنجن شهرين ۾ واپار وکر ۽ وڙ پري / ڪٽي ذڪڻ اوپر SOUTH-EAST وارن ملڪن ڏانهن ويندي هئي ۽ اتي وڻج واپار جو ڪاروبار به ڪندي هئي. ممڪن آهي ته رگ ويد وارا پڻي ۽ فن ليند وارا فن ساڳي جاتي وارا ماڻهون هجن. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ منهنجي خيال ۾ پڻي بنيا هڪ ئي نسل يا جاتي وارا ماڻهون آهن. بنيا يعني هٽائي جن ماڻهن کي اڄوڪي دؤر ۾ هٽائي چئبو آهي سي ئي سنڌو تهذيب واري زماني ۾ وڻجارا (سامونڊي واپاري) هوندا هئا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جا قبيلا ۽ سنڌ جا نسب نامه واري مقالي ۾ لکيو آهي "پانيا بابت پوري پڪ نه آهي ته اهو نالو ڪهڙي قوم جو آهي. نتيجي طور چونداسين ته صحيح معني ۾ سنڌ جا قديم باشندا مهاڻا آهن جن کي اسلامي دؤر ۾ ميربحر واري مانائتي نالي سان سڏيو ويو.

هاڻي سيني کي اها حقيقت مڃڻي پئي آهي ته پڻي ئي سنڌ جا مهاڻا هئا جيڪي مهين واري دؤر ۾ ڊيساور مال کڻي ويندا هئا ۽ ضرورت واريون شيون کڻي ايندا هئا. انهي جو ذڪر رگ ويد ۾ به آهي ڪين پڻي ڪري سڏيو ويو آهي. ڪاڪي ڀيرومل قديم سنڌ ۾ لکيو آهي ته رگ ويد ۾ اهي پڻي لوڪ وٽڪ به سڏيا ويا آهن. هن مان ظاهر آهي ته رگ ويد واري زماني جا پڻي، پٽڪ ۽ وٽڪ اهي آهن جن کي واڻيا (وڻج ڪندڙ) ۽ ٻائيبند سڏجن ٿا ۽ اڄ تائين وڻشن جي دفعي ۾ ليکجن ٿا.

ڪاڪو پيرومل بي هنڌ لکي ٿو "ويجهڙائي ۾ جيڪي حقيقتون يورپي توڙي ڏيهي عالمن ويدڪ ساهت مان ڪولي ظاهر ڪيون آهن. تن پٽاندر چاٽائجي ٿو ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي سنڌو ماڻر جا پٽي (وڻجارا) جهازن ۾ مال ڪٽي سمنڊ جهاڳي ڏيساور ڏي ڏن ڪمائڻ ويندا هئا (رگ ويد منڊل پهريون، سوڪت 48- رچا 3).

پروفيسر ولسن ۽ ٻين عالمن مڃيو آهي ته قديم سنڌو ماڻر جا رهاڪو جهڙا جهاز راني ۾ پڙ هئا تهڙا جهازن جوڙڻ ۾ قابل هئا.

سنڌ جا هي ملاح (جهاز ران) يعنيٰ ٻيڙا هلائيندڙ اڄ به ملاح ذات جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. جيڪي تقريباً سڄي سنڌ ۾ موجود آهن، ان کان سواءِ پنجاب، راجستان ۽ هندستان جي ساحلي علائقن تي ملن ٿا.

# جلباڻي

جلباڻي بلوچ ذات ۾ شمار ٿئي ٿي پر ڪنهن مستند بلوچ روايت ۽ شجري ۾ شامل ڪونهي پوءِ وارن شجرن ۽ پاڙن ۾ بين ذاتين وانگر شامل ڪيو ويو آهي.

جلباڻي لفظ خود ئي ظاهر ڪري ٿو ته هو بلوچ نه آهن. جيئن ته جل معنيٰ پاڻي، پاڻي جيڪو اصل ۾ آهي آبياڻي معنيٰ آب ياري ڪندڙ. جنهن ڪري جلباڻي جي معنيٰ وجي ٿي پاڻيءَ تي آبادي ڪندڙ، زراعت ڪار هاري يا زميندار.

قديم دؤر ۾ سنڌو درياءَ هڪ شينهن درياء هو جنهن ۾ تمام گهڻو پاڻي ايندو هو جنهن ڪري ڪشمور جي گدو ڊنڊ ڪان وٺي ان جا ڪيترا ڦاڪ ۽ واهڙ شروع ٿي ويا. انهن واهڙن تي آبادي ڪندڙن مان ڪن کي جلباڻي سڏيو ويو يعني پاڻي تي زمين آباد ڪندڙ. جيڪو اڳتي هلي ذات ۾ تبديل ٿي ويو. جيئن ابڙن جون اڪثر ذاتيون درياهي پاڻي تي پوکي راهي ڪرڻ ڪري ابڙا سڏيا ويا. حقيقت ۾ جلباڻي ڪنهن به بلوچ قبيلي جو حصو ڪونه آهن ۽ آبڙ ۾ شمار آهن.

ڪن جو خيال آهي ته جلباڻي، معنيٰ مهاڻي قبيلي سان تعلق رکندڙ هئا. جلباڻي معنيٰ پاڻي وارا ۽ پاڻي واريون قومون مهاڻو قبيلي مان آهن. پر اسان جي تحقيق موجب هنن جو پوکي راهي ڪرڻ واري طبقي سان تعلق هو.

هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ۽ نوابشاه ضلعي ۾ بين هنڌن تي رهن ٿا.

# ڪوپر

ڪوپر قبيلي بابت محترم غلام محمد لاکي صاحب لکيو آهي ته هي هڪ سنڌي قبيلو آهي، جنهن جو ذڪر سڀ کان اول اڪبر جي دؤر ۾ ملا محب علي سنڌي جي بيان ۾ ٿيو آهي. ملا محب علي مغل دؤر جو شاعر ۽ اهل علم ٿي گذريو آهي. مغل دؤر جي ٽن ليکڪن ملا عبدالباقي نها وندي (ماثر رحيمي) ملا عبدالحميد لاهوري (پادشاهنامہ) ۽ محمد صالح ڪمبوه (عمل صالح) هن بابت مواد ڏنو آهي. ملا محب علي کي ٻين جي ڀيٽ ۾ ملا عبدالباقي نهايت ويجهو هو پر سندس حسب نسب بابت خاموش آهي، البته ٻين ٻن تاريخ دانن جي حوالي سان سيد حسام الدين راشدي لکي ٿو:

”او خود را به گروه ”ڪوه بر“ ڪ

قبيلہ است از قبائل چغتا منسوب مي سازد“

يعنيٰ محب علي پاڻ کي چغتائي ترڪن جي قبيلي ڪوپر سان منسوب ڪري ٿو.

لاکي صاحب لکيو آهي ته ڪوپر اصل ۾ سنڌ جو مقامي قبيلو آهي ان جو پٺاڻن ۽ چغتا ترڪن سان ڪوبہ تعلق ڪونهي. هن وقت به ڪوپرن جا ڪيئي ڳوٺ ۽ بستيون سنڌ جي گهوٽڪي ضلعي ۾ آباد آهن ان کان سواءِ رحيم يار خان ضلعي ۾ به ڪوپرن جو وڏو تعداد رهائش پذير آهي. مقامي طرح هن ذات بابت هڪ تحريري راءِ موجود آهي.

شيخ صومبل ۽ مؤ مبارڪ وارو شيخ حاڪم، انهن جون زالون پاڻ ۾ ڀينر هيون. جڏهن ٻئي حامله ٿيو تڏهن وعده ڪيائون ته جي هڪ کي پٽ ۽ ٻئي کي نياڻي ڄائي ته انهن جو پاڻ ۾ رشتو ڪنديون سين شيخ حاڪم اهو ٻڌو ڇپائين ته شيخ صومبل جي زال حامله هوندي فوت ٿيندي. قدرت الله جي ٿي به ائين، مائي فوت ٿي ۽ قبر ۾ ٻار ڄڻيائين قدرت سان قبر جي دري کلي پئي، هڪ هرڻي روز اچي ٻار کي کير پياري ويندي هئي. هڪ ڀيري ڪوراجا اتان گذريو ته هن کي هي ماجرا ٻڌائي ويئي. راجا ڪنڌ پاسو وٺي هي لقاءُ اکين سان ڏٺو، راجا اڳتي وڌيو ته هرڻي ڊاهه ڪائي ڀڳي ۽ ٻار قبر ۾ هليو ويو. راجا قبر کوٽڻ جو حڪم ڏنو. پر ازغيبي آواز آيو ته راجا مسلمان ٿئي ته ڪيس مطلب حاصل ٿيندو. راجا ائين ڪيو. قبر ڦاٽي ته ٻار ٻاهر نڪري آيو. راجا ڇوڪري کي پاڻ سان وٺي ويو. هن کي پٽ نہ هو، جڏهن ڇوڪرو جوان ٿيو ته ڪيس ڌيءَ سان شادي ڪرايائين، راجا هن ڇوڪري کي ”ڪوپر سلطان“ جو لقب ڏنو. ائين هن ڇوڪري جو اولاد ڪوپر ذات طور مشهور ٿيو.

هن روايت جي حقيقت ڇا آهي پر اها تصديق ٿئي ٿي ته ڪوپر هڪ مقامي قبيلو آهي، جيڪو سمہ قبيلي ۾ شمار ٿئي ٿو. هڪ مقولي ۾ آهي:

”ماڇي، شر، ڀيا، ڪوپر، ڀٽي ۽ ڀٽار

جهنجهہ، سميجا، اوڏ، لباڻا، ملاڻا ۽ ميهار“

هن قبيلي وارن جي مادري ٻولي سنڌي آهي.

# ميربحر

ميربحر کي عام طور مهاڻو جو ٻيو نالو چيو ويندو آهي پر حقيقت ۾ ائين نہ آهي. اهو سچ آهي تہ ميربحر مهاڻو آهي پر ان تي اهو نالو ڪنهن سبب جي ڪري پيو آهي.

سنڌ جي قبيلن ۾ اڪثر ذاتين جا نالا سنڌن وڏن، ڪم، ڪرت، ماڳ ۽ مڪان جي ڪري پيا آهن. اهڙي طرح مهاڻو قبيلي جي هن ذات وارن جو نالو بہ سنڌن پيشي جي ڪري پيو آهي.

ميربحر جو عربي لفظ اميرالبحر مان نڪتو آهي، عرب، جهازران کي امير البحر چوندا هئا جيئن اسان انگريزي ۾ ڪيپٽن چوندا آهيون. دنيا ۾ جهازراني جي شروعات قديم سنڌين شروع ڪئي هئي. جن کان پوءِ ٻين قومن بہ شروعات ڪئي، عربن اهو فن سنڌين کان حاصل ڪيو هو ڇاڪاڻ تہ سنڌ جو مهاڻو عرب ملڪن جي نہ رڳو ساحلن، بندرن تائين ويندو هو پر رسول ڪريم ﷺ جن جي زماني تائين هو عرب جا رهواسي ٿي ويا هئا ۽ انهن جا ڳوٺ اتي آباد ٿي ويا هئا.

سنڌ تي عربن جو پهريون حملو ديبل تي ٿيو هو جيڪو حضرت عمر جي وقت ۾ ٿيو. بحرين جي حاڪم عثمان بن ابي عاصي ثقفي پنهنجي پاران حڪم ڪي عرب آرماڙ جو امير البحر مقرر ڪري روانو ڪيو هو.

جديد دؤر کان اڳ ۾ آمدورفت جو سڀ کان وڏو ذريعو سمنڊ ۽ دريائن جا وهڪرا هوندا هئا. جتي ٻيڙيون ۽ ٻيڙا هلندا هئا ميرن واري دؤر ۾ بہ ڪراچي کان وٺي لاهور ۽ اٽڪ تائين دريائي رستو استعمال ٿيندو هو.

انهي دؤر ۾ حڪمرانن جي آمدني جو وڏو ذريعو دريائي استعمال مان ٿيندو هو. هنن دريائي وهڪرن تي هلندڙ جهازن، ٻيڙين ۽ ٻيڙن جي اچ وڃ تي محصول عائد ڪيو، جيڪو مياڻن ۽ پتڻ تي مقرر عملدار وصول ڪندا هئا جن کي امير البحر چيو ويندو هو، جنهن جي معنيٰ آهي:

امير — معنيٰ، عملدار يا آفيسر

بحر — معنيٰ پاڻي.

يعني پاڻي جو عملدار - هي عملدار وقت بہ وقت ٻيڙن وغيره جي مال جي جانچ ڪرڻ لاءِ پنهنجن ٻيڙين تي چڙهي ٻيڙن ۽ جهازن جي پڙتال ڪندا هئا جيئن اڄ ڪلهہ ڪوسٽ گارڊ وارا مقرر آهن. انهي عملدار کي اميرالبحر جو لقب يا عهدو مليل هو.

سنڌ ۾ عربن جي اچڻ کان پوءِ انتظامي عهدن جا نالا عرب طرز تي رکيا ويا هئا، بعد ۾ امير البحر، ميربحر ٿي ويو جنهن جي بہ معنيٰ آهي پاڻي جو حاڪم، پوءِ اهو لقب مهاڻن جي ذات ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ پاڻي تي مقرر حاڪم اڪثر مهاڻن مان هئا.

اها حقيقت پڌري آهي تہ ميربحر، مهاڻو قبيلي جي هڪ ذات آهي، جيڪا سڄي سنڌ کان علاوه، پنجاب ۽ سنڌي سمنڊ جي ڪناري گوادر کان وٺي مالابار تائين آباد آهي.

## پاڙا

1- آبراڻي، 2- آرماڻي، 3- آجايا،
4- ٻگهٽي، 5- ٻگرا، 6- چاچڙ،
7- چغدا، 8- چنا، 9- ڏٿپر،
10- ڏاڳها، 11- ڏيرا، 12- گڏ،
13- گجريا، 14- گجر، 15- گهوگهاٽ،
16- هالاڻي، 17- جکريا، 18- منچري.

# نهڙيو

نهڙيا سمہ قبيلي جي هڪ مشهور ذات آهي، جيڪي ٿر ۽ راجستان ۾ رهن ٿا. ڪوهستان وارا نومڙيا ۽ ٿر وارا نهڙيا هڪ آهن يعنيٰ نهڙيا نومڙيائي آهن.

ٿر جي پڳدار ۽ وڏ گهراڻي کي ارباب چيو ويندو آهي ۽ ڪوهستان ۾ رهندڙ وڏ گهراڻي کي ملڪ سڏيو ويندو آهي. ٿر وارن جا وڏا پاڙا بہ آهن جن کي ارباب چيو وڃي ٿو، هي چٽڪ ٿر جا بادشاهہ آهن، سندن رهڻ جو هنڌ ڪيتلاري آهي. هڪ ارباب اهي سڏجن ٿا جن مٿان خانداني پڳ آهي، ٻيا ارباب اهي آهن جيڪي سياسي ۽ سماجي سرگرم آهن. خانداني طور پڳ ارباب خدا بخش وارن تي آهي ۽ سياسي ۽ سماجي طور توڳاچي خاندان يعني سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير ارباب رحيم ۽ سندس وڏو ڀاءُ ارباب امير وارا، جيڪي بہ ارباب سڏجن ٿا. ٻنهي ارباب چورائڻ وارن جو خاندان هڪ آهي.

## پاڙا

(1) پلي (2) ساهڙ (3) راهو
(4) لاڪا (5) ننديا (6) پوٽ
(7) انڙ (8) اوٺا (9) ڏورٽ
(10) ساهڙ (ٻي نک مان) (11) مور
(12) لاڪا (ٻي نک مان) (13) ڏارا
(14) خان (15) پسايو (16) منهين
(17) ويسا (18) عامر (19) جراڙ
(20) حسن (21) هاشم (22) سارنگ
(23) اجا (24) راور (25) راڃو
(26) متين پوٽا (27) آجا (28) لومڙيا
(29) امر (30) ڏيسر (31) جراڙ پوٽا
(32) موراڀا موڙا (33) ساهڙ پوٽا (34) ڏورٽ پوٽا
(35) ڪورم (36) نوهڙ اوٺا
(37) ڀيم جوٽا - ٽاريٽا (38) ماڪيا
(39) نيتا (40) چاندا (41) آري
(42) ڪرن (43) هوٿي (44) جماريا
(45) جعفر (46) باپڙ (47) ٻيسا
(48) ڀهوڙ (49) دورا (50) متواڻي
(51) راهواڻي (52) ٻنيا (53) هالا
(54) صابو (55) رائڏڻ (56) آيا
(57) ڀل (58) ابراهيم پوٽا (59) چارڻ
(60) هالا (61) ڪاهڙ (62) ڪوراڻي
(63) محمد پوٽا (64) ميان (65) پلي
(66) راجا (67) راٺي (68) انڙ پوٽا
(69) ٽاريٽا (70) جوٽا (71) ديٽا
(72) ڪالهڻ (73) ڪنڙ (74) گجڻ

## شجرو ارباب ٽر وارا ۽ نهڙيا




تاج محمد
توڳاچي
منا خان
احمد خان
مير محمد
منا خان
تاج محمد
الله بخش
ارباب تاج محمد
ارباب توڳاچي
جلال الدين
ارباب غلام رحيم
(اڳوڻو سنڌ جو وڏو
وزير)
ارباب امير حسن
ارباب خدا بخش
پڳدار

# جاکرو

جاکرو ذات ٺٽي ضلع ۽ ان جي آس پاس رهندڙ آهي ۽ وڏيرائپ جو سڌ ڪوهستان جي ملڪ جو پريندا آهن. هي اصل ۾ مقامي نسل جا ماڻهون آهن جن جو تعلق رائوڙ قبيلي سان آهي.

رائوڙ قبيلي جي جاکرو، جسر ۽ گندرڙي اسلام قبول ڪيو. جيئن ته جاکرو هڪ بهادر ۽ دلير هو ان ڪري رائوڙ مان مسلمان ٿيندڙن جي ذات جاکرو پهلوان پويان جاکرو سڏي، هنن سيني جو پڳدار ۽ وڏو سرماڻ پوٽو مان آهي.

جاکرو ذات جا مک پنج پاڙا آهن. 1. سرماڻ پوٽا، 2. همند (حامد)، 3. حُسڻ، 4. حَسَڻ، 5. منجهئاڻ. انهن جون نکون آهن جيڪي هاڻي پاڙي ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن.

## پاڙا

(1) ميرپوٽا (2) سنبڪ پوٽا (3) قمبر پوٽا (4) للي پوٽا (5) بابي پوٽا (6) مهمند پوٽا (7) اوٺا (8) آريجا (9) هيجب (10) ڪلي پوٽا (11) مصلي پوٽا (12) مگ ترپوٽا (13) ڪريڙ پوٽا (14) غلامي پوٽا (15) شاهي پوٽا (16) پراهمر پوٽا (17) منگر پوٽا (18) سنجهي پوٽا (19) پنبي پوٽا (20) پيروز پوٽا (21) عارباڻي (22) عيسباڻي (23) گوپلا (24) سوڍي پوٽا (25) قابلاڻي (26) حسيٺياڻي (27) آدماڻي (28) پيرزاداڻي (29) هلي پوٽا (30) مري پوٽا (31) تماچي پوٽا (32) خاقوٽاڻي (33) مڪٽاڻي (34) مينهن وساڻي (35) هوٺياڻي (36) زيد پوٽا (37) بجار پوٽا (38) بلڪ پوٽا (39) بيگ پوٽا (40) راولاڻي (41) ڏيواڙاڻي (42) الله ناڻي (43) سڪيا پوٽا (44) لڌاڻي (45) لال خاناڻي (46) دريا خاناڻي (47) نانگراڻي (48) ميرواڻي (49) دڙبا

# دل

دل ذات وارا ابڙو قبيلي جو هڪ وڏو پاڙو آهي. دل جي معنيٰ آهي گهڻو ، گهڻائي وارو، بي شمار. هي سنڌ ڪانسواءِ راجستان ۾ به رهن ٿا. هي سنڌ جا اصل رهواسي آهن. مسلمان ٿيڻ کان اڳ ۾ هنن جو مذهب ٻڌ ۽ ويدا (هندو) هو. چون ٿا ته بهاؤ الدين زڪريا جي وقت ۾ هڪ شريف ۽ پاڪيزه عورت سندن ڪرامتن جون ڳالهيون ٻڌي سندس هٿ تي مسلمان ٿي. انهي موقعي تي هن ڪيس دعا ڏني ۽ چيو ته "اين و چون دل تيسن" يعنيٰ هن جي اولاد گهڻي ٿيندي.

جڏهن مائي ڳورهاري ٿي ۽ ڪيس پٽ ڄائو ته هن بهاؤالدين زڪريا جي چيل لفظن جي آڌار تي پنهنجي پٽ جو نالو "دل" معنيٰ گهڻائي وارو وڏي ڪهول وارو رکيو. انهي دل جي جيڪا اولاد ٿي اها سندس نالي پويان "دل" سڏي. هي سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ رهن ٿا پر خاص ڪري، شڪارپور، لاڙڪاڻو، دادو، ميرپورخاص، عمر ڪوٽ ۽ ڪوٽڙي ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

(1) محمودجا (2) اگهام (3) ساهم
(4) حسن جا (5) ورسو (6) ڏيسر
(7) ڇڇو (8) سهتو (9) پونئرو
(10) ديدو (11) پنيرو (12) ابڙو
(13) ڪهر (14) ڪانهيون (15) ناهيون
(16) لاڪا (17) راٺا (18) ٿل
(19) ڪاچيلو (20) درس راڄسين (21) ڏيٿا
(22) بودلو (23) باٽو (24) گگن
(25) ساهڙاهي (26) لنجا (27) ٿيٻا
(28) اٽلا (29) بنديپوٽا (30) جنجهه
(31) دائيداٺا (32) رمادي (33) لالاڻي
(34) مٿا ماڻي (35) هنبڙا (36) زرمداڻ
(37) نصيراڻي (38) ارادين (39) امر
(40) ڏڄ (41) باٽو (42) بڪيرا
(43) ساهڙ (44) ساهم (45) سپڙ
(46) سڏايا (47) سڪديا (48) مهراڻي
(49) ڪاچيلا (50) ڪانهيون (51) ڪنڊيا
(52) ڪنڊا (53) ڪهڙا (54) مندوس
(55) مسڻ (56) هوٿي (57) ٻاڪڙ
(58) ٻپو (59) ٻنيا (60) ٻهپار
(61) ٻارا (62) پنير (63) پوتڙا
(64) جناساند (65) جوٽاچ (66) جوٽس
(67) مسن

## نکون

(1) ڌوڄ (2) سونپار (3) آري
(4) صادق پوٽو (5) لنجي پوٽو (6) سلطان
(7) جوڻا (8) پتو (9) مسڻ
(10) ٻارا (11) راوت (12) ڏجا
(13) ڏگا (14) بدام (15) موٽڻ
(16) مناهين (17) لال (18) سڏايا
(19) سڪريا (20) آمر (21) ڪاڪا
(22) ٻنيا (23) بڪيرا (24) پوتڙا
(25) ٻاڪڙ (26) جوٽس (27) مندوس
(28) هوٿي (29) ڪنڊيا (30) ٻپو
(31) ٻهپار

# شيدي

شيدي جن کي اسان حبشي بہ چوندا آهيون جو اهي حبش ملڪ کان آيل هوندا آهن جنهن جو نئون نالو ايٿوپيا آهي، جيڪو آفريڪا کنڊ ۾ آهي ۽ سندس ساحل عربستان جي ويجهو آهي. اسان جي نبي سڳوري کان اڳ ۾ يمن ۾ حبش جي حبشي بادشاهہ نجاشي جي حڪومت جتي هن جي پاران ابرهہ صباح حبشي گورنر هو، جنهن 571ع جي شروعات ۾ ڪعبت الله کي ڍاهڻ لاءِ تيرنهن هاٿين سان سٺ هزار لشڪر وٺي حملو ڪيو هو. جنهن کي الله تعاليٰ جي حڪم سان ابابيلن پٿريون وسائي ختم ڪري ڇڏيو هو. شيدي عربي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڪارو.

اسان ڪاري ماڻهون کي ڏسندي شيدي يا حبشي چوندا آهيون پر اهي لفظ انهن ماڻهن لاءِ مخصوص آهن جيڪي آفريڪا کنڊ مان غلام ٿي ٻين ملڪن ۾ وڪرو ٿيا. غلامن جو اهو وڪرو عربستان، ايران، سنڌ ۽ هند کان سواءِ سڄي دنيا ۾ هو خاص طرح آمريڪا ڪرسٽوفر ڪولمبس کان پوءِ ان جو مرڪز هو ڇاڪاڻ تہ ڳاڙهن سنڌين کي مات ڏيڻ ۽ ڪم ڪار لاءِ سخت کان سخت ڪم شيدين ۽ حبشن کان ورتو ويندو هو جنهن ڪري اتي انهن جي گهرج وڌي ويئي.

حبشي يا شيدي ۾ هڪ غلام اهي هوندا هئا جن کي پيءُ ماءُ پنهنجي ضرورت خاطر وڪڻي ڇڏيندا هئا ۽ ٻيا غلام اهي هئا جن کي ڌاڙيلن وانگر حملو ڪري قيدي بڻائي يا اغوا ڪري آمريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ وڪرو ڪيو ويندو هو. اهڙي طرح سنڌ ۾ بہ ميرن جي وقت ۾ اهو ڪاروبار هو ۽ انهن جا گهڻا خريدار مير پاڻ هوندا هئا.

سنڌ ۾ ٻن قسمن جا شيدي هوندا هئا. هڪ اهي جن کي گهر ڄائو چيو ويندو هو يعنيٰ حبشي عورت ۽ شيدي مرد جي پاڻ ۾ شادي ڪرائي ويندي هئي، جنهن مان جيڪا اولاد ٿيندي هئي اها بہ غلام ٿي هوندي هئي جن کي نسلن غلام چئجي ۽ ٻيا اهي غلام هئا جيڪي اچي واپارن هٿان وڪرو ٿيندا هئا. سنڌ ۾ خاص طور اهي غلام مسقط، يمن ۽ عربستان جي طرف کان ايندا هئا. ڪن کي ٻيڙن ۾ آندو ويندو هو ۽ ڪن کي قافلن سان وٺي ايندا هئا. اهڙي طرح سنڌ ۾ هر سال بقول رچرڊ برٽن ڇهہ ست سؤ زنجباري، بمباسي، حبشي ۽ ٻيا ڪاري چمڙي وارا وڪري لاءِ ايندا هئا جن جو ملهہ چاليهن کان هڪ سؤ پنجاهہ روپين رائج الوقت سڪو تائين هوندو هو. ڇوڪرين جي قيمت ڇوڪرن کان وڌيڪ هوندي هئي. هو لکي ٿو: حبشي عورت 40 يا 50 پائونڊن ۾ وڪرو ٿينديون هيون.

انهن جي اڪثريت رچرڊ برٽن جي مطابق گهٽي ۾ گهڻا غلام ڪٺومنڊي علائقي مان ايندا هئا جو سؤ ملي ملڪ جي لڳ آهي، هولامي، باراماجي ۽ ڪينڪوئر شهرن جا نالا وٺندا هئا.

سنڌ ۾ شيدين جو هڪ خاص مقام رهيو آهي. هو خاص ڪري ميرن ٽالپرن جا ڇهيتا ۽ خاص رهيا آهن جنهن ڪري انهن جو خاص مقام هوندو هو. جيئن سنڌ جي تاريخ جو هيرو هوش محمد شيدي جيڪو مير شير محمد جو خاص خدمتگار هو، جنهن انگريزن سان وڙهندي نعرو هنيو هو "مرويسو پر سنڌ نہ ڏيسون" سندس بهادر جي تعريف انگريز فاتح سنڌ چارلس نيپئر بہ ڪئي آهي.

سنڌ ۾ ميرن يا ٻين وٽ خاص ڪمن ڪانسواءِ انهن کان گهوڙن جي سنڀال، اوطاق جي نگهباني، مال جي نظرداري، ان کان علاوه شيدين جا مالڪ انهن کي ٻين وٽ مزدوري ڪرڻ لاءِ بہ موڪليندا هئا ۽ اجرت پاڻ ڪٽندا هئا. جيئن اڄ ڪلهہ ٽئڪسي هلائي وڃي ٿي انهن کي ڪو بہ اختيار نہ هو تہ هو ان اجرت مان پنهنجي لاءِ ڪجهہ ڪٽن. هو مالڪ جي رحم ۽ ڪرم تي هوندا هئا.

شيدي عورت ۽ مرد جي شادي ڪرائي ويندي هئي جيڪي ٻانهي طور مالڪ وٽ هوندا هئا. اهڙي طرح سان سنڌ ۾ سنڌ ڄائو شيدي نسل پيدا ٿيو. جيڪي اڄ ڪلهه لياري، حيدرآباد ۽ ان جي آس پاس گهٽائي ۾ رهن ٿا. انهن جا پنهنجا ڳوٺ آهن ۽ ان ڪانسواءِ سنڌ جي ٻين هنڌن تي به موجود آهن، هو اڄ به شيدي جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. لاڙ ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ شيدي اهي آهن جيڪي ميرن وٽ هوندا هئا ۽ انهنکي رهڻ جي سهولت به انهن ڏني هئي.

انهن شيدين ۾ اهي به آهن جن جو چوڻ آهي ته سن 712ع ۾ جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪيو هو ته ان سان گڏ هارون جن کي تاريخ نويسن هارون مڪراني ڪري لکيو آهي، هو مڪران قديم سنڌ جو رهاڪو ڪونه هو پر اتان جو حاڪم ٿي آيو هو، هن جو تعلق قريشي قبيلي سان هو، جو لشڪر به ساڻ هو جنهن شيدي پڻ شامل هئا. انهي ڪانسواءِ ڪي شيدي خاص طور بدين طرف رهڻ وارا دعويٰ ڪن ٿا ته هو مشهور بانگي بلال حبشي جي اولاد مان آهن جن سنڌ جو سفر اختيار ڪيو هو جنهن ڪري هو بلالي سڏرائن ٿا.

رچرڊ برٽن لکيو آهي ته گهڻا سنڌي مسلمان شيدياڻي سان شادي ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته ڏيهي ماڻهون انهن جي اولاد پسندا ڪندا هئا. هو لکي ٿو ته "سنڌي شيدي جي اولاد کي گڏو چوندا آهن جنهن کي ٻي پيڙهي ۾ قمبراڻي چون ٿا."

منهنجي خيال موجب سنڌي شيدياڻي سان ان ڪري شادي ڪندا هئا جيئن سندن اولاد جانٺو جوان ۽ تڪڙي رهي. ڇاڪاڻ ته شيدي ۽ شيدي عورت طاقتور ۽ مضبوط جسم جا مالڪ ٿين ٿا.

مڪرانن کي شيدين ۾ شمار ڪيو ويندو آهي، جيڪي مڪران جي طرف کان سنڌ ۾ آندا ويا هئا. سنڌ ۾ شيدين جي ايتري اڪثريت ڪونه آهي جيڪا هينئر آمريڪا جهڙي ملڪ ۾ آهي. اتي مشهور اداڪار، ڳائڻا، فوج جا سالار، سياستدان وغيره شيدي آهن. انهن غلامن جي هاڻي آمريڪا ۾ سڌريل ملڪن ۾ پنهنجي حيثيت آهي.

آفريقا ۾ رهڻ وارن ڪارن (شيدين) پنهنجي ڳچيءَ مان غلامي جو ڳٽ لاهي ڦٽو ڪيو آهي ۽ ترقي يافته قومن ۾ شمار ٿي ويا آهن. نيلسن منڊيلا جهڙا انهن جا اڳواڻ آهن ۽ آفريقا ۾ نسل مان ئي آمريڪا جو موجوده صدر براڪ حسين اوباما آهي.

شيدي هينئر ڪٿي به غلام يا مجبور ڪونه رهيا آهن، سنڌ ۾ رهندڙ آزاد شهرين وانگر باوقار زندگي گذارن ٿا. جن مان ڪيترا سرڪاري ملازمتن ۾ هئا ۽ آهن.

سنڌ جو هڪ وڏو شاعر، اديب، تعليمي ماهر ۽ نثر نويس مرحوم محمد صديق "مسافر" پڻ شيدي خاندان مان آهي. جنهن جو والد گلاب خان زنجبار مان غلام جي حيثيت ۾ پهريان مسقط آيو، جتان نئي ۽ پوءِ مستقل طور ٽنڊي باگي ۾ وڃي رهيو ۽ سندس خاندان مان اڄا تائين اتي مقيم آهن. هن جا ڪيترا ڪتاب، ترجمہ ۽ مضمون لکيل آهن.

شيدي حضرت نوح رحہ جي خاندان مان يافث نسل جا آهن. جيڪي هن وقت سنڌ سميت دنيا جي هر هڪ ملڪ ۾ نظر ايندا، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي مالڪ جا وفادار ۽ هڏڏوڪي هئا جنهن ڪري شيدي غلام وڏي شوق سان خريد ڪيا ويندا هئا.

## سنڌ ۾ رهندڙ شيدين جا مک پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڍينگريڪو | (2) ڊونڊيري | (3) مريما |
| (4) مريما ڦاٽي | (5) گنڊو (گڊو) | (6) ماس |
| (7) مڪوئا | (8) نزيز ميزا | (9) مساگر |
| (10) ظالما | (11) بلالي | (12) تووئر |
| (13) مڪونڊي | (14) مزگرا | (15) مڪامي |
| (16) ايتمالوئي | (17) مڪو ڊونگو | (18) مسافري |
| (19) ڪمسنگ | (20) مياسيندا | (21) متو بني |
| (22) نيامئيري | (23) مدوئي | (24) زنزيگري |
| (25) زنجباري | (26) يمباڻي | (27) تريز ميزا |
| (28) ڊونگو | (29) قمبراڻي | (30) ماڪر |
| (31) مڪو | (32) آسماني | (33) مخول |
| (34) ملشيدي | (35) ڪوندي | |

# لنجار

لنجار سمه قبيلي سان تعلق رکندڙ ذات آهي، هو ڪاڪ جي حاڪم ڪاڪ سموجي اولاد مان آهن. هن ذات مان مشهور اولياء ۽ بزرگ مخدوم ساهڙ لنجار آهي جنهن جي مزار انڙپور ۾ آهي. تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ لکيو اٿس ته هو هڪ وڏو بزرگ ۽ ولي الله ٿي گذريو آهي جيڪو هر وقت رياضت ۽ ذڪر ۾ رهندو هو ۽ جنهن ڪي به نظر ڪٿي ڏسندو هو ته اهو ولايت جي درجي تي وڃي پهچندو هو.

لنجار ذات وارا نوابشاه ، نوشهروفيروز، مانجهند، انڙپور، خانوٽ ۽ ڪوٽڙي طرف رهن ٿا.

# شڪاري

سنڌ جي قديم ذاتين مان باگڙي، ڀيل، ڪولهي وانگر شڪاري به هڪ قديم ذات آهي جيڪي مردار، ڍورن جو گوشت کائيندا آهن ۽ سنڌن هڏا گڏ ڪري وڪرو ڪندا آهن جنهن ڪري ڪين هڏ خور به چيو ويندو آهي. هي اتر سنڌ ۽ ٻين علائقن ۾ تڙ ۽ ڪچ ڪان ايندا آهن. هي خانه بدوشن وانگر رهندا آهن.

رچرڊ برٽن لکيو آهي ته "شڪاري يا ڏڦير ٻاليشاهين کان به وڌيڪ پوئتي پيل قوم آهي. هنن تي ڏڦير جو نالو شايد ان ڪري پيو آهي جو هو وڏي منهن وارو ڇهه، ست فوٽ ڊگهو ڏڦو يا ڀالو کڻندا آهن. سنڌ ۾ مخصوص شڪاري آهن جيڪي سؤر جو شڪار ڏڦي سان ڪندا آهن جيڪو مخصوص ۽ مقرر ٿيل ماڻهن جي هٿن ۾ هوندو آهي ۽ جڏهن سؤر انهن جي ويجهو ايندو آهي ته ڏڦو ان کي هڻندا رهندا آهن، تان جو سؤر زخمي ٿي ڪري پوندو آهي ۽ مري ويندو آهي ۽ پوءِ ان جي منڍي لاهي ڏڦي تي ڪٽي خوشي ڪندا آهن. انهن کي ڏڦير چوندا آهن پر اهي شڪاري يا ٻاليشاهي نه هوندا آهن. انهن جو تعلق مسلمان ذاتين مان هوندو آهي. تنهن ڪري رچرڊ برٽن جو اهو چوڻ شايد نه پر پڪ سان سچ آهي ته اهي شڪاري پنهنجي کاڌ خوراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ هميشه وڏا ڏڦا ۽ ڀالا ۽ رنبا پاڻ سان ساڻ کڻندا هئا. هو اڪثر مردار ۽ حرام جانور کائيندا آهن انهن مان هائي ڪافي مسلمان ٿي ويا آهن جنهن ڪري هو اڳ وانگر ڪان گهٽ نظر ايندا آهن. ذاتون کا انسائيڪلوپيڊيا ۾ لکيل آهي ته هو نالي جا مسلمان آهن چاڪاڻ ته هو حرام شيون ۽ مردار گوشت ۽ سؤر به کائين ٿا.

مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهون ۾ لکي ٿو "جيئن هندستان جي پاسي ڀيل ۽ ديد آهن تيئن سنڌ ۾ شڪاري آهن. اهي جهنگ جو شڪار ڪندا آهن ۽ ڪرائيندا هئا تنهن ڪري شڪاري سڏڻ ۾ آيا. اهي مثل ڍور کائي ويندا آهن حرام کائڻ ڪري پليد سمجهڻ ۾ ايندا آهن. اگرچه مسلمان ڪا نالا رکندا آهن. جڏهن حرام کائڻ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ سچا مسلمان ٿيندا آهن تڏهن انهن کي ماڇي سڏيندا آهن.

تاريخ ريگستان ۾ رائچند هريجن لکي ٿو ته اڪثر ڀيلن ۽ شڪارين مان جي مسلمان ٿيندا آهن سي تر ۾ ماڇي سڏجن ٿا سنڌ گزيٽيئر ۾ اي. ايڇ ائٽڪن لکيو آهي "اهي هيٺين ذات جا اڇوت آهن ۽ راجپوتانه کان لڏي سنڌ ۾ آيا هئا. اهي بنگال کان پنجاب جي علائقن ۾ ڏٺا وڃن ٿا ۽ سنڌن معزز قبيلي جو نسل اڻ ڇتو آهي. ان ڳالهه جو گهڻو امڪان آهي ته هو ڀيلن ۽ ٻين مقامي ماڻهن وانگر جهنگلي جانورن جي ڄاڻ رکندا آهن جنهن ڪري مسلمان امير، جاگيردار ۽ نواب شڪار ۾ واهر ڪرڻ لاءِ انهن کي ملازم ڪري رکندا آهن جنهن ڪري ڪين شڪاري چيو ويچي ٿو. هو مئل جانور، ڇچڙا ۽ ڳوهه به کائن ٿا. جڏهن هو اسلام قبول ڪندا آهن ته پوءِ به ڪين ڪان ڪري ڪٺي ويچي ٿي ۽ ڪين ماڇي سڏيو ويچي ٿو. هو لکي ٿو ته 1901ع جي آدمشماري مطابق شڪاري 4373 آهن. پر هاڻي اهو ڪم تمام گهٽ ٿي ويو آهي.

ٽاڊ راجستان ۾ هنن کي مليڇ ڪري لکيو آهي ۽ چيو آهي ته هو ويڙهاڪ آهن ۽ ڪنهن وقت ۾ انهن وٽ پنهنجي فوج هوندي هئي.

جيئن ته شڪاري هاڻي وچي نالي ماتر رهيا آهن چاڪاڻ ته هو پنهنجن اصلوڪي ماڳن ۽ هنڌن تان لڏي وچي اهڙن هنڌن ۽ شهرن ۾ رهيا آهن جتي ڪين ڪو به سڃاڻي نه سگهندو آهي. جنهن ڪري انهن کي ذات مٽائڻ ۾ آساني ٿي ويندي آهي ۽ هو اتي اهڙي ذات سڏائيندا آهن جنهن تي ڪنهن کي به ڪو شڪ ۽ گمان نه ٿي انهي ڪري هو ٻين سنڌين ذاتين سان آساني سان مٽي مائٽي ڪري سگهندا آهن.

رچرڊ برٽن پڻ هيئن لکيو آهي "انهن جون عورتن ۾ اينرو حسن آهي جو چڱن خاندانن جا ماڻهو وٽائن شادي لاءِ ٻانهون ونندا آهن ۽ خود ڪي شاهي خاندانن جا عياش ماڻهو ٻه هنن سان رستي رکڻ ۾ عار ڪون ڪندا آهن. شايد اهو ئي سبب آهي جو هنن ۾ گوري رنگ جي چمڙي ٻه بعضي بعضي نظر ايندي آهي.

قديم دؤر جي هن ذات جديد دؤر ۾ پنهنجو اباڻو پيشو تقريباً ترڪ ڪري ڇڏيو آهي، ڪيترا هاري ۽ مزدوري ۾ لڳي ويا آهن. حقيقت اها آهي تہ منوجي قانون ۽ آرين جي متيبد ڪري سندن آڻ نہ مڃيندڙ جن قومن کي نيچ ڪري شودر جو درجو ڏنو ويو. اصل ۾ اهي سڌريل، هنرمند ۽ معزز طبقي سان تعلق رکندڙ هئا. انهن مان هڪ هي شڪاري بہ آهن جن کي آرين جي مخالفت ڪرڻ سبب معزز مان مليڇ ۽ نيچ ٿيڻو پيو ۽ مستقل طور جهنگ ۾ رهڻ ڪري شڪار ڪرڻ، حرام ۽ مردار گوشت کائڻو پيو.

پل هاٽي هي ماڇي سڏرائن يا سولنگي ٿي وڃن پر نسلي طور انهن جو قديم سنڌين سان تعلق آهي. وڏيڪ ماڇي لاءِ ڏسو ماڇي ذات.

# اوستو

اوستو ذات تڏهن مشهور ٿي جڏهن ايوب خان ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي دورن ۾ جيڪب آباد مان در محمد اوستو وزير ٿيندو آيو.

اوستو ذات سومرا قبيلي جو هڪ ڀاڱو آهي.

اوستو معنيٰ، استاد ۽ اوستو معنيٰ، ڪاريگر خاص طور رازو به آهي. مطلب هنرمند ذات جو نالو اوستو آهي. چون ٿا ته جڏهن سومرن پنهنجي زوال ڪان پوءِ مختلف ڌنڌا ۽ ڪرت شروع ڪيا ته انهن مان ڪي ڏڪڻ ۽ ڪتي ٿي ويا. انهن ڏڪڻ مان جيڪي پنهنجي ڪم جا وڏا ماهر ۽ نالي وارا ٿيا ته ڪين اوستو سڏيو ويو جيڪا بعد ۾ هلي پهريان ڀاڱو ۽ پوءِ مڪمل ذات ٿي وئي.

منهنجي راءِ موجب هڪ ڏڪڻ پنهنجي ڪم جو وڏو ماهر هو جنهن ڪي اوستو معنيٰ استاد يا ماهر ڪاريگر سڏيو ويو. ان جي اولاد ڪي اوستو جي اولاد سڏيو ويو جيڪا بعد ۾ هلي ذات ۾ تبديل ٿي وئي، هون به سنڌ ۾ اڪثر ذاتيون وڏن، ماڳ مڪانن ۽ ڪرت جي ڪري وجود ۾ آيون. انهن ۾ اوستو به هڪ آهي.

هن ذات وارن جي نالي تي اوستو محمد شهر آهي جيڪو اڳ ۾ جيڪب آباد ضلعي ۾ هو پر ون يونٽ جي ٽٽڻ کان پوءِ ان کي بلوچستان ۾ شامل ڪيو ويو. هي ذات مخصوص هنڌن، جيڪب آباد ۽ اوستو محمد ۾ رهي ٿي، شايد اوستو محمد انهن جي ڪنهن وڏي جو نالو هجي جنهن اهو شهر ٻڌو هجي ۽ اهو به ممڪن آهي ته اوستا اصل ۾ اتان جا رهواسي هجن.

# مگڻ

مگڻ سنڌي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي گهرڻ، پنڻ، گهڻڻ، سوالي. هٿ ڏگهيرڻ وارو يعنيٰ سدا هٿڻ وارو. هن ذات جو تعلق سهتا ذات سان آهي، جنهن جو تفصيل سهتا ۾ پڙهي سگهجي ٿو. مگڻ موڙا سنگ جي هڪ پٽ جو نالو هو جنهن جي اولاد کي مگڻ سڏيو ويو.

مگڻ لاڙڪاڻي ضلع جا مشهور زميندار آهن جيڪي گهوگهاري ڳوٺ تعلقي قمبر ۾ رهن ٿا. اتان جا سگداسي جانور مشهور هئا، جن جي ديگڙيءِ ۾ پوڻ سان چوطرف هڳاءُ ٿي ويندو هو ۽ ڀاڙي وارن کي خبر پئجي ويندي هئي ته اڄ سگداسي جانور رڌا پيا وڃن. اهي انهن جي زميندار ۾ ٿيندا هئا پر افسوس ته اڄ اها جنس موجود نه رهي آهي.

چون ٿا ته موڙا سنگ پنهنجي پٽ مگڻ کي جاگير عطئي ۾ ڏني هئي جنهن ڪري انهن جو زميندار لاءِ لاڙو وڌيڪ آهي. هن ذات وارا گهوگهارو، ضلع قمبر شهدادڪوٽ ۽ نوشهري فيروز ضلع ۾ رهن ٿا.

# راڄپر

راڄپر سمہ قبيلن مان هڪ قبيلو آهي. راڄ معنيٰ راجا جي اولاد ۽ پوبا پور شهر کي چيو ويندو ۽ ڪوٽ لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي. جنهن جو مطلب آهي راجا جي اولاد جيڪا شهر يا ڪوٽ ۾ رهي ٿي. يعنيٰ تہ راڄپر راجپوت جو ٻيو نالو آهي.

تاريخي طور اسان کي چچ نامي ۾ هڪ حوالو ملي ٿو تہ جڏهن محمد بن قاسم بهر آور ۾ لٿو. جيڪو اڄ جو پريا آهي تہ هن پنهنجا ماڻهون علائقي جي جاچ لاءِ موڪليا. جنهن ڪان پوءِ هن سمن جي قبيلن ڏانهن رخ رکيو جن ان جي ويجهي اچڻ تي دهل ۽ شرنايون وڄائي ان جو استقبال ڪيو. ان تي محمد بن قاسم پڇيو تہ هي لڙ چا جو آهي؟ ٻڌايائون تہ سنڌن رسم آهي تہ جڏهن ڪو بادشاهہ يا حاڪم نئون ٿيندو آهي تڏهن خوشي ڪري راندين ۽ راڳن سان پيش ايندا آهن. محمد بن قاسم "خريم" کي اتان جو حاڪم مقرر ڪيو.

اڄ بہ راڄپر پريا، پڊعيدن ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. انهن جو علائقو سمجهيو ويندو آهي. انهي ڪانسواءِ ان سان لاڳيتي علائقي تعلق فيض گنج ضلع خيرپور تائين آهن. يعنيٰ راڄپر هڪ پٽي يا هڪ علائقي ۾ رهن ٿا. هي سنڌ جي وڏن زميندارن ۾ شمار ٿين ٿا. هن وقت سنڌن وڏيرو خالد ميان راڄپر آهي جنهن جو ڳوٺ چيهو لڳ پڊعيدن تعلقہ ۽ ضلع نوشهروفيروز آهي. هر هڪ مک پاڙو جو چڱو مڙس الڳ آهي. جن مان پانيڻ جو چڱو ظفر خان پانيڻ آهي. جيڪو ظفر آباد تعلقو فيض گنج ضلع خيرپور پر هلائي چلائي ساجد خان پانيڻ جي هٽ وس آهي. نانگور جو چڱو مڙس مختيار خان آهي جيڪو ڳوٺ رئيس ابل خان نانگور عرف مختيار آباد تعلقہ محرابپور ضلع نوشهروفيروز. بگهڙ جو چڱو مڙس رئيس خدا بخش خان ڳوٺ خدا بخش لڳ پڊعيدن ضلع نوشهروفيروز.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) آهوسامند | (2) اڍيجا | (3) ٻاگهہ |
| (4) ٻنڌاڻ | (5) تتوجا | (6) تڳڙجا |
| (7) جهيجا | (8) مسڻ جا | (9) دينوجا |
| (10) ڏنگيجا | (11) ڦل | (12) ڪهرو |
| (13) رتڙ | (14) ساڌر | (15) ساڌرجا |
| (16) ٻانيڻ | (17) نانگور | (18) بگهڙ |
| (19) ڪبر | (20) حاجي | (21) جوڳي |
| (22) پاتا | (23) مانڌڻ | (24) ڪوپر |
| (25) تڳڙ | (26) قاسماڻي | (27) پرياڻي |
| (28) زبيرجا | (29) گونداڻي پاتا | (30) ويسر |
| (31) دودي جا | (32) سانگي | (33) سميجا |
| (34) سهيجا | (35) صدرالدين جا | (36) ڪتوجا |
| (37) گاگڻ | (38) لاکوجا | (39) ماڪيا |
| (40) مالا | (41) موجائي | (42) واڏڙجا |
| (43) وڏڙجا | (44) خيرجا | (45) سوياڻي |
| (46) سوناڻي | (47) وليجا | |
| (48) رانجهاڻي رپاتا راڄپر | | (49) آريجا |
| (50) لکوجا | (51) وڏڙا | (52) مولان |
| (53) موجاڻي | (54) ملهڻ | |


نانگور راڄپر جو شجرو (وينل مختيار آباد تعلقو محرابپور ضلع نوشهروفيروز)
وڏيرو مبارڪ خان
وڏيرو ڏٽي بخش
وڏيرو مبارڪ خان
وڏيرو ڏٽي بخش خان
وڏيرو سهراب خان (نانگور)
هاشم خان
ڪنڊيرو خان عرف شير محمد
خالق ڏنو
فضل خان
نازڪ خان
محمد نواز
خالد علي
راشد علي
نهال خان
ڪاشف
عابد حسين
محمد رمضان
نياز حسين
ڊاڪٽر غلام شبير
محمد اعظم
مور خان


وڏيرو سهراب خان (ٽانگور)
حاجي قربان علي
مشتاق علي
ڊاڪٽر عاشق علي
انجنيئر معشوق علي
مظفر معشوق
مدثر معشوق
مزمل معشوق
معراج معشوق
عرفان عاشق
عمران عاشق
عدنان عاشق
ارسلان عاشق
محمد علي مشتاق
اسد مشتاق
سرمد مشتاق
فياض قربان
اياز قربان
رياض قربان
امتياز قربان
شهباز قربان
فراز قربان
شيراز قربان
سهراب خان

## ٻانيڻ راڄپر جو شجرو (وينل ظفر آباد ضلع خيرپورميرس)



# موتواڻي

موتواڻي ذات وارا سنڌ جا اصل ۽ مقامي باشندا هئا جيڪي صدين کان وني هتي رهن ٿا. هن ذات وارا سکر، ميهڙ، ٺلتي، قمبر، نوشهروفيروز، خيرپور ۽ ٻين هنڌن تي 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به رهن ٿا جيتوڻيڪ گهڻا موتواڻي هندستان ڏانهن لڏي هليا ويا آهن.

موتواڻي ذات وارن مان سڀ کان وڌيڪ مشهور خاندان لاڙڪاڻي وارن جو آهي. انهن مان ديوان چانڊومل ولد منشي نهرومل منگل داس پنهنجي وقت ۾ مشهور هو. هن کي پنج پٽ ۽ ٻه نياڻيون هيون، انهن مان ٻيو نمبر پٽ پوچراج سنڌيءَ جو مشهور شاعر هو ۽ سندس ٽيون نمبر پٽ گيانچند هو. جو پنهنجو مٽ پاڻ هو، هن پنهنجي محنت سان ڪلڪتي، بمبئي، دهلي، لکنو ۽ لاهور ۾ ڪارخانا قائم ڪيا ۽ هو ريڊيو ٺاهڻ جي ڪمپني موتواڻي ريڊيو مئنوفئڪچرنگ ڪمپني قائم ڪئي هئي. جيڪا سڄي هندستان ۾ مشهور هئي. هن پنهنجي وقت ۾ لاڙڪاڻي جي گهاڙ واهه جي ڪپ تي هڪ عاليشان باغ پنج لکن روپين جي خرچ تيار ڪرايو هو. جنهن کي "گيان باغ" سڏيو ويندو. هاڻي ان کي ذوالفقار باغ سڏن ٿا.

قمبر تعلقي جي دوست علي ڳوٺ ۾ پڻ موتواڻي ذات وارا رهندا هئا جيڪي پنجاب کان لڏي اچي اتي وينا هئا جيڪي بعد ۾ قمبر ۽ سکر ۾ وڃي آباد ٿيا. هن موتواڻي ذات وارن جو پاڙو "منچنديا" آهي. هنن کان سواءِ لوهاڻن ۽ ٻين ذاتين مان به موتواڻي پاڙي وارا آهن جيڪي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رهن ٿا.

هن ذات وارن مان گهڻا ئي پنهنجو اصل وطن ڇڏي هليا ويا آهن ۽ ڪجهه گهر لاڙڪاڻي، حيدرآباد، سکر ۽ قمبر ۾ رهن ٿا.

# ڪٻر

ڪٻر ذات وارا سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيڪو هاڻي پڻ هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. ڪٻر پاڙو، جوڻيجن ۽ راڄپرن ۾ به آهي پر هي قاضي احمد طرف رهندڙ ڪٻر سميجا آهن. جن جو ذڪر هتي ڪيو آهي. سندس شجرو هيٺن آهي.

ڪٻر جنهن جي نالي پويان سندس اولاد ڪٻر سڏي ويئي، پٽ گهريو پٽ سومرو پٽ ياڻو پٽ جراڙ پٽ ابڙو پٽ پنيرو پٽ امر پٽ منهي پٽ ياڻو پٽ ڏيرو پٽ ٽيبو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ پٽ لاکيار پٽ ابڙو سندس نسب هسپٽ پٽ جادم تائين آهي.

ڪٻر ذات وارن جو وڏيرو يا چڱو مڙس محترم عبدالرشيد ڪٻر آهي جنهن جو تعلق بابي پوٽا پاڙي سان آهي. جيڪو ڳوٺ الله بخش ڪٻر تعلقي قاضي احمد ضلع بينظير آباد (نوابشاهه) ۾ رهي ٿو.

شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪٻر کي سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو ڪري لکيو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ گهوٽڪي ۽ رحيم يار خان ضلعن ۾ رهندڙ ڪوٻر ذات وارن جو تعلق پڻ ڪٻر سان آهي.

## پاڙا

(1) نوتاڻي (2) سهٽاڻي (3) چناڻي
(4) حاصي (5) جوڏاڻي (6) قاسماڻي
(7) طيباڻي (8) علواڻي (9) خالقاڻي
(10) يادلاڻي (11) الياسياڻي (12) وچاڻي
(13) ٿارو (14) موساڻي (15) صالح پوٽا
(16) لال پوٽا (17) جمرالدين پوٽا (18) بابي پوٽا

# آريجو

آريجو ۽ آريچو هڪ ذات آهي، صرف علائقائي لهجي ۽ لفظن جي ڦير گير ڪري. اتر سنڌ ۾ آريجو ۽ ٻين تي آريچو سڏجي ٿو. اڪثر روايتن موجب آريجو ذات، پنهون جي والد ڄام آري جي پويان سندس پٽن جي اولاد آريجو چورايو يعني آريءَ (ڄام) جي اولاد مان. ڪن لکيو آهي برفت ۽ جاڪرو ذات ۾ ۽ پاڙو آريجو آهي پر اهي اڄ تائين، برفت ۽ جاڪرا سڏائن ٿا پر آريجو ذات جو تعلق سنئون سڌو آريءَ ڄام جي اولاد سان آهي.

هن ذات وارن کي آريجو بلوچ چورائڻ گهرجي ها پر خانداني ۽ نسلي روايتن جي پاسداري ڪندي هنن صرف آريجو سڏرايو ۽ منڍ کان وٺي سمه قبيلي جو حصو ٿي رهيا آهن، شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ هن ذات کي سمه قبيلي ۾ شمار ڪيو آهي.

حقيقت اها آهي ته پنهون جنهن کي سنڌ جي ڪن گهڻن بلوچ ثابت ڪيو آهي ۽ عام طرح سان اهو مشهور ڪرايو آهي ته پنهون پٽ ڄام آري، هوت بلوچ قبيلي مان هو. شاهدي طور سيد شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا شعر بيان ڪندا آهن جنهن ۾ هن کي هوت بلوچ، ٻاروچا ۽ ٻروچ جي لقبن سان سڏيو ويو آهي.

جديد تحقيق موجب اها حقيقت سامهون آئي آهي ته پنهون جو تعلق ڪنهن به بلوچ قبيلي سان نه آهي ۽ هوسمه قبيلي جي فرد ڄام آري جو پٽ آهي جنهن جو ڪنهن به صورت ۾ ڪنهن به جلال خان نالي واري خاندان سان تعلق ڪونهي. معمور يوسفاڻي پنهنجي مضمون آرياڻي اتو ۾ لکيو آهي ته "هن کي (پنهون، سندس ڀائر ۽ پيءُ آري) مڪران جي رهاڪو هجڻ ڪري سندس موجوده نالي بلوچستان جي ڪري بلوچ سڏيوويو آهي، جيڪو اصل ۾بلوچ نه آهي بلڪ سمات نسل جي هڪ سردار ڄام آري جو پٽ آهي، هو وڏيڪ لکي ٿو ته بلوچ پنهون جا تڏهن ڏٽي ٿيا جڏهن هنن فارسي ۽ سنڌي ٻولين ۾ سسئي ۽ پنهون جو قصو پڙهيو ۽ ٻڌو ۽ کين اهو به معلوم هو ته پنهون بلوچ نه آهي پر جيئن ته هو ڪيترن غير بلوچ قومن کي بلوچ بڻائي چڪا هئا تنهن ڪري هنن لاءِ پنهون کي بلوچ بنائڻ ڪو به مسئلو ڪونه هو. جنهن ڪري هنن ان کي بلوچ شجرن ڏانهن ڌڪيو ۽ شجرن ۾ پنهنجي نموني سان داخلائون ڪيائون مان هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان ته انهي خاص مقصد لاءِ ڊومڪين کي استعمال ڪيو ويندو هو، جيڪي پنهنجن روايتن ۽ شعرن ۾ غلط بياني کان ڪم وٺي بلوچ نسب ۽ شجرو تيار ڪري وٺندا هئا. جيئن ڪيترن سنڌي قبيلن کي بلوچ بنائي ڇڏيو آهي. جنهن جي وضاحت ۽ تفصيل اڳ ۾ بيان ڪري چڪو آهيان.

هڪ بلوچ شجري ۾ پنهون ۽ آري کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ هيئن لکيو ويو آهي. پنهون ولد آري ولد بلوچ ولد بهادر ولد ابويو لان ولد امير حمزو. جنهن کي ڪابه پٽ جي اولاد ڪانه هئي ۽ رسول ڪريم ﷺ جن جو چاچو هو. ٻيو امير حمزو سنڌ جي تاريخ ۾ منصوره جي هباري حڪمرانن وٽ امير هو جنهن جو تعلق عرب قبيلي سان هو. مطلب ته اهڙي طرح اٺ مختلف شجرا بيان ڪيا ويا آهن جنهن ۾ پنهون ۽ آري کي بلوچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

پنهون جو پيءُ آري ڄام جي لقب سان ياد ڪيو ويو آهي جيڪو رڳو سنڌي ماڻهن لاءِ مخصوص آهي. ڪنهن به غير سنڌيءَ کي ڄام نه سڏيو ويندو آهي.ان بابت محترم غلام محمد لاکو صاحب سمن جي سلطنت ۾ وضاحت بيان ڪندي لکيو آهي "بادشاهي وڃڻ بعد سمات سنڌي جي مختلف ذاتين ۾ وڌيڪ تقسيم ٿي ان ڏس ۾ هڪ مؤرخ لکيو آهي ته اها قوم گهڻن قبيلن ۾ ورهايل هئي جن جا سردار ڄام، ارباب، وڏيرا ۽ ڄاموٽ لقبن سان سڏبا هئا. اها مجبل

حقيقت آهي ته ڄام سنڌي لاءِ لقب ۽ خطاب آهي. جنهن دؤر ۽ وقت ۾ پنهون ۽ سنڌس والد آري، ڪيچ مڪران ۾ هئا، انهي دؤر ۾ ڪيترا عرب سياح ۽ عالم سنڌ ۾ آيا پر انهن مان هڪ به اهو ذڪر نه ڪيو آهي ته اتي غير سنڌي قومون رهن ٿيون. انهي سلسلي ۾ محترم معمور يوسفاڻي ۽ حاجي خان چاچڙ پنهنجا تحقيقي مضمون لکي ثابت ڪيو آهي ته پنهون ۽ آري ڄام جو تعلق سمہ قبيلن وارن مان هو، اهي حقيقتون مير حاجي محمد بخش ٽالپور به قبول ڪئي آهي. وڌيڪ لاءِ منهنجي لکيل تاريخ سنڌ جلد ٻيو پڙهو.

آريجو يا آريڃو ذات وارن جو تعلق پنهون جي پيائرن هوٿي نوتي، چندو، پسايو، مرڪيو ۽ ٻانهون سان آهي. جنهن مان به ثابت ٿئي ٿو ته اهي نالي خالص سنڌي نالا آهن.

آريجو ذات جي نالي تي ضلع لاڙڪاڻي ۾ به ڳوٺ ۽ وارهہ تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ آهي. هن ذات وارا ضلع لاڙڪاڻي، قمبر شهدادڪوٽ ۽ خيرپور ۾ اڪثريت سان رهن ٿا ان ڪان علاوه سنڌ جي ٻين حصن ۾ به آباد آهن.

### پنهون، ڄام آري سنڌي هئا

### وڌيڪ ٿيل تحقيق ۽ حقيقتون

آڳ سوپ ميگزين ۾ مسلسل چار سال تاريخي ۽ تحقيقي مضمون لکندو رهيس، انهن دوران هڪ لکيل مضمون راجا دلوراءِ جي متعلق هو، جنهن ۾ سسئي ۽ پنهون جي عشقي داستان جنم ورتو، تنهن تي هڪ دوست پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي پنهون ۽ انجي خاندان کي سنڌي مڃڻ کان انڪار ڪيو. مون ان جي جواب ۾ لکيو جنهن ڪان پوءِ ڪنهن به دوست ان تي اختلافي راءِ جو اظهار نه ڪيو چاڪاڻ ته ان جي ڪابہ گنجائش ڪونہ هئي.

مون آريجو ذات ۾ ان تي مختصر لکيو آهي پر هاڻي ان جي پس منظر ۾ هن کي هڪ نطر سان ڏسبو ته حقيقت پت پڌري ٿي پوندي.

- اياز پاڳت

محترم ايوب انڙ، منهنجي لکيل تحقيقي مضمون جنهن ۾ مان راجا دلوراءِ ۽ پنيور جي ذڪر ۾ سسئي پنهون جي داستان کي تاريخ جي ڪسوٽي تي پرکيندي هڪ تاريخي واقعو ٻڌايو ۽ ان جي اصليت ۽ حقيقت کي تحقيقي طور پيش ڪيو، ان سان اختلاف راءِ رکندي مڙس! علمي ۽ تحقيقي حوالا ۽ ثبوت ڏيڻ ۽ پيش ڪرڻ جي بدران افسانوي انداز ۾ لکي پنهنجي اڻ ڄاڻائي ۽ ڪم علمي جو مظاهرو ڪيو آهي. پهريان ته يار صحيح معنيٰ ۾ پڙهيو ناهي ۽ جيڪڏهن پڙهيو آهي ته سمجهو ناهي نه ته ائين نه لکي ها! ته "جيڪڏهن ڄام پنهون جو تعلق ڪٿي به ڄام فيروز الدين جي اولاد سان جڙي ٿو ته اهو ڪهڙي ڪتاب ۽ ڪهڙي پيج تي لکيل آهي، مهرباني ڪري اهو ٻڌايو وڃي."

هن ادي کي اها به خبر نه آهي ته ڄام آري ۽ ان جي خاندان جو تعلق ڪهڙي سن ۽ صديءَ سان آهي ۽ ڄام فيروز ڪهڙي وقت سان تعلق رکي ٿو، انهن مان اڳ يا پهريان ڪير آهي ۽ بعد ۾ ڪير آهي. جيڪڏهن هن کي اها ڄاڻ هجي ها ته شايد ائين نه لکي ها! ڄام آري يا پنهون جو تعلق راجا دلوراءِ جي راجائي جي وقت سان تعلق رکي ٿو.

سن 93 هجري مطابق 712ع ۾ سنڌ، عرب سلطنت جو حصو بڻجي ويئي، پهريان بني اميه ۽ پوءِ بني عباس حڪومت ڪئي، جنهن جي زوال کان پوءِ مشهور تاريخ دان يعقوبي مطابق "عمران بن موسيٰ کان پوءِ هارون بن ابي خالد سنڌ جو گورنر ٿي آيو، جنهن سن 240هجري مطابق 854ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کان پوءِ عمر بن عبدالعزيز هباري عباسي خليفي کي لکي موڪليو ته کيس سنڌ جي گورنري ڏني وڃي، خليفي المتوڪل ان کي قبول ڪيو پر حقيقت اها هئي ته عمر بن عبدالعزيز ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

تاريخي طور اهي ثابتيون موجود آهن ته عباسي خلافت جي آخري دؤر ۾ سنڌ ۾ 24 آزاد رياستون قائم ٿي چڪيون هيون، يعني 847ع کان 854ع جي آخر تائين، پنيور ۾ آزاد ۽ خود مختيار حڪومت قائم ٿي سگهي هئي. جنهن جو ذڪر مقدسي ۽ اصطخري ڪيو آهي. جنهن جو بنياد راجا دلوراءِ جي وڏن رکيو هو ۽ راجا دلوراءِ سن 1212ع مطابق 608هجري جي آخر يا 609 هجري جي شروعات ۾ تخت تي ويٺو. ان جي دؤر ۾ سسئي ۽ پنهون جو عشق ٿيو ۽ هڪ نئين داستان جنم ورتو جنهن جو سربستو احوال اڳ ۾ تفصيل سان ڏيئي چڪو آهيان.

جڏهن ته ڄام فيروز الدين پنهنجي پيءُ مشهور سمہ حاڪم ڄام نندي جي وفات 914هجري مطابق 1508ع کان پوءِ نندڻ ۾ تخت تي ويٺو جنهن جي دؤر ۾ 11 محرم

927هجري [illegible] 22 ڊسمبر 1520ع تي سنڌ عملي طور دولهه درياهه خان جي شهيد ٿين کان پوءِ غلام بڻجي ويئي ۽ شاهه حسن ارغون هن کي سنڌ ۾ رهڻ ڪونه ڏنو ۽ هو 942هجري ۾ همايون جي فوج هٿان گجرات ۾ مارجي ويو.

انهن ٻنهي جي وچ ۾ اٽڪل 300 سؤ سالن جو فرق آهي ته پوءِ ڪيئن جام آري يا پنهون جو خاندان جام فيروز جي اولاد آهي. مان ڪٿي لکيو آهي ته جام آري يا پنهون جام فيروز جي اولاد مان آهي. ٽيڻ ته ائين گهرجي ها ته ايوب انڙ پهريان پڙهي، سمجهي پوءِ لکي ها!

هن مان ئي معلوم ٿئي ٿو ته ليکڪ جي علمي معلومات ڪيتري آهي لڳي ٿو ته هن اونده ۾ ٽاڪوڙا هنيا آهن يا ڪيس ڪنهن لکي ڏنو آهي. ڪيس اها به خبر نه آهي ته صرف جام فيروز انڙ جي اولاد کي سمات نه سڏيو ۽ لکيو ويندو آهي اهو هڪ وڏو مفهوم ۽ معنيٰ رکي ٿو. جنهنجو دائرو تمام وڏو ۽ وسيع آهي. ڪٿي محترم غلام محمد لاکي صاحب ائين لکيو آهي ته جام فيروز الدين انڙ جي اولاد ئي رڳو سمات آهي؟

مان هن جي لکيل مضمون جي جواب ۾ هيٺين ڳالهين جي وضاحت ۽ تفصيل ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو، جنهن سان اصل حقيقت سامهون اچي ويندي ۽ سنڌ جي تاريخ سان هٿ چراند ڪندڙن تي به واضح ٿي ويندو:

1) جام لقب جو بنياد ۽ حقيقت
2) جام آري، پنهون ۽ هوت جي اصليت
3) شاهه صاحب جو بلوچ لفظ استعمال ڪرڻ جو سبب
4) بلوچ قبيلن جو سنڌ ۾ اچڻ

## (1) جام لقب جو بنياد ۽ حقيقت

جام لقب انهن سنڌي قبيلن سان لاڳو آهي، جيڪي مها ڀارت جي مک ڪردار ڪرشن جي اٺن گهر وارين مان ستين زال ڄامل جي اولاد مان آهن. قديم دؤر ۾ ڪيترن زالن پرڻجڻ جو رواج هو، جنهن ڪري ڪافي اولاد پيدا ٿيندي هئي، جنهن مان پهريان فرد، پوءِ آکهه، ان کان پوءِ کهول تانجو هڪ قبيلو ٺهي پوندو هو. جنهن ڪري ان قبيلي جي سڃاڻپ ته فلاڻي راڄا يا ڪنهن فرد سان ٿيندي هئي پر وضاحت خاطر ته اهي ان جي ڪهڙي گهر واري مان آهن تنهن ڪري ماءُ جي سڃاڻپ طور ان سان منسوب ٿي ويندا هئا.

جيئن ته راڄا دسرٿ کي ٽي زالون هيون. هڪ ڪوشيلا ٻي سومترا ۽ ٽين ڪيڪئي. راماڻ جو هيرو رامچندر جنهنجي نسل مان کيترائي سورج بنسي خاندان آهن، ان کي سندس ماءُ جي نسبت سان ڪوشيلائي به سڏيو ويندو هو. اهڙي طرح سان ڪرشن جي اولاد کي گڏيل طور سمو چيو وڃي ٿو، جنهن ۾ جاڙيجو، جد پان وغيره شامل آهن پر انهن مان سمه قبيلي سان تعلق رکندڙ ماءُ جي نسبت سان ڄامائي سڏيا ويندا آهن ۽ پنهنجو لقب ڄام استعمال ڪندا آهن يعني اهي سمه جيڪي راڻي ڄامل جي اولاد يا ان مان آهن. اهو لقب يا اعزاز صرف سنڌ جي سمه حاڪمن لاءِ مخصوص نه هو. بلڪ جيڪي به قبيلا راڻي ڄامل جي اولاد مان ٿيا اهي پاڻ سان ڄام لقب استعمال ڪندا آهن. اڄ به سنڌ ۾ ڄام فيروز الدين انڙ باني سمه حاڪميت جي اولاد انڙ ۽ ٻيا ڄام لقب استعمال ڪندا آهن. ان ڪانسواءِ ڏهر، ٻگهيه، جوڻيجه وغيره ۽ ڄام لقب سان سڏيا ويندا آهن اهڙي طرح ڪوريجا، [illegible]ونجها، رونگها به ڄام لقب اختيار ڪندا آهن. لس ٻيلي جا ڄام مٿين ذاتين مان هجڻ ڪري سڏبا آهن. ڏهرڪي جا ڏهر ڄام لقب استعمال ڪندا پيا اچن. فتح پور جا ٻگهيه اڄ تائين پنهنجي نالي جي اڳيان ڄام لقب لکندا آهن. سانگهڙ جا جوڻيجا ڪانيو خان کان اڳ ۾ يا پوءِ سيئي ڄام لقب اختيار ڪندا آهن.

سڪندر اعظم مقدوني جڏهن 323 قبل مسيح ۾ سيوهڻ تي حملو ڪيو ته اتان جو حاڪم ڄام سمون هو. جيڪو جنهن کي يونانين سامبس يا سامپس ڪري لکيو آهي جيڪو انهيءَ نسل مان هو. مولائي شيدائي تاريخ تمدن سنڌ جي صفحي 103 تي لکيو آهي ته يادو راجائون جاموتي (ڄامل) جي بطن مان هو، تنهن ڪري سندن لقب ”ڄام“ هو.

شري ڪرشن جي ٻي اولاد جو نسل ڀٽي ۽ جاڙيجا مان: ڪي ڄام چورائيندا آهن ڇاڪاڻ ته ڪرشن جو هڪ لقب سيام به هو، جنهن جي معنيٰ آهي ڪارو يا سانورو يا ڪٽڪ رنگو جيڪو اصل ۾ سنڌي قوم جوئي نسلياتي رنگ آهي. اهو سيام بدلجي ڄام ٿي ويو پر جيڪا نسبتي سڃاڻپ ڄامل جي حواليٰ سان ڄام ٿي ان جي جاءِ ڪوبه والاري نه سگهيو مسٽر جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ ان تي روشني وڌي آهي ۽ جلد پهرين جي صفحي 98 تي لکيو آهي ته قبيلو جاڙيجو ڪرشن جي لقب سيام جي ڪري سمه پونا سڏيا، انهن جي بادشاهن سمه لقب يا خطاب اختيار ڪيو جنهن گرنار ۽

جهونا ڳڙهه جو حاڪم سمر راءِ ڏياڄ راءِ سمه ۽ ڪي جام پوتا وغيره پر جام لقب صرف راجا ڪرشن جي زال ڄامل جي اولاد سان لاڳو آهي.

سنڌ جا اڪثر سمه قبيلا سمه سلطنت جي دؤر ۾ مسلمان ٿيا جن جي اسلام سان اينتري محبت ۽ الفت ٿي ويئي جو هنن پنهنجو نسلياتي تعلق عرب ۽ ايران سان ڳنڍڻ لاءِ ايران جي قديم ۽ ديومالائي بادشاهه جمشيد جي نسل مان ثابت ڪرڻ لاءِ ان جي تخت جام سان تعلق پيدا ڪرڻ لاءِ جام جو لقب نسلياتي طور ان سان ڳنڍيو پنهنجي سچاٽپ ظاهر ڪئي جو قديم دؤر ۾ راجا ۽ ٻيا گهڻيون زالون پرڻبا هئا. جنن ڪري انهن جي اولاد پيءُ جي بجاءِ ماءُ سان منسوب ٿيندي هئي، اهوئي سبب آهي جو ڪيترا سنڌي قبيلا ڄامل جي اولاد جي نسل مان هجڻ ڪري پنهنجي نالي سان جام لقب استعمال ڪندا آهن. جيڪو رڳو خاص سنڌين لاءِ آهي نه ڪوئي، عرب، ايراني، افغاني، بروهي، پٺاڻ ۽ بلوچ وغيره جو ان سان تعلق يا ڪو به نسلياتي لاڳاپو آهي.

موجوده جديد دؤر ۾ جيڪڏهن ڪو به غير سنڌي متاثر ٿي پنهنجي اولاد تي جام تماچي وغيره نالو رکي ٿو ته ان سان اهو تاثر ڏيڻ ته قديم دؤر کان بلوچ وغيره جام لقب يا نالو استعمال ڪندا هئا غلط آهي پر جنهن دؤر سان سسئي پنهون وارو قصو لاڳو آهي، ان دؤر ۾ سنڌ، موجوده بلوچستان جي حدن ته ڇا پر سڄي ننڍي کنڊ ۾ ڪنهن بلوچ قبيلي يا ڪنهن ڪٽنب ۽ فرد جو هجڻ ناممڪن آهي جنهن جو احوال اڳتي بيان ڪندس.

## (2) جام آري پنهون ۽ هوت جي اصليت

آري-نج سنڌي لفظ آهي، جيڪو قديم دؤر کان وٺي استعمال ٿيندو ٿو اچي جنهن ڪنهن به ٻي ٻولي ايراني يعني فارسي، عربي، افغاني وغيره سان ڪو به تعلق ڪونهي. مرحوم سراج ميمڻ پنهنجي تحقيقي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي صفحي 148 تي لکيو آهي "ار معنيٰ ڪيڙڻ. اهو ار ڌاتو اڄ به اسان وٽ سنڌيءَ ۾ آري لفظ" موجود آهي، جنهن کي شاهه لطيف "سکر" يا ڪنهن چڱي مڙس جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي، ان جي معنيٰ ته قديم زماني ۾ ڪيتي ڪندڙن کي جيئن سکر (خوشحال) ماڻهو سمجهيو ويندو هو جنهن ڪري ڪين سڏيندائي هئا آري.

جام آري سمون ڪيچ واري مڪران ۾ ڪيچ نديءَ جي اوپر طرف رهندو هو ۽ اتان جو وڏيرو، پوٽار يا چڱو مڙس هو. جنهن جو اتي هڪ قلعو هو. جنهن ۾ رهائش پذير هو ان ڪانسواءِ ڪيچ نديءَ اتان جي ڪاريزن جي پاڻيءَ تي آباد ٿيندڙ زمينن جو مالڪ هو. اڄ اتي زمينون ڪيچ ندي، ڪاريز جي پاڻي ۽ برسات تي آباد ٿين ٿيون ۽ ڪيتري ايراضي باغن هيٺ آيل آهي.

جيئن ته آري لفظ آر مان نڪتو، جيڪو صوتي قانون موجب آر-اسم جي پويان "اي" حرف اضافت ملائي آري لفظ ٺهي ٿو. جيڪو هڪ صفاتي اسم آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙي نموني ٺهيل ڪافي اسم آهن ۽ اها خصوصيت سنڌي ٻولي کي حاصل آهي.

جام آريءَ تي سندس نالو صفاتي طور وڏن رکيو هو. انهيءَ دؤر ۾ ڪيچ شهر آسودگي جي لحاظ کان مشهور هو، عرب مؤرخ ادريسي نزهة المشتاق ۾ لکيو آهي ته "مڪران جو سڀ کان وڏو شهر ڪيچ هو، جيڪو ايراضي ۾ لڳ ڀڳ ملتان جيترو آهي، جتي ڪتل تمام گهڻي ٿئي ٿي ۽ ڀري ڀري ٿائين زمين آبادي هيٺ آهي، شين جي قيمت معقول ۽ مناسب آهي ۽ واپار ۽ تجارت خوب ٿئي ٿي."

منهنجي تحقيق ۽ مٿي بيان ڪيل حقيقت مان ثابت ٿئي ٿو ته جام آري جو نالو خالص سنڌي نالو آهي، آري ڪنهن به ٻي ٻولي ۾ ڪونهي، جنهن جي معنيٰ، سُکر ۽ خوشحالي هجي اڄ به اسان پنهنجي اولاد جا نالا صفاتي رکندا پيا اچون جنهن جي وضاحت ڪرڻ جي ضرورت ناهي.

پنهون قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي جي جنرل موجب پنهون اصل ۾ پنون آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سچ. منهنجي تحقيق موجب پنهون ٻن لفظن پن ۽ هون جو مرڪب آهي. پن معنيٰ خير-خير جو ڪم. چڱائي، چڱو، ثواب، هون يا هو معنيٰ ڪندڙ. مطلب چڱو ڪم ڪندڙ، ثواب جو ڪم ڪندڙ. هي به آري وانگر هڪ صفاتي نالو آهي، جنهن جو استعمال قديم سنڌي قبيلن ۾ ٿيندو هو ۽ اڄ به آهي. اسان پنهون، پنهل، پنو انهيءَ تسلسل جا نالا آهن.

پنهون، ڪنهن غير سنڌي ٻوليءَ جو لفظ ڪونهي ۽ نه وري ڪا معنيٰ ۽ مفهوم اهي. جو ان کي بلوچي ۾ شامل ڪجي يا ڪنهن بلوچ جو ٿي سگهي ٿو. بلوچن جا اڪثر نالا، جلالهان، چاڪرهان ۽ انهن سان ملندڙ جلندڙ آهن. باقي جيڪي ٻيا نالا نظر اچن ٿا اهي سورهين صدي عيسوي کان

بوءِ سنڌ ۾ رهڻ دوران سنڌين جي نالن کان متاثر ٿي رکيا ويا نه ته انهن جا اڪثر نالا هان، هيان، لان سان هئا. انهيءَ دؤر ۾ مڪران ۾ سنڌي قبيلن جي اڪثريت هئي جنهن جي تصديق مشهور مؤرخ ۽ سياح مقدسي مڪران رياست ۽ ان جي گادي پنج گور متعلق لکيو آهي ته "مڪران جي گادي وارو شهر نخلستان ۾ آهي، شهر جو قلعو مٽيءَ جو ٺهيل آهي، جنهن کي ٻه دروازا آهن. هڪ طوران ۽ ٻيو تيز. شهر جي چئني طرفن کان کاهيون کوٽيل آهن. جامع مسجد وچ بازار ۾ آهي. اتان جا رهاڪو هڪ درياء جو پاڻي پيئندا آهن. هنن جي زبان ناقابل فهم (يعني، عربي، فارسي، ترڪي وغيره نه هئي) هئي" هو وڌيڪ لکي ٿو هتان جا ماڻهون نالي ماتر مسلمان آهن، ڪند ذهن آهن، هو ڪڻڪ رنگا (سانورو سنڌين جو اصل جسماني رنگ) آهن، هو قميص پائيندا آهن، وار وڏا رکندا آهن ۽ ڪي ڪن ٽوپائيندا آهن.

مقدسي پنهنجو هي ڪتاب احسن التقاسيم ڏهين صدي جي شروعات ۾ لکيو هو، جنهن جي لکڻي مان خبرپوي ٿي ته مڪران رياست ۽ ان جي شهرن جا رهاڪو سنڌي هئا، جيڪي صرف سنڌي ٻولي ڳالهائيندا هئا، جنهن ڪري مقدسي کي سمجهه ۾ نه آئي ۽ انهن لاءِ لکيو ته ڪند ذهن آهن، جن کي عربي فارسي وغيره ڪونه اچي ٿي. حقيقت ۾ انهيءَ دؤر ۾ صرف سنڌي قبيلن جي اتي گهڻائي هئي جن ۾، سمه، جت، ماڇي، مهاڻو ۽ ٻيا شامل هئا، انهن جي اڪثريت غير مسلم هئي، جنهن ڪري هن انهن کي نالي ماتر مسلمان ڄاڻايو آهي ۽ انهن جا نالا به مقامي ۽ قديم سنڌين وارا هئا، جيڪي هن ان کان اڳ ڪونه ٻڌا هئا. جنهن مان اها ثابتي ملي ٿي ته پنهون نالي اصل ۾ قديم سنڌي نالو آهي.

پنهون کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ اڻ هٺرادو شجرا تيار ڪرايا ويا جيئن مولائي شيدائي ان جي ڄام لقب اختيار ڪرڻ ڪري نهايت علمي چالاڪي سان بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ هٺرادو قصو گهڙيو ته بلوچن جي ڏاڏي مير جلال خان ڪيچ تي قبضو ڪري ٻه شاديون ڪيون هڪ مرزا جهان بيگ جي ڌي سان ۽ ٻي هوتن مان عجوبه نالي هڪ ناچڻي سان جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو هوت رکيو ويو، جيڪو پوءِ اتان جو حاڪم ٿيو. جيئن ته هو ماءُ جي طرفان راجپوت هو، ان ڪري سندس لقب به آري ڄام هو. سندس لکت موجب پنهون پٽ هوت عرف ڄام آري پٽ مير جلال خان يا جلالهان، باقي شجرا هيئن آهن.

(2) پنهون ولد آري ولد رند ولد جلال

(3) پنهون ولد علي ولد هوت ولد جلال

(4) پنهون ولد عالي ولد مير جلال

(5) پنهون ولد مير عالي ولد مير هوت ولد مير جلال

(6) پنهون ولد آري ولد بلوچ ولد بهادر ولد ابو يولان ولد امير حمزو

(7) مير محمد بخش ٽالپور پنهنجي مقالي سسئي پنهون تاريخ جي روشني ۾ ان جو شجرو هيئن بيان ڪيو آهي. پنهون ولد مير عالي ولد مير عبدو ولد هوت ولد مير جلال خان

(8) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سسئي پنهون وار ڪتاب جي مقدمي ۾ شجرو هن طرح لکيو آهي، پنهون ولد عالي ولد عمر ولد ٻجار ولد هوت ولد جلال.

هي شجرا ڏسي پڙهي اهو سمجهڻ ۾ دير نه ٿي لڳي ته زوري پنهون کي بلوچ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ۽ هر هڪ بلوچ عالم هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ لاءِ ڪوڙ لکڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو آهي. ان مان هي ثابت ٿئي ٿو ته پنهون بلوچ نه آهي ۽ نه وري ان وقت بلوچ قبيلا اتي آباد هئا.

هوت، قديم سنڌي ٻوليءَ جو مروج لفظ اهي، مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو جي تحقيق سنڌي لغت جي صفحي 291 تي لکيل آهي ته (سن-هت. هه= وڃڻ، وڏڻ) پيارو محبوب. جامع سنڌي لغات جلد پنجون صفحو 3063 تي لکيل آهي ته هوت معنيٰ، محبوب، معشوق، دوست، عاشق، مڙس، ور، پيتار، سخي، سهڻو، اينربون وصفون هجڻ حون خصوصيتون صرف قديم سنڌي ٻوليءَ جي لفظن ۾ اهن، جنهن ڪري هو دنيا جي ٻين ٻولين کان نرالي ۽ الڳ نظر اچي ٿي. انهيءَ ڪري ته عالمن سنڌي ٻوليءَ کي سڀني ٻولين جي ماءُ ڪري مڃيو آهي.

فيروز اللغات جامع جي صفحي 21 تي هوت جي معنيٰ لکيل آهي، حقدور، پونجي، فراغ بالي، ثروت، دولت، حيثيت ۽ ڪنهن کي سڏ ڪرڻ جو جملو ۽ نور اللغات جلد ٻيو صفحو 2061 جي مطابق، مقدر، پونجي، ثروت، حيثيت ۽ ڪنهن کي سڏ ڪرڻ جو جملو جڏهن ڪوبه پر واري پنهنجي ننڌي کي سڏيندو آهي. اهڙي طرح هڪ ٻئي قديم اردو جي لغت فرهنگ آصفيه جي جلد چوٿين ۽ صفحي 748 تي لکيل اهي ته هوت معنيٰ، مقدر، دولت، سرمايو، پونجي، رقم، ثروت، حيثيت جيئن هو هوت وارا آهن. بکيا ننگا نه اهن. سڏڻ جو جملو، جڏهن ڪوبه دل مان ڪنهن جو نالو وساري ڇڏي. ان

صورت ۾ ڪنهن کي سڏ ڪري چئجي هوت پاءُ يعني فلاڻان ماڻهون.

انهيءَ ڪانسواءِ مڇي کي بہ هوت چيو ويندو آهي، جيڪو پڻ هڪ قبيلي جي نالي ڏانهن اشارو آهي، قريشن جي معنيٰ بہ مڇي آهي،يعني مڇيءَ وارو قبيلو.

هوت لفظ، عربي، فارسي ۽ بلوچي ۾ آهي ئي ڪونہ نہ وري ڪابہ معنيٰ اٿس. اهو خالص هڪ سنڌي قبيلي جو نالو آهي. جنهن جي حقيقت کي مولائي شيدائي جنت السنڌ جي صفحہ 246 تي مڃيندين تسليم ڪيو آهي تہ هوت هڪ راجپوت قبيلو آهي ۽ اهو خالص نالو يا اشارو قديم سنڌي قبيلا استعمال ڪندا هئا. جيڪو هرگز ڪنهن بہ غير سنڌي قبيلي ۽ فرد جو نہ ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن جديد دؤر ۾ غير سنڌي قبيلن جي فردن ذاتي طور متاثر ٿي اهو نالو رکيو آهي تہ ان جو مطلب هرگز اهو ڪونهي تہ اهو جدي پشتي ان خاندان جو آهي.

محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي ۾ صفحي 143 تي لکيو آهي تہ "پنهون، توڙي سندس ڀيا پائر ۽ ٻيا ساٿي سڀ سنڌي زبان ڳالهائي ۽ سمجهي سگهندا هئا. مڪران جي اڪثريت واري آبادي سنڌي قبيلن تي مشتمل هئي، ان وقت ڪوبہ بلوچ قبيلو اتي رهائش پذير ڪونہ هو. جنهن جي تصديق ڏهين صدي عيسوي جو عرب سياح ابن حوقل ڪري ٿو. جيڪو لکي ٿو تہ مڪران تي جت قبيلي وارن جو قبضو آهي، جيڪي هن خطي ۾ قديم زماني کان وٺي رهن ٿا."

جت جن کي عرب زط ڪوٺيندا آهن. اصل سنڌي قبيلن ۾ شامل آهي، جن جو اڪثر ذڪر عرب تاريخ نويسن ۽ سياحن ڪيو آهي.

مسٽر جيمس ٽاڊ جنهن ٻاليهہ سال تحقيق ڪري راجستان، سنڌ ۽ هند جي ذاتين ۽ قبيلن تي ٻڌل تاريخ راجستان ٽن جلدن ۾ لکي آهي، تنهنجي جي جلد پهرين صفحي 120 تي لکيل آهي تہ جت اصل ۾ درياءِ سنڌ جا رهاڪو اهن ۽ جادو (يادو) نسل جا آهن ۽ اولاد ڪرشن آهن. يعني ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ جت ۽ سمہ پاڻ ۾ پائر ۽ هڪ نسل جا اهن. رگ ويد ۾ هنن کي سميدا ۽ اجميدا ڪري لکيو ويو اهي.

منهنجي هن تفصيل بيان ڪرڻ مان ثابت ٿي چڪو اهي تہ مڪران ۾ سنڌي قبيلن جو راڄ هو ۽ اهو انهن جو علائقو هو. سن 1283هجري مطابق 1866ع ۾ ڪيچ نامو يعني ڪيچ جي بلوچن جي تاريخ ڪمالان پٽ مير هاشم گچڪي، هڪ انگريز عملدار جي چوڻ تي لکي هئي، جنهن جو قلمي مسودو برٽش ميوزم ۾ موجود آهي، تنهن ۾ آري ڄام ۽ پنهون جو ڪوبہ ذڪر ڪونهي. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ ڄام آري ۽ پنهون جو ڪنهن بہ بلوچ قبيلي سان تعلق ڪونہ هو ۽ هو سنڌي نسل سان تعلق رکندڙ هئا.

## (3) شاهہ صاحب جو بلوچ لفظ استعمال ڪرڻ جو سبب

ڄام آري ۽ پنهون کي بلوچ نسل مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ وارا ليکڪ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي ۾ سسئي ۽ پنهون بابت لکيل سرن ۾ ڪتب آيل لفظ، بلوچ، ٻاروچي ۽ جت جو سهارو وٺندا آهن ۽ ان جي بنياد تي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ ان جي تصديق شاهہ صاحب پنهنجن بيتن ۾ ڪئي آهي، پر ان جي پس منظر کي ڪونہ ڏسندا ۽ جاچيندا آهن تہ شاهہ سائين جي بيت پويان ڪهڙي حقيقت لڪيل آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو ان دؤر سان تعلق آهي جڏهن سنڌ ۾ ڪلهوڙن جو دؤر هو ۽ ميان نور محمد حڪمران هو. 1102هجري مطابق 1690ع ۾ ڄائو ۽ 1165هجري مطابق 1751ع ۾ وفات ڪيائين. هن جي وقت ۾ سنڌ جي اوير، اتر ۽ اولهہ ۾ سنڌ دشمن حڪومتون ۽ حڪمران هئا. خاص اهو دؤر نهايت اهميت وارو هو جڏهن دهلي تي مغل حڪمران هئا ۽ انهن جا ڪارندا سنڌ ۾ ظلم ۽ ستم جي بازار گرم ڪيون وينا هئا ۽ ٻي طرف قلات جا خان حڪمران دهلي جي بادشاهہ ۽ ايران جي شهنشاهہ جا آلہ ڪار بڻجي سنڌ کي ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. انهيءَ دوران ايران ۾ نادر شاهہ بادشاهہ بڻجي ويو، جنهن جي تاج پوشي 8 مارچ 1736ع مطابق 24 شوال 1148 هجري ۾ ٿي. جنهن هندستان تي حملي ڪرڻ کان اڳ ۾ قلات کي پنهنجي ماتحت ڪري ايران ملڪ ۾ هڪ نئون صوبو بلوچستان قائم ڪيو. جنهن ۾ مڪران، ڪيچ، پنجگور، گوادر، پسني، قضدار ۽ قلات وغيره شامل هئا. جن ان نئين صوبي جو حصو بڻايو ويو. جڏهن انگريزن جو عمل دخل وڌيو تہ هن سرڪاري طور بلوچستان کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. هڪ ايراني بلوچستان ۽ ٻيو قلاتي بلوچستان ۾ قلات جا خان بروهي حڪمران ان کي بروهي

هو وڌيڪ لکي ٿو ته فقط اينترو پر هر لهجو ۽ محاورو وري ڪرت. ڏنڌي ۽ پورهئي جي لحاظ کان به ننڍن ننڍن مقامي محاورن ۾ ورهايل آهي.

اهڙي طرح سنڌي لهجي جي هڪ محاوري جو نالو ٻاروچي ٻولي آهي، جنهن جو اصل بنياد تي ٻالڪ پڻ ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻاتي يا توتلي ٻولي آهي، جنهن ٻار سمجهڻ سان ٿيندو آهي ۽ هو وقت ۽ ضرورت آهر ڳالهائڻ شروع ڪندو آهي تنهنجي اڏاڪري يا ٻاتي ٻولي پياري لڳندي آهي، جنهن ڪي اتر اولهندي سنڌ واري پٽي ۾ ٻاروچي ٻولي چوندا آهن. يعني ننڍي ٻارواري پياري وٽندڙ ٻولي، جيڪا هاڻي ڪاڇي، ڏاڙهياڙي جبل، ڪرو، ڪيرٿر تي ڇتاڻ ڳائينچا ۽ ٻاريجا قبيلن وارا ڳالهائن ٿا. محترم حافظ عبدالستار ڪوريجو جي لکت موجب ”سنڌ جي مقامي رواج طور رڍن چاريندڙ ڪي اڳاٽي زماني کان وٺي سنڌي ٻوليءَ موجب ٻاروچ، ٻروچ سڏيو ويندو آهي.“ تنهن جو مطلب ته انهن جي ٻولي کي سنڌن نسبت مطابق ٻاروچي ٻولي سڏيو ويو.

حقيقت اها آهي اڄ به ڪاڇي جي ڏنار ۽ ريڍار جي ٻوليءَ کي ٻاروچي ٻولي سڏيو ويندو آهي، جو هو اڪثر ڪري خاص ۽ مخصوص لفظن کي اڻپوري طرح ڳالهائيندا آهن، جنهن ڪري معصوم ٻار واري ٻولي محسوس ٿيندي آهي، جنهن کي عرف عام ۾ مقامي ماڻهون ٻاروچي ٻولي چوندا آهن.

مطلب ته ٻاروچي ٻولي جو مفهوم ۽ مقصد آهي پياري ٻولي انهيءَ ڪري شاهه صاحب ٻاروچي ٻوليءَ جو مفهوم طور استعمال ڪيو آهي. پيرومل مهور چند آڏواڻي لکيو آهي ته سنڌ جي الهندي ڏي ڪوهستان يعني جابلو ملڪ آهي، جو سنڌ کي بلوچستان کان ڌار ڪري بيٺو آهي ۽ اڀرندي ڏي ريگستان يعني وارياسو ملڪ يا ٿر آهي. انهن ٻن علحدين طبعي صورتن وارين حدن جي وچ وارو پاسو ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. جي سرو، وچولو ۽ لاڙ سڏجن ٿا. انهن هنڌن جون ٻوليون انهن نالن پٺيان سريلي، وچولي ۽ لاڙي ڪونجن ٿيون. جن جي ڀاشائن جي پڻ اپڀاشائون آهن. يعني ٻوليءَ جو ننڍو دفعو (Dilaegt) اهو تفاوت اهڙو آهي. جهڙو جبل ۽ ٽڪريءَ جي وچ ۾ تفاوت.

ٻاروچي ٻولي. سريلي ٻوليءَ جو هڪ مقامي لهجو آهي. جيڪو ڪيرٿر کان ٿيندو ڪيچ ۽ مڪران تائين وڃي پهتو. جنهن کي اتي جدگالي يعني جٽن واري ٻولي ڪري سڏيو ويو. جٽ به اصل ۾ قديم سنڌي قبيلو آهي. جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ٿيندو (جٽ متعلق هن ڪتاب ۾ پڙهو) محترم غلام علي الانا سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي ۾ لکي ٿو ”مڪران واري خطي ۾ جدگالي، گوادري، اورماڙي لهجا ۽ سبي ۽ ڏاڍر واري ايراضي ۾ فراڪي ٻولي سنڌي زبان جا لهجا آهن.“ جي اي گريئرسن جدگالي کي جتڪي سڏي ٿو. جتڪي سريلي ٻولي جو هڪ حصو آهي، جنهن کي سرائڪي به چئون ٿا. جيڪا سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي.

مٿين بيانن ۽ تفصيلن مان اهو واضح نموني ثابت ٿئي ٿو ته ٻاروچي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جو مقامي لهجو آهي. جيڪا سنڌي قبيلا بلوچستان ۽ ٺاڪرو علائقن ۾ ڳالهائيندا آهن. ان جو مطلب بلوچي ٻولي نه آهي نه وري شاهه عبداللطيف ڀٽائي ان مفهوم ۾ بيان ڪئي جو پنهون، سندس پيءُ آري ڄام ۽ خاندان کي بلوچ ثابت ڪري.

## (4) بلوچ قبيلن جو سنڌ ۾ اچڻ

بلوچ، سنڌ. قديم سنڌ. راءِ گهراڻي کان وٺي سمه سلطنت جي دؤر يا ان کان اڳ پوءِ ڪهڙي وقت ۾ سنڌ ۾ موجود هئا. يا مورڳو انهن جو وجود ئي ڪونه هو. ان تي تاريخي طور نظر وجهنداسين ته معلوم ٿي ويندو ته ڄام آري ۽ پنهون جي نسلياتي حقيقت ڪهڙي هئي. اچو ته ان جو هڪ محققاڻو جائزو وٺون.

راءِ بهادر هتو رام 1907ع ۾ تاريخ بلوچستان. هڪ انگريز عملدار سر رابرٽ فورٽ سمنڊ يمن جي چوڻ تي لکي. پاڻ به انگريز سرڪار جو هڪ ملازم هو. هن ان وقت جي بلوچ راوين ۽ ٻين ذريعن کان معلومات گڏ ڪئي هئي. هو پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 31 تي لکي ٿو ته سال 1540ع ۾ جڏهن همايون بادشاهه خراسان ۾ تخت نشين ٿيو (هي اهو دؤر هو جڏهن شير شاهه سوري دهلي تي قابض ٿي ويو هو ۽ همايون تخت حاصل ڪرڻ لاءِ دربدر هو) ۽ هندستان تي حملو ڪيو ۽ سندس فوج بولان لڪ جي رستي هندستان ويئي. تڏهن هن مير چاڪر سردار بلوچ قبيلا کي پاڻ سان گڏ هندستان وٺي ويو. جڏهن هن هندستان فتح ڪيو ته مير چاڪر کي علائقه ست ڳڙهه ضلع منٽگمري (موجوده ساهيوال) پنجاب ۾ جاگير ڏني. مير چاڪر اتي گذران ڪندو رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪئي. ان تي مقبرو نشان طور موجود آهي. اتي ڪڇ بلوچ به گڏ رهندا هئا. جيئن ته هميشه

اڪثريت غالب رهندي آهي. بلوچ ٿوري تعداد ۾ هئا ۽ اتي پنجابي گهٽائي ۾ هئا. جنهن ڪري انهن جي حالت اهڙي ٿي ويئي جو انهن جي وچ ۾ ٻولي، پوشاڪ ۽ ڪاٺ پيٽنڻ وغيره ۾ ڪو به فرق نه رهيو. مير چاڪر جي وفات کان پوءِ اڪثر بلوچ قبيلن ڪڇي ۽ قلات جي طرف کان سنڌ ۽ ٻين علائقن جو رخ رکيو.

لالا هتورام جي مطابق همايون ايران کان واپسي بولان لڪ ذريعي هندستان ڏانهن ڪئي ۽ بولان جي علائقي ۾ رهندڙ مير چاڪر کي پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيو ۽ ان جي عيوض جاگير عطا ڪئي. جنهن مان اهو واضح ٿئي ٿو ته مير چاڪر اتي ڪٿي رهندو هو ۽ اتي ن دؤر ۾ شاهه بيگ ارغون جو رفات کان پوءِ سندس پٽ شاهه حسن ارغون جي حڪمراني هئي ۽ سندس گاديءَ جو هنڌ ٺٽو هو، مطلب ته مير چاڪر يا ان نالي وارو ڪو به سرڪاري عملدار يا حاڪم ۽ حڪمران ڪونه هو.

جنهن جي تصديق نذير احمد شاڪر بروهي جو اهو تحقيقي مقالو آهي. جيڪو ٽي ماهي مهراڻ جي جنوري جون 1999ع واري پرچي ۾ ڇپيو آهي. هن مختلف حوالن ۽ تاريخن جي چند ڇاڻ ڪان پوءِ ثابت ڪندي لکيو آهي.

"ان سموري پنجانوي (95) سالن جي طويل عرصي جي دوران وچ ۾ ڪو هڪ به اهڙو وقفو ڪونه آهي، جنهن ۾ اسان کي مير چاڪر خان رند (جنهن بلوچ مؤرخن جي مطابق بلوچستان ۽ سبي تي ستاويهه سال حڪومت ڪئي) هڪ لمحي لاءِ به حڪومت ڪندي نظر اچي! ستاويهه سال ته پري جي ڳالهه آهي، هتي ته ستاويهن ڪلاڪن جو به ثبوت ڪونه ملي ٿو. ان ڪري اسان ائين چوڻ ۾ ڪا به دقت محسوس نٿا ڪريون ته چاڪر رند جي سبي تي ۽ نه ئي وري بلوچستان تي ڪڏهن به ڪا حڪومت هئي."

حقيقت اها آهي ته بلوچستان جي ڪنهن به هڪ حصي تي ڪڏهن به محمد بن قاسم جي اچڻ يعني 712ع کان وٺي اڄ 2014ع تائين بلوچي حڪمراني نه رهي آهي. دراصل سن 1666ع ۾ بروهن راءِ گهراڻي جي سيورائي خاندان جي حڪمران خلاف غداري ڪئي ۽ بغاوت ڪري قلات جي تخت تي قبضو ڪيو ڪن تاريخ نويس لکيو آهي 1530ع ۾ سيوا راجا جي حڪومت ختم ٿي جو نو وارد مهمانن راجا سان غداري ڪري، منگولن کي قلات تي حملي جي دعوت ڏني پر حقيقت اها آهي موجوده خان آف قلات جي وڏن 1666ع ۾ راجا سيورائي سان غداري ڪئي هئي ۽ مير احمد خان ان پهريون حڪمران هو. هي بلوچ نه آهن. بلوچ ۽ بروهي ۾ وڏو نسلياتي، لسانياتي فرق آهي. بروهي قديم سنڌين جي اولاد مان آهن. جڏهن بلوچ نو وارد ۽ پناهه گير آهن. انهن جو سنڌ قديم سنڌ جي علائقي موجوده نالي ۾ بلوچستان ۾ اچڻ جو عرصو چار آري. پنهون ۽ سسئي جي تعلق کان تمام گهڻو پوءِ آهي. خود بلوچ محقق غلط بياني ڪندي اڻ ڄاڻائي ۾ سچ لکي ويٺا. جيئن بلوچ قوم جي تاريخ حصه پهرين ۾ محمد سردار خان گشڪوري صفحه 83 تي لکيو آهي "بلوچ وقتن في وقتن ايراني سلطنت جي طول عرض ۾ گهوڙي سوار قبائل جي حيثيت ۾ گهمندا ڦرندا هئا ۽ ڪڏهن آباد ۽ ڪڏهن اجڙيل رهيا (يعني خانه بدوشن وانگر) عربن جي فتح ايران ۽ هندستان جي طرف انهن جي عام هجرت جي دوران (حقيقت ۾ تاريخي طور ثبوت ۽ شاهديون موجود آهن ته مسلمان سنڌ ۽ هندستان ۾ ڪڏهن به ڪنهن به سبب ڪري هجرت ڪو نه ڪئي هئي، پر هنن سنڌ تي مختلف وقتن تي مختلف دورن ۾ حملن جي شروعات ڪري چڙهي هئي ۽ نيٺ محمد بن قاسم جي ڪمان هيٺ آيل عرب لشڪر راوڙ جي ميدان جنگ ۾ 10 رمضان 93 هجري مطابق 20 جون 712ع تي راجا ڏاهر کي شڪست ڏيئي پنهنجي حڪمراني کي يقيني بڻايو. راجا ڏاهر جي دؤر ۾ محمد علافي عرب حجاج بن يوسف جي ظلمن کان تنگ ٿي اچي ان وٽ پناهه ورتي هئي.) بلوچ گهڻو ڪري ايران جي صوبي ڪرمان ۾ رهندا هئا."

هي بلوچستان ۾ ڪڏهن داخل ٿيا ان جو به ڪو به تاريخي ثبوت ڪونهي، سواءِ ان جي ته هو شاهه بيگ ارغون جا پاڙتيو سپاهي هئا ۽ ان جي دؤر ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي اندر داخل ٿيا جتي مختلف آزاد رہا ستون هيون. جهڙي طرح بلوچ ليکڪن ڪوڙ ۽ هٺ جون ٺوڪيل ڳالهيون تحرير ڪري چاڪر اعظم جو ڪردار پيدا ڪيو، اهڙي طرح هنن مير جلال يا جلالهان جو بت به ڪڙو ڪيو. تاريخ بلوچ قوم و خوانين بلوچ۾ احمد يار بلوچ لکي ٿو "شهنشاهه نو شيروان 531ع ۾ بلوچن تي هڪ وڏي فوج سان لشڪر ڪشي ڪئي ۽ فوج کي حڪم ڏنو ته هنن کي نست و نابود ڪري ڇڏن. نوشيروان عادل جي هن خون ريز ڪارروائي جي نتيجي ۾ بلوچ وڙهندا مرندا "ڪوهه البدر" کان نڪتا ۽ ٻن حصن ۾ ورهائجي مڪران ۽ زابل سيستان پهتا. مير جلال 24 قبيلا وٺي مڪران ۾ آباد ٿي ويو ۽ هڪ وسيع علائقي تي قابض ٿي ويو."

سردار خان بلوچ جي مطابق "ٻارهين صدي جي وچ ڌارين بلوچ سيستان ۾ لڏي آيا جنهن جو اڏنگو رويو هو. غالبًا هي طبقات ناصري جو اهو ملڪ آهي، جيڪو ملڪ شمس الدين صفاري (المتوفي 1166ع) جي نالي سان مشهور آهي. هو ملڪ تاج الدين ابو الفضل نصر جو پٽ ۽ جاءِ نشين هو جيڪو 559هجري ۾ پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ تخت نشين ٿيو. هن بلوچن کي سيستان کان بمبور ۽ موجوده ايراني بلوچستان طرف لڏپلاڻ ڪرڻ تي مجبور ڪيو ۽ پندرهين صديءَ جي آخر ۾ مڪران ۽ قلات طرف هجرت ڪئي."

اهڙي طرح بلوچستان تاريخ جي آئيني ۾ جسٽس مير خدا بخش بجاراني مري لکي ٿو ته بلوچ سڀ کان پهريان تيرهين صدي ۾ منگولن جي حملن دوران ننڍي کنڊ پاڪستان ۽ هند (بلوچستان سميت) ۾ داخل ٿيا. تاريخ هند ۾ ان کان پهريان انهن جي اچڻ جو ڪوبه ذڪر ڪونه ٿو ملي.

حقيقت ۾ تاريخي طور اهي ثبوت موجود آهن ته بلوچ، سنڌ ۾ موجوده بلوچستان ۾ 920هجري مطابق 1514ع کان اڳ موجود ڪونه هئا شاهه بيگ ارغون جي ڀيهر سبيءَ تي قبضي ڪرڻ وقت ان جي لشڪر ۾ سپاهي طور موجود هئا. جنهن کان پوءِ هو سنڌ ۽ موجوده بلوچستان جي ڪن علائقن ۾ ڦهلجي ويا ۽ اهو چوڻ سراسر غلط آهي ته مير جلال خان جي ڪمان هيٺ 44 قبيلن جي پنج لک ماڻهن سان گڏ داخل ٿيا هئا. ان حقيقت کي بلوچ ليکڪ ڊاڪٽر شاهه محمد مري پنهنجي ڪتاب "بلوچ قوم قديم عهد سي عصر حاضر تڪ" جي صفحي 97 تي تسليم ڪندي لکيو آهي ته مير جلال خان جو وجود تاريخ جي ڪنهن به ڪتاب ۾ موجود ڪونهي پر اهو صرف بلوچي ڏند ڪٿائن جي بنياد تي آهي.

جنهن دور ۾ مڪران ۾ بلوچن جو آباد ٿيڻ ۽ حاڪميت قائم ڪرڻ آهي، ان وقت ۾ ته ڪرمان ۾ عباد الدوله ۽ معزالدوله حڪومت ڪندا هئا. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته مڪران ۽ ڪيچ ۾ بلوچ جو ڪوبه وجود ڪونه هو البته سنڌي قبيلا ماڇي، جت ۽ سمه اتي وڏي اڪثريت سان آباد هئا ۽ مقامي طور اهي ئي حڪمران هئا. بلوچ سنڌ ۽ موجوده بلوچستان ۾ شاهه بيگ ارغون جي لشڪر ۾ شامل هجڻ جي ڪري 920ع هجري کان پوءِ آباد ٿي ويا.

بلوچ يا بلوص جو تاريخي طور ذڪر نوشيروان عادل جي دؤر کان ملي ٿو، جڏهن هو سنڌ فتح ڪري واپس وريو ته هن سرڪش ۽ باغي قبيلن کي سيکت ڏيڻ لاءِ انهن تي چڙهائي ڪئي. تنهن حقيقت کي محمد سردار گشڪوري تسليم ڪندي لکيو آهي: بقول شاهنامه فردوسي:

"۽ هو جلدي ۾ بلوچن جي طرف وڌڻ لڳو. جڏهن هو انهن وڏن جبلن جي جي وجهو پهتو ته هي پنهنجي لشڪر سميت انهن جي چوڌاري ڦريو ۽ هن جي لشڪر هنن جو گهيراءُ ڪيو ۽ ڪولن وانگر پر پوءِ به رستا بند ڪري ڇڏيا. لشڪر ڪولن ۽ ماڪڙ وانگر جبلن ۽ ان جي آس پاس جي رستن تي ويهي رهيو هڪ مخصوص گروهه جي ارد گرد چڪر هڻڻ لڳو جبلن، غارن ۽ ميدانن کان اعلان ٿيندا رهيا جڏهن بلوچ خوراڪ جي تلاش ۾ نڪرن جيڪڏهن هو جنگجو ۽ مسلح هجن هو تورائي ۾ هجن يا گهٽائي ۾ انهن مان ڪنهن کي به زنده نه ڇڏيو وڃي، لشڪر شاهي غيظ و غضب جي پيش نظر پنهنجي گهوڙي سوارن ۽ پيادن سميت هر هنڌ ناڪا بندي ڪئي شايد ڪو بلوچ شاهي حڪم کان پوءِ بچيو هجي سڀ عورتون، ٻار ۽ جنگي جوان ختم ٿي ويا اهي سڀ تلوار جو کاڄ ٿي ويا. انهن جو شهر مٽجي ويو. دنيا انهن جي ڦرلٽ، ڌاڙا، رهزني کان محفوظ ٿي ويئي ڪوبه حاضر يا غائب بلوچ زنده نه رهيو. انهن جي جبلن تي ڌڻ بغير ڌنار جي چرڻ لڳا ۽ جبلن ۽ ان جي هيٺاهن ۾ ڌڻ ۽ انهن جي چارڻ واري (ڌنار) جي ضرورت نه هئي سڀ ماڻهن ماضيءَ جي تڪليفن کي وساري ڇڏيو ۽ هو جبلن کي پنهنجو گهر سمجهڻ لڳا."

هي هئا بلوص جن جي شر کان نوشيروان کي فوج ڪشي ڪرڻي پئي. هن واقعي کان پوءِ جيڪي بچي نڪتا يا پڇي وڃي جان بچائي تن وڃي مختلف هنڌن تي پناهه ورتي ۽ جڏهن به طاقت حاصل ڪئي يا گهٽائي ۾ نظر آيا ته پنهنجي اصلي ڏنڌي ڌاڙن شروع ٿي ويا. هير لڊليم "تيمرلين" يعني تيمور لنگ جي تاريخ ۾ لکيو آهي ته "هڪ ڏينهن تيمور هرڻ جو شڪار ڪندي ان جي پويان گهوڙي کي ڊوڙيا. انهيءَ دوران رات ٿي ويئي ۽ بارش به شروع ٿي ويئي ۽ هو پنهنجو

رستو نه پلجي ويا ۽ سردي نه وڌي ويئي، اهڙي حالت ۾ هو اهڙي هنڌان گذريا جتي ڪارا ڪارا ٻي تڪا خيمه نظر آيا. جتان ڪجهه ماڻهو ڪتن سميت هنن تي حملو ڪرڻ لاءِ نڪتا. انهيءَ دوران تيمور هنن کي خبردار ڪندي چيو، خمي وارؤ مان طرغائي جو پٽ آهيان. ان ڪان پوءِ هنن پنهنجون تلوارون مياڻن ۾ واپس وڌيون ۽ پنهنجا پيا هٿيار الڳ ڪري رکيا.

هنن اهڙي حالت ۾ تيمور ۽ ان جي ساٿين جي خوب خدمت ڪئي، جڏهن تيمور بادشاهه بڻيو تڏهن ڪارن تنبن وارن جي سار سنڀال لڌي.

هي ڪارن تنبن وارا اهي آهن جن کي بلوچ ليڪڪ ساهه پد سڏن ٿا. اهي سياهه پد مهمان نوازي جي عيوض تيمور جي هٿان نوازجي ويا ۽ ان جي لشڪر جو حصو بڻجي ويا ۽ جڏهن 920هجري مطابق 1514ع ۾ شاهه بيگ ارغون پيهر سبي تي ڪرئيتا جي طرف کان حملو ڪيو ته هو عيسيٰ خان ترخان جي ڪمان ۾ سنڌ ۽ موجوده بلوچستان ۾ داخل ٿيا ۽ شاهنامه فردوسي وارا بلوص اسان وٽ بلوچ جي نالي سان سڏجڻ لڳا.

جڏهن ته تاريخي طور ڏٺو وڃي ته سنڌ ۽ موجوده بلوچستان ۾ ان کان اڳ بلوچ جو ذڪر ڪونه ٿو ملي، جڏهن ته سنڌ ۽ موجوده بلوچستان ۾ مڪران، ۽ ڪيچ تائين قديم سنڌي قبيلا چانيل هئا. جن کي هن وقت جدگال طور سڃاتو وڃي ٿو ته پوءِ راجا دلوراءِ جي وقت 1212عيسوي مطابق سن 608 ۽ 609هجري ۾ ڪيچ مڪران ۾ بلوچ ڪٿان آيا. جڏهن ته ڪي بلوچ عالم اهو تسليم ڪن ٿا ته سنڌ ۾ بلوچ 16 صدي عيسوي ۾ داخل ٿيا هئا. راجا دلوراءِ جنهن جي وقت ۾ سسئي، پنهون جو تعلق آهي، ان وقت بلوچ ذات جو انهن علائقن ۾ هجڻ ناممڪن آهي، سسئي، پنهون ۽ بلوچ جو سنڌ ۽ موجوده بلوچستان ۾ اچڻ جي وقت جو تفاوت ٽي سؤ (300) سالن جو آهي.

خود اسان ڄام آري جي خاندان تي نظر وجهنداسين ته حقيقت ۽ اصليت پٽ پڌرتي ٿي پوندي آري ڄام ۽ پنهون بابت اڳ ۾ ڪافي وضاحت پيش ڪري چڪو آهيان وڌيڪ ان بابت تفصيل بيان ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي پر ان جي خانداني نالن يعني اولاد جي نالن مان ئي معلوم ٿئي ٿو ته هي سمه خاندان سان تعلق رکندڙ گهراڻو هو. آري نالو قديم سنڌ جي مهين واري دؤر سان تعلق رکندڙ آهي، رگ ويد جي هڪ شاعر ۽ عالم جو نالو آري هو. وڌيڪ لاءِ ڏسو رگ ويد ۽ وضاحت لاءِ پراڻي هندستان جي تواريخ صفحه 22، 42 ۽ 43.

راجا دلوراءِ جي دؤر ۾ ڪيچ ۽ مڪران جو معاشرو سنڌي معاشرو هو ۽ سماجي طور هو سنڌ سان لاڳاپيل هئا. آري ڄام طرفان واپار ڪندڙ جو نالو پاپيهو هو. بلوچ معاشري ۾ واپار ڏنڌي ۽ حڪمراني جو ته تصور ڪونه آهي. اسان پنهون ۽ ان جي خاندان کي سنڌي ثابت ڪرڻ لاءِ وڌيڪ شاهدن ۽ دليلن جي ضرورت ڪونهي پر هٺ ٺوڪين عالمن ۽ نام نهاد ذات پرستن لاءِ ضروري آهي ته ان جي خاندان جي نالن تي هڪ نظر وجهجي.

محترم عثمان علي انصاري پنهنجي مقالي منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ ۾ لکيو آهي ته پنهون جي وڏي ڀاءُ جو نالو هوتڪ يعني هوتي هو. هي فقط ٻه ڀائر هئا. بلوچن جي طرفداري محقق مير حاجي محمد بخش ٽالپور پنهنجي هڪ مضمون سسئي ۽ پنهون تاريخ جي روشني ۾ لکيو آهي ته هي فقط ٻه ڀائر هئا هڪ پنهون ۽ ٻيو مير اسماعيل خان. ٽالپور صاحب هي نالو ڪٿان آندو ان جي وضاحت نه ڪئي آهي شايد ڊيره اسماعيل جي باني جي نالي کان متاثر ٿي هوت قبيلي مان هجڻ ڪري اهو نالو استعمال ڪيو آهي، ان متعلق محترم عبدالستار ڪوريجو سنڌ جون رياستون ۽ شهر ۾ لکيو آهي ته ان شهر جو باني نسلا سنڌي هو.

جڏهن ته بلوچ ازم جو حامي ۽ طرفدار مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سسئي پنهون ڪتاب جي مقدمي ۾ سندس ستن ڀائرن جا نالا لکيا آهن، هن جي موجب (1) نوتڪ (نوتي) (2) چندو (3) مرڪيو (4) هوتي (5) ننگرو (ننگر) (6) پسايو ۽ (7) پانهون هئا. اهڙي طرح ابو الحسن ڏاهري نسب نامه سنڌ سندس چار ڀائر ڄاڻايا آهن، هڪ (1) لهوتي (2) نوتي (3) چندو ۽ (4) پسايو. ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي جي موجب هن جي ڀائرن جا نالا (1) چندو (2) هوتو (هوتي) ۽ (3) نوتو (نوتي) هئا. جنهن جي تائيد بلوچ ازم کي هٿي وٺائيندڙ ۽ انهن جي نمائندگي ڪندڙ رحيمداد خان مولائي شيدائي جنت السنڌ هوتي (هوتي) نوتي ۽ چنري لکيا آهن.

آري ڄام جي خاندان ۾ پنهون جي ٻن زالن جا نالا ملن ٿا هڪ آئسان ۽ ٻي ٻائي جن مان آئسان ڏاهڳڻ ۽ ٻائي سهاڳڻ هئي.

اسان مٿين نالن کي ذهن ۾ رکي فورا سمجهي وينداسين ته هي نالا سنڌي آهن. ڪڏهن به ڪنهن به بلوچ قبيلي جي ڪنهن به فرد، ڪتنب، کهول جا اهڙا نالا نه ٿا ٿي سگهن. هي نالا سنڌي سماج ۽ معاشري جي نمائندگي ڪن ٿا. مطلب ته

آري ڄام جي پٽن ۽ نهن جي نالي مان صاف واضح آهي ته ڄام آري ۽ پنهون سنڌي هئا. ڄام آري جي ڇهن ھوٿي، نوتي، چندو، پسايو، مرڪيو ۽ ڀانهي جي اولاد ڄام آري جي نالي پويان آريجو ۽ آريچو سڏائي ٿي. جن جا سنڌ جي مختلف هندن خاص ڪري وارهه تعلقي لاڙڪاڻي تعلقي ۽ باقراڻي تعلقي ۾ آريجا نالي ڳوٺ موجود آهن. جن پنهنجي وڏي جي نسبت سان سڏيا وڃن ٿا. جيڪا هنن جي ذات ٻڌجي ويئي آهي ۽ اهو غلط ۽ بي بنياد تي پڌل آهي ته آري ڄام، پنهون ۽ سندس خاندان بلوچ هو. ان وقت نه بلوچ هو نه وري ان جو بز ۽ پاڇو. هي نج سنڌي سماج جا سنڌي ماڻهون هئا.

رهيو ڪلمتين جي باري ۾ ته بلوچ قبيلن تي تحقيق ڪندڙن واضح طور لکيو آهي ته هي نيم بلوچ آهن. حقيقت ۾ ڪلمتي سومرن جي پهرين دؤر ۾ جڏهن منصوره ۽ ملتان ۾ قرمطي فرقي زور ورتو ۽ هندو ۽ ٻڌ مسلمان ٿيڻ لڳا ته هن قرمطي فرقو اختيار ڪيو. جنهن ڪري انهن کي قرمطي ۽ پوءِ ڪلمتي سڏيو ويو.

جڏهن سلطان محمود غزنوي سومنات کان موٽندي ابن اثير جي مطابق 416هجري مطابق 1025عيسوي ۾ منصوره ۾ آيو ته اتان جي حاڪم خفيف سومري ۽ راڄن تي حملو ڪيو، جنهن ڪري خفيف سومرو ۽ ٻيا ڀڄي ويا. انهيءَ ڀاڄ دوران هي سومرن جي قبيلي جا ماڻهو وڃي مڪران تائين پهتا جن کي اڄ ڪلهه ڪلمتي سڏيو وڃي ٿو. سر ٽي هولڊچ لکيو آهي ته هي محمود غزنوي ۽ محمد بن سام جي ڪري مڪران طرف ڀڄي ويا هئا.

مطلب ته آري ڄام، پنهون ۽ ان جو خاندان سنڌي قبيلي جا فرد هئا. هن کان پوءِ هنن بلوچ سمجهڻ، چوڻ ۽ لکڻ سج کي آرسي ڏيکارڻ برابر آهي.

# پچارو

پچارو ذات، اصل ۾ ڪرت واري ذات آهي، جيڪا قديم سنڌي جي لفظن پچج + ڪار مان نڪتي اهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪپهہ پچڻ وارو جيڪو اسان وٽ بدلجي پچارو ٿي ويو آهي. حقيقت ۾ سنڌ جي ڪپڙي واري صنعت ۾ انهن جو اهم ڪم هو، جنهن ڪان پوءِ ڪپهہ مختلف مرحلن مان گذري، ڌاڳي جي صورت اختيار ڪندي هئي. هي هڪ قسم جي صنعتي مزدورن جو طبقو هو جن جي اوائلي دؤر ۾ وڏي اهميت هئي.

پچارو ذات وارا احساس محروميءَ جي ڪري مختلف هنڌن تي پاڻ کي مختلف قبيلن مان ٿا ڄاڻائن جيئن سيوهڻ ۾ رهندڙ پچارو ذات وارا پاڻ کي ٿهيم چورائيندا آهن ۽ پاڻکي عرب نسل سان بہ ڳنڍيندا آهن، اهڙي طرح نوابشاهہ ضلع ۾ رهندڙ پچارو ذات وارا پاڻ کي پيرزادو سڏرائيندا آهن ۽ ساڳي وقت سماٽ جو حصو بہ چوندا آهن ۽چون ٿا تہ هو انڙ سرداري ۾ شامل آهن.

حقيقت اها آهي تہ هي سنڌ جي قديم ڪرت وارين ذاتين مان هڪ آهي جيڪي هاٿي ميمڻن ۾ شمار ٿئي ٿي، سنڌ جو اهي اڪثر ذاتيون جيڪي ڪپهہ ۽ ڪپڙي جي صنعت سان وابستہ هيون، اهي هاٿي پاڻ کي ميمڻ چورائن ٿيون پر ڪي اهڙيون بہ ذاتيون آهن، جيئن ڪنڀر ۽ پچارو پنهنجي اصل ذات سڏرائيندا اچن ٿا.

هي سنڌ ۾ خيرپور ميرس، نوابشاهہ، ڄامشورو ضلعن ڪان علاوه ٻين هنڌن تي بہ رهن ٿا.

# ڪاٺيو

ڪاٺيو ذات ۽ قبيلو شيخ صادق علي جي مطابق سمه قبيلي جي هڪ شاخ يا پاڙو آهي. ڪاٺيو ذات اصل ۾ ڪٺيئي ذات آهي جن 329 سال قبل مسيح سڪندر مقدوني جا ڏند ڪتا ڪري ڇڏيا هئا ۽ سندس لشڪر جي سخت مزاحمت ڪئي هئي. جنهن جو ذڪر سڪندر جي تاريخ نويسن ڪيو آهي. جنهن مان واضح ٿئي ٿو ته ڪاٺيو يا ڪٺيئي ذات وارن جو تعلق مهين جي دور وارن ذاتين سان آهي جن آريا ڌنارن جي ڪاهن کي منهن ڏنو هو.

قديم سنڌين جي هن ذات وارن جي حڪمراني سنگالا جي رياست ۾ هئي جنهن کي هاڻي سانگلا چون ٿا جيڪو فيصل آباد لاهور جي وچ ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن آهي. ان وقت ۾ قديم سنڌ سمنڊ کان وٺي ڪشمير تائين ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهايل هئي ۽ موجوده سنڌ ۾ ٻي حڪمران الڳ الڳ حڪومتون ڪندا هئا.

ڪن محققن رايو ڏيکاريو هو ته ڪاٺيو ذات وارن جو قديم قبيلي ڪٺيئي سان ڪوبه تعلق ڪونهي ۽ اهي ڪتري آهن پر بعد ۾ اڪثر محققن ڪيپٽن ايلفنسٽون جي اَن رپورٽ سان متفق ٿيا ته ڪاٺيو ئي ڪٺيئي قبيلي وارن جي باقيات آهن. ايرانين ۽ ٻين يوناني تاريخ نويسن لکيو آهي ته سڪندر مقدوني جڏهن هنن جي شهر سنگالا کي فتح ڪيو ته جنگ دوران ڪاٺيو ذات وارن جا سترهن هزار جوان وڙهندي مارجي ويا ۽ ستر هزار ڪاٺيا ۽ ٻين ذاتين وارن مقدونن جا هٿان گرفتار ٿيا ان کان علاوه جيڪي ڪنن مجبوري ۽ لاچاري سبب پنهنجا گهر ڇڏي نه سگهيا اهي پنج هزار يونانين جي هٿان نهايت بي دردي سان قتل ٿي ويا.

ڪاٺيو ذات وارن جي متعلق جيمس ٽاڊ، ڊينزل ابٽسن ۽ اي. ڊي ميڪليگن لکيو آهي هي راجپوت جي 36 شاهي گهراڻي وارن جي فهرست ۾ پڻ آهن. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هو اوائلي راجپوت گهراڻي سان تعلق رکندڙ آهن. جيمس ٽاڊ هن ذات وارن جي متعلق لکيو آهي "هن ذات وارا اصل حالت ۽ اصل حسب نسب ۾ آهن. هو وڌيڪ لکي ٿو ته هو انين صديءَ ۾ سنڌ مان اچي جيسلمير جي طرف آباد ٿيا ۽ ٻارهين صدي ۾ ڪاٺيو ذات وارن ۽ پرٿوي راج چوهاڻ جي وچ ۾ لڙايون لڳيون. هن ڪيپٽن ميڪرڊو جي حوالي سان لکيو آهي ته "ڪاٺيو ڪن ڳالهين ۾ راجپوتن کان مختلف آهن ۽ هنن جون مخصوص عادتون ۽ خصلتون آهن. ڪاٺيو راجپوت جي نسبت گهٽ بي رحم پر دلير آهي. جيتري دليري بهادري ۽ حوصلو ڪاٺي قوم ۾ آهي اهڙو ٻين قومن ۾ گهٽ نظر اچي ٿي.

جيمس ٽاڊ ڪاٺيو ذات وارن جي حسب نسب متعلق لکي ٿو ته هنن جو اصل وطن سنڌ هو. ڊينزل ايٽسن ۽ اي. ڊي ميڪليگن، مسٽر پرسر جي حوالي سان لکيو آهي ته هو سورج ونشي راجا ڪرن جي اولاد آهن هنن جو اصل وطن بيڪانير هو جتان هنن لڏپلاڻ ڪئي ۽ رياست ڪاٺياواڙ جو بنياد رکيو، جتان پوءِ هو پهريان سر سا ۽ پوءِ بهاولپور ويا ۽ قبوليو پار ڪيو ۽ پوءِ مسلمان ٿي ويا. محترم ميڪليگن لکي ٿو ته ان حوالي سان ڪاٺيو ڪاٺياواڙ جو مهاجر (پناهگير) ٿئي ٿو. پنجاب ۾ رهندڙ ڪاٺيو ذات وارا سنڌ ۽ ڪڇ کان آيا آهن. هو ڀنور راجپوت راجا ڪرن جي اولاد آهن.

مطلب ته ڪاٺيو ذات وارا سورج ونشي آهن راجا رامچندر جي اولاد مان آهن. هنن جو اصل وطن قديم سنڌ هو جيڪي سڪندر مقدوني جي قتل عام کان پوءِ مختلف علائقن ۾ پناهه گير ٿي ويا ۽ چندر گپت موريا جي وقت ۾ ٻڌيا پرڳڻي جي علائقي ۾ اچي گڏ ٿيا. جتان پوءِ هو لڏپلاڻ ڪري رياست مهاراشٽر ۾ پنهنجو علائقو ڪاٺياواڙ قائم

ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. جنهن ڪري هو اٺين صدي عيسوي تائين سنڌ مان اوڏانهن ويندا رهيا ۽ موجوده پنجاب جا رهواسي ڪاٺيو ذات وارا پڻ سنڌ مان اوڏانهن ويا. هو نسلي طور سنڌي آهن.

ڪاٺيو ذات وارا مغل شهنشاهه اڪبر جي وقت ۾ مسلمان ٿيا. چون ٿا ته ڪاٺيو ذات جي هڪ حڪمران نالي "ڪتيه" تي زوربار رکيو ويو ته هو پنهنجي ڀيڻ جو سڱ اڪبر مغل کي ڏيئي پر هن انڪار ڪيو ۽ راجپوت وقار جي خلاف ڳالهه ڪرڻ تي هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري مغل لشڪر تي حملو ڪيو پر شڪست کاڌي ۽ قيدي بڻجي شهنشاهه اڪبر وٽ پيش ڪيو ويو. جنهن هن سان سٺو رويو اختيار ڪيو ۽ ان ڳالهه تي آماده ڪيو ته هو دين اسلام قبول ڪري مسلمان ٿي. جنهن اها ڳالهه قبول ڪئي هو مسلمان ٿي ويو. اڪبر هن کي اهم عهدي تي رکيو.

ڪاٺيو ذات وارن جي پنجاب ۾ پنجابي ۽ سنڌي ۾ سنڌي ٻولي آهي ۽ ڪاٺياواڙ ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جو ڪاٺياواڙي لهجو ڳالهائيندا آهن. هن وقت سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، دادو، نوابشاهه ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا. وارهه تعلقي ۾ ڪاٺيو ذات وارن جي نالي تي ڳوٺ ڪاٺياواڙ بازار ۽ ديهه آهي. هن ذات وارن جا ٻه خاص پاڙا آهن.

## پاڙا

(1) ڪاٺيا خاص (2) ڪاٺيو ڀاڳيلو

# لنڊ

لنڊ ذات سنڌ جي هندن جي هڪ ذات آهي جيڪي لاڙڪاڻي، شڪارپور ۽ سکر ضلع کان علاوه سنڌ جي ٻين شهرن ۾ به رهن ٿا. ٻيا لنڊ ذات وارا موجوده گهوٽڪي ضلع ۾ به آهن جن جي چوڻ مطابق هو بلوچ نسل مان آهن.

لنڊ ذات سنڌ جي قديم ذاتين مان هڪ آهي، جن جو نسلي تعلق مهين جي دؤر وارن ذاتين مان آهي، هو بنيادي طور ٻڌ ڌرم جا پوءِ لڳ هئا پر جيئن ته سنڌ مان ٻڌڌرم مسلمانن جي اچڻ کان پوءِ ختم ٿيندو ويو. انهن مان اڪثر مسلمان ٿي ويا ۽ ڪجهه ويدا ڌرم (هندو ڌرم) اختيار ڪيو. پر انهن پنهنجي ذات لنڊ برقرار رکي ۽ اڄ تائين اهو سڏائيندا اچن ٿا.

ڪن روايتن مطابق گهوٽڪي ضلع ۾ رهندڙ لنڊ ذات وارا به اصل مقامي نسل جا ماڻهون آهن جن مسلمان ٿيڻ کان پوءِ به لنڊ سڏايو ۽ بعد ۾ جڏهن سنڌ ۽ ان جي پر ۾ بلوچ آباد ٿي ويا ته هنن به لنڊ بلوچ چورائڻ شروع ڪيو. چاڪاڻ ته رندن ۾ هڪ پاڙو لنڊ آهي.

بلوچ ذاتين تي تحقيق ڪندڙ ايم. لونگ ورٿ ڊيمز پنهنجي ڪتاب "بلوچ قبائل" ۾ هڪ هنڌ لنڊ جي معنيٰ ۾ لکيو آهي ته لنڊ فارسي جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ احمق يا بيوقوف هو ان بابت وڌيڪ لکي ٿو ته ان کان علاوه ان معنيٰ ۾ ان لفظ جو استعمال ڪٿيَ به نظر نه ٿو اچي. هي ٻي هنڌ لکي ٿو ته رند جو هڪ پاڙو لنڊ (ٻن تمن) ۾ آهي. رند منظم تمن ۾ اڄ به ڊيراجات ۽ ڪوهه سليمان جي علائقي ۾ رهن ٿا. هو لنڊ پاڙي جي ٻن تمن سوري لنڊ ۽ ٿبي لنڊ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته انهن جو نالو ان قبيلن واري فهرست ۾ ناهي جن جو ذڪر قديم نظمن ۾ آهي پر اهي علي بن ريحان جي اولاد جيڪو ميرچاڪر جو پائيٽو هو هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا پر هو هنن کي حقيقي بلوچ ۾ شمار ڪونه ٿو ڪري.

ايم لونگ ورٿ ڊيمز جو ٻيو ڪتاب پاپولر پوئٽري آف بلوچيز 1907ع ۾ لنڊن مان ڇپيو هو جنهن جو ترجمو جسٽس (رٽائرڊ) خدا بخش مري ڪيو آهي تنهن ۾ بلوچ حسب نسب تي هڪ نظم دپتر شير جي نالي سان آهي. تنهن ۾ به لنڊ ذات يا پاڙي جو ڪٿي به ذڪر ڪونهي ته هو بلوچ آهن. ڊيره غازي خان ۽ ڊيراه اسماعيل خان ۾ ٻين بلوچ قبيلن سڏرائڻ وارن سان گڏ رهڻ ڪري بلوچ چورايو. پنجاب ۾ رهندڙ لنڊ جي بقول لاله هتورام معنيٰ آهي، پيشور چور.

بهرصورت لنڊ هن وقت بلوچ چورائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. تاريخ راجستان ۾ ڪيپٽن جيمس ٽاڊ تحقيق کان پوءِ لکيو ته اهي هندو ذاتيون يا قبيلا جڏهن پنهنجو مذهب مٽائي دين اسلام اختيار ڪندا آهن ته هو بلوچ چورائيندا آهن. ممڪن آهي ته سنڌي هندن جي لنڊ ذات به ائين ڪيو هجي.

شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لنڊ کي ڊومڪي جو پاڙو ڄاڻايو آهي. م-ڪ- پيڪولين جنهن پڻ بلوچ قبيلن تي تحقيق ڪئي آهي پنهنجي ڪتاب بلوچ ۾ ڊومڪي متعلق لکيو آهي ته "ڊومڪي هڪ مخلوط قبيلو آهي جنهن ۾ اڪثريت هندي (سنڌي) مهاجرن جي آهي. هن جي اڪثر پاڙن جا نالا هندي آهن. بلوچستان تاريخ جي آئيني ۾ نالي ڪتاب ۾ جسٽس مير خدا بخش مري لنڊن جي ٻنهي پاڙن کي قبيلي ۾ شمار ڪندي ٿبي لنڊن جي پاڙي ۾ لنڊ، چانڊيو ۽ رند لکيو آهي، اهڙي طرح هن سوري لنڊ جي پاڙن ۾ حيدراڻي، احمداڻي، گورچاڻي، خليلاڻي ۽ گريزواڻي لکيا آهن. جڏهن ته بلوچ جو مک قبيلو رند جنهن تي سيئي بلوچ قبيلا ان مان هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا.

اهو ٿبي لنڊ ۾ هڪ پاڙو آهي، اهڙي طرح سوري لنڊ ۾ گورچاڻي کي شامل ڪيو آهي جيڪو حقيقي معنيٰ ۾ هڪ سومرا نسل جو قبيلو آهي. اهڙي طرح چانڊيہ به خالص سنڌي

نسل وارن جو قبيلو آهي.

مٿين حقيقتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ لنڊ ذات وارا اهي هندو مذهب سان تعلق رکندڙ هجن يا دين اسلام اختيار ڪندڙ مقامي نسل جا ماڻهون آهن. لنڊ لفظ ئي ثابت ڪري ٿو تہ اهو نالو نج سنڌي لفظ آهي. جيڪو قديم سنڌيءَ جي لفظ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تحقيق لغات سڌي جي مطابق لنڊو مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي پڇ ڪان سواءِ پر لنڊ جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي ننڍو، لنڊ، فارسي يا بلوچي جو لفظ ناهي ۽ نج سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جيڪو گهڻن معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. ان مان اهو واضح آهي تہ لنڊ سنڌي نسل جا ماڻهون آهن.

سنڌ ۾ اڄ بہ هندو لنڊ گهٽي تعداد ۾ رهن ٿا.

# چنجڻي

چنجڻي سمہ قبيلن مان هڪ قبيلي جي ذات، جيڪي محدود تعداد ۾ آهن ۽ مخصوص هنڌن تي رهن ٿا. شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ سمہ قبيلي جي هڪ پاڙو ڄاڻايو آهي. هو پاڻ کي عڪرمه بن ابوجهل جي اولاد سمجهن ٿا.

محترم. اي. ڊي ميڪليگن پنجاب جي قبيلن ۽ ذاتين نالي واري ڪتاب ۾ هن ذات کي چينجي ڪري سڏي ٿو ۽ لکي ٿو تہ امرتسر ۾ هڪ زراعت پيشہ گوجر قبيلو آهي ۽ چينجي گل جاٽ ذات وارن جو پڻ هڪ پاڙو آهي. شاهان گوجر ۾ مولوي عبدالمالڪ خان صاحب پڻ هن ذات کي گوجرن ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ڪين چانچي جي نالي سان لکيو آهي اهي چينجي يا چانچي سنڌيءَ ۾ چنجڻي سڏجن ٿا.

منهنجي راءِ مطابق هنن ذات وارن جو محدود تعداد ۾ هجڻ ۽ مخصوص هنڌ تي رهڻ مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ هي سنڌ ڌرتي جي اصل ذاتين ۽ قومن مان نہ آهن پر ڪنهن وقت انهي قبيلي مان هڪ فرد يا فردن يا ڪٽنب ڪنهن سبب جي ڪري لاڙڪاڻي ضلعي جي وارهہ تعلقي ۾ لڏي اچي ويٺا ۽ پنهنجو ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا جيڪو سندن ذات جي پويان ميانداد چنجڻي نالي سان سڏجي ٿو. جيڪو هاڻي تعلقي نصير آباد ضلع قمبر ۾ آهي هن خاندان جا ڪجهہ فرد هتان لڏي تعلقي راٽيپور ۾ وڃي ويٺا ۽ اتي پڻ پنهنجو ڳوٺ ٻڌو. اهڙي طرح سان سنڌ ۾ چنجڻي ذات وارن جا ڳوٺ آهن.

چنجڻي ذات وارن کي سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي آخري دؤر ۽ ٽالپورن جي شروعاتي ڏينهن ۾ آيا هئا ۽ هتان جي مقامي ماڻهن سان ائين ملي ويا جو اهي سنڌي قبيلن ۾ شمار ٿيڻ لڳا، هون بہ نسلي طور، سنڌي قبيلا گجر قبيلا ۽ پنجاب جا جاٽ قبيلا اڪثر اولاد ڪرشن آهن ۽ ٻيا اولاد رامچندر ۽ سندس ڀائر. انهي ڪري انهن کي ڌارين ۾ شمار نہ ٿو ڪري سگهجي. بهرصورت هن وقت هو سنڌ ڌرتي جا پٽ ۽ سنڌي قبيلن جو هڪ حصو آهن.

# پنيرو

سنڌ جي سمن قبيلن مان هڪ قبيلو آهي، شيخ صادق علي پنيرو ذات يا نالي جو ٻن هنڌن تي ذڪر ڪيو آهي، هڪ هنڌ پنيرو پٽ پريو پٽ ڏهر لکيو آهي ۽ ٻي هنڌ پنيرو پٽ ٽيهو پٽ انڙ لکيو آهي. اسان جي تحقيق موجب پنيرو ذات وارن جو تعلق پنيرو پٽ پريو سان آهي. سندن قبيلي جو شجرو هن ريت آهي.

پنيو جنهن جي اولاد سندس نالي پويان پنيرو سڏجي ٿي پٽ پير پيوسي عرف پريو، پٽ ڏاهر پٽ جوجو پٽ سمو پٽ سمبو (هنبو) پٽ انڙ پٽ ٽيهو، پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ جام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ ابڙو، اڳتي سندن نسب هسپت پٽ جادم تائين جيڪو سنڌ جي اڪثر قبيلن جو پڙ ڏاڏو آهي ۽ اولاد ڪرشن آهي.

پنيرو ذات وارن جو مثالي ڳوٺ محمد بچل پنيرو تعلقو سوڀوديرو ضلع خيرپورميرس ۾ آهي جتي سڀ بنيادي سهولتون ميسر آهن ۽ اتي رهندڙ سؤ سيڪڙو پڙهيل فرد آهن جنهن ڪري هن ڳوٺ مان ويهه ڊاڪٽر ۽ ويهه انجنيئر ۽ باقي تعليم کاتي ۾ مختلف شعبن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. هن ئي ڳوٺ جو مشهور عالم ۽ اديب محترم عطا محمد پنيرو آهي جنهن علم، ادب، تاريخ نويسي ۽ ترجمي نگار طور وڏو نالو ڪيرايو آهي. هن سنڌ جي علمي ذخيري ۾ اٽڪل ٻه سؤ اهڙن ڪتابن جو ترجمو ڪيو آهي جن ڪانسواءِ سنڌ جي تاريخ، تهذيب، ثقافت، ادب اڻ پورو هو. هن ئي خاندان مان علامه عباس پنيرو خيرپور جو مشهور صحافي ۽ سماجي ورڪر آهي.

پنيرو ذات جو چڱو مڙس مولا بخش خان آهي جيڪو ڳوٺ دريا خان پنيرو ۾ رهي ٿو. هن ذات وارا اڪثر پير پاڳاري جا مريد آهن، ان ڪانسواءِ بهاؤ الدين ذڪريا، جي. ايم سيد ۽ ٻين جا مريد ٻه آهن. هن ذات وارا اڪثريت سان ضلع خيرپورميرس ۽ تعلق نارو ۽ صالح پٽ ۾ رهن ٿا ان ڪانسواءِ نوابشاهه هاڻي بينظير آباد، سانگهڙ، ٿرپارڪر، عمرڪوٽ، بدين، ٺٽو، حيدرآباد، مٽياري، نوشهروفيروز، دادو، سکر ۽ شڪارپور ضلعن ۾ رهن ٿا. ڪجهه پنيرو ذات وارا بلوچستان ۽ پنجاب جي علائقن ۾ ٻه آباد آهن، جيڪي هتان لڏي اتي ويا هئا.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) نورالدين | (2) پاتو | (3) جهيندا |
| (4) حاصي | (5) ڊولٽجا | (6) ڏيٽڙ |
| (7) پريا | (8) جکر | (9) ميرجا |
| (10) دائودجا | (11) نَاروجا | (12) حُسڻ جا |
| (13) ٿهڻ جا | (14) اسماعيل جا | (15) مبارڪ جا |
| (16) مياڻي | (17) ڪليجا | (18) صبح الدين |
| (19) ساريجا | (20) ڪڪڙيا | |

## محترم عطا محمد پنيرو جو شجرو (غلام عباس پنيرو مطابق)



## محترم غلام عباس پنيرو جو شجرو



# ڪناسرو

ڪناسرا ذات وارا اصل ۾ سرائڪي علائقي جا باشندا آهن. جيڪو قديم سنڌ جو حصو هو. هي بنيادي طور درياهي ڪنب سان واسطو رکن ٿا جيڪي واهڻن تي آبادي ڪندا هئا ۽ انهن جي ڪنڌي تي رهندا هئا. سنڌ ۾ اڪثر ذاتين کي سماٽ ۽ پنجاب ۾ جاٽ چيو وڃي ٿو (جت نہ) هي پنجاب ۾ جاٽ وارن ذاتين ۾ شمار آهن ۽ سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائيندڙ ذاتين ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

هن ذات وارا درياء يا واهڙ جي اهڙي ڪناري تي ويندا هئا، جتي سر ۽ ڪان جام ٿيندا هئا يا انهن جو جهنگ هو، جنهن ڪري انهن جي سڃاڻپ ٿي. سرن ۽ ڪانن جي جهنگ وارا ۽ پوءِ انهن جي ذات بڻجي ويئي ۽ هو ڪناسرا سڏيا، جنهن جو مطلب آهي سرن ۽ ڪاننوارا ۽ واهڙ جي ڪناري تي رهندڙ.

حقيقت ۾ هي آبڙ ۾ شمار ٿين ٿا جن جو گذر بسر درياء جي پاڻيءَ تي آبادي ڪرڻ سان هو. پر جيئن تہ هي سري واري علائقي سان تعلق رکندڙ هئا جتي عام طور ٻولي سرائڪي ڳالهائي وڃي ٿي تنهن ڪري ڪين سرائي سڏيو ويو. هنن جا لاڙڪاڻي شهر ۾ چند گهر آهن جن کي پنهنجي ذات بابت ڪابہ ڄاڻ ڪونهي. هو سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائن ٿا.

شيخ صادق علي ڪناسرا کي سرائڪي ذاتين ۾ شمار ڪندي لکيو آهي تہ سرائن جو وڏو تعداد پنجاب مان آيو ۽ سنڌ ۾ خاص طور ٿي لاڙڪاڻي، رهائش اختيار ڪئي، اها خبر نہ پئجي سگهي آهي تہ هي اصل ڪٿان جا رهاڪو آهن ۽ ڪڏهن اسلام قبول ڪيائون.

ڪناسرا هاڻي سنڌ جي ذاتين جو حصو بڻجي ويا آهن جيڪي اٽڪل ٽن سؤ سالن ڪان هت رهن ٿا.

اسان هن ڪتاب ۾ مختلف ذاتين جي سلسلي ۾ ثابت ڪري آيا آهيون تہ سرائي اصل ۾ لاڙڪاڻي واري ايراضي جا رهاڪو آهن.

# ڪاڪيپوٽو

ڪاڪيپوٽو سمه قبيلي جي هڪ ذات آهي جيڪي پڻ وڏي هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويا آهن. ڪجهه ڪاڪيپوٽو ذات وارا پاڻ کي ابڙو مان چورائيندا آهن. ڇاڪاڻ ته هو ابڙن سردارن جي سڌ صلوح پرينندا آهن جنهن ڪري ڪيترن ليڪڪن انهن کي آبڙ ۾ شمار ڪري ڇڏيو آهي. جيڪي پڻ اصل ۾ سمه قبيلن مان هڪ وڏو قبيلو آهي ۽ سندن الڳ حيثيت آهي. پر هو آبڙجي شجري ۾ نه ٿا اچن. منهنجي تحقيق جي مطابق سندن شجرو هيئن آهي.

ڪاڪ (ڪاڪہ) جنهن جي اولاد سندس والد جي نالي پويان ڪاڪيپوٽو سڏرايو پٽ ڪاڪو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ ابڙو، سندس نسب اڳتي هسپت پٽ جادم تائين آهي.

شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪاڪيپوٽو کي سمه قبيلن ۾ شمار ڪيو آهي. پر بعد جي ڪن محققن جن ۾ مهدي شاهه جمال الدين ملوي ابڙي جي حوالي سان هنن کي ابڙو ۾ داخل ڪيو آهي. جيڪو صحيح نه آهي.

ڪاڪيپوٽو ذات وارا شڪارپور، لاڙڪاڻو، قمبر، شهدادڪوٽ، دادو، نوابشاهه ۽ ڄامشورو ضلعن جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

(1) گنگلاڻي
(2) ڏٿر
(3) پاناڻي
(4) خاناڻي
(5) ساهريا
(6) سيوهاڻي
(7) دولتاڻي
(8) چنگلاڻي
(9) باجاراڻي
(10) جهانگاراڻي
(11) رحيماڻي
(12) واراهي
(13) ڪاراڻي
(14) سعيديجا
(15) ڏهر
(16) پلي پوٽا
(17) ڪمالاڻي
(18) ملان ٽي
(19) دل
(20) منجهو

# پنگر

پنگر ذات سمہ قبيلو جو هڪ پاڙو آهي جنهن جو ذڪر شيخ صادق علي بہ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. پنگر ذات هڪ روايت موجب پنگ جي پوک ڪرڻ ڪري سڏي، جڏهن تہ ٻي روايت موجب پنگر، پئون+ گهر مان نڪتو آهي. پئون معنيٰ زمين، ڌرتي، گهر معنيٰ ڪار، ڪم ڪندڙ، ڪمائيندڙ مطلب زمين جو ڪم ڪندڙ هاري، آبادڪار.

پنگر ساند جي اولاد آهي. سندن شجرو هيٺئن آهي پنگر پٽ ساند پٽ جکرو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ امر ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو.

هاڻي هي هڪ قبيلو ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي چڱي مڙس قائم ڪئي آهي.

پنگر ذات وارهہ، قمبر، ڪنڊڪوٽ ۽ سنڌ جي ٻين ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

1. چنداڻي
2. حمزاڻي
3. جيوناڻي
4. مجيداڻي
5. موساڻي
6. سهراڻي
7. سرواڻي
8. سرهياڻي
9. زنداڻي
10. پنگر
11. پنگريا
12. پنگڙ

# ساند

ساند سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. شيخ صادق علي جي لکڻ موجب پلي کي ٻہ پٽ هئا هڪ ڏارس ۽ ٻيو ساند نسب نامہ سنڌ جي موجب ساند پٽ جکرو آهي. جيڪو صحيح آهي. شيخ صادق علي ٻي هنڌ لکيو آهي تہ ساند پٽ نامعلوم انهي ڪري پڪ سان ساند پٽ جکرو آهي. سندن شجرو هيٺئن آهي.

ساند پٽ جکرو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ چامر ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو اڳتي نسب هسپت پٽ جادمر سنڌي قبيلن جو ڏاڏو.

ساند راجستان ۾ بہ رهن ٿا جتي ڪين ساند راجپوت سڏيو ويندو آهي. سندن بنيادي پيشو زراعت آهي. شاهان

گجر جي مصنف هن ذات کي گجرن ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ڪين "سندن" سڏي ٿو جنهن مان اها شاهدي ملي ٿي تہ ساند ذات سنڌ جي قديم ذاتين مان هڪ آهي.

## پاڙا

1. پنگر
2. دلي پوٽا
3. گهمڻ
4. ازدين
5. جاڻا
6. جاڻيجا
7. ڪمار
8. ڪامڙا
9. مورڙيو
10. دوها
11. دوڃاڻ
12. سمي پوٽا
13. سما
14. توڏر
15. وريل
16. ساند
17. سميجا
18. وڙيل
19. تگڏار
20. ڏاهر
21. پلي
22. ساند

# مهاتم

مهاتم سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو فيروز الغات جي مطابق مهاتم جي معنيٰ آهي وڏائي وارو عظمت وارو. روايت جي مطابق هو راجپوت آهن. هنن جو وڏو قانوندان ۽ قابل شخص هو جيڪو اڪبر مغل جي دربار ۾ امير هو. مغل قانون دان کي مهتو يا مهتہ جي لقب سان ياد ڪنداهئا. جنهن کي سنڌي ۾ مهتو سڏڻ لڳا. مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو تحقيق لغات سنڌي ۾ مهتو لفظ لاءِ لکيو آهي تہ هن کي گجراتي ۾ مهتو پراڪرت ۾ مهنتو، سنسڪرت ۾ مهت جنهن جي معنيٰ آهي. منشي ليکو ڪندڙ. فيروز الغات جي مطابق مهتو معنيٰ ڳوٺ جو وڏو اهو شخص جنهن کي زمين جو مالڪ ڪٽتي وصول ڪرڻ لاءِ مقرر ڪري ڳوٺ جو چوڪيدار، منشي، جامع سنڌي لغات جي مطابق مهتو معنيٰ عزت وارو مانائتو، شانائتو. آبرو وارو، معتبر، اسان عام طور سنڌي ۾ واٽيو کي مهتو بہ سڏيندا آهيون ۽ عام پهاڪو آهي تہ تون تہ ڪو مهتو آهين، ان جي چوڻ جو مطلب تہ ڊڄڻو، بزدل، نامرس، اڪبر مغل جي سڏيل مهتو کي سندس عزيزن ۽ مائٽن ۽ اولاد کي مهاتم ذات جو سڏيو ويو. يعنيٰ معتبر جي اولاد پر اهي پنهنجو مان ۽ مرتبو برقرار رنہ رکي سگهيا ۽ هندن ۾ هڪ حقير ۽ نيچ ذات ۾ شمار ٿي ويا ڪين اڇوت جو درجو ڏنو.

ڪتاب پنجاب جي ذاتين ۾ ڊينزل ابٽسن مسٽر پرسر منتگمري جي حوالي سان لکيو آهي تہ ”مهاتم هڪ پست هندو ذات ۽ پاڙيسرن جي نظرن ۾ حقير آهن. هو اصل ۾ جالندر ۾ مهاتم پور نالي شهر ۾ رهندا هئا. سندن اولاد روزگار جي لاءِ دريائن جي ڪنارن تي جهوپڙيون ٺاهي ويٺا ۽ ڪانن مان مختلف شيون ٺاهڻ جو ڪم شروع ڪيو، جنهن ڪري مستقل طور اهو انهن جو پيشو بڻجي ويو ۽ هو خانہ بدوشن ۽ بنجارن وانگر زندگي بسر ڪرڻ لڳا. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ هنن رنڊ سان شادي ڪرڻ جو رواج وڌو جنهن ڪري ڪين شودرن ۾ شامل ڪيو ويو. ڪين ڀرولپيو سڏيو وڃي ٿو.

ڊينزل ابٽسن جي مطابق مهاتم ذات وارن کي اڪبر مغل کان پوءِ مهاتم پور ڇڏڻو پيو اهڙي طرح ڇمون جي مهاتم ذات وارن کي بہ اڄ کان ڇهہ سئو سال غوربواها راجپوتن ڌڪاري ٻاهر ڪڍيو ۽ هو خانہ بدوش وانگر زندگي گذارڻ لڳا. هو لکي ٿو تہ ڪيپٽن ميڪنزي جي خيال مطابق ”هوشيار پور جا مهاتم سني راجپوت خون مان آهن. جيڪي هارپ جو ڪم ڪري پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺا آهن. هنن جي ذات مهاتم ان ڪري بہ سڏجي ٿي تہ جبل تي رهندڙ راجپوتن جو هڪ عزت ڀريو لقب آهي. انهي ڪري ڪين مهاتم سڏيو وڃي ٿو. ڪن هنن کي لٻاڻو وغيره بہ سمجهيو آهي.

مرحوم شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ مهاتم سمو پٽ انڙ جو پٽ آهي اهڙي طرح سندس شجرو هن ريت ٿئي ٿو. مهاتم پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار اڳتي نسب نو سلسلو پٽ جادم تائين جيڪو سنڌي قبيلن جو ڏاڏو آهي.

مهاتم اڪبر مغل جي وقت ۾ دين اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا پر ان هوندي بہ اڪثريت هندو مذهب (ويدا مذهب) جي پوءِ لڳ آهي هنن مان ويهہ سيڪڙو مسلمان ويهہ سيڪڙو سک آهي باقي سٺ سيڪڙو ويدا مذهب سان وابستہ آهن پر هو پنهنجن لاشن کي ساڙڻ بدران دفن ڪندا آهن ۽ لاڏائو ماٺهن وانگر زندگي بسر ڪندا آهن. انهي ڪري سندن بابت هڪ چوڻي آهي تہ صرف ٻن مهاتمن جون جهوپڙيون ۽ انهن جو نالو خيرپور سنڌ ۾ مهاتم اڪثر سنڌو درياءَ جي ڪچي ۾ جهوپڙيون ٺاهي رهن ٿا. جتان سرن جا ڪانا ۽ لئي جا لڪڙ ۽ ڪانهہ، گڏ ڪري شهرن ۽ ڳوٺن جو رخ رکندا آهن. جنهن مان ضرورت واريون شيون ٺاهي وڪرو ڪندا آهن. ان ڪانسواءِ پنهنجن جهوپڙن ۾ رهي ڪچي جي اندر. ٽوها، ڪارا ۽ ڇپريون ٺاهي شهرن ۾ دڪانن تي وڪرو ڪن ٿا. سنڌ ۾ هي ڪشمور کان وٺي ڪيٽي بندر تائين سنڌو درياءَ جي ڪنارن تي رهن ٿا. هي پنهنجي اباڻي ڪاروبار ڪانسواءِ هارپ ۽ زمين جو ٻيو ڪم ڪار بہ ڪن ٿا.

# تارڙ

تارڙ ذات اصل ۾ پنجاب ۾ رهندڙ ذات آهي، جيڪي وچ پنجاب ۾ منڊي بهاءُ الدين، حافظ آباد ۽ سرگودا ضلعن ۾ درياءَ چناب ۽ دريا جهلم جي پٽي ۾ رهن ٿا. انهن مان ڪجهه خاندان ڪن سببن جي ڪري سنڌ ۾ لڏي آيا خيرپور ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ رهن ٿا.

ڊينزل ابٽسن ۽ اي ڊي ميڪليگن جي مطابق هو سورج ونشي خاندان مان آهن. جن جو وڏو پڻنير جو پٽي هو، هنن جي چوڻ موجب هنن جو وڏو نالي تارڙ محمود غزنوي جو ملازم هو. مولوي عبدالمالڪ جي مطابق سلطان محمود غزنوي هن ڪي بهادري ۽ شجاعت جي ڪري پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيو هو. هن جو "پٽ لوهي" پڻنير ۾ رهيو. جتان هو وچ پنجاب تعلقو ڦاليه ۾ اچي آباد ٿيو. جتان انهن هڪ وڏي قبيلي جي صورت اختيار ڪئي. لوهي جي اولاد سنڌس پيءُ تارڙ جي نالي پويان سڏي، چون ٿا تہ هو همايون مغل جي وقت ۾ راجستان کان پنجاب ويا هئا.

هڪ ٻي روايت جي مطابق هنن جو جد امجد پڻينر جو تر تر هو جنهن جو پڙ پوٽو نالي بني پنهنجن پٽن سميت ڦاليہ اچي ويٺو. انهي تر تر جي ڪري تارڙ سڏجن ٿا. ڪن تارڙ ذات وارن جو چوڻ آهي تہ هو راجا ڪرن جي اولاد آهن. شاهان گجر جو مصنف ڪين راجا ڪرن جي اولاد لکي ٿو ۽ جت قبيلي ۾ شمار ڪري ٿو. هنن جا ست مشهور پاڙا آهن.

# ڀوڙ

ڀوڙ ذات وارا سمات قبيلي ۾ ته شامل آهن پر اصل ۾ ڀٽي راجپوت آهن. اي ڊي ميڪليگن لکيو آهي ته ڀوڙ ملتان ۾ زراعت ڪار آهن، ڌاري وال ۽ ڀوڙ هڪ آهن ۽ اهي ڀٽي راجپوت انهن جي سردار مهر منا جي ڌيءُ سان اڪبر مغل شادي ڪئي هئي. شاهان گجر جو مصنف مولوي عبدالمالڪ خان صاحب لکي ٿو ته هي ڀنور سومر بنسي آهن انهن جو مورث اعليٰ راجا ڀوڙ (پوڙ) هو جنهن جي نالي پويان ڀوڙ ذات سڏجي ٿي.

شيخ صادق علي هن ذات کي سمه قبيلي ۾ شامل نه ڪيو آهي. جيمس ٽاڊ جي شجري مطابق ڀوڙ جيسلمير جي ڀٽين مان آهن جن اتي گهڻو عرصو راڄ ڪيو هو.

اسان جي تحقيق ●جب سندس شجرو هيٺين ريت آهي.

ڀوڙ جنهن جي اولاد ڀوڙ سڏجي ٿي پٽ گيگو پٽ مولراج پٽ معظم رائو پٽ منگل رائو پٽ راجا ڀٽي پٽ راجا بلند پٽ راجا سالباهن پٽ راجا گج پٽ راجا رجه پٽ راجا سوپايو پٽ باهو بل پٽ پرتي باهو پٽ راجا ناپ پٽ بجيراءِ پٽ پرديو من پٽ راجا ڪرشن جيڪو سنڌ جي سيني قومن جو ڏاڏو آهي.

ڀوڙ، ڀٽي راجپوت آهن جيڪي خان پور ضلعي شڪارپور ۾ اڪثريت سان رهن ٿا ۽ سنڌ جي ٻين هنڌن تي به آهن. وارهه طرف رهندڙ ڀوڙ پاڙ کي سيد سڏائيندا آهن. ڪي ڀوڙ پاڙ کي سمن ۾ شامل ڪندا آهن پر حقيقت ۾ هو ڀٽي آهن.

## پاڙا

1. چنيسر
2. غابلاڻي
3. ڪموڻي
4. لبجاڻي
5. موهيداڻي
6. پنجابي
7. راتاڻي
8. سانگي
9. سنڌي
10. مهچاڻي
11. ڀوڙ

# جئسنگاڻي

جئسنگاڻي، ڪڇ جي راءِ جاڙيجه جي نسل مان آهن، جيڪي راجپوتانه مان 12-1811ع ۾ سخت ڏڪار پوڻ سبب سنڌ ۾ لڏي آيا ۽ تعلقي رتوديرو ۾ نئون ديرو جي ڀرسان خان واهه ڳوٺ، جنهن کي هاڻي ڳوٺ خان واهه جروار چون ٿا لڏي اچي ويٺا ۽ اتي زمينون خريد ڪري زميندارن ۾ شامل ٿي ويا.

ڪنهن وقت درياءَ سنڌ ۾ ٻوڏ آئي ۽ خان واهه ان جي لپيٽ ۾ اچي ويو ته انهن مان ڪي لڏي رتوديرو شهر ۽ ڪي ان جي ڀرسان ڳوٺ طيب ۾ اچي ويٺا. اهڙي طرح جئسنگاڻي خاندان ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو.

پير علي محمد راشدي اهي ڏينهن اهي شينهن ۾ طيب جي هندن جي تعريف ڪئي آهي. هي جئسنگاڻي خاندان 1947ع جي ورهاڱي ۾ سنڌ مان لڏي هندستان هليا ويا. انهي نڪ مان هڪ ته گهر لاڙڪاڻي ۾ رهي ٿو. طيب جا بنگلا اڄ به پنهنجو مٽ پاڻ آهن ۽ جئسنگاڻي خاندان جي ياد ڏياريندا رهن ٿا. ان زماني ۾ انهي علائقي ۾ پٺه، مرڪياڻي ۽ جئسنگاڻي وڏا زميندار هئا.

# گدواڻي

گدواڻي ذات ديواد گدو مل جي پويان سڏجي ٿي. سندس وڏا اصل ۾ پنجاب جا رهواسي هئا. اڪبر مغل جي دور ۾ لاڙڪاڻي جي آدم شاهه ڪلهوڙي جو وڏو نالو هو، جنهن کي مغل حاڪم لاڙڪاڻي ۾ جاگير ڏني هئي. انهي دور ۾ ڪاڪي پيرو مل جي مطابق پنجاب جي ڳوٺ سيتپور ۽ مرزا قليچ بيگ موجب حاجي پور مان اڏيو مل شهواڻي اچي ميان آدمشاهه ڪلهوڙي وٽ ملازمت ڪئي ۽ شڪارپور مان شادي ڪيائين. هن جي اولاد اجواڻي، پاوناڻي، جڳتياڻي ڪرن ملاڻي ۽ گدواڻي سڏجي ٿي.

ديوان گدو مل انهي اڏيو مل شهراڻي جو ٽڙ پوٽو هو. سندس پيءُ جو نالو ديوان ڀيلي مل هو. پٽ ڪنو مل پٽ چوئٿ رام پٽ اڏيو مل شهواڻي جيڪو ذات جو ڪتري هو. سن 1166 هجري مطابق 1753ع ۾ افغان حڪمران احمد شاهه ابدالي سنڌ تي حملو ڪيو. ان وقت ديوان گدو مل ميان نور محمد ڪلهوڙو پاران ان سان مليو. ان وقت هو نوشهرو فيروز تائين پهچي چڪو هو. سندس ڪوشش سان احمد شاهه ابدالي بنا ڪنهن خون ريزي جي واپس هليو ويو. انهي دوران ميان نور محمد احمد شاهه ابدالي جي خوف کان جيسلمير هليو ويو ۽ اتي وفات ڪيائين.

ديوان گدو مل سنڌ جي حڪمرانن پاران گهڻو وقت افغان دربار ۾ رهيو جتي سنڌ جي نمائندگي ڪندو هو. سن 1171 هجري مطابق 1758ع ۾ ڪلهوڙن جي وچ ۾ اقتدار جي ڇڪتاڻ رهي. انهي دوران قلات جي خان عطر خان ۽ احمد يار خان کي قيد ڪري ڇڏيو جيڪي سندس جي ڪوشش سان آزاد ٿيا. اهڙي نموني هن ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي به گهڻي خدمت ڪئي.

جڏهن ٽالپرن پنهنجن مرشدن جي پاڙ پٽي ۽ انهن کان اقتدار کسي ورتو ته هن انهن جي مدد ڪئي پر مير غلام علي ٽالپور ان تي اعتماد نه ڪيو ۽ ڪيس مارائي ڇڏيائين. ديوان گدو مل کي جيئن ته پٽ جي اولاد ڪو نه هئي. پر پنهنجي خاندان جو قابل. هوشيار ۽ نالي وارو هو تنهن ڪري سندس ڀائرن جي اولاد سندس نالي پويان "گدواڻي" سڏايو. يعنيٰ ديوان گدو مل جي اولاد. حيدرآباد جي پرسان "گدو" جو شهر هن ٻڌرايو هو جيڪو سنڌو درياءَ جو بندر به هو جنهن ڪري هنکي گدو بندر سڏيندا هئا.

ديوان اڏيو مل شهواڻي جو خاندان لاڙڪاڻي، شڪارپور خدا آباد کان ٿيندو حيدر آباد تائين پهتو پر افسوس ته انهن مان اڪثريت اڄ سنڌ ۾ ڪو نه آهي ۽ پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ پنهنجي ڌرتي ڇڏي هليا ويا پر تاريخ انهن کي وساري نه سگهي آهي.

# مگڻهار

مگڻهار ذات وارا سنڌي سماج جا اهي فرد آهن جيڪي خوشيءَ جي موقعي تي دهل، شرنايون وڄائي رونق بخشيندا آهن. جامع سنڌي لغات جي مطابق مگڻهار جي معنيٰ آهي گهر ڪندڙ گهرندڙ، سوالي، مگڻهار نڪتو آهي. منگڻ مان، مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي مطابق اصل ۾ پراڪت جو لفظ منگڻ ۽ سنسڪرت جو لفظ مارگڻ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي گهرڻ، اهڙي طرح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي مگڻ پراڪرت جو لفظ منگ ۽ سنسڪرت جو مانگ ۽ گجرات جو مگڻ جو مطلب آهي. گهرڻ، گهر ڪرڻ، هٿ ٽنگڻ، پنڻ، وٺڻ، عرض ڪرڻ، ليلائڻ، پاند پائڻ، منٿ ڪرڻ، يعنيٰ اهي فرد جيڪي گهري وٺن. انهي ڪري سماج ۾ انهن کي هيٺين درجي وارو سڏيو ويو آهي.

مگڻهار خاص طور تي مسلمانن جي خوشي ۽ ڪاڄ جي موقعي تي دهل ۽ شرنايون وڄائيندا آهن. اهڙي طرح ويد مذهب وارن سنڌين جي مگڻهار کي جاجڪ چوندا آهن. جنهن جي معنيٰ پڻ تحقيق لغات جي مطابق منگتو. ٻڪاري آهي جيڪو پراڪرت ۾ جايگ ۽ سنسڪرت ۾ ياچڪ لفظ آيو آهي. جامع سنڌي لغات جي مطابق سنسڪرت جي لفظ ياجڪهہ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. هوم ڪرائيندڙ راڳيندڙ ۽ منگتو، مطلب تہ مگڻهار سنڌي مسلمانن جي خوشيءَ جي موقعي تي دهل شرنايون وڄائڻ وارن جو نالو آهي ۽ هندو مذهب ۾ اهو ساڳيو ڪم ڪندڙ جا ٻڪ جي نالي سان سڏيو وڃي وڃي.

پر اڄ انهي خيال جو آهيان تہ لغوي طور مگڻهار جي ٻل اها معنيٰ هجي پر ان جي اصطلاحي معنيٰ آهي اهي فرد يا ٽولو جيڪي سنڌي سماج ۾ خوشي ۽ ڪاڄ جي موقعي تي ايندڙن کي وندرائڻ ۽ محفل کي رونق بخشڻ وارا جن کي ان جي عيوض پاڻ مرادو گهور ڪري ڏيڻ تنهن ڪري پنڻ ۽ گهرڻ واري معنيٰ هنن تي لاڳو نہ ٿي ٿئي.

مگڻهار ذات وارن مان اڪثر هي پيشو ڇڏي ڏنو آهي. ۽ اهي ماڊرن طريقي سان سيلون کولي پنهنجو روزگار ڪن ٿا. هاڻي مگڻهار سمو، سميجہ ۽ ابڙو سڏرائيندا ڇاڪاڻ هنن کي پنڻ ۽ گهرڻ وارن لفظن کان نفرت ٿئي ٿي. هي سنڌ، شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ موجود آهن. هن ذات وارا پنجاب ۾ پهتا ۽ ميراثي سڏجن ٿا. يعنيٰ وڏن جو پيشو اختيار ڪندڙ.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) سمون | (2) سمہ | (3) سميجا |
| (4) ميراثي | (5) ميرالي | (6) حجام |
| (7) دهلاري | (8) شرناٽي | (9) جهمراٽي |
| (10) بيد | (11) ڀهدر | (12) پڙيا |
| (13) جيٽا | (14) جهونا | (15) پاڙالہ |
| (16) ڊونڊيا | (17) ڏگا | (18) ڏيڏڙا |
| (19) سورهہ | (20) سونا | (21) سيڌر |
| (22) ڪانڙيجا | (23) ڪاريٽ | (24) ڪارونيار |
| (25) ڪاتيرا | (26) ڪاڙيرا | (27) گٽسار |
| (28) گسورا | (29) گهيلا | (30) لانر |
| (31) وارٽا | (32) والهيرا | |

# شورو

شورا ذات سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جيڪو هاٽي پاڻ قبيلو ٿي ويو آهي. هڪ روايت موجب هو موڙا سنگ جي پٽ شورو جي اولاد هجڻ ڪري ذات جا شورو سڏيا ويا. موڙا سنگ اصل ۾ جوڌاپور رياست جي راجا جو پٽ هو جيڪو سندس مرڻ کان پوءِ پاءُ کان ناراض ٿي سنڌ ڏانهن هليو آيو ان وقت سنڌ ۾ برهمڻ حڪومت ختم ٿي چڪي هئي ۽ محمد بن قاسم ڏاهر کي قتل ڪري سنڌ جو حڪمران بڻجي چڪو هو. هو عرب حاڪم سان مليو ، جنهن جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو ۽ ان جي نوازشن جو حقدار بڻيو. انهي موڙا سنگ جي هڪ پٽ جو نالو شورو هو.

هي روايت موجب حضرت نوح جي پٽ سام جي هڪ پٽ جو نالو ٻڍا هو جنهن کي سورهن پٽ هئا جن مان هڪ شورو هو. انهن کي گڏيل طور رانوڙ سڏيو ويجي ٿو. يعنيٰ رانوڙ شورو، اهڙي طرح سان ٻنهي طرفن کان شورو ذات وارا سمہ قبيلي جو حصو ٿي آهن.

شورا سنڌ ۾ ڏڪڻ جا رهاڪو آهن. جيڪي خانوٽ کان وني ٽني ضلعي تائين رهن ٿا. انهي علائقي ۾ انهن جي وڏي اڪثريت آهي. سنڌن نالي تي وڏا شهر ۽ ڳوٺ ٻڌل آهن ۽ سنڌن نالي تي ڄامشورو ضلعو ٺهيو آهي.

**پاڙا**

رانوڙ

# ڪيڙو

ڪيڙو ذات شيخ صادق علي جي مطابق سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي پر سنڌي قبيلي جي کهڙي نسب سان تعلق آهي ان جي وضاحت ٿيل نہ آهي پر پنجاب جي ذاتين ۾ ان جو تفصيل ملي ٿو. جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هي اصل ۾ پنجاب کان سنڌ ۾ آيا ۽ سرائڪي ذاتين ۾ شامل ٿي ويا.

اي ڊي ميڪليگن، پنجاب جي ذاتين ۽ قبيلن ۾ لکي ٿو تہ ڪيڙا اصل ۾ پنجابي جو لفظ ڪروا آهي جنهن جي معنيٰ آهي ترش، ڪوڙو. هي قديم سنڌ جي علائقي سرو ۾ تيرهين صدي عيسوي ۾ لاکي جهنگ کان لڏي آيا. هنن جي چوڻ موجب هو سورج بنسي راجپوت آهن پر سندن وٽ ڪو بہ ثبوت ڪونهي اصل ۾ هو جت نسل سان تعلق رکندڙ آهن ۽ بد زباني ڪري ڪردو مان ڪيڙا سڏيا.

هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، دادو، ضلعن ڪانسواءِ ٻين هنڌن تي رهن ٿا. جتي زراعت سان گڏ مال ۽ مويشو بہ پالن ٿا.

# وساڻ

وساڻ سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو جيڪو پڻ ٻين سمہ قبيلن وانگر هڪ قبيلو ٿي چڪو آهي. وساڻ لفظ نڪتو آهي ورسائڻ يا وسڻ مان تحقيق لغات سنڌيءَ جي مطابق وسڻ اصل ۾ پراڪرت جو لفظ وسڻ ۽ سنسڪرت جو لفظ وسن آهي جنهن جي معنيٰ آهي رهڻ. مطلب سمہ قبيلي جا اهي فرد جيڪي هڪ هنڌ بنو ڪري ويهي رهيا ۽ ورسائڻ ۽ ورسڻ جي معنيٰ بہ آهي هڪ هنڌ ڪنهن جي طفيلي آباد ٿيڻ يعنيٰ رهڻ. انهي ڪري وساڻ جو مطلب ٿيندو اهي جيڪي هڪ هنڌ روزگار لاءِ ويهي رهيا.

شيخ صادق علي لکيو آهي تہ هو ٿي جا چوڏهن پٽ هئا جن مان تيرهون پٽ وساڻ هو. اسان جي تحقيق موجب وساڻ قبيلي وارن جو شجرو هيئن ٿئي ٿو. ٿيهو، جنهن جي اولاد ڪي هڪ هنڌ تي رهڻ ڪري وساڻ سڏيو ويو پٽ هوتي پٽ جيهو پٽ جوڻو پٽ هوتي، پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار جيڪو هسپت جي نسل مان پٽ جادم جيڪو سنڌي قبيلن جو ڏاڏو.

وساڻ ذات وارا خيرپور ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ رهن ٿا. انهن مان ڪجھ نالي وارا ٿي گذريا آهن. جن ۾ مير محمد وساڻ بہ آهي. هاڻي خيرپور وارن مان منظور حسين وساڻ ۽ ٻيا آهن.

# مغيري

مغيري ذات بلوچ قبيلي ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي پر حقيقت ۾ اهي بلوچ نہ آهن، جيئن سنڌي قبيلا ۽ ذاتيون بلوچ ۾ شامل ٿي ويا آهن. يا ڪيا ويا آهن. تهڙي طرح مغيري بہ بلوچ ۾ شامل ڪيا ويا آهن. جيئن انهن جي اقليت اڪثريت ۾ اچي.

شيخ صادق پنهنجي ڪتاب ۾ بزدي قبيلي جي سلسلي ۾ لکيو آهي تہ اهي جلال خان جي ٻئي نمبر پٽ مير علي جي اولاد مان آهن. ڪيس ٻہ پٽ هئا هڪ زينندي خان ۽ ٻيو مراد خان، زينندي خان کي ٻہ پٽ هئا هڪ سندر ۽ ٻيو حاجي سڀ بزدي يا بليدي قبيلا سندر ۽ حاجي جي اولاد آهن يعنيٰ زينندي جي اولاد مان آهن. انهي حاجي جي اولاد مان مغيري ذات وارا آهن. يعنيٰ مغيري بزدي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

بلوچ قبيلن تي تحقيق ڪندڙ انگريز آفيسر ايم لونگ ورٿ ڊيمز جنهن جي تحقيق کي بلوچ عالم ۽ محقق اڄ تائين رد نہ ڪري سگهيا آهن پر ان جي تحقيق کي پنهنجو ماخذ بڻايو آهي. تنهن بزدي يا بليدي جي پاڙن ۾ مغيري پاڙي جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو آهي پر مغيري کي مگسيءَ جو سترهون پاڙو ڪري لکيو آهي ۽ ان جي نکن جا نالا بہ ڏنا آهن. اهڙي طرح 1907ع ۾ بلوچستان جي پهرين تاريخ نويس لالہ هتورام تاريخ بلوچستان ۾ مغيري کي ڪنهن بہ اهميت واري بلوچ قبيلي ۾ شمار نہ ڪيو آهي ۽ نہ وري ان کي مگسي جو پاڙو ڄاڻايو آهي. هن مگسي جا هيٺيان خاص ۽ معتبر پاڙا لکيا آهن. (1) پوتاڻي (2) آدماڻي (3) رائوتاڻي (4) سوياڻي (5) ننداڻي (6) شنباڻي (7) راهيجہ (8) ساڪاڻي (9) پاڙي جو نالو نہ آهي. لکيو پر ان جي سربراھ جو نالو جهان خان ڏنو آهي. (10) هسپاڻي (11) مسحراڻي (12) بنگلاڻي ۽ (13) ڪوسو.

ايم لونگ ورٿ ڊيمز جي تحقيق ۽ ان جي گڏيل بلوچ قديم شاعري جو ترجمو ڪندڙ جسٽس (رٽائرڊ) خدابخش مري 1980ع ۾ هڪ ڪتاب بلوچستان تاريخ جي آئين ۾ لکيو ان جي آخر ۾ بلوچ قبيلن جي فهرست ڏني آهي. هن ان ۾ بزدي يا بليدي جا اهم پاڙا ڏنا آهن. تنهن ۾ گولا، جافوزئي، ڪورخاني، ڪولاچي، لولائي، پتافي ۽ ريتي لکيا آهن. پر مغيري کي ڪنهن بہ دائري ۾ نہ آندو آهي. البتہ هن مغيري کي مگسي جو پاڙو ڪري لکيو آهي. م-ڪ پيڪولن پڻ هن کي مگسي جو پاڙو ڄاڻايو آهي. هنن محققن ۽ عالمن جي لکڻ کان پوءِ اهو واضح ٿئي ٿو تہ مغيري بلوچ نہ آهي جنهن ڪري لال هتو رام مورخ هن جو ذڪر ئي نہ ڪيو آهي ۽ هڪ سنڌي محقق شيخ صادق علي نہ ڄاڻ ڪهڙي بنياد تي مغيري کي بزدي ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ايم لونگ ورٿ ڊيمز پيڪولن ۽ جسٽس (رٽائرڊ) خدابخش مري مغيري کي مگسي جو پاڙو ڄاڻايو آهي. جيڪو حقيقت ۾ هڪ سنڌي قبيلو آهي هنن ڪا بہ اهڙي وضاحت نہ ڪئي آهي تہ هو مگسي قبيلي جو ڪڏهن حصو بڻيو آهي. انهن حقيقتن جي سامهون اچڻ کان پوءِ اهو ثابت ٿئي ٿو تہ مغيري بلوچ نہ آهي.

تحقيق کان پوءِ ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ مغيري نہ بلوچ آهي نہ راجپوت آهي، نہ ڪنهن سمہ يا سومري يا ڪلهوڙي يا چنہ يا پنهور يا ماڇي يا مهاڻي يا جت جو پاڙو آهي. پر هو حقيقي معنيٰ ۾ عرب نسل جي ذات آهي جيڪي پنهنجي سپہ سالار مغيره بن يزيد جي پويان مغيري سڏجن ٿا.

عباسي دور حڪومت ۾ هارون رشيد نالي وارو خليفو ٿي گذريو آهي. انهي دور ۾ سنڌي پنهنجي آزاديءَ جي جنگ وڙهي رهيا هئا ۽ سنڌ ۾ رهندڙ عرب قبيلا خاص طور حجازي ۽ يمني هڪ ٻئي جي خلاف برسر پڪار هئا. سنڌ جي حالتن کي ضابطي ۾ آڻڻ لاءِ سن 184 هجري مطابق 800ع ۾ خليفي هارون رشيد دائود بن زيد بن حاتم مهلبي کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو. جنهن سنڌ ۾ پاڻ اچڻ بدران پنهنجي ڀاءُ

مغيره بن زيد کي پنهنجو نائب مقرر ڪري سنڌ روانو ڪيو.

جيئن ته سنڌ جون حالتون نهايت خراب هيون.هڪ طرف سنڌين جي مزاحمت واري ويڙهه جاري هئي ته ٻي طرف يمانيه ۽ نزاريه هڪ ٻئي جي آمهون سامهون هئا. جڏهن مغيره بن يزيد مهلبي منصوره پهتو ته نزاريه شهر جا دروازا بند ڪري ڇڏيا ۽ آخر انهي شرط تي مغيره کي شهر ۾ داخل ٿيڻ ڏنو ته هو ڪنهن به نزاديه کان بدلو نه وٺندو ۽ نزاريه شهر ڇڏي هليا ويندا. تاريخ يعقوبي ۾ آهي ته جڏهن مغيره شهر ۾ داخل ٿيو ته اجا اتي ڪافي تعداد ۾ نزاريه موجود هئا. جن جي مغيره سان لڙائي ٿي ۽ هو مارجي ويو جڏهن ته تاريخ جي ٻين ڪتابن ۾ آهي ته هو منصوره مان شڪست کائي جبل واري علائقي ۾ وڃي پناهه ورتي ۽ سچي حقيقت کان دائودبن يزيد مهلبي کي آگاهه ڪيو. جنهن اچي حالتن تي ضابطو آندو پر هن جي اچڻ کان اڳ ۾ مغيره بن يزيد مارجي ويو ۽ دائود بن مهلبي نو سال سنڌ جو حاڪم ٿي رهيو.

اهي عرب سپاهي ۽ قبيلا جيڪي مغيره بن يزيد بن حاتم جي مهلبي سان سنڌ آيا هئا. تن مغيره جي مارجڻ ڪري پاڻ کي مغيره جي نالي سان منسوب ڪري ڇڏيو. قاضي اطهر مبارڪپوري خلافت عباسي اور هندستان ۾ لکي ٿو ته "عباسي دور ۾ آل مهلب کي وڏو عروج حاصل هو. انهن شاندار نموني سان ڪاروهنوار هلايو انهن مان ڪيترا خلافت عباسي جي دولت مند ماڻهن ۾ شمار ٿيندا هئا. ٻين اسلامي ملڪن وانگر سنڌ ۾ به هن خاندان جا گهڻا امير ۽ حاڪم مقرر ٿي آيا ۽ سنڌ ۾ انهن جي وڏي آبادي ٿي ويئي.

قاضي اطهر مبارڪپوري جي بيان مان اهو واضح ٿئي ٿو ته آل مهلب سنڌ جا باشندا ٿي ويا. دائود بن زيد مهلبي نو سالن جي اقتدار واري دور ۾ هن ڪيترا مهلبي سنڌ ۾ آباد ڪيا، جيئن ته مغيره بن يزيد بن حاتم سنڌ ۾ مارجي ويو هو، تنهن ڪري ان سان ايندڙ فوجن ۽ آل مهلب جي فردن سنڌ ۾ پنهنجي نسبت مغير بن يزيد جي نالي سان ڪري ڇڏي ۽ انهن جي اولاد جيڪا اتر سنڌ ۾ باقي رهي اهي مغيره جي نالي پويان مغيري سڏيا جيڪي هڪ وڏي تعداد ۾ لاڙڪاڻو، قمبر، شهدادڪوٽ، وارهه ۽ بلوچستان جي ان علائقي ۾ رهن ٿا. جيڪي لاڙڪاڻي ۽ شهدادڪوٽ کي ويجهو آهن.

آل مهلب جو مغيره قبيلو هاڻي بلوچ قبيلن ۾ شامل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي ۽ هو پاڻ کي مغيري بلوچ چورائن ٿا. سنڌ ۾ عام طرح بلوچي ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا.

### پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) پندر | (7) حاجي جا | (13) جامڙا |
| (2) ڪلاٽي | (8) ڪور | (14) مادوزئي |
| (3) ريحاڻ زئي | (9) سراجاڻي | (15) عارباڻي |
| (4) لطيفاڻي | (10) ٻمبراڻي | (16) واحداداڻي |
| (5) ساتياڻي | (11) پيروزاڻي | (17) ڪلاٽي |
| (6) ڏگاراڻي | (12) نوت ڪاڻي | (18) رستماڻي |

# جوٽيجو

جوٽيجو ذات سمہ قبيلي جي هڪ ذات آهي. جيڪا پڻ ٻين سمہ قبيلن وانگر هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويئي آهي. ڪتاب سمات ۾ الهرڪيو ٻڌ لکيو آهي تہ جوٽيجو سميجا قبيلي جي پاڙن مان هڪ پاڙو آهي. تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ يوسف ميرڪ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ ”سميجن جو گروهہ جن ۾ ٻارهن قومون اچي وڃن ٿيون. جن ۾ (2) ڏڪيجا (2) ٿيبا (3) جوٽيجا (4) پريا (5) دل (6) ڪيبر (7) اوٺا (8) لاڪير (9) راڄپر (10) ٻان. هو ٻي هنڌ پڻ جوٽيجن ڪي قبيلو سمجهندي باغبان پرڳڻي بابت مشورو ڏيندي لکيو آهي تہ سميجن جون چارئي طاقتور قومون اتي رهن ٿيون. جن ۾ (1) ٻگهيہ قوم (2) جوٽيجن جي قوم (3) پرين جي قوم ۽ (4) ٿيبن جي قوم. يوسف ميرڪ انهن سيني ذاتين کي سنڌي سمجهي سميجن ۾ شمار ڪيو آهي. جڏهن تہ اهي ذاتيون ان وقت مڪمل طور الڳ ۽ جدا قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو هيون. انهي ڪري انهن ذاتين کي سميجن جو پاڙو سمجهڻ درست نہ آهي. خود يوسف ميرڪ هنن ذاتين کي قوم ڪري لکي ٿو جنهن مان اهو واضح ٿي وڃي ٿو تہ اهي خودمختيار قبيلا هئا ۽ پنهنجن پنهنجن علائقن ۽ ايراضين جا مالڪ هئا. هو خود ٻي هنڌ لکي ٿو ان پرڳڻن مان وڏو پرڳڻو باغبان آهي. جنهن ۾ هيئيون چار قومون ۽ ذاتيون رهن ٿيون، باغبان جا ملڪ، پهنور، ابڙا ۽ سميجہ تنهن کانسواءِ جوٽيجن جي قوم، پرين جي قوم، ٻڪيجن جي قوم ۽ ٿيبن جي قوم. هو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ درياءَ جي هن ٻر يعنيٰ مورو سڪرنڊ واري پاسي جوٽيجن جو وڏي ۾ وڏو پرڳڻو هو جيڪو سيوهڻ سرڪار جي ماتحت هو.

جوٽيجو ذات سمہ سلطنت جي وقت جي آهي. شيخ صادق علي جي ڪتاب جي مطابق جوٽيجا ذات وارا ڪنهن بہ هڪ جي اولاد نہ آهن. هڪڙا جوٽيجا ٿيبو پٽ ابڙو جي اولاد آهن ۽ ٻيا جوٽيجا هوٿي جي اولاد آهن. انهن ٻنهي جي اولاد جوٽيجا ذات سڏرائي ٿي. اسان جي ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري مطابق جوٽيجا ذات وارا هڪ جي اولاد نہ آهن پر ٽن ڄڻن جي اولاد جوٽيجا سڏرائي ٿي پر جوٽيجا ذات جا ابا يا ڏاڏا اڳتي هلي رائدن پٽ ڄام ڪاڪو جي نسل مان ٿين ٿا. تنهن ڪري هنن جو هت ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

هڪڙا جوٽيجا ذات وارا جيهو پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن مان آهن. ٻيا جوٽيجا جوٽو پٽ هوٿي (جنهن جو ذڪر شيخ صادق علي ڪيو آهي) پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن، ٽئي جوٽيجا ذات وارا جو تڙ ڏاڏو رائدن ٿئي ٿو. يعنيٰ رائدن جي اولاد مان جوٽيجا ذات وارا آهن. ٽيئان جوٽيجا، چنو پٽ، هوٿي پٽ جيهو پٽ جوٽو جنهنجي اولاد اڳ ۾ ئي جوٽيجو سڏرايو پٽ هوٿي پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن، يعنيٰ سيني جوٽيجن ذات وارن جو تڙ ڏاڏو رائدن آهي. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ سيئي جوٽيجا رائدن جي اولاد مان آهن. تنهن ڪري هو نسلي طور ۽ خانداني طور رائدن جو ڪٽنب يا ڪهول جو حصو آهن.

جوٽيجا ذات وارن جن جوٽو پٽ هوٿي جي جوٽيجو سڏرايو اهي لاڙڪاڻي، سيوهڻ ۽ ٺٽي وارا جوٽيجا آهن. يعني اهي پاڻ ۾ پائر آهن. پراڻي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جوٽيجن جا ڪافي ڳوٺ آهن جن ۾ ڏامراهہ ڳوٺ وارا جوٽيجا گهڻو مشهور آهن. جو تحريڪ هجرت جي باني مرحوم جان محمد خان جوٽيجو جو تعلق انهي ڳوٺ سان هو. هو ڪريم بخش خان جوٽيجي جي گهر ۾ ڄائو سندس ننڍو ڀاءُ پير بخش هو. بئريسٽر جان محمد خان جوٽيجو کي ڪا بہ اولاد ڪو نہ هئي. هن جي پونيئرن مان سندس ڀاءُ جي اولاد موجود آهي. جن جو پڳدار وڏيرو ارشاد علي خان جوٽيجو آهي. اهڙي طرح هن ڳوٺ جو وڏيرو صاحب خان جوٽيجو پڻ مشهور شخصيت

هئي. جنهن جو ذڪر راشدي پائرن ڪيو آهي.

سندس پوئينرن مان مرحوم چاڪر علي خان جوڻيجو، ان جي اولاد ۾ ذوالفقار علي جوڻيجو آهي. اهڙي طرح لاڙڪاڻي وارن مان ڏوڪري تعلقي ۾ رهندڙ ڪافي جوڻيجا آهن جن ۾ غلام اڪبر جوڻيجو مشهور آهي. ان ڪانسواءِ شهدادڪوٽ ۾ اميد علي جوڻيجو جو ڳوٺ آهي جنهن جو پٽ نور نبي جوڻيجو مشهور آهي. دادو وارن مان امير بخش جوڻيجو مشهور آهي.

سيوهڻ وارن جوڻيجن مان مراد سيوهڻ سرڪار جي اندر رهندڙ جوڻيجا جيڪي درياءَ سنڌ جي اوپرندي طرف رهندا هئا. اهڙي طرح چنو جي اولاد جوڻيجا پڻ سانگهڙ ضلعي تائين ڦهليل آهن. جيهو پٽ هالو جي اولاد جوڻيجا بہ وچولي سنڌ ۾ ڦهليل آهن. چار ڪانيو خان جوڻيجو انهن مان مشهور شخصيت هو جنهن جي سخاوت سڄي سنڌ ۾ مشهور هئي. ان جي پوئينرن مان چار صادق علي مرحوم ۽ ان جي اولاد ۾ مائٽ آهن. انهي خاندان مان وڏيروشاهنواز جوڻيجو هو جيڪو سنڌ جي وڏيرپ جو هڪ مثال هو.

اسان جي تحقيق موجب سيئي جوڻيجا چار رائدن پٽ چار ڪاڪو جي اولاد آهن. وڌيڪ لاءِ سنڌي قبيلن جي شجري ڪي ڏسو.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) عارباڻي | (2) گهاريل | (3) جهنگليجو |
| (4) ڪيماڻي | (5) ليماڻي | (6) موجاڻي |
| (7) راماڻي | (8) سناڻي | (9) وسڻ |
| (10) ڏامراهي | (11) ڪمن جا | (12) ڪمالاڻي |
| (13) صاحباڻي | (14) اميداڻي | (15) اميراڻي |
| (16) ڪانيوءَ جا | (17) چار | (18) چاماڻي |
| (19) ڪبر | (20) گهريا | (21) محباڻي |
| (22) وساڻ | (23) قائماڻي | (24) ڇڇرو |
| (25) دبگر | (26) ويڙهيچا | (27) ساجناڻي |
| (28) ڳهريا | (29) جهنگيچا | |

## شجرو سائين بخش جوڻيجو - ڪوٽ قبوليو تعلقو ڏوڪري



# جوڻو

جوڻو ذات سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. شيخ صادق علي جي مطابق پينسي (پريو) ڏهر جي اولاد ۾ جوڻو هو جنهن جي نالي پويان جوڻو ذات سڏجي ٿي. ڪن جو خيال آهي تہ جوڻو ذات وارا مقامي نسل جا فرد نہ آهن. هو سڪندر مقدوني جي آيل لشڪر جي سپاهين يا عملدارن جي اولاد آهن. جيئن تہ يوناني جيو پيٽر ديوتا جا پوڄاري هئا تنهن ڪري هو اڳتي هلي جيو پيٽر ديوتا جي نسبت سان جيو پيٽر مان جوٽا بڻجي ويا ۽ سنڌي معاشري ۽ سماج جو حصو ٿي ويا.

اسان جي راءِ جي مطابق جوڻو ذات اصل ۾ ويدا مذهب جا عالم ۽ برهمڻ هئا. جوڻو لفظ اصل ۾ آهي جٽيويا جٽيا. تحقيق لغات سنڌي ۽ جامع سنڌي لغات مطابق جيٽو گجراتي جنوئي، سنسڪرت جو يجڄو پويت، يجج- وشنو پڳوان+ پويت- مٿين بدن جي پوشاڪ، سنسڪرت ۾ يڳيہ+ پويتم معنيٰ اهو ڌاڳو جيڪي هندو ڌرم وارا پنهنجي ڳچي ۾ وجهن مطلب وشنو پڳوان جا پوڄاري، جن جي ڳچن ۾ ڌاڳا لٽڪندا هجن جن کي جٽيو چيو وڃي ٿو. يعنيٰ اهي پروهت يا پيروڪار جن جي ڳچين ۾ جٽيو پيا هجن. انهي ڪري اهي جٽي وارا سڏيا پوءِ اڳتي هلي جٽيو واري مان جوڻو ٿي ويو. جوڻو ذات وارا قديم مقامي نسل جي فردن جي اولاد آهن ۽ اهو چوڻ اسرار غلط آهي تہ هو يونانين جي اولاد آهن يا ٿي سگهن ٿا.

منهنجي تحقيق موجب جوڻو پٽ بابينو جي اولاد آهن. انهي لاءِ ڏسو سنڌي قبيلن جو شجرو.

### پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) خاناڻي | (2) بداڻي | (3) بدر راڻي |
| (4) ڪوٽار | (5) حسيناڻي | (6) فقير |
| (7) ڪاريا | (8) سارئي پوٽا | (9) جاداڻي |
| (10) عابلاڻي | (11) قاسماڻي | (12) جوڻو |

## مير محمد جوڻو جي آکھ



# قادري لاڙڪاڻي وارا

قادري ڪنهن ذات جو نالو ناهي پر لاڙڪاڻي ۾ قادري ذات طور موجود آهي. قادري ان ڪي چيو ويندو آهي جيڪي مشهور ولي الله ۽ بزرگ پير عبدالقادر المعروف پيران پير دستگير جا پيروڪار آهن. سندس نالي جي نسبت سان قادري سڏجن ٿا.

لاڙڪاڻي جي قادري ذات بابت مرحوم ڊاڪٽر اياز قادري هڪ مضمون ۾ پنهنجي ذات جي وضاحت ڪندي هيئن لکيو آهي ته ميان علي محمد ولد بهاءُ الدين جام تخلص "قادري" لاڙڪاڻي شهر جي مشهور درويش فقير محمد صالح جي پاءُ ميان رضا محمد جو پوٽو هو هن خاندان جي نسبت سنڌ جي حڪمران جامن سان آهي. جي ساهتي ۾ رهندا هئا. جامن جي زور ٽٽڻ کان پوءِ فقير محمد صالح پنهنجي والد محمد ڪبير ۽ پائرن رضا محمد ۽ الله اوباهي سان ڪنبياري ۽ راٺي پور جي آس پاس اچي رهيا. پوءِ سڀ پنهنجي مرشد ميان عبدالحق درازي جي حڪم تي اتان لڏي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا.

مرشد جي طريقي قادري ۽ ميان علي محمد جي تخلص "قادري" سبب هي خاندان قادري جي نالي سان مشهور ٿي ويو. عام طور ڪين قادري فقير چيو ويندو آهي. ميان علي محمد قادريؒ 1856ع ۾ ڄائو هو ۽ 10 نومبر 1940ع ۾ وفات ڪيائين. هن خاندان جو پنهنجي علائقي ۾ وڏو نالو آهي. جيڪي عالم اديب فاضل، شاعر ۽ حڪيم ٿي گذريا آهن. هن خاندان جو ذڪر راشدي پائرن به ڪيو آهي. هن خاندان مان مرحوم پروفيسر اياز حسين قادري هو جنهن سنڌي ادبي سنگت جو بنياد وڌو. لاڙڪاڻي ۾ قادري محلو سنڌن جي خاندان ۽ ذات وارن لاءِ مخصوص آهي. لاڙڪاڻي ۾ سنڌن الڳ پنهنجي سڃاڻپ ۽ حيثيت اٿن.

# للا + للم

للا سنڌ ۾ ويدا مذهب سان تعلق رکڻ واري هڪ ذات آهي پر اها اصل ۾ لالواڻي ذات جي هڪ نک آهي پر هاڻي ذات سڏجي لالواڻي، لال چند جي نالي پويان سڏجن ٿا. انهي لال چند جي خاندان مان للا شڪارپور، لاڙڪاڻي، سکر، روهڙي، ڪنبياري، هالاڻي، پيلاڻي، جلباڻي، خان واهڻ، گمبٽ، ٽنڊي مير علي ۽ خيرپور ۾ رهندا آهن. جن مان ڪيترا ورهاڱي جي وقت سنڌ ڇڏي هندستان هليا ويا پر هاڻي للا ذات وارا شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ ٻين هنڌن تي رهن ٿا.

لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ للا ذات وارا اصل ۾ روهڙي جا رهواسي هئا جن مان ڪي لڏي لاڙڪاڻي يا ۽ ڪي شڪارپور هليا ويا لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ للا ذات وارن جي ڏهين پيڙهي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ هنن جو وڏو اثر ۽ اهم رسوخ هو ۽ لاڙڪاڻي جي مکين جي آکه سڏبي هئي. هن خاندان جو هڪ نه هڪ فرد هميشه لاڙڪاڻو ميونسپالٽي ۾ ميمبر يا اهم عهدي تي هوندو هو. هي واپاري ۽ زميندار هئا. للا خاندان وارن جي ڪوشش سان لاڙڪاڻي جي جائلس بازار ٺهي آهي. جيڪا اڄ به ساڳي نالي سان سڏجي ٿي.

هن ذات وارن جو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اهو عروج ته ڪو نه رهيو آهي. پر اڄ به شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا ۽ سنڌ نه ڇڏي وڃڻ تي فخر اٿن.

# رانگڙ

رانگڙ ذات راجپوت نسل وارن مان آهي، جيڪي اصل ۾ چوهاڻ راجپوت آهن. جنهن جو ذڪر اڳني ڪل وارن ذاتين ۾ ٿيل آهي. پر رانگڙ چوهاڻ مان هجڻ باوجود پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکن ٿا ۽ اهي صرف رانگڙ چورائن ٿا.

اي ڊي ميڪليگن پنجاب جي قبيلن ۽ ذاتين واري ڪتاب ۾ لکي ٿو ته رانگڙ مسلمانن تي مشتمل راجپوتن جو هڪ طبقو ڊينزل ابٽسن لکيو آهي. رانگڙ حقارت واري اصطلاح آهي جيڪا هر مسلمان راجپوت لاءِ استعمال ٿيندي آهي. جڏهن ڪو به هندو چوهاڻ مسلمان ٿيندو آهي ته پاڻ چوهاڻ راجپوت چورائيندو آهي ۽ بين مذهبن وارا به ڪيس اصل ذات سان سڏيندا آهن. پر هن جي هندو برادري، مذهب جي تبديلي ڪري ڪيس نفرت ۽ حقارت سان ڏسندي آهي ۽ چوٽي ڪٽرائڻ ڪري رانگڙ سڏيندي آهي.

رانگڙ حقارت ۽ نفرت واري اصطلاح، چوهاڻ راجپوت جي سڃاڻپ ۽ ذات تي وئي آهي ۽ اڪثر مسلمان چوهاڻ راجپوت پنهنجي ذات رانگڙ رکندا آهن. سنڌ ۾ رانگڙ، نندي ڪنڌ جي ورهاست ڪري 1947ع ڪان پوءِ آيا هئا مهاجر لفظ سان گڏ رانگڙ به سڏرائيندا هئا ۽ هاڻي ته هو صرف رانگڙ ئي چورائن ٿا. هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، سکر، نوابشاهه، حيدرآباد ۽ ڪراچي ڪانسواءِ ٻين هنڌن تي به رهن ٿا.

# ڌوٻي يا کٽي

ڌوٻي يا کٽي ذات وارن جو تعلق سومرو قبيلي سان آهي. ڌوٻي يا کٽي بہ اصل ۾ ذات نہ آهي ۽ نہ وري هڪ خاندان سان تعلق اٿن. پر ڪرت جي ڪري سندن ذات ڌوٻي يا کٽي سڏجي ٿي. اوائلي دور ۽ ماضي قريب ۾ سنڌ جي اهم شهرن، ڪراچي، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڌوٻي گهاٽ هوندا هئا. جتي ڌوٻي نهري پاڻي يا برساتي پاڻي تي ڪپڙا ڌوئيندا هئا. ڪراچي ۾ ڌوٻي گهاٽ لياري نديءَ تي هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڌوٻي گهاٽ گهاڙ واهہ تي هو جتي هاڻي بئنڪ اسڪوائر آهي. اهڙي طرح سان سنڌ جي ٻين هنڌن تي بہ ڌوٻي هوندا هئا جيڪي تلائن کوهن ۽ نلڪن تي ڪپڙا ڌوئيندا هئا.

چون ٿا تہ جڏهن سمہ اقتدار ۾ آيا تہ سومرن جي اها حالت ٿي تہ هو بادشاهي وارو خواب ڏسڻ بدران ڪم ۽ ڪرت ۾ لڳي ويا هئا، هارپ ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ٻين ڊڪاٽڪو ڪم شروع ڪري ڏنو ۽ ٽئين ڪپڙا ڌوئڻ شروع ڪري ڏنا. انهي ڪري ڌوٻي يا کٽي کي سومرو چيو ويندو آهي.

تحقيق لغات سنڌيءَ ۾ مرحوم عبدالڪريم سنديلي لکيو آهي تہ ڌوٻي سنسڪرت جو لفظ ڌاوڪ جنهن جي معنيٰ آهي کٽي جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ڌوٻي، ڌاوڪ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڌوئيندڙ، ڪپڙا ڌوئيندڙ، کٽي، کٽي جامع سنڌي لغات موجب سنسڪرت جي لفظ ڪشل مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ پڻ آهي، ڪپڙا ڌوئيندڙ، ڌوٻي، رنگريز.

اي ڊي ميڪليگن ۽ ڊينزل ابٽسن جي مطابق پنجاب ۽ سرائڪي واري علائقي ۾ سنڌ وانگر ڪپڙن ڌوئيندڙ کي ڌوٻي ئي چيو ويندو آهي. کٽي کٽي هن کي رنگريز بہ سڏيندا آهن.

اي ڊي ميڪليگن جي مطابق غير اڇوت قبيلن مان صرف ڌوٻي ۽ ڪنير ئي گڏهہ رکندا آهن. مطلب تہ ڌوٻي ۽ کٽي سنڌ ۾ سومرن جي ڪرت واري ذات آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب سومرن جي دور ۾ کٽين جا پاڙا ۽ نکون لکيون آهن ۽ کٽين جو پڻ هڪ شجرو ڏنو آهي جنهن مطابق کٽين يا ڌوٻين جو ڏاڏو سچو نالي ڊارو هو. ان جا ٻارهن پٽ هئا. انهن ٻارهن پٽن مان 84 يا 96 نکون ٿيون جيڪي بعد ۾ وڌي ويون. ڌوٻي يا کٽي اصل ۾ پرمار راجپوت آهن.

## سنڌ جي ڌوٻين يا کٽين جا پاڙا يا نکون

| | | |
|---|---|---|
| (1) گوريا | (2) جوڳي | (3) جگر |
| (4) جاجهاڙا | (5) پاڙا | (6) لولا |
| (7) مڪوڙي جا | (8) ميگهيا | (9) منجر |
| (10) مهر گيلارا | (11) وامان واڊا | (12) وانجري واڊا |
| (13) وڇين | (14) ولي چمريا | (15) چنچري |
| (16) سول پيلہ | (17) بندواهہ | (18) سو بنجي |
| (19) پوت | (20) ڪڪڙا | (21) پنيريا |
| (22) منديا | (23) پگدي | (24) گريا |
| (25) پڙا | (26) چاٺا | (27) بنگاڙ |
| (28) گراج اٺوا | (29) سوستيلا | (30) گيلا |
| (31) متورا | (32) سميا | (33) پرواهہ |
| (34) پپوڙيا | (35) پڙيا | (36) آسرار سول |
| (37) ايڪلا ماملا | (38) مگها | (39) گهندي |
| (40) پگهل | (41) نڱٺال | (42) دورا |
| (43) درو | (44) کهڙوريا | (45) دڙا |
| (46) گهن جات | (47) نانسي ويهاڻ | (48) نيوڻ |
| (49) ناٽي سر واڊا | (50) ناگر | (51) نان |
| (52) پنجا پوت | (53) پاٺاڻ | (54) پکير |

(55) لچبرا ماتورا (56) پتر مهر (57) آروگ
(58) اسلاتوا (59) ڳوڙا (60) توٽريا
(61) ڪڪرن (62) ڪماڪو (63) ڪاڪو سنڌي
(64) ڪوڪڙا ڪتندڙ (65) ڪاڏي (66) ورديو
(67) ليڙيا (68) ميان (69) لوليا
(70) ڪاٽ ٻانيٽ (71) ڪندڙ واڍا (72) هرگٽا
(73) حجان (74) بگڙيا (75) پارو چيا
(76) هوٽ واڍا (77) حسڻ (78) مومتورا
(79) ماويريا (80) وامياڻ (81) مهراڻ واڍا
(82) ڪپڙي (83) مگيا (84) وڃاٽي
(85) ويلا (86) ڏاڏاٽا (87) ڏنڙ واڍا
(88) ڏيگها گبيا (89) ڪئي راڄ ڪڙيا
(90) پيڪلا (91) ڊاگهر واڍا (92) ڏاڪ
(93) سوريا (94) سوئيجي (95) ڏيگهڙا
(96) مهير گوريا (97) وڏيلا (98) ڏاوريا
(99) ڏوڙ (100) ڏايار (101) ڇچين
(102) ٻگهٽر (103) ڊونڊي يا ڏوڏيا
(104) ڏاند ڳڙا (105) سو پسئي سر
(106) ڏسر وايه (107) ڦاٿل (108) چاهه
(109) ڪلاتيلا (110) ڇلا (111) ڪراڪرا چلا
(112) چولا (113) ويرا (114) چاڙي واڍا
(115) رس پوتڙا (116) اوٻاري (117) ڊڳيا
(118) راڄ وار (119) ڪڙ ڪوڙيا (120) مانگهو
(121) اڇاريا (122) روپيا (123) ڏڙ پڙ

## پنجاب ۾ سرائڪي علائقي وارن ڏوٻين جا پاڙا

(1) اگرائي (2) اڪترا (3) ٻهلم
(4) ٻتي (5) ڪمبوهه (6) ڪوڪر
(7) ڪوهان (8) ماهمل (9) رڪري
(10) لاولي (11) پلپل.

# بدوي

بدوي ذات وارا سنڌ ۾ ٿورائي ۾ رهن ٿا. هي اصل ۾ عرب کان آيل آهن جتي هنن کي بدو سڏيو ويندو آهي. جامع سنڌي لغات جي مطابق ان جي معنيٰ آهي. صحرا نشين، جهنگلي، بدشڪل، اڻ ڄاڻ ۽ جاهل. هي اصل ۾ عربستان جا ڳوٺاڻا آهن.

تاريخ عرب ۾ مورسيو سيديو فرانسيسي پنهنجي ڪتاب تاريخ عرب ۾ لکيو آهي ته عرب پنهنجو پاڻ کي حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جي اولاد ٻڌائيندا آهن. جزيره العرب جي اتر ۾ بني اسماعيل بن ابراهيم عليه السلام ۽ ڏکڻ ۾ بني قحطان رهن ٿا. بني قحطان حقيقت ۾ يمن جا باشندا آهن. قديم زماني ۾ اتي ٻه شاهي خاندان ٿي گذريا آهن هڪ خاندان سبا ۽ ٻيو بني حمير، هي ٻئي يعنيٰ بنو قحطان ۽ بنو اسماعيل عرب العربا يعنيٰ اصل عرب نه آهن. اصلي عربن جي ٻولي يعنيٰ حقيقي عربي هن وقت حجاز ونجد ۾ باقي آهي. جيڪا صرف بدو يعنيٰ صحرا رڻ پٽ جا باشندا ڳالهائن ٿا. باقي يمن جي شهرن ۾ حميري زبان ڳالهائي وڃي ٿي جنهن کي بني قحطان جا ابا ۽ ڏاڏا ڳالهائيندا هئا.

عربستان جا اصلي باشندا بدوجن کي اسان بدوي سڏيون ٿا، جنهن جي معنيٰ پڻ بدو واري آهي. هي سنڌ ۾ ڪڏهن آيا. تنهن جي صحيح خبر ڪا نه ٿي پوي پر هڪ راءِ اها آهي ته هو جڏهن سنڌ تي عربن فوج ڪشيءَ جو آغاز ڪيو ته هو ان لشڪر ۾ بطور خدمتگار ۽ سامان جي رسد ائن تي پهچائڻ جي ذميواري انهن جي مٿان هئي ڇاڪاڻ ته بدو بنيادي طور صحرا ۽ رڻ پٽ جو رهاڪو آهي ۽ هو خانہ بدوشن وانگر هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ ايندا ويندا آهن. جنهن ڪري هو اٺ پاليندا آهن. ان ڪري چوٽي آهي ته بدو ۽ اٺ هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم آهي ۽ اها به چوٽي آهي ته بدو جي اٺ کي خيمي ۾ منهن داخل ڪرڻ جي جاءِ ڏبو باقي جڳهه هو پاڻ ٺاهي ويندو.

ائن جي پاليندڙن ۽ ان کان ڪم وٺڻ واري کي اسان جت چوندا آهيون. پر هي جڏهن سنڌ ۾ ڪنهن به سبب ڪري رهي پيا ته جت چورائڻ بدران پنهنجي بنيادي سڃاڻپ بدو برقرار رکي جنهن کي اسان سنڌي لهجي ۾ بدوي سڏيون ٿا.

بدوي ذات وارا سنڌي قبيلن مان ته نسلي طور نه آهن پر هاڻي هو سنڌ جو اڻ ٽٽ حصو ٿي ويا ۽ پنهنجي اباڻي وطن کي وساري سنڌي ٿي ويا آهن. هن مان محترم لطف الله بدوي، بيدل مسرور بدوي ۽ ڊاڪٽر عاشق حسين بدوي آهن. هي لاڙڪاڻي، شڪارپور، روهڙي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

# چيمہ

چيمہ ذات اصل ۾ پنجاب جي جٽ ذاتين مان آهي ۽ اتان جا رهاڪو آهن. هي سنڌ ۾ حر گوريلا جنگ کان پوءِ انگريزن طرفان پهريان ضلعي سانگهڙ ۾ آباد ڪيا ويا ۽ ايوب خان دور ۾ ون يونٽ جي طفيلي سنڌ جي ٻين علائقن ۾ پهتا.

چيمہ روايت جي مطابق هنن جو وڏو نالي چيمو، چوهاڻ راجپوت نسل مان هو، جڏهن شهاب الدين غوري پرٿوي راج چوهاڻ کي شڪست ڏني تہ هو جان بچائي پهريان ڪانگڙا ۽ پوءِ امرتسر هليو ويو. علاءُ الدين جي عهد ۾ سندس پوئين مان ننڍي لال نالي اتان لڏي اچي درياءَ بياس جي ڪناري پنهنجو ڳوٺ ٻڌو. ان جي هڪ پوٽي نالي ڪنگ کي اٺ پٽ هئا. جن مان سيني کان ننڍي پٽ جو نالو ڊول هو. جيڪو چئن قبيلن جو جد امجد آهي يعنيٰ دوگل، موهتل، نگاڙو ۽ چيمہ، سندس پٽن مان هڪ پٽ جي اولاد چيمہ سڏايو.

چيمہ ذات وارا پهريان فيروز شاهہ تغلق جي وقت ۾ مسلمان ٿيا ۽ باقي اورنگزيب مغل جي دؤر ۾ دين اسلام قبول ڪيو. سندس شجرو هيٺن ڏنو ويو آهي.



# جنجوعہ

جنجوعہ ذات اصل ۾ جنجويا سڏبي هئي جن جو اصل وطن جوڌپور راجستان آهي. مسٽر ٿامسن جي مطابق جنجوعہ راٺوڙ راجپوت آهن. اسان وٽ موجود شجرن جي مطابق پڏا پٽ سام پٽ نوح کي سورهن پٽ هئا جن جي اولاد کي گڏيل طور راٺوڙ سڏيو ويندو آهي. انهن سورهن پٽن مان هڪ جو نالو جهنجهي هو. سندس اولاد جهنجهي، جنجويا ۽ جنجوعہ سڏجي ٿي.

راٺوڙ قبيلي وارن جي هي ذات سنڌ ۽ راجستان ۾ راٺوڙ، جهنجهي، جنجو يا سڏجي ٿي ۽ پنجاب ۾ صرف جنجوعہ ذات جي نالي سان مشهور اهي ۽ اتان سنڌ ۾ ايندر بہ جنجوعہ چورائيندا آهن. هو هاڻي پنهنجي اصل ذات جهنجهي ۽ جنجويا وساري ڇڏي آهي.

مسٽر ٿامسن جي مطابق جنجويا (جهنجهي) قبيلي وارن محمود غزنوي جي وقت ۾ جوڌپور راجستان کان راجا مل جي اڳواڻيءَ ۾ هجرت ڪري ڪوهہ سليمان جي مٿانهين واري زمين تي اچي آباد ٿيا ۽ راجا مل جهلم کان وٺي موجوده راولپنڊي تائين پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. انهي ڪري ڪافي عرصي تائين انهي علائقي ۾ انهن جي ڪافي اڪثريت هئي جن گهگهڙن اتر رف ۽ اعوان قبيلي وارن اولهہ طرف نڪري وڃڻ تي مجبور ڪيو. جنهن ڪري هو بهاولپور تائين بہ اچي پهتا.

راجا مل جنهن جي حڪمراني جهلم کان وٺير اولپنڊي تائين هئي تنهن تي محمود غزنوي هندستان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ راهہ ۾ حائل سمجهي حملو ڪيو. پهريان راجا مل مقابلو ڪيو پر پوءِ مقابلي سگهہ نہ ساري سگهيو ۽ جهنگ ۽ ٻيلي ۾ وڃي. پناهہ ورتي پر محمود عزنوي ان جو پيڇو نہ ڇڏيو ۽ کيس ڳولهي گرفتار ڪيو ڪيس ان شر تي آزاد ڪيو تہ هو مسلمان ٿي. پنهنجي لشڪر ۽ قبيلي سميت هندستان تي حملي ڪرڻ وقت ان جي مدد ڪري.

راجا مل ٻي ڪا بہ وات نہ ڏسي محمود غزنوي جي هٿ تي قبيلي سميت اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيو. چون ٿا تہ انهي مذهب جي تبديلي کان پوءِ اصل ۾ جهنجهي جيڪي جاگرافي حدن ۽ ٻوليءَ جي ڦير گهير ڪري جنجويا سڏيا ويا اهي پوءِ جنجوعہ ڪوٺجڻ لڳا. جيئن مذهب جي تبديلي جي واضح نموني سڃاڻپ ٿئي.

هڪ بيان مطابق راجا مل کي ڇهہ پٽ، وريال، جوڌو، ڪڪ، ترنولي، ڏهوچر ۽ ڪارو، ٻي روايت مطابق ڪيس پنج پٽ، وير (وريال) جوڌو، دلور، (ڏهوچر) ڪرنگل (ڪڪ) ۽ گرچاڪ هئا. انهن مان وير عرف وريال ۽ جوڌو جي اولاد هڪ ٻئي جي ويجهو رهيا ڇاڪاڻ تہ انهن جي اولاد پنهنجو پاڻ ۾ مٽي مائٽي ڪئي يعني سگ ڏنا ۽ ورتا. انهن مان ويرجي اولاد "ملوت" ۽ "ڪهون" جي علائقي جا جنجوعہ سڏبا آهن. دلور (ڏهوچر) ڪرنگل (ڪڪ) ۽ گرچاڪ جي اولاد تقريبن ختم ٿي چڪي آهي يا جيڪي آهن اهي ٻين ذاتين ۾ شامل ٿي ويا آهن. جنهن جو وڏو سبب اهو آهي تہ اهي هڪ ٻئي کان ڌار ٿي واي جنهن ڪري اهي پنهنجو نسلي بچاءُ نہ ڪري سگهيا.

جنجوعہ قبيلي جي باني راجا مل کان پوءِ سندس پويان انتشار جو شڪار ٿي ويا جنهن ڪري پنهنجي معيشت برقرار رکي نہ سگهيا پر بابر مغل جي وقت ۾ بہ ڏٽي علاقي (ملوڪي ڏڻ) تلہ گنگ ۽ انعام جا قلعا انهن جي هٿ هيٺ هئا. ڪيوڙهہ ۽ مڪراچ جي لوڻ جي کاڻين جا مالڪ رهيا جنهن ڪري علائقي ۾ انهن جو اثر و رسوخ برقرار رهيو.

راجا رنجيت سنگهہ جنهن پنجاب حڪومت جو بنياد وڌو هو تنهن لوڻ جي کاڻين کي حاصل ڪرڻ لاءِ بذات خود حملو ڪيو ۽ جنجوعن جي علائقي کي فتح ڪيو. راجا رنجيت سنگهہ جنجوعہ قبيلي وارن کي اتان بي دخل ڪيو پر

ان جي بااثر فردن کي جاگيرون ڏنيون.

جنجوعہ قبيلي وارا مختلف ذاتين ۽ پاڙن ۾ ورهائجي ويا آهن ۽ ڪيترا جنجوعہ صرف جٽ چورائڻ پسند ڪندا آهن جنهن ڪري انهن جي اصليت جي خبر نہ ٿي پوي ۽ اهي هاڻي صرف جٽ عرف عام ۾ جاڻ سڏجن ٿا.

جنجوعہ سنڌ ۾ ڪراچي، سانگهڙ ۽ نوشهروفيروز ضلعن ۾ رهن ٿا. ڪين راجا جي لقب سان بہ سڏيو ويندو آهي.

## پاڙا ۽ ذاتيون

1- گهمن
2- گنجيال
3- پڪريال
4- نٽيال
5- ٻانٽ
6- بسوئيہ
7- پگريل
8- گهومن
9- جٽ
10- برون زواجي
11- تيلي
12- لوهار
13- ترڪان
14- اڪوال
15- ڊب
16- تيزپال
17- تنولي
18- راجيو
19- راجي
20- ڪڪا (ڪڪي)
21- ٻانٽ
22- تتلي (تتلا)
23- ڪنجيال

## شجرو جنجوعہ خاندان ڊفينس ڪراچي



# باريجو

باريجا ذات وارن جي اڪثريت جابلو علائقن سان تعلق رکندڙ آهي. هنن کي باريچو بہ چيو ويندو آهي. ڪي هنن کي مڪراني چون ٿا، ڪي هنن کي ڪرمتي جتن جو پاڙو چاٺائن ٿا. شيخ صادق علي هنن کي مهاڻن جي فهرست ۾ شامل ڪيو آهي. يوسف ميرڪ تاريخ شاهجهاني ۾ سيوهڻ ۾ ٿيندڙ بغاوتن جو باني قبيلو چاٺائي ٿو ۽ ڪين "بروچ" سڏيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪين چنن (چنہ) قبيلن مان هڪ قبيلو چاٺايو آهي.

حقيقت اها آهي تہ باريجا اصل ۾ سمہ قبيلي سان تعلق رکندڙ هئا. سندن هڪ بزرگ پير باري نالي ٿي گذريو آهي جنهن جي مزار ڏاهرياڻي جبل تي آهي، جيڪو خيرپور ناٿن شاهہ تعلقي ۾ اولهندي ناري واري بزرگ "گوذي" جو وڏو پٽ هو، جنهن جي مزار سندس نالي پويان قائم ٿيل ڳوٺ "گوذي" ۾ موجود آهي. انهي جي نسبت سان باري مان ڦري باريجہ ٿي ويا آهن. هن جو تعلق ڪاڇي يعني سنڌ جي جابلو پٽي سان آهن. ڪڇي ۾ رهندڙ باريجا مگسي سردار جي راڄ ۾ ليکيا ويندا آهن، ڪاڇي وارا چانڊين جي سرداري ۾ آهن ڪوهستان وارا ملڪن جو راڄ آهن ۽ بلوچستان ۾ ڪرڪ ۽ ٻين هنڌن تي رهندڙن مختلف زور آور قومن جو راڄ آهن.

تاريخ مظهر شاهجهاني جي مطابق هو مغل دؤر ۾ خودمختار ۽ زور آور قبيلن ۾ شمار ٿيندا هئا، اهي ڪنهن جو راڄ ۽ ڀاڱ ڪو نہ هئا ۽ پنهنجي علائقي جا پاڻ مالڪ هئا. گورنمينٽ گزيٽيئر جي مطابق لال شهباز قلندر جي هڪ خليفي جي اولاد هجڻ جي ڪري قابل احترام آهن ۽ راڄن ۾ فقير هجڻ جي ڪري سندن جي عزت ڪئي ويندي آهي ۽ خاص طور تي تر وارا قبيلا هنن کي ڏاڍو ڀائيندا آهن. انهن جي هڪ بزرگ خليل نالي واري پنهنجن فقيرن سميت چام لوهر برفت کان جمهور ۽ مولهہ جي وچ مان زمين جو ٽڪر ورتو هو جنهن کي باريجہ ڪن ياريجہ علائقو چون ٿا. جتي اڄ بہ باريجا اتي اڪثريت ۾ آهن.

باريجہ پنهنجي علائقي ۾ رهندڙ جمالي قبيلي ۽ ٻين هاري کان پيداوار جو 6/1 حصو وٺندا آهن. جيئن تہ باريجہ منهنجا ناناڻا آهن ۽ براهمر پوٽا پاڙي سان تعلق رکندڙ آهن، جنهن ڪري بابي جي هنن سان ويجهڙائي هوندي هئي. هي لاکي پير ڪاڇي واري جا گادي نشين ۽ فقير آهن.

1966ع ۾ منهنجو والد انهيءَ علائقي ۾ محمد باريجي منگهو پير واري جي دعوت تي ويو هيو، ننڍي هجڻ جي ناتي مان بہ امڙ سان گڏ هيس. هن علائقي ۾ باريجن جي گهٽائي هئي ۽ ويندي لوهي تائين علائقي جا مالڪ هئا. اتي فقير درويش گل محمد نالي وارو رهندو هوجيڪو واقعي بزرگ ۽ الله لوڪ انسان هو، جنهن وٽ هڪ هفتي تائين رهياسين ۽ مختلف ڳوٺن ۾ اٺ ۽ گهوڙي جي سواري تي چڙهي پهتاسين اٽڪل ڏيڍ مهيني جي سير ۽ سفر کان پوءِ دريجي رستي واپس ڪراچي آياسين، معلوم ٿيو آهي تہ انهيءَ علائقي مان قيمتي پٿر نڪري ٿو پر هاڻي باريجن کي ڪو بہ حصو نہ ٿو ڏنو وڃي.

ڪرڪ بلوچستان کان وٺي، لسٻيلو، مولهہ، لوهي، دريجي ۽ ٿاڻي احمد خان تائين اٽڪل 200 ڳوٺ باريجن جا آهن. صرف ڄامشورو ضلعي ۾ 13000 هزار ووٽن جو اندراج ٿيل آهي. ان کان سواءِ وارهہ، شهدادڪوٽ، پير لاڪو، گوزو، جيڪب آباد، سيوهڻ، جهانگرا، اڏيرو لعل ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا. هن وقت دريجي ۽ لوهي جي باريجن مان جميل احمد باريجو سيني جو چڱو آهي جيڪو آل پاڪستان باريجہ ايسوسيئيشن جو چيئرمين آهي.

تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ يوسف ميرڪ باريجن متعلق لکيو آهي تہ بوبڪ پرڳڻي ۾ جبل پاسي رهندڙ باريجن

وصوليءَ ۾ گهٽتائي ڪئي، ان ڪان اڳ اهي هر فصل تي اٺ ۽ دنبا جاگيردار کي ڏيندا هئا. شمشير خان (هي سيوهڻ ۾ مغل بادشاهه دهليءَ وارن جو عملدار هو) يوسف ميرڪ کان صلاح ورتي هنن لاءِ کهڙو بندوبست ٺيڪ گهرجي، جنهن تي يوسف ميرڪ صلاح ڏيندي چيس جيڪڏهن هنن کي قابو ۾ ڪرڻو آهي ته اوچتو وڃي مٿان ڪڙڪجي، جيڪڏهن هنن کي ڪا به خبر پئي ته هو لڪي ويندا. هنن جا ڳوٺ اهڙي هنڌ تي آهن جن جا گهٽ (دڳ) ڏکيا آهن ۽ سيوهڻ کان پنجن ڇهن جي پند تي آهن.

شمشير خان اوزبڪ راتا واهه. انهن جي جبل وارن ڳوٺن تي ڪاهي ويو ۽ اسر مهل انهن تي حملو ڪيو جنهن ۾ ڪافي مرد مارجي ويا جن ۾ سندن چڱو مڙس قاسم باريجو ۽ ان جو پٽ به شامل هئا. هن قتل ٿيل باريجن جي مردن جو سسيون ڏڙ کان ڏار ڪري سيوهڻ ڪٺي آيو ۽ انهن جا ٻار ٻچا به قيد ڪيا.

باريجي مان جيڪي بچي ويا هئا اهي ميڙ ڪٺي وٺس آيا ۽ ڪيس ڏل وغيره ڏيئي قيدين کي ڇڏايو.

يوسف ميرڪ جي مطابق هي باغي ۽ سرڪش قبيلو هو جنهن مان صاف ظاهر آهي ته هي بهادر ۽ مڙس مٽير هئا.

باريجا پير باري جي ڪري باريجا فقير سڏيا ويندا آهن.

پير باري کي ست پٽ هئا (1) غيبي (2) پير براهم (3) پير گبر (4) پير مهوند (5) پير عمر (6) شيش (7) صدر.

غيبي کي ست پٽ هئا. هڪ ورياٺو ٻيو ٺارو ۽ پنج ٻيا. پير براهم جو اولاد براهم پوٽا. پير گبر جو اولاد گبراٽي، پير مهوند جو اولاد مهوند پوٽا، پير عمر جو اولاد عمر پوٽا.

شيش جا پٽ (1) ٺارو، اولاد ٺاراٽي، (2) ربو، اولاد رباٽي، ۽ جنگل اولاد جنگلاٽي. ان ڪانسواءِ سندس اولاد گڏيل طور شيش پوٽا ۽ شيشناٽي سڏيا وڃن ٿا. صدر جا صدرپوٽا ۽ سندن اولاد ريحاٽي سڏجي ٿي.

## شجرو آڪهه براهم پوٽا۔ حال رهندڙ۔ وارهه مصنف، جو ناناڻو خاندان



# مغل

منگوليا جي رڻ پٽ ۾ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ پيدا ٿيندڙ ”تيموجن“ جنهن کي تاريخ ”چنگيز خان“ جي نالي سان لکي ٿي. تنهن جي اولاد کي به مغل چيو ويندو آهي. مغل معنيٰ مغرور ۽ ظالم. سنڌ ۾ ڪيترا مغل رهن ٿا جن ۾ مغل، ارغون، ترخان، قزلباش ۽ ترڪ اچي وڃن ٿا.

سنڌ ۾ چنگيز خان خوارزم شاهه جو پيڇو ڪندو آيو هو ۽ تيمور لنگ جنهن دنيا ۾ پهريون ٿارچر سيل صوبي سرحد ۾ قائم ڪيو هو. جتي زندهه انسان کي قيمو بڻايو ويندو هو. هو اڄ به اتي موجود آهي. بابر جنهن جي خاندان هند ۽ سنڌ تي حڪومت ڪئي. انهيءَ دور ۾ سمن کان ارغونن سنڌ فتح ڪري پنهنجا پير ڄمائي چڪا هئا. ان کان پوءِ ترخان به سنڌ جا حاڪم بڻيا. اهي سڀ مغل يعني چنگيز خان جي اولاد سنڌ ۾ آئي ۽ رهي. هن نسل جا ڪيترا ماڻهو اڄ به سنڌ ۾ رهن ٿا جن جي ٻولي سنڌي آهي ۽ هو پنهنجي اباڻي ٻولي وساري ڇڏي چڪا آهن ۽ هو هاڻي سنڌين ۾ شامل ٿي ويا آهن. هن ذات ۾ ڪي اهڙا خاندان به آهن جو مغلن سان ڪو به تعلق ڪونهي. پر مغل چورائيندا آهن.

مغل ذات ۾ سنڌي مغل، پنجابي مغل ۽ مهاجر مغل آهن پر انهن جو هڪ ٻئي سان ڪنهن به قسم جو واسطو ڪونهي پنجاب ۾ جٽ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مغل چورائيندا آهن پر حقيقي مغل چغتا ۽ برلاس آهن.

مغل جي نسلياتي ۽ تاريخي حقيقت اها آهي ته هي سنڌ جي سرزمين جي پيغمبر ۽ رسول حضرت نوح عليه السلام جي ٽين نمبر پٽ يافث جي اولاد مان آهن. هي المخته خان عرف النجاج خان جي پٽن مغل ۽ تاتار جي پوئنيرن مان آهن. مغل جي اولاد مغل چورايو ۽ تاتار جي اولاد تاتاري سڏي وئي. ٻنهي جو جد امجد هڪ آهي. هنن کي هيرو ٻونس، سٿين، رومين هن ۽ چينن هيونگ نو سڏيو آهي.

تاريخي طور آرين کان وٺي ترخانن تائين سنڌ سنئون سڌو هنن جي حملن، شر ۽ غيض و غضب کان متاثر ٿي. آرين جي نسلياتي گروهه کان پوءِ چنگيز خان ۽ تمور لنگ ۽ ان جا پوئين مغل حڪمران تاريخي حيثيت رکن ٿا.

هيرلڊ ليم تاتاريون ڪي يلغار ۾ لکي ٿو ته چنگيز خان جي وقت ۾ مغل هڪ هزار ننڍين، ننڍين قبيلن ۾ رهندا هئا، سندس قبيلو، ”جوڪيات“ نالي سان هو. هن جي ڪٽنب کي برداري پاڻ مان خارج ڪري ڇڏيو هو، هو طاقت، بهادري ۽ خودارادي ۽ بي رحمي سان تيموجن کان سفر ڪري چنگيز خان تائين پهتو. سندس چوڻ هو ته ”انسان جي زندگي جو سڀ کان خوشيءَ وارو لمحو اهو آهي جڏهن هو پنهنجي دشمن کي شڪست ڏيئي چڪو هجي، اهو ان جي اڳيان جان بچائڻ لاءِ ڊوڙندو وتو، دشمن جي هر شيءِ تي قبضو ٿي چڪو هجي، ان جا وارث روئندا رڙندا وتن، دشمن جا گهوڙا هن جي ران هيٺان هجن ۽ انهن جون حسين عورتون آغوش ۾ هجن.“

مغل جي اصل ۽ بنيادي حقيقت اها آهي ته اهي شهسوار خانه بدوش هئا جيڪي الڳ الڳ رهندا هئا، هنن جي جسم جو مٿيون ڌڙ ڪي قدر وڏو هوندو هو جنهن کي سرديءَ کان بچاءَ لاءِ تيل مالش ڪندا هئا ۽ انهن جا ننڍا ننڍا پير گهوڙن تي سواري ڪندي ٽيڏا ٿي ويندا هئا. هنن جا حواس جانورن وانگر تيز ۽ رات جو انهن جون اکيون اونداهين ۾ پري تائين ڏسي سگهنديون هيون. هو هلندي مهل گهوڙي تان لهي گاهه ۽ سينور کي ڏسي ٻڌائي پئي سگهيا ته هو هن وقت ڪهڙيَ هنڌ آهن.

هو پنهنجي ننڍين رڪابن ۾ پير وجهي، آسمان ڏانهن نهاريندا روان دوان رهندا هئا، هنن جي ٻئي پاسي هنن جا دشمن انهي ٽاڪ ۾ هوندا هئا ته ڪيئن به ڪري هنن کان مال ڦري وٺن پر هو ڏاڍا ضدي ۽ وڏي استقلال جا مالڪ هئا. هر

سوار جي پوريان هڪ نيزو ۽ هڪ ڏگهي وريل تلوار لٽڪيل هوندي، هن جي سڄي پاسي هڪ ڪهاڙي يا ڪمان موجود هوندي هئي ۽ ان جي کٻي پاسي ترڪش، جنهن تي هن جو هٿ آساني سان پهچي سگهندو هو. وڏا تير انداز هئا.

مغلن جا وڏا ڏاڍا شڪاري هئا. جيڪي وڏي هنرمندي ۽ چالاڪيءَ سان شڪار ڪندا هئا. هو شڪار جا سڀ ڍنگ ڄاڻيندا هئا. هو ڪوشش ڪري سڄي شڪار کي ماريندا هئا. ڇاڪاڻ ته گوشت ۽ کل انهن جي ضرورت هئي، ايتري قدر جو آنڊا به کائي ويندا هئا ۽ انهن جو رت به پيئندا هئا ۽ اڪثر ڪري ڪچي گوشت کائڻ کي ترجيح ڏيندا هئا. جيئن هنن جو بدن سخت سردي برداشت ڪري سگهي. مطلب وحشي واري زندگي گذاريندا هئا. انهيءَ ڪري مؤرخين انهن کي باربيرين سڏيو آهي.

هو شڪار لاءِ باز پاليندا آهن جيڪي اوترو مٿي وڃي پکين جو شڪار ڪندا آهن، جتي انهن جا تير نه ٿا پهچي سگهن. جڏهن هنن کي کائڻ لاءِ ملندو آهي ايترو گهڻو کائيندا آهن جو ساهه کڻڻ ۾ تڪليف ٿيندي اٿن. جيترو هو پيٽ ڀري کائيندا آهن، پيئندا به اوترو آهن جو هو مدهوش ٿي ويندا آهن. انهن جو شراب جانورن جي کير ۽ سڙيل کير مان ٺهندو آهي خاص ڪري گهوڙي جو کير استعمال ڪندا آهن، جيڪو غذا جي غذا به آهي، جنهن جو نشو آهستي آهستي ٿيندو آهي.

هو اهڙي وقت ۾ پنهنجي تنبو جي اندر مدمست ۽ سرور جي حالت ۾ هوندا آهن. انهن جا گهر اهي ئي آهن جنهن ۾ اُون جا ڪيترا تهه ماکيءَ جي ماناري وانگر چنبڙيل هوندا آهن جن کي تيل وقت به وقت هڻندا آهن يا انهن کي کير ۾ ٻوڙيو ويندو آهي جيئن گهڻي سردي پوڻ جي صورت ۾ ان کان بچاءُ ٿي سگهي. تنبوءَ جي ڇت جي وچ تي هڪ سوراخ ڪندا آهن. جيئن ان مان باهه ٻارڻ جي صورت ۾ دونهون ٻاهر خارج ٿي وڃي. انهيءَ ڪري تنبو اندر دونهين ۾ ڪارا هوندا آهن ۽ ان کي ٻاهران چونو هنيون ويندو آهي، جيئن صاف سٿرو ۽ اڇو نظر اچي.

بهار جي مند ۾ جڏهن سندن پاليل جانور ڍور، رڍون ويم ڪنديون آهن ۽ ڳاهه به جام ٿيندو آهي. انهن ڏينهن ۾ گوشت ۽ کير گهڻو ميسر هوندو آهي، جنهن مان مغل لطف وٺندا آهن. هو پنهنجن ننڍن جانورن تي چڙهي پنهنجي پيائي چاري واري رسم ادا ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا آهن جنهن ۾ رڍون ۽ ٿلها گهوڙا ذبح ڪندا آهن. انهيءَ موقعي تي مغل نچندا ڪڏندا آهن ۽ پنهنجا پير زمين تي زور سان هڻندا آهن.

هو انهي جشن واري موقعي تي پوڙها ۽ جنگجو جوان، جيڪي جڳها تر يعني بهادر چورائيندا آهن. ايورت جي مچ جي چوڌاري گڏ ٿيندا آهن جنهن ۾ سڪل ڪاٺيون ۽ ڇيڻون ٻارڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، اهي ويهي هڪ ٻئي کي خبرون ٻڌائيندا آهن. هنن کي ڪنهن به شيءِ جو فڪر ڪو نه هوندو هو ۽ وري ڪنهن هنر جي گر کان واقف هئا. هنن کي صرف فڪر هو پنهنجي خوراڪ ۽ جانورن پالڻ جو. مطلب ته هو اهڙي حالت ۾ رهندا هئا جو انهن ۾ انسانيت گهٽ ۽ وحشيت گهڻي هئي.

مسٽر هيرلڊ ليم هڪ فرانسيسي راهب وليم آف روبرڪ جي حوالي سان ٻڌائي ٿو جيڪو پهريون يورپي باشندو هو جيڪو انهن تائين پهتو هو ٻڌائي ٿو ته دشت ۾ انهن جي زندگي سيني کان الڳ ۽ مختلف آهي، جن کي هو تاتاري سڏي ٿو. هو ٻڌائي ٿو ته جڏهن مان انهن وٽ پهتس ته محسوس ٿيو ته مان ڪنهن ٻي دنيا ۾ اچي ويو آهيان.

راهب وليم آف روبروڪ لکي ٿو. هنن کي ڪو به پنهنجو شهر ڪونهي، مستقبل جي ڪا به پرواهه ڪونهي پر هو سردار کي پنهنجي چراگاهه جي سرحد جي خبر آهي ۽ کيس ڄاڻ آهي ته پنهنجي مال کي سردين ۽ گرمين ۾ ڪٿي ڪٿي چارڻ لاءِ وٺي وڃڻو آهي، گرمين ۾ ڏکڻ وارن گرم ميدانن ۾ ايندا آهن. سردي ۾ انهيءَ جوءِ ۾ سخت سردي پوڻ ڪري پاڻي نه ملندو آهي ۽ زمين تي برف جا تهه ڄمي ويندا آهن.

هنن جا خيمه جن ۾ هو سمهندا آهن، اڇي اون مان ٺهيل هوندا آهن ۽ خيمي جي بناوٽ، ڪاٺ مان ٺهيل آهي. ڪڏهن اون جي ٺهيل خيمي مٿان شوق طور انگور جون ٽاريون، جهرڪن يا جانورن جون تصويرون ٺاهيندا آهن. خيمه ڏاند گاڏي جي مٿان نصب ڪيل آهن. جڏهن مان ڏاند گاڏي جي ٻنهي ڦيٿن جي وچ واري فاصلي کي ماپيو ته اهو ويهه فوٽ هو، جنهن کي ٻاويهه ڏاند هڪ ئي وقت ڪاهي رهيا هئا. گهر جو سامان، رقم وغيره وڏي اٺ گاڏي تي رکندا آهن. جيئن ندين، ڪاريزن ۽ واهڙن مان لنگهندي پاڻي سان نه پسجي وڃن.

جڏهن گاڏين تي لڳل خيمه ڪنهن ميدان تي هٽندا آهن ته انهن جو منهن هميشه ڏکڻ ڏانهن ڪندا آهن ۽ مال ۽ ملڪيت وارا اٺ گاڏا ان کان ٿوري فاصلي تي ٻن قطارن ۾ بيهاريا ويندا آهن.

شادي شده عورتون پنهنجي لاءِ سهڻيون ڳاڏيون نهرائينديون آهن. هڪ هڪ امير مغل يا تاتاري وٽ دولت سميت اهڙيون ڳاڏيون هڪ سئو کان ٻن سون تائين موجود هونديون آهن. جڏهن خيمه لڳايا ويندا آهن ته مغل جي پهرين زال جو خيمو اولهه ۾ هوندو آهي ۽ ٻين جا خيمه اوڀر ۾ ٿورڙي فاصلي تي لڳايا ويندا آهن. هو ٻڌائي ٿو ته جڏهن مان خيمن واري اهڙ ڪارروان کي سفر ڪندي ڏٺو ته محسوس ٿيو ته هڪ وڏو شهر سفر ڪندو مون ڏانهن اچي رهيو آهي مان ڏاندن، گهوڙن ۽ رڍن جا ولر ۽ ڌڻ ڏسي حيران ٿي ويس جن جي نگاهه باني لاءِ تمام ٿورا ماڻهو مقرر ٿيل هئا.

هڪ هڪ ڇوڪري ويهن کان ٽيهه ڳاڏيون هڪلي رهي هئي، اتي زمين بلڪل سڌي هئي، جنهن ڪري هو ڳاڏين ۽ ريڙهين کي هڪ ٻئي سان ٻڌي ٿي ڇڏيو ۽ ڇوڪري اڳ واري ڳاڏي تي ويهي ڏاندن کي هڪلي رهي هئي ۽ باقي ڳاڏيون پنهنجو پاڻ پويان اچي رهيون هيون. هي سفر ڏاڍو آهستي ڪري رهيا هئا. جيئن ڏاند يا ڳابو هلي رهيو هجي.

جڏهن خيمو زمين تي هڻندا آهن ته مالڪ جو بسترو دروازي جي سامهون هوندو آهي، ان جي مٿي کان اون مان ٺهيل پوتلو لڙڪائي ڇڏيندا آهن، جنهنکي ان جو ڀاءُ چيو ويندو آهي. جڏهن هو شراب پيئڻ لاءِ گڏ ٿيندا آهن ته سڀ کان پهريان شراب يا کير جا ڇنڊا ان کي هڻندا آهن، ان کان پوءِ هڪ نوڪر خيمي کان ٻاهر وڃي هڪ پيالي مان ٽي دفعا ڏکڻ طرف منهن ڪري زمين ۾ ڇنڊا هڻندو آهي. هي نذرانو باهه کي ڏنو ويندو آهي ۽ پوءِ اوڀر طرف هوا کي نذرانو ڏنو ويندو آهي، تنهن کان پوءِ اتر طرف منهن ڪري پنهنجي مسئلن کي نذرانو ڏنو ويندو آهي، پوءِ اهو شراب جو پيالو پنهنجي مالڪ ۽ ان جي زال کي ڏنو ويندو آهي جيڪا بستري تي ويٺي هوندي آهي. اونهاري جي موسم ۾ جوَ، چانور يا ٻئي ڪنهن ان مان سٺي شراب ٺاهي ويندي آهي، گرمين ۾ صرف گهوڙي جو کير پيئندا آهن جيڪا خيمي جي ٻاهران دروازي وٽ ٻڌل هوندي آهي ۽ ان جي پرسان هڪ ڳائڻي ساز سميت ويٺي هوندي آهي.

• جيڪڏهن گهر ڌڻي کي هڪ کان وڌيڪ زالون هجن ته ان سان گڏ اها گهرواري ويهندي آهي جنهن سان گذريل رات گذاري هجي ۽ ٻيون زالون انهيءَ خيمي ۾ اچي شراب پيئنديون. ان ڏينهن جيڪي سردار کي تحفه وغيره ملندا آهن انهيءَ گهرواريءَ جي حصي جا هوندا آهن.

جڏهن مالڪ شراب پيئندو آهي ته هڪ نوڪر چوندو آهي "هائي" ۽ ڳائڻي ڳائڻ شروع ڪندي آهي، وڏين دعوتن ۾ مهمان تاڙيون وڄائيندا آهن ۽ جهمريون هڻندا آهن، مرد خيمي مالڪ يا سردار جي سامهون ۽ انهن جون عورتون گهرڌياڻي جي سامهون فتح ڪرڻ جي خوشيءَ ۾ جيڪي دعوتون ڪندا آهن انهي ۾ هو تمام گهڻو شراب پي بدمست ٿي ويندا آهن.

جڏهن هي ماڻهو ڪنهن جو آدرڀاءُ ڪرڻ چاهيندا آهن ته ٿي ماڻهو جام ڀري، نچندا ٽپندا (جهمريون) آهستي آهستي ان ڏانهن وڌندا آهن ۽ واري واري هنکي جام پياريندا آهن.

هو انهن متعلق وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته هنن جا مرد تير ڪمان زين، خيمه ۽ ڳاڏيون ٺاهيندا آهن ۽ گهوڙن جي سنڀال ڪندا آهن ۽ ان جو کير ڌوهيندا آهن ۽ اون مان ڪپڙا ٺاهيندا آهن. گرميءَ جي موسم ۾ چمڙي جو ٻڌو لباس پائيندا آهن هڪ ۾ ان جي بجن جو رخ اندر هوندو آهي ۽ ٻئي جو ٻاهر، هنن جي شلوار به چمڙي مان هوندي آهي ۽ اڪثر پنهنجن ڪپڙن کي ريشمي جهالر هڻندا آهن جيڪا هلڪي نرم ۽ گرم هوندي آهي.

گڏ جي سنگ مان شراب پيئڻ لاءِ پياليون ٺاهيندا آهن، اهي ايتريون وڏيون هونديون آهن جو منهنجي هڪ هٿ ۾ ٻن پيالن کي سنڀالڻ مشڪل ٿي پيو، هي وڏا هوشيار شڪاري آهن ۽ پنهنجي خوراڪ جو گهڻو بندوبست شڪار مان ڪندا آهن. هنن وٽ مختلف قسمن جا باز پاليل آهن جن کي سڄي هٿ تي ويهاريندا آهن ۽ شڪار جي تلاش ۾ انهن کي اڏرائيندا آهن.

عورتون به گهوڙي تي مردن وانگر ويهنديون آهن ۽ پنهنجي چولي تي گهري نيري رنگ جو ڪمربند ٻڌنديون آهن ۽ سيني تي وري هڪ رومال. جيڪڏهن ڪنهن کي زال وڻي هجي ۽ ڪا به ڇوڪري ڪامجي نه سگهي ته اها سڄي عمر ڪنواري رهندي آهي. بيواهه عورتون ٻيهر شاديون نه ڪنديون آهن، ڇاڪاڻ ته انهن جو عقيدو آهي ته جنهن عورت جنهن مرد جي هن دنيا ۾ خدمت ڪئي آهي اهائي ٻي دنيا ۾ (مرڻ بعد ٻيهر زنده ٿيڻ جو تصور حيات بعد موت يا قيامت جو تصور) ان جي ئي هوندي. هڪ اهڙو رواج به آهي ته پٽ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ سڳيءَ ماءُ کان سواءِ ٻين کي پنهنجون زالون بڻائي ٿو. پيءُ ماءُ جي سڀ ورثي جو حقدار ننڍو پٽ آهي ۽ ان جي زالن جي ضرورت جو ان کي انتظار ڪرڻو پوي ٿو.

عورتون گاڏيون ۽ ڇڪڙا هلائن ٿيون، جانورن تي سامان رکن ٿيون، ڳئن جو کير ڏهن ٿيون، لسي ٺاهي مکڻ ڪڍن ٿيون، چمڙي جي صفائي ڪن ٿيون ۽ ان مان داڳا ٺاهن ٿيون، جوتا، جراب، ڪپڙا سبڻ ۽ خيمي لاءِ سامان وغيره به اهي تيار ڪنديون آهن. هو پنهنجا ڪپڙا ڪڏهن به نه ڌوئينديون آهن. ڇاڪاڻ ته سندن عقيدي موجب ڪپڙن ڌوئڻ سان خدا ناراض ٿي ويندو آهي. ڪنوڻ کان گهڻو ڊڄنديون آهن ۽ جڏهن طوفان ايندو آهي ته مرد ڪي خيمي مان ٻاهر ڪڍي ڇڏينديون آهن ۽ ڪارو ڪپڙو اوڙهينديون آهن. جڏهن هٿ يا منهن ڌوئينديون آهن ته منهن ۾ پاڻي وجهي آهستي آهستي ٻنهي هٿن تي گرڙيون ڪنديون آهن.

جڏهن ڪو به بيمار ٿيندو آهي ته ان جي خيمي جي ٻاهران نشان هٽي ڇڏيندا آهن جيئن ڪو به اندر نه وڃي. هن وٽ نوڪر ڪانسواءِ پيو ڪو به مغل نه ويندو آهي. جڏهن ڪنهن وڏي سردار جو امير بيمار ٿيندو آهي ته فاصلن تي چوڪيدار بيهاريا ويندا آهن. جيئن ڪو به ان وٽ وڃي نه سگهي، انهن کي اهو خوف هوندو آهي ته ٻاهرين جي اچڻ سان منحوس روح ۽ خراب هوائون اندر نه هلي اچن. هو پنهنجن جادوگرن ۽ نجومين کي پوڄاري سمجهندا آهن.

هي آهي مغل قبيلي جو پس منظر، جن جي وڏن 2000 سال قبل مسيح ۾ سنڌ سلطنت جي حد ڪشمير ۾ لٽ مار مچائي ۽ پوءِ مستقل طور رهي پيا جن کي اسان جا محقق ۽ مؤرخ آريا سڏن ٿا، ڪين سڌريل، عالم، قابل، شريف ۽ خانداني لکن ٿا. ڪين اهو لقب سنڌ وارن ڏنو هو. سڌريل دؤر ۾ به جڏهن چنگيز خان فوت ٿيو هو ته ان سان گڏ ڏهه خوبصورت ٻانهيون، چاليهه غلام ۽ هٿيارن، سون ۽ چاندي جي ٿانون کي به ساڻس گڏ دفن ڪيو ويو هو.

سنڌ ۾ مغل ناصرالدين قباچه جي وقت ۾ آيا هئا جنهن کي سنڌ 3 شعبان 602 هجري ۾ شهاب الدين غوري جي قتل کان پوءِ حصي ۾ ملي هئي. چنگيز خان خوارزم جي حڪمران جلال الدين تي حملو ڪيو هو، جيڪو جان بچائي سنڌ ڏانهن ڀڄي آيو هو، تنهن جو پيڇو ڪندي چغتائي خان سنڌ ۾ آيو هو. هنن ٻنهي جي ڪري سنڌ پڙيانگ تي وڃي هئي ۽ جلال الدين سنڌين جي مدد نه ملڻ ڪري آخر ۾ پنيور کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو. هندستان ۾ مغل وري 1399ع ۾ امير تيمور لنگ سان گڏ داخل ٿي هئا، تيمور لنگ پاڻ مغل ۽ برلاس پاڙي سان تعلق رکندڙ هو.

سنڌ ۾ مغلن کانپوءِ 916 هجري مطابق 1510ع ۾ شاهه بيگ ارغون جي ڪمان ۾ قندار کان ڪوئيٽا رستي سبي کي ڄام نظام الدين سمه جي دؤر حڪمراني ۾ ان جي نائب بهادر خان کان کسي داخل ٿيا هئا ۽ ان کان پوءِ وري شاهه بيگ ارغون مغلن ۽ بلوچن جو شڪر ساڻ ڪري 20 هجري مطابق 1514ع ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ سمه حڪمراني جو خاتمو آدو. تانجو اورنگزيب تائين سنڌ انهن جي هٿان ڦرجندي لتاڙجندي رهي.

سنڌ ۾ مغل شاهه بيگ ارغون جي اچڻ کان وٺي 14 آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي تائين ۽ پوءِ برابر هندستان مان لڏپلاڻ ڪري ايندا رهيا. 1947ع کان اڳ وارا مغل سنڌي مغل سڏيا وڃن ٿا. مغل قبيلي ۾ به اصل پاڙا آهن، چوغتہ ۽ برلاس. چوغتہ، چنگيز خان جي پٽ چغتائي خان جي نسبت سان سڏجن ٿا، جڏهن ته مغلن جي پنهنجي ٻولي ۾ برلاس جي معنيٰ آهي جوان مرد، بهادر همت ۽ شجاعت وارو.

مغل ذات وارن کي مختلف لقبن سان به لکيو ويندو آهي. جيئن مرزا يا بيگ جا لفظ سيني مغلن لاءِ عرفيت جي حيثيت رکندا آهن. مغلن کي پنهنجي وطن ۾ اميرزاده چوندا هئا. وقت گذرڻ سان اميرزاده مان ميرزا ٿي ويا ۽ پوءِ ميرزا مان مرزا سڏيا ويا ۽ ڪي بهادري ۽ شجاعت جي ڪري بيگ به سڏيا ويا. تاريخ اقوام ڪشمير ۾ محمد دين فوق لکي ٿو، جتي مير جو لفظ نالي کان پوءِ اچي اهو ميرزا يا امير جو مخفف آهي، هو وڏيڪ لکيتو مير معنيٰ مغل قوم مان جنهن جي سڃاڻپ اها آهي ته مير جو لفظ نالي جي آخر ۾ ايندو هجي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1- چغتو | 2- برلاس | 3- دولي |
| 4- ڪسر مغل | 5- بيگ | 6- جنهال |
| 7- ملدبال | 8- هوتيل | 9- مير |
| 10- باندي | 11- ٻچ | 12- گاني |
| 13- عشائي | 14- ٻب | 15- متوڙي |
| 16- ترڪ | 17- ارغون | 18- ترخان |
| 19- گنجو | 20- لوهار ترخان | 21- باٽلہ |
| 22- بابري | 23- ستي | 24- سالور |
| 25- دغلت | 26- پٺي مغل | |

# شجرو مغل قوم


حضرت نوح
يافث
حام
سام
ترڪ، صقالبه ياجوج، ماجوج- ايران جا شهنشاهه جو جدامجد
سوڊاني- بربر- قبط حبشي جو جدامجد
سنڌي، عرب، ايراني ۽ بني يقطان جو جدامجد
زال اربسي مان
شيڪ
ڏيء
ڪومر
ترس
هوشل
توبيل
وائل
حوان
مارح
جومر
ياجوج ماجوج جو وڏو- هڪ روايت موجب
ترڪ
طفرغر
هيا طله
ريفات
توغر
القر
الخطا
يڪ
ارڪش
اشبان
خرز
فقچاق
الفور
چرڪش
علامان
ابن خلدون جي مطابق تاتار، مغل ۽ سلجوقين جو مورث اعلي- ڪن جي مطابق ياجوج ماجوج، هن مان آهن منهنجي تحقيق موجب، تاتار مغل ۽ ياجوج ماجوج هڪ ئي قوم جو نالو آهي- هن جا ٻيا نالا تولڪ ۽ تانڪ
الخان
تاڪيان
ناگاسي
ديب ماتري
ناگ بنسي
ڪيوڪ
المختہ خان المعروف منگول خان
تاتار
مغل

## سلسلو اولاد مغل



## شجرو چنگيز خان



# سلسلو اولاد مغل- مغل سلطنت تائين



# سلسلو اولاد مغل۔ ظهيرالدين بابر جو خاندان

ظهيرالدين بابر ← وفات 5 جمادي الاول 937 هجري مطابق 1530ع

↓

نصيرالدين همايون ← 4 ذيقعد 913 هجري مطابق ۾ ڪوراڪ ڪابل ۾ ڄائو- شيرشاھ سوريءَ جي ٻي دخل ڪرڻ ڪانپوءِ بکر سنڌ ۾ آيو دربيلي جي سهتن سندس ڏاڍي مدد ڪئي

↓

جلال الدين اڪبر ← همايون سندس ماءُ حميده بانو سان موجوده پاٽ ضلعي دادو جي ڳوٺ ۾ جمادي الاول 948 هجري مطابق ۾ شادي ڪئي ۽ اڪبر 5 رجب 949 هجري مطابق 15 آڪٽوبر 1542ع ۾ امرڪوٽ ۾ سوڍن وٽ ڄائو

↓

نورالدين محمد جهانگير عرف سليم، شيخو

↓

شاهجهان ← جنهن سنڌ ۾ ٺٽي جي جامع مسجد ۽ کهڙن ۾ مسجد تعمير ڪرائي

↓

سلطان دارا شڪوه || اورنگزيب هٿان پهرين محرم 1070 هجري ۾ قتل ٿيو- سندس سر شاهجهان کي ناشتي ۾ پيش ڪيو ويو

سلطان شجاع

اورنگزيب ← پيءُ کي قيد ڪري پاڻرن کي مارائي تخت تي ويٺو

سلطان مردا بخش

اورنگزيب جو اولاد:

محمد اعظم

محمد معظم ← بهادر شاھ، شاھ عالم ثاني جي لقب سان تخت حاصل ڪيو

محمد ڪام بخش

محمد معظم ↓ معز الدين ↓ فرخ سير ↓ رفيع الدين ↓ محمد شاھ رنگيلو

↓

بهادر شاھ ظفر آخري مغل حڪمران ← اورنگزيب جي پيدا ڪيل سازشون مغل گهراڻي جي خاتمي جو باعث بڻيو ۽ هن ڪانپوءِ ڪو به مغل حڪمران اطمينان ۽ سڪون سان نہ ويٺو- تانجو 1857ع ۾ بغاوت هند جي نتيجي ۾ ميجر هڊسن وٽ پيش پيو، ڪيس رنگون ۾ قيد ڪيو ويو جتي 11 نمبر 1862ع ۾ فوت ٿي ويو- سندن پوئين جي اڄ تائين ڪا به خبر ڪونهي



Scanned with CamScanner

# نسب نامۂ مادری نورجہان بیگم

میرزا علاء الدولہ آقائی ملا دوات دار قزوینی (۵۴)

- بدیع الزمان (وزیر کاشان)
- خواجہ غیاث الدین علی قزوینی (۵۵) آصف خان ثانی (متوفی ۹۸۹ھ)
- میرزا احمد بیگ (وزیر خراسان)
- حور پرور خانم (۵۶) زوجۂ ابراہیم بیگ فتح جنگ
- آقا محمد زمان (عامل تبریز)
- دختر زوجہ میرزا غیاث بیگ اعتماد الدولہ
  - نورجہان بیگم زوجۂ جہانگیر بادشاہ

- نظام الدین علی
- میرزا حسام الدین حسن (۵۷)
  - میرزا نعمت اللہ
  - کثیر الاولاد
  - میرزا عاقبت محمود سرفراز خان
  - نظام الدین علی ثانی حسام الدین خان
- میرزا نورالدین (۵۸) (در بغاوت خسرو ۱۰۱۶ھ بحکم جہانگیر قتل شد)
- دختر زوجہ مرزا حسام الدین (۵۹) حاکم تتہ
  - نورالدولہ (۶۰) داماد اعظم خان
  - رکن الدولہ (۶۱)
- دختر زوجہ مرزا ابوالحسن (۶۲) یمین الدولہ و مادر ارجمند بانو بیگم ممتاز محل زوجۂ شاہجہان

- میرزا قوام الدین جعفر بیگ (۶۳) آصف خان ثالث (وفات ۱۰۲۱ھ)
- آقا ملا ثانی (جہانگیری) (۶۴) بدیع الزمان ثانی
  - دختر (۶۹) (زوجہ ارادت خان میر اسحاق (۷۵) المتوفی ۱۰۶۸ھ پسر محمد باقر اعظم خان جہانگیری المتوفی ۱۰۵۹ھ (۷۳)
- دختر، زوجۂ احمد بیگ خان کابلی (۶۵)
  - محمد مسعود
    - اردشیر و دیگر اولاد
  - سعید خان بہادر ظفر جنگ (۶۶) (متوفی ۲ صفر ۱۰۶۲ھ)
    - میرزا شیخ خان زاد خان
    - لطف اللہ
    - عبداللہ
    - فتح اللہ
    - نصرت اللہ و دیگر پسران
  - مخلص اللہ خان (۶۷) ابوالبقاء افتخار خان
- ابوالقاسم (۶۸) بعہد جہانگیر
- دختر دیگر پسران
  - مرزا صالح

- مصری بیگم (۷۰) زوجۂ مرزا جاراللہ بن نواب امیر الامراء شریف خان جہانگیری متوفی ۱۰ ذی قعدہ ۱۰۱۶ھ
- عسکری
- دختر اہلیہ میرزا یعقوب بیگ بن خان دوران شاہ بیگ خان (۷۱) صوبیدار تتہ
- سہراب خان
- میرزا علی اصغر (۷۲)
- دختر زوجہ نواب خان اعظم میر محمد باقر معروف بہ ارادت خان (۷۳) المتوفی ۱۰۵۹ھ
  - ملتفت خان
  - میر خلیل مفتخر خان خان زمان (۷۴) متوفی ۱۰۹۵ داماد یمین الدولہ آصف خان
  - دختر زوجہ شہزادہ محمد شجاع
    - سلطان زین العابدین
  - میر اسحاق ارادت خان متوفی ۱۰۶۸ھ (۷۵) پسر سومی داماد بدیع الزمان ثانی (۶۹) و داماد زاهد خان کوکہ
    - محمد جعفر پسر کلان
    - مرزا مبارک اللہ ارادت خان واضح متوفی ۱۱۲۸ھ (۷۶)
      - میر ہدایت اللہ ہوشیار خان المخاطب بہ ارادت خان (۷۸) متوفی ۱۱۵۷ھ
        - پسران بسیار داشت کہ یکے ازان بنام حافظ خان بود (۷۹)
- زین العابدین متوفی سال دوم شاہجہانی ۱۰۳۸ھ
  - میرزا جعفر ثانی (۷۷) متوفی ۱۰۹۴ھ

# ميتلا

ميتلا ذات وارن جو اصل تعلق پنجاب جي علائقي سان آهي، جيڪي لڏي اچي سنڌ جي ڪيترن هنڌن تي آباد ٿيا. ميتلو ۽ ميڪو هڪ ذات آهن. جن جو نسلي تعلق پهنور قبيلي سان آهي. هي سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائن ٿا ۽ ڪيترا ميتلا پاڻ کي ابڙو جو پاڙو ٻڌائيندا آهن ۽ سندن مادري زبان سنڌي آهي.

اي ڊي ميڪليگن جي مطابق ميتلا راجپوت نسل مان آهن. انهن جو وڏو نالي ميتلو فيروز شاهه تغلق جي وقت ۾ سيال ڪوٽ ۾ آباد ٿي ويو. جتان پوءِ ملتان ۽ ساهي وال طرف آيا جتان هي سنڌ ۾ پهتا. آئين اڪبر جي مطابق هي بنيادي طور آبادگار آهن جيڪي پنهنجي وڏي ميتل جي پويان ميتلا سڏجن ٿا. ڪي انهن کي ميتڙا به سڏيندا آهن. مطلب ته ميتلو جي اولاد ميتلا سڏجي ٿي جيڪي لاڙڪاڻي قمبر ۽ خيرپور ضلعي ۾ رهي ٿي. به ٽي ڳوٺ انهن جي نالن سان آهن.

# راڄڙ

راڄڙ سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيڪو هن وقت هڪ قبيلو آهي. هي سانگهڙ، مير پورخاص ۽ عمرڪوٽ ضلعن ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. سنڌي نسب نامر موجب هوٺي جي اولاد مان راڄڙ آهي. باتار پٽ پريو جي اولاد ۾ راڄڙ آهي ۽ انڙ پٽ ٿيبو جي اولاد ۾ پڻ راڄڙ آهي. شيخ صادق پڻ هن ذات کي سمن ۾ شمار ڪندي انڙ جي اولاد ڄاڻايو آهي . تاريخ سميجه ۾ محمد سليمان پان جي مطابق راڄڙ پٽ ڏيرو پٽ ٿيبوپٽ انڙ پٽ سمون لکيل آهي. تاريخ راجپوت ۾ راڄڙ پٽ ڄام رائدن جيڪو پنجين پشت ۾ ڄام انڙ جي خاندان مان هو ان جي اولاد راڄڙ سڏجي ٿي. راڄڙ، سانگهڙ ضلع ڪانسواءِ اوپر پنجاب ۾ به آباد آهن انهي ڪانسواءِ قديم سنڌ جي سري واري حصي ۾ پنهنجو علائقو آهي جيڪو هاڻي پنجابَ صوبي ۾ اچي ٿو. تنهن ۾ راڄڙپور مشهور شهر آهي جيڪو هاڻي راڄن پور جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اي ڊي ميڪليگن راڄڙ کي ملتان جي حوالي سان زراعت ڪارن ۾ شمار ڪندي ڄاٽ (سماٽ) ۾ شامل ڪيو آهي.

اسان جي ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري ۽ تحقيق موجب . راڄڙ جنهن جي نالي پويان سندس اولاد راڄڙ ڪوٺي ويئي. اهو پٽ ڏيرو پٽ ٿيبو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن (راڏڻ) پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي. هي اڪثر پير پاڳاري جا مريد آهن جن کي حر چيو وڃي ٿو. پنجاب ۾ هي آبادگار ذاتين ۾ شمار ٿيندا آهن. هي موجوده سنڌ کان سواءِ سرائيڪي علائقي ملتان تائين ملن ٿا.

### پاڙا

1. ابو پوٽا
2. توڳاچي
3. ڏيرڻ
4. رڪڻ
5. ساهيو
6. باجيد
7. بيداڻي
8. پاتو
9. راڃهار
10. ڪومونجا
11. راڄڙ
12. راڄڙا
13. دلواڻي
14. گد
15. اگهم
16. ٻگهيو

# پليجو

پليجو سمہ قبيلن جو هڪ ننڍو قبيلو آهي جيڪي ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا. شيخ صادق علي هڪ نسب نامي ۾ پليجي کي سمو پٽ رائڌن جي اولاد ڏيکاريو آهي ۽ ٻئي ۾ ڪيس جکرو جو پٽ لکي ٿو. اسان جي ترتيب ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري مطابق سندس نسب هيٺن ٿئي ٿو.

پلي سندس اولاد پليجو سڏجي ٿي. پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائڌن پٽ چام ڪاڪو (جکري جو پياءُ) پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي.

هي سنڌ جو هڪ قديم قبيلو آهي. ڪڏهن مسلمان ٿيا ان لاءِ ڪو بہ مستند ثبوت ڪونهي پر هڪ راءِ اها موجود آهي تہ هي سمہ دور حڪومت ۾ مسلمان ٿيا جڏهن ايران ۽ عرب کان عالم ۽ بزرگ ٺٽي ۾ اچڻ شروع ٿيا جن لاءِ الڳ محلہ تعمير ڪيا ويا هئا. پيلجو ذات جو هڪ وڏو قبرستان جهرڪن جي پرسان ماجيراءِ جي ماڙي واري جبل ۾ آهي.

هن ذات مان رسول بخش پليجو نالي وارو سياستدان ۽ عالم آهي. ان ڪانسواءِ اياز لطيف پليجو، عبدالقادر پليجو، عبدالحئي پليجو ۽ سسئي پليجو نالي وارا آهن.

## پاڙا

اگهمر پليجو

# تهيم

تهيم ڪي عام طور تي عرب جي هڪ قبيلي تميم سان ملايو ويندو آهي. هو وقت گذرڻ سان تميم مان ڦري مقامي ٻوليءَ ۾ تهيم ٿي ويا. هي شروعات ۾ محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ شامل هئا جن 93 هجري مطابق 712ع ۾ سنڌ تي حملو ڪري ان کي بنو اميه سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو. پيهر خليفي ابو العباس عباسي جي وقت ۾ جڏهن منصور ڪلبي جي بغاوت ۽ سنڌين جي آزادي کي ڪچلڻ لاءِ موسيٰ بن ڪعب تميمي بصره جي ٽي (3000) هزار ۽ بنو تميم قبيلي جي هڪ (1000) هزار ڪل چار هزار فوج ساڻ ڏئي سنڌ روانو ڪيو جيڪو 12 ذوالحج 135 هجري ٻڌيه پرڳڻي جي شهر گنداواه پهتو. ان کان اڳ ۾ مفلس بن سري عبد تميمي عباسن طرفان گورنر مقرر ٿي آيو هو، جنهن کي منصور شڪست ڏئي مارائي ڇڏيو پر تاريخي طور اها ثابتي نه ٿي ملي ته ان سان گڏ سندس قبيلي جا فوجي هئا، پر جيڪڏهن اهو تسليم ڪجي ته سنڌ ۾ بنو تميم قبيلي جا فرد ٽي دفعه مختلف وقتن تي آيا پر ڪا به اهڙي ثابتي ۽ شاهدي موجود ڪونهي ته اهي سنڌ ۾ هميشه لاءِ رهي پيا ۽ پوءِ ڦري تهيم ٿي ويا، جنهن جي لاءِ هيٺيان سبب آهن.

1) سنڌ، عرب خلافت کان ڏورانهون ملڪ هو، جتي ٻارن ٻچن سميت اچڻ نامناسب ۽ ناممڪن هو.

2) محمد بن قاسم سان جيڪي فوجي جوان آيا هئا اهي خليفي سليمان جي فرمان موجب لڪي ڇپي پنهنجن گهرن ڏانهن هليا ويا ۽ ڪو به اهڙو عرب ڪو نه رهيو جيڪو سنڌين جي خوف کان نه ويو هجي، تنهن ڪري هتي انهن جو مستقل بنياد تي رهڻ ناممڪن هو خاص ڪري بنو تميم قبيلي جي فردن لاءِ.

3) محمد بن قاسم کان پوءِ جيڪي عرب عملدار ۽ سپاهي آيا، اهي حالات جنگ ۾ رهيا تنهن ڪري هنن هتي ڪو به مستقل گهر نه ٺاهيو. تنهن ڪري بنو تميم قبيلي جي فردن جو اهل و عيال سميت رهڻ ناممڪن آهي.

4) خاص طور عباسي خلافت جي دؤر ۾ سنڌي اهلبيت جا طرفدار هئا ۽ انهن جي عملدارن کي دشمن سمجهندا هئا ۽ سدائين انهن جي وچ ۾ ويڙهه ٿيندي رهندي هئي، تنهن ڪري اهو ناممڪن آهي ته بنو تميم قبيلي جا فرد مستقل سنڌ ۾ رهيا ۽ پنهنجي الڳ حيثيت برقرار رکي.

5) عرب سلطنت کان جيڪي عملدار ۽ سپاهي آيا اهي مال ۽ ملڪيت گڏ ڪري واپس هليا ويا ۽ اها صورتحال به آئي ته جڏهن هنن کي دولت ۽ مال غنيمت ملڻ جو آسرو نه رهيو ته دوران جنگ واپس هليا ويا، تنهن ڪري ڪنهن به بنو تميم قبيلي جي فرد جو هتي رهڻ جو سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي.

6) عرب حاڪميت جي آخري ڏينهن ۾ عرب قبيلائي جهيڙا عروج تي هئا جنهن ڪري ڪيترا فرد جان بچائي واپس هليا ويا.

اهڙي صورتحال جنهن ۾ سنڌ جي آزادي جي تحريڪ هلندڙ هجي، عرب پنهنجا پير ڄمائي نه سگهندا هجن ويتر پاڻ ۾ هنن جي خانه جنگي هجي ان صورتحال ۾ ڪنهن به فوجي عملدار جو سنڌ ۾ رهڻ ممڪن ئي نه آهي، تنهن ڪري اهو چوڻ ته تهيم، تميم آهن، صرف لفظن جي مناسبتا جي جادوگري آهي. هن قبيلي کي عرب ثابت ڪرڻ لاءِ ٻيون به روايتون گهڙيون ويون ته هو هڪ عرب تميم نالي واري انصاري قريشي جي اولاد آهن ۽ اڄ کان اٺ نو سئو سال اڳ هڪ عرب "سنپال شاهه" نالي هت ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ آيو ۽ هو ملتان ۾ ديرو ڄمائي ويهي رهيو ۽ اٽي چاليهه سال حڪمراني ڪئي بعد ۾ مارجي ويو.

حقيقت اها آهي تہ جديد دؤر جا محقق، تاريخ نويس ۽ اسناب عالم، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ اسلام سان عقيدت جي اظهار طور مقامي ماڻهن ۽ قبيلن جي نسبت عرب سان ڳنڍيندا آهن جيڪو سراسر غلط ۽ سنڌي قوم سان زيادتي آهي. اهو محبت جو اظهار نہ پر بذات خود خدائي حڪم ۽ رسول جن جي فرمان جي خلاف آهي.

ٿهيم جي سنڌي هجڻ جا واضح ثبوت موجود آهن. مغل بادشاهہ شاهجهان جي دؤر ۾ سيوهڻ جو مغل عملدار ديندار خان نالي وارو هو، جنهن جي چوڻ تي هڪ عالم عبدالغفور ابن حيدر سيوهاڻي تذڪره مشاعير سيوستان (سيوهڻ) لکيو هو جنهن ۾ راجا دلوراءِ ۽ سندس پاءُ مخدوم ڇتو امراڻي بابت لکيل آهي تہ هو سومرن جي "ٿهيم" پاڙ مان هئا. اي ڊي ميڪليگن لکيو آهي تہ پنجاب جي چنيوٽ علائقي جا رهندڙ ٿهيم اعواڻ آهن. پنجاب جون اڪثر ذاتيون پنهنجو نسب، اعواڻ، علوي، کوکر، گگهڙ ۽ ايرانين سان ملائڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. جڏهن شيخ صادق علي هنن کي سنڌي ڪري لکيو آهي. هو لکي ٿو "مون کي هي سنڌي ئي نظر آيا آهن، هنن وٽ عرب هجڻ جو ڪو بہ ثبوت ڪونهي."

مسٽر جيمس ٽاڊ جي مطابق ٿهيم راجپوت قبيلي "ڌهيما" مان آهن. سنڌن کي عرب قبيلي مان ثابت ڪرڻ معزوضہ ۽ غلط بياني آهي. همايون جي وقت ۾ آگره جي هڪ عالم ۽ فاضل شيخ جلال ۽ شاهجهان جي وزير سعد الله خان جو تعلق ٿهيم قبيلي سان هو.

هي موجوده سنڌ کان علاوه سرائيڪي علائقن، بهاولپور، ساهيوال، جهنگ ۾ رهن ٿا، جن مان اڪثريت راجپوت چورائيندا آهن. جڏهن تہ سنڌ ۾ رهندڙ عرب ٿيڻ جي ڪوشش پنهنجي اصليت لڪائيندا آهن ۽ ٿهيم ۽ تميم کي هڪ سمجهندا آهن، پر حقيقت هي آهي تہ سنڌي نسل جا ماڻهو آهن. جنهن جي ثابتي سندن پاڙن مان بہ معلوم ٿئي ٿي. سندن پاڙي ۾ هڪ پاڙو منگي آهي ۽ اڪثر ڪري منگي ان کي چيو ويندو آهي جيڪو "حجامت" وارو ڪم ڪندو آهي، اها انهن جي ذات جي سڃاڻپ ٿي ويئي آهي. هاڻي اڪثر مگٽهار ۽ ٻيون هيٺيون ذاتيون حجامڪي ڌنڌي اختيار ڪرڻ ڪري منگي سڏائيندا آهن.

**پاڙا**

1- دلاورزئي — 2- منگي — 3- نهلاڻي
4- ڪمالاڻي — 5- نهاڻائي — 6- محمداڻي
7- پرياڻي — 8- ماڪر پيا — 9- ملوڪاڻي
10- بفن

# لڪڻ

لڪڻ اصل ۾ هندو هئا جيڪي بعد ۾ ٻين قبيلن وانگر مسلمان ٿيا. هي ريڍار هئا جيڪي چراگاهن جي تلاش ۾ دريا جي ڪنارن تي رهندا هئا ۽ بعد ۾ اتي زمينون آباد ڪرڻ لڳا. هنن کي انگريز محققن لڪڻ ڀال ڪري بہ لکيو آهي. جيڪي راجپوتن جو هڪ پاڙو آهي. هي سنڌ ۾ قمبر ضلع ڪانسراءِ ٻين هنڌن تي محدود تعداد ۾ رهن ٿا. تنهن ڪري غير معروف ذات آهي.

**پاڙا**

(1) باڊپوتا — (2) بارهن هٽا — (3) ننداڻي
(4) رامڻ — (5) اوڇو — (6) وانجهو

# چاچڙ

چاچڙ اصل ۾ هندو هئا. جن جي اڪثريت راجستان ۾ رهندي هئي. رائچند هريجن جي مطابق اصل هندو هئا پوءِ مسلمان ٿيا. ائٽيڪن جي مطابق هندو نسل سان تعلق اٿن جيڪي سورهن هزار ست سؤ سٺ جي تعداد ۾ آهن، جيڪي هاڻي وڌي لکن تائين پهتا آهن. بقول مسٽر جيمس ٽاڊ "جڏهن راجستان جا چاچڪ هندو مان ڦري مسلمان ٿيا ته انهن چاچڙ چورايو. هي سنڌوندي جي ٻنهي ڪپرن تي آباد آهن. هي مالوند ۽ زراعت پيشه آهن چيو وڃي ٿو ته هي "ڄام چتوڙ" جي اولاد آهن.

ٻي روايت موجب چاچڙ قبيلو ڪنهن وقت امر ڪوٽ جي راجا ٻنگا راءِ جو غلام هو. هنن کي ڄام ڄکري آزاد ڪرايو هو. پنجاب جي سرائڪي علائقي جا رهندڙ چاچڙ پاڻ کي مغل نسل جا چورائيندا آهن ۽ ڪي وري حضرت عباس رضه جي اولاد مان سڏرائيندا آهن. ڄام چتوڙ پٽ وينو جو "ڪونڌر" قبيلي سان تعلق آهي ڪي هنن کي مغل، پٺاڻ ۽ عرب نسل جو چوندا آهن پر حقيقت اها آهي ته چاچڙ ٺيٺ سنڌي لفظ آهي، سنڌي ٻوليءَ جي سرائڪي واري لهجي ۾ چا معنيٰ ڪٽڻ ۽ سنڌيءَ ۾ چڙ معنيٰ ڪاوڙ. يعنيٰ ڪاوڙ ڪٽڻ وارو. مطلب غصي، ڪاوڙ ۽ چڙ تي ضابطو آڻڻ وارو، بردبار. جنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته بهادر ۽ شجاعت وارو.

هي اصل سنڌي قبيلو آهي جيڪو بهاؤ الدين زڪريا جي ڪوشش سان مسلمان ٿيو. چاچڙ قبيلي جي پاڙن رجدي ۽ رحماني جو جدامجد ان جو خاص خليفو هو. هن ذات وارن جي اڪثريت سکر ۽ گهوٽڪي ضلعي ۾ آهي ۽ ڪجهه ڳوٺ لاڙڪاڻي ضلع ۾ به آهن. ان ڪانسواءِ هو بلوچستان، پنجاب، ڪڇ ۽ راجستان ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

(1) چنه (2) ٻلهڙا (3) داداڻي
(4) دانبورائي (5) داندنيائي (6) ڏونگاڻي
(7) ڏونرا (8) دولاڻي (9) جانيجا
(10) ڪارڙا (11) ڪنا (12) نانگاڻي
(13) ڦولائي (14) پوسي (15) رانجهي
(16) ساڪاڻي (17) سيڪاڻي (18) طوبا
(19) ذلهائي (20) سڪيراڻي (21) جگ نند
(22) ٻليلاڻي (23) ٻورڙا (24) درگيچا
(25) گهاريجا (26) گولا (27) جمناڻي
(28) ڪاچا (29) ڪيدا (30) مڪل واڏي
(31) موريا (32) سانگائي (33) ڳاڙهيچا
(34) باداڻي (35) صابراڻي (36) نارنگاڻي
(37) لش (38) منگرا (39) ريڊي
(40) جوٽيجا (41) راڄڏي (42) جوڳينائي
(43) حلوائي (44) اعواڻ (45) مغل
(46) مٺياڻي (47) بکراڻي (48) ٿلهائي
(49) رجدي (50) رحماني

# گولا+ داس- گولاداس

هي غلام ماڻهن جو قبيلو آهي، ٽاڊ لکيو آهي ته اهو ضروري آهي ته پيءُ غلام هجي ته پٽ به غلام هجي، انهي ڪري گولي يا داس جي اولاد غلام ئي هوندي، انهي سبب جي ڪري راجپوت جي خاندان ۾ ڪيترن گولين (عورتن) جي اولاد غلامي ڪندي آهي. ميواڙ ۾ انهن کي حرامي اولاد چيو ويندو آهي ۽ سندن سڃاڻپ لاءِ ڪبي پير ۾ چانديءَ جو ڇلو وڌو ويندو آهي. انهي جو قدر ڪرڻ سندس والده جي ذات تي منحصر آهي، جيڪڏهن هو راجپوتڻي آهي ته ان جي عزت وڌيڪ ڪئي ويندي، جيڪڏهن مسلمان ته ان کان گهٽ ۽ جيڪڏهن نيچ ذات مان آهي ته اجا به سندس گهٽ عزت هوندي.

جيڪي راڻا چورائيندا هئا تن جي رکيلن جي اولاد کي داس يا گولو چيو ويندو هو. يعني غلام يا رکيل عورت جي ناجائز اولاد انهي ڪانسواءِ گولا، ڪير واري کي به چيو ويندو آهي. گولا سنسڪرت جي لفظ "گلا" جي بگڙيل صورت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪير معنيٰ ڏوڏي، مطلب ڪير وارو، مال وند، گوالو. اهڙي طرح سنڌ ۾ رکيل کي ويهاريل چيو ويندو آهي ۽ ان جي اولاد کي گدبو سڏبو آهي. اهو رواج ۽ شوق اڳ ۾ تمام گهڻو هو پر هاڻي نالي ماتر آهي. سنڌ جا رئيس ۽ پئسي وارا لڪ ڇپ ۾ پنهنجي شهر يا ڳوٺ کان ٻاهر رکيل يا ويهاريل رکندا آهن.

هنن جي اولاد کي نه پنهنجو نالو ڏيندا آهن ۽ نه وري پنهنجي ملڪيت مان ڪو حصو پتي ڏيندا آهن، ڪڏهن ته انهن جي اولاد کي نوڪرن وانگر هلائيندا آهن.

# گوهل

ٽاڊ لکي ٿو ته هي مشهور و معروف قوم هئي هي سورج بنسي خاندان مان آهي. هي جهونا ڳڙهه ۾ رهندا هئا هو اتي ڪيترو وقت رهيا ان جي خبر نه ٿي پوي پر اهو علائقو انهن پيلن کان ڪسي ورتو هو، ويهن نسلن کان پوءِ ٻارهين صديءَ جي آخر ۾ راٺوڙن کين اتان ڏڪاري ڪڍيو جتان پوءِ هو مهاراشٽر ڏانهن هليا ويا ۽ "پرم ڳڙهه" ۾ آباد ٿيا. جڏهن اهو برباد ٿي ويو ته انهن جو هڪڙو پاڙو "بگوا" ۾ رهي پيو، جتي انهن جي سردار، نندواٽي يا "نندو ننگر" جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ان جي جائداد تي قبضو ڪيو، انهن جو ٻيو پاڙو پوري، پونگرام ۾ آباد ٿي ويو. جيڪو سمنڊ جي ڪناري آهي. هنن جو علائقو "گوهل وارو" سڏجي ٿو.

شامان گجر جي مصنف هن ذات وارن کي گجر قبيلي ۾ شامل ڪيو آهي ۽ کين سٿين نسل مان ڄاڻايو آهي . هن نسل وارا ماڻهو سنڌ جي ڪڇ واري علائقي ۾ رهن ٿا.

# سپيا

سپيا، سُپيا ۽ سپير، ٽئين هڪ ذات آهن. مختلف هنڌن تي مختلف هجن ۾ استعمال ٿيندا آهن. هي سحرا قبيلو جو هڪ پاڙو آحي پر اڪثر پنهنجو پاڻ کي عرب نسل سان ڳنڍڻ لاءِ بني جيرم جي اولاد مان سڏائيندا آهن.

سپيا ڪنهن زماني ۾ راجستان جي مشهور قومن مان هئي ۽ راجپوت نسل سان تعلق اٿس. راجپوتن جي شاهي خاندان جي فهرست ۾ شامل هئي پر هن ڪتري نسل جو ڇاٽايو ويو آهي. هن ذات بابت جيڪي قصا ڪهاڻيون ۽ روايتون آهن. ٽاڊ جي مطابق "قوم اسو" جو هڪ پاڙو آهي. شيخ صادق علي هنن کي سومرن ۾ شمار ڪيو آهي. سپيا بابت سماٽ ۾ الهرڪيو ٻٽ لکيو آهي تہ "سومرا ذات جا ڪيترا ماڻهو پنهنجي ڪرت ۽ ڌنڌي سان سڃاتا وڃن ٿا جن مان هي بہ آهن."

منهنجي خيال موجب جڏهن سمن سومرن کان تخت ۽ تاج ڪسي ورتو تہ هنن پيٽ گذر لاءِ مختلف ڌنڌا، ڪم شروع ڪيا جن ۾ ڪپڙا ڌوئڻ، ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ وغيره شامل آهي. پر سومرن مان هڪڙن جو سمنڊ جي ويجهو هجڻ ڪري سمنڊ مان سپيون گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو جنهن ڪير مٿن انهي ڪرت ڪري سپيا، سپيا ۽ سپير ڪوٺيو ويو، يعنيٰ سپيون گڏ ڪرڻ وارا. اوائلي دور ۾ سپين جي پنهنجي اهميت هوندي هئي ۽ اڪثر گهرن ۾ ان جو هجڻ ضروري سمجهو ويندو هو ڇاڪاڻ تہ ننڍي ٻار کي سٽي وغيره سپيءَ سان پياري ويندي هئي.

# لاڙ

لاڙ ذات ڪنهن وقت ۾ مشهور و معروف ذات هئي. جنهن جو ذڪر يونانن، ٽولمي ۽ ٻين جاگرافي دانن ڪيو آهي. هو مهاراشٽر يعني ڪاٺياواڙ ۾ رهندا هئا. هن ذات وارن کي سالاريا سولار بہ چيو ويندو آهي. هي ذات انهن چوراسي قومن مان هڪ آهي. جيڪي اڪثر راجپوت نسل مان آهن. هنن کي ڪاٺياواڙ مان سڌرائي جي سنگهہ ٻي دخل ڪيو هو ۽ هو اڪثر سنڌ جي طرف هليا آيا. ڪڇ ۽ لاڙ ۾ رهي پيا. هي انهن 84 تجارت پيشہ قومن ۾ شامل هئا جن جي اهميت تاريخ راجستان ۾ بيان ڪئي وئي آهي. ٽاڊ تسليم ڪيو آهي تہ لاڙ قبيلو ۽ ذات وارا راجپوت نسل جا آهن.

هي سنڌ جي ٻين علائقن ۾ مختصر تعداد ۾ رهن ٿا. اتر سنڌ ۾ وارھ تعلقي ۾ هن ذات وارن جو پنهنجو ڳوٺ "لاڙ" نالي آهي جتي اڪثريت ۾ آهن اتر سنڌ جا ڪي ماڻهو هنن کي لاڙ جي طرف کان اچڻ ڪري بہ "لاڙ" چوندا آهن هي سمہ قبيلي ۾ شامل آهن. هي اصل ۾ ٻڌ مذهب جا پيروڪار هئا، جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1 _ لاڙ | 4- راجستاني | 7- سعيد پوري |
| 2 _ لاڙائي | 5- سماٽي | 8- هالاري |
| 3- ڪڇي | 6- ونگور | 9- بدين وارا |

# دابي

دابي ڪنهن وقت راجستان جي مشهور و معروف ذات هئي جيڪا زماني جي گردش جي ور چڙهي ويئي هي يادو نسل وارن جو هڪ پاڙو آهي. هي سنڌ ۾ لاڙ ۽ ڪڇ ۾ ڇڙوڇڙ ٿي رهن ٿا. ڪاٺياواڙن ۾ به هڪ ذات دابي آهي، شايد اهي هنن مان هجن. ڪن جو چوڻ آهي ته هنن پيٽ گذر لاءِ سمنڊجي تري مان شيون ڪڍڻ شروع ڪيون، جنهن ڪري ڪن هنن کي "دبا" به سڏيو. جيڪو هندي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي. ٽبي هڻڻ، غوطا خور.

# سوهو

سوهو جن کي سوها، سوهي، سوهلن ۽ سيهات به چيو ويندو آهي تن جو تعلق جادو قوم جي هڪ پاڙي سان آهي جيڪي راجپوت چورائيندا آهن. هي درياءَ ستلج جا رهواسي هئا جتان هنن کي 725ع ۾ رائو تنو سردار قوم ڀٽي ڌڪاري ٻاهر ڪڍيو، ۽ هو جهلم جي طرف هليا ويا ۽ اتان جي درياءَ سوهلن جي ڪناري ويهي رهيا. منهنجي خيال مطابق انهي درياءَ جي نسبت سان هنن جي ذات سوهو يا سوها سڏي يعنيٰ درياءَ سوهلن جي ڪناري وارا يا اتان جا رهواسي. هي حسن شاهه جي فوج ۾ شامل هئا.

سوهو سنڌ ۾ ڪڏهن آيا تنهن جو پتو ته ڪو نه ٿو پوي پر مقامي روايتن ۽ حقيقتن مان معلوم ٿئي ٿو ته سمن جي دور ۾ هي سنڌ ۾ آيا هوندا ڇا ڪاڻ سمه دور ۾ وارهه جي قلعي ۽ چنگي ۽ محصول جو عملدار هيتم نالي سوهو، هي هي قلعو شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي شروعاتي دور تائين موجود هو جنهن کي هاٿي ڪوٽ محلو چون ٿا.

هيتم سوهو جي نالي سان وارهه تعلقي ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ آهي. جتي سمن جي دور ۾ هيتم سوهو کي زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڏني ويئي هئي ۽ اتان پراڻي گهاڙ واهه جي هڪ شاخ نيڪر گذرندو هو جيڪو وارهه تائين ويندو هو.

شيخ صادق علي سرائڪي ذاتين ۾ شمار ڪيو آهي هو سرائڪي ٻولي سري واري علائقي ۾ رهڻ ڪري اختيار ڪئي جيڪا بعد ۾ انهن جي مادري ٻولي بڻجي وڃي.

هي سنڌ ۾ خيرپور ميرس، لاڙڪاڻي ضلعي موجوده قمبر ۾ وارهه تعلقي ۽ ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. استاد عطا محمد حامي هن ذات مان هو. هي بنيادي طور زراعت جي پيشي سان وابسته آهن ۽ ڪي سرڪاري ملازمتن ۾ آهن. هي شريف ذاتين ۾ شمار ٿين ٿا.

# سنڌو

هي اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو هئا جيڪي درياءِ سنڌ جي ڀنهي ڪنارن تي رهندا هئا. هي اصل ۾ جت آهن جيڪي سوريه ونشي جي رگهونشي مان چورائن ٿا. چون ٿا ته محمود غزنوي جڏهن هند ۽ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي ته هنن جي وڏي ڪي پاڻ سان سڻ ونئي ويو هنن سندس لشڪر کي وڏو نقصان پهچايو هو. غزنوي ڪان هن جي اولاد تيرهين صدي ۾ واپس آئي ۽ پنجاب ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ پاڻ کي "سنڌو" چورايو يعني سنڌ ڪان ويل مطلب انهن جي اولاد. هاڻي پنجابين ۾ شامل ٿي ويئي آهي. هنن جو ذڪر مختلف هنڌن تي ٿي آيو آهي.

# وئينس

وئينس مهين جي دور جي ماٺهن جي اولاد آهن. هي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وارهه تعلقي جي ڳوٺ جکر ۾ رهن ٿا، تمام ٿوري تعداد ۾ آهن جيڪي پنجاب کان آيا هئا. هنن جو وڏو وينس فيروز شاهه سان گڏجي پنجاب آيو هو ۽ ملتان ۾ آباد ٿي ويو. هڪ ٻي روايت موجب سن پال جي 22 پٽن مان هڪ جو نالو وينس هو، سندس ٻن پائرن رڻ پال ۽ هرپال مان هجولي راجپوتن جو سلسلو شروع ٿيو. ڪن جي مطابق هي رانوڙ پٽ جنجوآ جي خاندان مان آهن.

هن ذات بابت اها به راءِ آهي ته، وينس، سنسڪرت جي لفظ ويشيه يا ويش جي بگڙيل صورت آهي ۽ منو جي بيان ڪيل ذاتين مان هڪ آهي. وئينس راجپوتن جي ڇٽيهه شاهي خاندانن مان هڪ آهي. ميجر ٽاڊ جي مطابق سورج ونشي خاندان جي ذيلي شاخ آهن. سنڌ ۾ هنن کي وئينس ۽ وانرا به سڏيندا آهن. هي مسلمان، هندو ۽ سک آهن.

منهنجي تحقيق موجب ڪيترن ئي ذاتيون ۽ قبيلا اهڙا آهن، جن جا نالا هڪ جهڙا آهن پر انهن جو نسلي سلسلو الڳ الڳ آهي. انهن ۾ هي وينس يا وئهنس قبيلو به آهي، جيئن پنجاب ۾ رهندڙ وينس جو جد امجد راجا مل ديو عرف راجا مل خان رانوڙ جي اولاد مان وينس نالي هڪ فرد جي پويان سڏجي ٿي. جنهن مان اڪثر هندو مت جا پوءِ لڳ آهن. جڏهن ته ٻيو وينس قبيلو به وينس نالي واري جي پويان وينس سڏجي ٿي، جڏهن ته سنڌ ۾ رهندڙ وينس، وئينس ۽ شوررن مان آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) سنڌل | (2) واٽيچار | (3) واتهڙا |
| (4) گوال | (5) موتي | (6) موتياڻي |
| (7) سنڌل | (8) ڏاروپا | (9) وينس |
| (10) تالا توڙ | (11) سوڙ | (12) ناٺارا |
| (13) ٻوندا | (14) ڪور توڙ | (15) ٽولهه |
| (16) ٽيپا | (17) رامر چندربه | (18) هلوائي |
| (19) جوگل | (20) سپنا | (21) وارسيسا |
| (22) جونيا | (23) پالوٽ | (24) ڪوند ڪر |
| (25) واهن | (26) ڪرم سوٽ | (27) سيواريه |
| (28) راجڪماريه | (29) پيٽڙ | |

آش- (آس)

ڪش (ڪوشن- ڪشريہ)

ڪشن




راجالو = محمد دين فوق جي مطابق

ڪوشي شياڪ

خڪندر عرف خنگدر

خڪندر

لو

رائينو عرف راتر- رتڙ عرف راٺر

راٺوڙ قبيلي جو جد امجد

لونيا

لون- قبيلي جو جد امجد

راجا سور اندر

ڪتابون ڏيءُ زال بادشاهہ ايران بهمڻ پٽ اسفنديار ڪياني

جوگندر عرف گوڏهر

راجا راوڻ (هن مالوده شهر جو بنياد رکيو)

شجرو الڳ صفحي تي موجود آهي

راجا سوردن

راجا جنڪ

راجا سپنجي تر

راجا گل ڪندر

راجا بلديو

راجا نل سين

(ظالم ۽ سفاڪ هو. راجائي ختم ٿي وئي.)

محمد دين فوق جي مطابق

راجا گونند (سوراندر ڪانپوءِ)

راجا وبيشن

راجا جي اندر


راجا راوڻ
راجا نراول
راجا هند
راجا مهره ڪل
يا
راجا مهر گل
ڪشمير جو راجا
راجا اڪ پال
راجا گتي نند
راجوري جو پهريون
راجا 345 ق-م
راجا پرتاب رت
سڪندراعظم سنڌ مان واپسي
دوران هن کي ڪشمير جو راجا بڻايو
راجا نرثاني
نارمر قبيلي جو
جدامجد
راجابڪ
ڪشمير جو راجا
347 ق-م کان
329 ق-م تائين
راجا اندر جدهشٽر
(پاڻ هٿان شڪست
کائي ملوه هليو ويو)
دسه ڪل پال
راجا ادت پلاڪ پال
راجا هرنياڪ پال
راجا هرشن پال
راجا هومر پال
راجا اندر پال
راجا گوپادت ثاني
راجا ميگواهن پال
راجا سرشٽ سين پال
تورمان پال
راجا پرورسين پال
هن سرينگر شهر جو بنياد وڌو
راجا جدهشٽر
راجا تونچين
انند پال
راجا هيسٽرپال
هن سڪندراعظم سان هزاره ۾ ملي
اطاعت قبول ڪئي ۽ ان کان فوجي مدد
وٺي پنهنجي پاءُ راجا اندر جدهشٽر تي
حملو ڪيو ۽ ڪشمير جو راجا ٿيو. هن
جهلم ۾ سڪندر تي راتاهو هنيو جنهن
۾ ناڪام ويو ۽ پين سوڌو قتل ٿي ويو.
سڪندر هن جي چاچي پرتاب کي
ڪشمير جي راجائي سونپي.
راجا ترشٽ پال
(هن پنهنجي پاءُ راجا اندر جدهشٽر
سان گڏجي مالوه هليو ويو.)
راجا ڏريوڌن پال
راجا ڏياڌن پال
راجا پرورڌن پال
راجا ڏرونت پال
راجا چندرا پال
راجا ڪوڪيا پال
راجا ماترپال
راجا الارڪ پال
راجا سمندپال جوڳي
(راجا بڪرما جيت جو نياڻو)
راجا چندر پال جوڳي
راجا ڪلشن پال



مهاراجا رام ديو
راڻوڙ راجا- هن کي 18 پٽ هئا
جن جي اولاد 18 مختلف قبيلن
جي نالي تي سڏجي ٿي.
وينس ديويا
بئينس ويو
وينس قبيلي
جو جد امجد
سلهر ديو
ڪن جي مطابق هي سلهريا
قبيلي جو جدامجد آهي پر ان
تي اختلاف آهي حقيقت ۾ هي
سوهلن يعنيٰ سوهو قبيلي جو
جدامجد آهي.
هري ديو راڻوڙ
بياس ديو راڻوڙ
هرن ديو راڻوڙ
درنا ديو راڻوڙ
سهمر ديو راڻوڙ
رامانند راڻوڙ
راجا مرهن ديو راڻوڙ
راجا هرنام ديو راڻوڙ
راجا سلڪن ديو راڻوڙ
راجا کيم اندر راڻوڙ
راجا ڀيم سين راڻوڙ
راجا سندرسين راڻوڙ
راجا سري پت راڻوڙ
راجا ڏروپت راڻوڙ
جنجوعه آگره
راجا مل ديو راڻوڙ عرف
راجامل خان راڻوڙ
آگره مان لڏي 986 ۾ جهلم ۾ آيو ۽
1013ع ۾ سلطان محمود غزنوي جي
هٿان مسلمان ٿيو. هن جي پونئيرن
مان جنجوعه، ڪڪ ۽ ويئنس آهن.
راجا تارا پال
راجا ترپون پال
راجا کيم پال
راجا پوشڪر پال
راجا پرتاپال
راجا درزاپال
راجا سوڪرم پال
ملتان جو راجا
راجا سودرن پال
راجا ببيرم پال
راجا دروپد پال
راجا پورن پال
راجا جنڪ پال
راجا پگونت پال
راجا بلديو پال
راجا پيڪم پال
راجا اگني پال
راجا ڪرشن پال
راجا شانتو پال
راجا اڪٽ پال
راجا ندي پال
راجا سلهن پال
راجا ڀيم پال اول
بائي پال راجا خاندان لاهور


سلسلو اولاد راجامل رائوڙ
راجامل ديو
راجا وير خان
راجا ڪالا خان
راجا جوهد خان
راجا ترنولي خان
راجا ڪڪ خان
هن جي اولاد
ڪڪ ذات سان
سڏجي ٿي جيڪا
سنڌ جي مختلف
هنڌن تي آباد آهي
ان ڪانسواءِ هتمال
۽ تيزيال ٻہ پنهنجن
وڏن جي پويان
سڏجي ٿي.
راءِ جي پال
راءِ جس پال
راءِ هنس پال
راءِ پال
راجاسن پال
راجا احمد خان
راجا رحمت خان
راجا نواب خان
راجا بهادر خان
راجا مراد خان
راجا اشرف خان
راجا رستم خان
راجا شهادت
راجا رياست
راجا زمان
هنن جي اولاد پنجاب
جي مختلف هنڌن خاص
طور وچ پنجاب ۾ آباد
آهي. سيئي اج تائين
لقب راجا استعمال ڪندا
ٿا اچن.
راجا باجوه
اولاد باجوه
سڏجي ٿي.
راجا وينس
اولاد وينس
سڏجي ٿي.
راجا گهمن
اولاد گهمن
سڏجي ٿي.
راءِ نارو خان
راءِ اجيڪ خان
پنجين پيڙهي مان
حبيب خان جنجوعہ
1206ع ۾ سلطان شهاب الدين غوري سندس
مدد ڪرڻ ۽ ساٿ ڏيڻ عيوض ڪيس ملڪ جو
لقب ڏنو جنهن ڪري ڪيترا جنجوعہ ملڪ ٻہ
چورائيندا آهن.

پنجاب جي هڪ وينس خاندان جو شجرو



سلسلو - سردار پٽيا وينس



## شجرو سردار مهر لکان خان وينس



## سلسلو جاري شجرو سردار مهر لکان خان وينس

- نادر خان
  - بيگ محمد
    - نورالله
      - نور سمندر
        - ثقلين
    - پير بخش
      - حق نواز
        - اسحاق
        - اسماعيل
    - گل شير
      - مهرافتخار
        - مهر عبدالمنان
      - ذيشان

- سردار گنجا خان وينس
  - غلام محمد
    - احمد خان
    - محافظ خان
      - محمد نواز
        - مفدر نواز
        - طاهر نواز
        - تنوير حيدر
        - ڪاشف علي
  - بلال محمد
    - سمان خان
      - ذوالفقار
        - حبيب
        - عزيز
      - فلڪ شير
        - مير
        - مينهل
        - ارشد
      - عالم شير
        - غلام عباس
        - ذرمل عباس
        - مدثر عباس
    - رحمت علي
      - اشرف
    - غلام محمد
      - اسحاق
    - علي شير
    - لکان خان
      - (کابر اولاد کونہ)
  - سلال خان
    - يوسف
    - يعقوب


ستارو خان وينس
رجب
سلطان
وريام
(ڪابہ اولاد ڪونہ)
انوار خان
غلام سرور
افضل خان
جهانگير
واجد علي
امجد علي
جابر علي
(ڪابہ اولاد ڪونہ)
(ڪابہ اولاد ڪونہ)
ضياء الحق
منتظر
اعجاز
ممتاز
ثاقب
تصور
اختر خان
مشتاق خان
الطاف هسين

# ڏيها

ڏيها ذات وارا سمہ قبيلي جي هڪ ذات آهي. هي چوهاڻ راجپوت جي نسل مان آهن. هي ماڻڪ راءِ جي اولاد ڇپيا وڃن ٿا، جيڪو "جت" عورت مان پيدا ٿيو هو. غالباً هي اهو ماڻڪ راءِ آهي جنهن "هانس" جو بنياد رکيو هو. هنن ذات وارن لاءِ بہ روايت اها آهي تہ هي پرٿوي راج جي پٽ هرپال جي پٽ "ڏريح" جي اولاد آهن. جنهن ڪري انهن کي ڏيها سڏيو وڃي ٿو. هڪ روايت اها بہ آهي تہ پرٿوي راج کي ڪو بہ پٽ ڪو نہ هو سنڌ ۾ ڏيها سکر جي پر سان رهن ٿا جتي سندن جو ڳوٺ آهي.

# پٽ

پٽ ذات جو تعلق قديم زماني کان وٺي آهي، هي بادشاهہ يا راجا جي دربار ۾ راڳ ڳائيندا هئا ۽ خاص محفلن ۾ رونق بخشيندا هئا ۽ وقت اچڻ تي جنگ واري حالت ۾ قومي گيت ڳائي فوجين ۾ جنگي جنون پيدا ڪندا هئا ۽ فوجين کي همٿائڻ لاءِ بهادري وارا بيان ڪندا هئا ۽ هو انهي دوران ڏاڍيان ڳالهائي فوجين کي ڏنل هدايتون منتقل ڪندا رهندا هئا ۽ جنگي نغارا وڄائيندا هئا.

اڄ ڪهاڻين ۽ قصن کي بيان ڪرڻ وارن کي پٽ چيو ويندو آهي. هن وقت پڪي راڳ ڳائيندڙ کي بہ پٽ چيو ويندو آهي. حقيقت اها آهي تہ هي ڪنهن هڪ نسل مان آهن ئي ڪو نہ پر ساڳي ڪرت ڪرڻ ڪري مختلف ذاتين وارن کي پٽ چيو ويندو آهي، جيڪو پوءِ اهو نالو يا لقب نسل بہ نسل منتقل ٿيندو رهي ٿو. اهڙي طرح سان پٽ ذات آهي. ڊينزل ابسٽن جي مطابق هي اصل ۾ برهمڻ آهن. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ هي ڳاڏڙ هندو آهن، يعني هنن جي وڏي ڏاڏي جو پيءُ کتري ۽ ماءُ ويش هئي. هي اورنگزيب مغل جي وقت ۾ مسلمان ٿيا. تنهن ڪري پٽ هندو ۽ مسلمان آهن. هنن مان ڪيترا اڃا تائين اباڻي پيشي راڳ سان منسلڪ آهن، اڪثر مختلف ڪاروبار ۽ نوڪريون ڪن ٿا. سنڌ جي ڪيترن علائقن ۾ رهن ٿا.

### پاڙا

1- ڇرال
2- پنچ
3- سميت
4- گدرال
5- پٽ
6- ابر
7- پاڻڙ
8- جاڳا
9- چارڻ (چارڻ ذات وارانہ)
10- ماڌو

# چاوڙا

چاوڙا يا چارا ڪنهن زماني ۾ مشهور قوم هئي پر هاڻي هنن جي ڪٿي به ڪا به حيثيت ڪونهي. هي نه سورج ونشي آهن ۽ نه چندر ونشي، ٽاڊ هنن بابت لکيو آهي ته لڳي ٿو ته هي سٿين نسل مان آهن ۽ هي درياءِ سنڌ جي طرف کان آيا هئا" جنهن ڪري هندستاني ڪي انهن جي ڪا به خبر ڪونهي." اهو به شڪ آهي ته هي قديم سنڌين جي نسل مان هجن جن دريائن جي ڪناري پناهه ورتي هئي.

هي قديم زماني ۾ آيا هنن سورج ونشن سان مٿيون مائٽيون ڪيون، شاهان ميواڙ جا مائٽ هئا. هي ڪنهن وقت رياست "بليي" جا مالڪ هئا. هن قوم سومنات ۽ ٻيا مندر تعمير ڪرايا، محمود غزنوي هنن جي وقت ۾ سومنات تي حملو ڪيو هو ۽ چاوڙن کي شڪست ڏيئي، سنڌن جي هڪ پاڙي "ديبي" کي اتان جي واڳ حوالي ڪئي هئي.

هي آفتاب پرست هئا جن انهي لاءِ پنهنجا مندر تعمير ڪرايا هي واپاري ماڻهو هئا ملبار جي واپار تي هنن جو قبضو هو جنهن ڪري عربن هنن تي حملو ڪري ڪين ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو ۽ ملبار کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. چاوڙا خاندان مهاراشٽر جا حڪمران هئا، جن 184 سال حڪومت ڪئي ۽ آخر يوج راج جي پائيٽي هنن کان حڪومت کسي ورتي. هي سنڌ ۾ لاڙ ڪاٺي ۽ ٺٽي ضلع ۾ رهن ٿا.

# سانگي

سانگي- سنسڪرت جي لفظ سانگتڪ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي سانگي سان ايندڙ. مسافر، مهمان، مالدار ماڻهو ڪنهن هنڌ ڏڻ وٽي ويندا هئا ته انهن کي سانگي چيو ويندو هو ڇاڪاڻ ته هو ڪجهه وقت لاءِ اوڏانهن ويندا هئا ۽ رهندا هئا. انهي ڪري سانگي معنيٰ ڪجهه وقت لاءِ ايندڙ مهمان يا ضرورت مند. پر هي هت هڪ ذات جي صورت ۾ تبديل ٿي ويو آهي.

سانگي ذات وارن جو اصل وطن جيسلمير آهي. هي راجا سانگا جي اولاد آهن جيڪو وڏي نالي وارو هو. هن ئي خاندان مان چتوڙ جا راڻا، اوڏيپور جا راجا هئا، هاڻي هنن جي اها حيثيت ڪونهي. هو اتان لڏي سنڌ جي لاڙڪاڻي ۽ سکر ضلعي ۾ آباد ٿي ويا آهن. ان کان علاوه سنڌ جي ٻين علائقن ۾ به رهن ٿا. بنيادي طور هي مال وند ماڻهو آهن پر هاڻي هو ڏنار ٺيڻ بدران هاري ۽ زميندار ٺيڻ وڌيڪ پسند ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ چنا ذات مان پڻ سانگي آهن.

نسب نامه سنڌ جي مطابق سانگي ذات وارا اصل ۾ چنه قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. بدام جيڪو سنڌ جي سورهين مان هو ۽ ڪاڇي جو رهواسي هو. جنهن جو ذڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائي به ڪيو آهي.

ڪاڇي ۾ اڄ به سندس نالي پويان، ماڳ، مڪان، آثارن جي صورت موجود آهن. تنهنجي پهرين زال مان جوٽو ۽ وسيو نالي ٻه پٽ هئا جن وٽ ڳائو مال وغيره جام هو. انهن ڪانپوءِ سندن اولاد کي اهو ورثي ۾ مليو. هو مال جي چاري لاءِ جوءِ جي تلاش ۾ مختلف چراگاهن ۽ سر سبز علائقن ڏانهن هليا ويندا هئا. مطلب ته مال جي سانگ واسطي هڪ هنڌ ڪونه رهندا هئا، انهيءَ ڪري ڪين سانگي سڏيو ويندو هو.

گهڻي وقت گذرڻ ۽ هڪٻئي کان پري رهڻ ڪري بدام جي ٻي اولاد انهن کي پنهنجو عزيز يا مائٽ تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ ڪري سمه نسب نامو ۾ هڪ ڏوهو ملي ٿو

ساک ٻڌائي سانگين ساري پئي، ڏاڏي جا پنا
سانگ پئي سانگي ٿيا نه ته آهين چوڪا چنا

# ديڊڙ

ديڊڙ اصل ۾ راجستان ۽ گجرات جي ذات آهي. هنن جو وڏو جاڙيجو ديڊڙ جي اولاد هو. جنهن ڪري ڪين ديڊڙ سڏيو ويو هي پاڻ ۾ ٽي پائر هئا. هڪ ڪادي، ٻيو مهيسي ۽ ٽيون ديڊڙ هي سنڌ ۾ رڳو قمبر ۽ لاڙڪاڻي ۾ آهن. پنجاب ۾ هي گجر قبيلي ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا ۽ سنڌ ۾ سماٽ ۾ شامل آهن. شاهان گجر جو مصنف هنن کي جٽ ۾ بہ شامل ڪري ٿو.

# ڀنڊ

ڀنڊ ذات سنڌ ۾ جتن ۾ شامل آهي. گوڙ، گهمسان ۽ گهڻي ڳالهائڻ واري کي ڀنڊ چوندا آهن. هو ڪا ڏيڻ، قصا ڪهاڻيون ٻڌائڻ واري کي بہ ڀنڊ چيو ويندو آهي، جهڳڙا، فساد ڪرڻ ۽ ڪرائڻ واري کي بہ ڀنڊ ڪوٺيندا آهن، ساڳي ڳالهہ هر ورجائڻ واري کي بہ ڀنڊ چوندا آهن، پر حقيقت اها آهي تہ هي هڪ ڪامل بزرگ جي اولاد ٻڌايا ٿا وڃن ۽ سورج ونشي خاندان سان سندن نسلي تعلق آهي، هنن جي مادري زبان سرائڪي آهي.

اي ڊي ميڪليگن لکيو آهي تہ "ڀنڊ کي باشا بہ چوندا آهن" ڀنڊ هندي جي لفظ ڀانڊ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي مسخر تنهن ڪري ڀنڊ جي معنيٰ ٿيندي مسخري وجهڻ وارو.

هي سنڌ ۾ جتن ۾ شمار ٿين ٿا. هي لاڙڪاڻي، عمر ڪوٽ ۽ دادو ضلعي ۾ اڪثريت سان رهن ٿا.

# حجم

حجم ذات پيشي جي ڪري وجود ۾ آئي. ڏاڙهي ٺاهڻ، وار ڪترڻ، طوهر ڪرڻ، شادي برات جي وقت راڌڻ ڪرڻ، خوشيءَ جي وقت پاڻيءِ جا سڏ ڏيڻ هنن جو ڪم آهي.

هر هڪ قبيلي ۽ ذات وارن ڪي پنهنجا حجم مقرر هوندا آهن، جيڪي خاص ڏينهن تي قبيلي ۽ ذات وارن جي بلي هوندا آهن نہ تہ اڪثر ڪري پنهنجي ڌنڌي حجامت ۾ مشغول هوندا آهن.

هي مخصوص ڌنڌو مخصوص ذات وارن لاءِ هو پر اڄ ڪلهہ ماڊرن سيلون کلي ويا آهن ۽ تقريبن ٻين ذاتين وارا بہ اهو ڌنڌو ڪن ٿا.

ايسٽائين جو هاڻي ماڊرن عورتون بہ زائفن جو حجامت جو دڪان کوليو ويٺيون آهن. جن کي بيوٽي پارلر سڏجي ٿو.

هن ذات وارا اڪثر مگڻهار ۽ ميراسي ۽ منگي هوندا آهن، جيڪي هاڻي "سمہ" سڏائن ٿا. سنڌ ۾ هر هنڌ رهن ٿا. سنڌي معاشري جو حصو آهن.

### پاڙا

(1) گولا (2) پنيور (3) باسي
(4) باهگو (5) پٽي (6) ڪوڪر
(7) مگڻهار (8) ميراسي (9) ميرالي
(10) منگي (11) سمون (12) سميجا

# لٻاڻو

سنڌ ۾ لٻاڻو تمام گهٽ تعداد ۾ آهي. هي اصل ۾ پنجاب سان تعلق رکندڙ آهن جن مان ڪي هٽ رهن ٿا. هي هندو ذات سان تعلق رکندڙ خانہ بدوشن جو هڪ قبيلو آهي سندن ٻهريان پيشو ڳاڏين تي مال ڍوئڻ هو. بعد ۾ زمينون آباد ڪرڻ لڳا ۽ انتي "پن" ۽ ڳاهہ مان تڏا ۽ ڪڏون ٺاهڻ ۽ وڪرو ڪرڻ جو ڌنڌو اختيار ڪيو.

هنن مان اڄ ٿائين ڪي سک، ڪي هندو ۽ ڪيترا مسلمان آهن. هتان جا رهواسي اڪثر سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن.

لٻاڻو ٻن لفظن جو مرڪب آهي. هڪ لٻ جيڪو لوڻ جي اصطلاح ۾ استعمال ٿيندو آهي ٻيو اٺو- معنيٰ واڻيو- واپاري، مطلب لوڻ جا واپاري. هنن مان ڪي پاڻ کي چوهاڻ راجپوت چورائيندا آهن، ڪن جو چوڻ آهي تہ هو رگهو بنسي راجپوتن مان آهن پر ڪن لکتن موجب هو اصل ۾ گوڙ برهمڻ آهن. هنن جو اڪثر رسم و رواج قديم ذاتين وارو آهي.

### قديم پاڙا

(1) اجراوت (2) داتلا (3) ملياٽا
(4) پاگياٽا (5) گاهري

# گورگيج

شاهان گجرجي مصنف هنن جو ذڪر هيئن ڪيو آهي ته، هي سنڌ ۾ هندن جي هڪ جماعت آهي جن جو ڪاروبار، ڪابل، بخارا، ايران، ماسڪو، سينيٽ پيٽر برگ وغيره ۾ آهي، جن جو تعلق سنڌ جي شهرن، ڪراچي جيڪب آباد، روهڙي، وغيره سان آهي، اهي سڀ ذات جا گورگيج سڏبا آهن.

اسان وٽ گورگيج، بلوچ ۽ ٻين قومن ۾ ٻه هڪ پاڙو آهي. شاهان گجر جي مصنف هنن کي گجرن ۾ شامل ڪيو آهي. ڪن جي مطابق گورگيج ٻن لفظن جو مرڪب آهن. هڪ گور معنيٰ قبر، گيج جي اصطلاحي معنيٰ آهي ماپ. يا ڊڪ مطلب ته قبرن ٺاهڻ واري ڪي ٻه گورگيج چوندا آهن. شايد ان ڪري وياجي ۽ سخت واپاري ڪي گورگيج چيو ويو.

# ڪڇ واهيم

سري رامچندر جي فرزند ثاني "ڪرشن" جي اولاد مان آهن. ڪڇ واهي يا ڪشوا يا ڪشواهي سڏيو ويو آهي، جيڪي هڪ آهن، هن قوم مشهور قلعو "نروار" تعمير ڪيو هو، جتي راجا نل حڪومت ڪندو هو، جنهن جي اولاد مرهٽن جي قبضي ڪرڻ تائين اتي رهندي هئي.

هن قبيلي جا ٻه پاڙا ڪو سلامان لڏي وڃي هڪ رهتاس ۾ درياءَ سون جي آسپاس رهيو ۽ اتي پنهنجون آبادبون قائم ڪيون ۽ ڪوهان چورايو. يعني پري ڪان آيل.

هي سنڌ ۾ ڪوهارا ذات جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. جيڪي مختلف علائقن ۾ رهن ٿا.

# گهوٽا

گهوٽا ذات وارا اصل مهاٽي قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن، هنن کي گهوٽو ان ڪري ڪوٺيو ويو جو درياءَ جي پتڻ ڪي گهاٽ چيو ويندو آهي ۽ ان جي سنياليندڙ ڪي گهوٽو چيو ويندو آهي. ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا مطابق گهوٽو جي ٻي معنيٰ آهي پالش ڪرڻ وارو پر اسان جي مطابق گهاٽڪا جي رهڻ ۽ سنڀال وارن کي گهوٽو چيو ويو.

هن ذات جي نالي تي گهوٽڪي شهر ٻڌل آهي. انهن جي اڪثريت اتي رهي ٿي.

# ملڪ

ملڪ عربي زبان ۾ غلام کي چيو ويندو آهي، ملڪ معنيٰ بادشاهہ جو مملوڪ يعني بادشاهہ جو غلام، ملڪ جي ٻي معنيٰ ماريندڙ، جانورن کي ماريندڙ، مسلم قانون جي، کهسندڙ، ڪاسائي کي ملڪ چيو ويندو آهي. قلعي جي نائب کي بہ ملڪ ڪوٺيو ويندو هو. اڻ پالڻ واري کي بہ ملڪ چوندا آهن. دهلوي جا حڪمران پنهنجي سپهہ سالار کي "ملڪ" جو لقب ڏيندا هئا. هي مختلف النسل جي ماڻهن جي ذات آهي جيڪي سنڌ جي جيڪب آباد، گهوٽڪي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا ۽ سمات ۾ شمار ٿين ٿا.

پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) سليرا | (2) ساجن پوٽا | (3) چوڌري |
| (4) لالاڻي | (5) آهيري | (6) حبشي |
| (7) دوها | (8) ريٽي | (9) شيدي |
| (10) مرهٽا | (11) ملڪ | |

# سهروردي

عراق جي بصره شهر جي ولي الله خاتون حسن بصري جي پيروڪارن کي سهروردي چيو ويندو آهي. جنهن جو بنياد عراق جي شهاب الدين رکيو جو عبدالقادر جيلاني جو همعصر هو. جيڪو سهرورد ڳوٺ يا شهر جو رهاڪو هو. ان ڪري سنڌن پوئلڳن کي سهروردي چيو ويندو آهي. هتي هن سلسلي جو باني بهاءُ الدين ذڪريا هو.

هي بنيادي طور هڪ مذهبي صوفياڻو سلسلو هو. جيڪو ان جي پوئلڳي ڪري سهر وردي سڏيا ويا ۽ بعد ۾ انهن جي اولاد سهروردي سڏي. اهڙي طرح هي مذهبي طبقو هڪ ذات ۾ تبديل ٿي ويو. جن مان ڪجهہ سنڌ ۾ رهن ٿا. حقيقت ۾ هي مخلوط النسل ماڻهو جو مجموعو آهي.

# ترڪ

ترڪ هڪ تاتاري ٻولي جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي آواره گرد. لوفر، رولو انهي ڪري شاعري ۾ سج کي ”چين جو ترڪ“ چيو ويو آهي يعني اوپر جو- يا آسمان جو آوارگرد ترڪ ذات، قوم يا قبيلو اصل ۾ تاتاري ۽ منگول نسل جا آهن جن مان تيموجن عرف چنگيز خان هو ـ هو بنيادي طور ظالم ۽ بي رحم هوندا آهن. ترڪي ملڪ جي رهڻ واري کي بہ ترڪ چوندا آهيون ۽ ترڪن جو ترڪستان ملڪ بہ آهي جيڪو اڳ روس ۾ شامل هو.

هندستان تي حڪومت ڪندڙ ڪيترا بادشاهہ ترڪ ۽ منگول نسل جا هئا. سنڌ ۾ ترڪ ذات سڏائيندڙ اصل ۾ ترڪ ڪو نہ آهن، پر تاريخي طور ڪجهہ حوالا ملن ٿا تہ عثمانيہ سلطنت جي وقت ۾ ڪجهہ ترڪ گهراڻا ٺٽي ۾ اچي رهيا هئا. ممڪن آهي تہ ڪي انهن مان هجن. جيڪي هاڻي سنڌي سماج جو حصو ٿي ويا آهن ۽ پنهنجي ڪا بہ سڃاڻپ الڳ ڪو نہ اٿن ۽ هو سمات ۾ شامل آهن.

# انصاري

انصاري يعني مدد ڪرڻ وارا. مديني جي اهل ايمان کي مليل لقب جن حضرت محمد مصطفيٰ کي مڪي مان مديني هجرت ڪرڻ کان پوءِ پلي ڪار ڪئي ۽ جيءَ ۾ جايون ڏنيون. انهن کي انصاري چيو ويو. جيڪو عربي لفظ آهي.

حضرت ايوب انصاري جي اولاد کي بہ انصاري ڪونيو ويندو آهي. جتي پاڻ سڳورا رهيا هئا. شيخ صادق علي انصاري لکيو آهي تہ انصاري بنيادي طور يمن جا رهاڪو هئا ۽ اٿان جي بادشاهہ طوبا جا حڪيم ۽ مشير هئا. بادشاهہ طوبا پنهنجي دور ۾ چار سئو حڪيم ۽ صلاحڪار ساڻ ڪري يثرب (مديني جو پراڻو نالو) پهتو جن ۾ شمل نالي وارو بہ هو. هن ۽ ٻين يمن جي بادشاهن کي گذارش ڪئي تہ کين اتي رهڻ جي اجازت ڏني وڃي ڇاڪاڻ هڪ هزار سالن کان پوءِ آخري نبي هن شهر ۾ هجرت ڪري ايندو. طوبا نہ رڳو هنن کي رهڻ جي اجازت ڏني پر پنهنجي طرفان هڪ خط لکي ڏنو جنهن ۾ هن مسلمان ٿيڻ جو اقرار ڪيو هو.

چون ٿا تہ نبي سڳورو جن مديني هجرت ڪري پهتا هئا تہ اهو خط حضرت ايوب انصاري هڪ هزار ٽيونجاهہ سالن بعد ڪيس پيش ڪيو. انصاري ٻن وڏن پاڙن الخزرج ۽ الاوس ۾ ورهايل آهن.

سنڌ ۾ محمد بن قاسم کان پوءِ اٿان انصارن جا ڪٽنب ڪن سببن جي ڪري لڏي سنڌ ۾ آيا جيڪي سيوهڻ، روهڙي، لاڙڪاڻي، خيرپور، حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن ڪانسواءِ ٻين هنڌن تي بہ آهن. لاڙڪاڻي ۾ ڪاسائڪو ڪم ڪندڙ سڀ انصاري سڏائيندا آهن ۽ پنجابي ٻولي ڳالهائيندا آهن.

# آگرو

آگرا ڪرت وارن ذاتين ۾ شمار ٿين ٿا. آگرو معنيٰ لوڻ وارو ٿانءُ" آگرا راجپوتانه ۽ پنجاب ۾ لوڻ ٺاهڻ واري ڪي چوندا آهن. اهڙي طرح سنڌ ۾ سمنڊ جي پاڻي مان لوڻ ٺاهڻ وارن کي پڻ آگرو چيو ويندو آهي.

آگري کي ڪنير ذات وارن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو جيڪا پڻ هڪ ڪرت واري ذات آهي. آگرو ذات وارا لوهارڪو ڪم به ڪندا آهن. سنسڪرت ۾ آگرو، دوآبي کي چوندا آهن. يعنيٰ ٻن دريائن جي وهڪري واري وچ جي زمين، اتان جي رهواسي کي به آگرو چيو ويندو آهي. غلام رباني آگري جي مطابق اصل لفظ آگرا، اڳريا ۽ اڳڙيا آهي. فارسي وارن آگرا سڏيو آهي. يعنيٰ باهه، شهنشاهه شاهه جهان آگري ۾ تاج محل ٺهرايو هو. ان نسبت سان آگرو جي معنيٰ آهي خوشبو. مهڪ هاٽي هي ذات سنڌ ۾ سماٽ ۾ شامل آهي ۽ راجستان ۾ راجپوت نسل مان چيا وڃن ٿا. هي لاڙ ڪاٺي ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا.

# اداسي

هن ذات وارا سنڌ ۾ تمام ٿورا آهن، جيڪي سک مذهب مٽائي مسلمان ٿيا آهن پر پنهنجي اصل ذات کي تبديل نه ڪيو اٿن. هي سکن جي پراڻي ذات آهي. روايتن موجب سک مذهب جي باني "گرو نانڪ" جي وڏي پٽ سمري چنر جي اولاد آهن.

اداسي جو مطلب آهي ڏک، رنج، غمگين، اداس ٿيڻ. هي سنسڪرت جو لفظ آهي. هنن کي ٽئين گرو "امر داس" دين کان بي دخل ڪري ڇڏيو هو. ڪن جي مطابق اهو ڪم گرو ارجن ڪيو هو.

اهي پنهنجي مذهب مان بي دخل ٿيڻ جي، ڏک ۽ غم جي ڪري اداسي سڏيا ويا.

# اروڙا

اروڙا يا روڙا، سرائڪي ٻولي ڳالهائڻ وارا آهن، جن جي اڪثريت خانه بدوشي واري زندگي گذاريندي آهي، هنن جو علائقو سنڌو درياهه جي ڪچي وارا علائقا آهن. هنن جو ڪم لئي مان ٽوڪرا ٺاهڻ، پن مان تڏيون ٺاهڻ ۽ ڪانن مان ڪڙا وغيره ٺاهڻ آهي.

ڪن جي خيال موجب سنڌن ذات سنڌ جي قديمي گادي واري هنڌ اروڙ تان پئي آهي، اهي دراصل هندو هئا ۽ جڏهن محمد بن قاسم اروڙ تي قبضو ڪيو ته هو جان بچائي درياءَ جي پاسن ۽ جهنگلن ڏانهن هليا ويا.

انهن مان ڪيترا مسلمان ٿي چڪا آهن ۽ پنهنجو پيشو به تبديل ڪيو اٿن ۽ هارپ ۽ ٻي ڪرت ۾ لڳي ويا آهن، پر اڄ به انهن مان اڪثريت پنهنجي پراڻي پيشي سان وابسته آهي.

## پاڙا

(1) اترادي (2) داهرا (3) دڪنبا

# ٻبر

ٻبر ذات وارن جي اڪثريت پاڻ کي جمالي سڏرائيندا آهن ۽ ان قبيلي جو پاڙو سمجھندا آهن ۽ پاڻ کي بلوچ ۾ شامل ڪندا آهن پر حقيقت ائين نه آهي. ٻبر، قديم سنڌي ٻولي ۽ سنسڪرت جي لفظ بربر مان نڪتو آهي. بربر اتر آفريڪا جو هڪ علائقو ۽ قبيلو به آهي پر هن جو ان سان ڪو به تعلق ڪونهي. هي بنيادي طور جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن.

بربر هڪ علائقي ۽ هنڌ جو نالو آهي جنهن جو ذڪر ارٿ شاستر ۾ ٿيل آهي ته درياءِ سروتشي (سرسوتي) بربر وٽ هو. يعني بربر جي هنڌ يا علائقي مان گذرندو هو. هي بنيادي طور اٺن تي مال ڍوئڻ وغيره جو ڪاروبار ڪندا هئا جيڪو جتن جو مهين جي دور کان وٺي آهي. مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو تحقيق لغات ۾ لکيو آهي ته پراڪرت ۾ هن کي ٻَبَر ۽ سنسڪرت ۾ ٻَبَر چوندا آهن. اسان جي تحقيق موجب اهي اصل ۾ لفظ بر بر مان بربر ٿيو، جيڪو مخفف ٿي ڦهريان ببر سڏيو ان جي تشبيه سان سنڌي ۾ طاقت ور ۽ وڏي شينهن کي ببر شينهن سڏيندا هئا.

جيئن ته هي بار برادري جو ڪم ڪندا هئا، جنهن ڪري هنن جو مثال ببر شينهن سان ڏيئي پيئيو ويو، ببر اڳتي هلي ٻبر جي صورت اختيار ڪئي جنهن جي مفهومي معنيٰ آهي. طاقت ور زور آور.

ٻبر جت قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، ڊيره غازي خان ۽ بهاولپور رياست ۾ رهڻ وارا پاڻ کي جت ۾ شامل ڪندا آهن پر سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رهڻ وارا بلوچ چورائيندا آهن. شيخ صادق علي هنن کي سمه قبيلي مان ڄاڻايو آهي. جڏهن ته 1971ع واري آدمشماري ۾ ٻبر جت قبيلي ۾ شامل آهي. بي ايس ڊاهيا پنهنجي ڪتاب JATS ۾ هنن کي جتن ۾ شمار ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ جت، زط يا جاٽ قبيلن تي لکڻ وارن هنن کي جت ڪري لکيو آهي. هي راجا ڪرن جي نسل مان ڪمدو، پارگو، جنجوهان جي پٽ ڪڪ جي اولاد جنهن ۾ ٻبر، گوبر، راهڙ ۽ جهڪڙ هئا، تنهن جي پٽ ٻبر جي اولاد آهن. جيڪي پنهنجي جد امجد جي پويان سڏجن ٿا.

روجهاڻ جمالي وارا جمالي به اصل ۾ ٻبر آهن، جن مان ڪي جمالي سڏجن ٿا ڪي وري اصل ذات ٻبر سڏائيندا آهن. هي سنڌ جي مختلف هنڌن تي رهن ٿا.

**سندن پاڙا آهن.**

| | | |
|---|---|---|
| (1) ٻبر | (2) بجاڻي | (3) ٻاجھاڻي |
| (4) ٻڏاڻي | (5) ٻيداڻي | (6) شادماڻي |
| (7) ماقباڻي | (8) جماڻي | (9) ياندااڻي |
| (10) پٽاڻي | (11) پنجاڻي | (12) جهڙاڻي |
| (13) جهنداڻي | (14) چٽاڻي | (15) حيدراڻي |
| (16) حاجاڻي | (17) خاشوائي | (18) دائماڻي |
| (19) ڌراڻي | (20) ڏٺائي | (21) سودراڻي |
| (22) سوناڻي | (23) شادماڻي | (24) صاحباڻي |
| (25) قيرواڻي | (26) فريداڻي | (27) قيصراڻي |
| (28) مٺاڻي | (29) مراداڻي | (30) مهراڻي |
| (31) هوتياڻي | (32) موتياڻي | (33) يارياڻي |

# پوسڙ

پوسڙ ذات وارن لاءِ عمومن اهو چيو ويندو آهي تہ اهي اصل پنجاب کان آيل آهن پر اي ڊي ميڪليگن پنهنجي ڪتاب A GLOSSARY OF THE TRIBES AND CASTES OF PUNJAB AND NWFP ۾ ڄاڻايو آهي تہ هي اصل ۾ سنڌي آهن. جيڪي حيدرآباد سنڌ جي طرف کان آيا جن جو وڏو بهاءُ الدين ذڪريا جو مريد هو. هنن کي ملتان جي حاڪم ڪجھ زمين عنايت ڪئي ۽ هو بهاولپور ۾ بہ داخل ٿي ويا ۽ اتان جا زميندار بڻجي ويا. هي سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائن ٿا.

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ پوسڙ ذات وارن جا پنهنجا ڳوٺ آهن. سنڌن چوڻ آهي تہ ڪين کا بہ خبر نہ آهي تہ هو اصل ۾ ڪير آهن پر پوسڙ ان ڪري سڏيا ويا آهيون جو اسان پنهنجي مرشد کي هميشہ گهٽيون چميون ڏيندا هئاسين جنهن کي پنجابي ۾ بوسہ چوندا هئا جنهن ڪري اسان بوسہ مان پوسڙ سڏجڻ لڳاسين. هي چمين ڏيڻ وارا اسان جي خيال موجب پوسڙ اصل ۾ جت قبيلي جا لڳن ٿا.

# جهنڊير يا جهنڊيل

هن ذات وارا سنڌ ۾ گهٽي تعداد ۾ ڪو نہ آهن پر پنجاب کان آيل آهن، جتي سنڌن تعداد ڪافي آهي.

اي-ڊي ميڪليگن، پنهنجي ڪتاب ۾ هن ذات بابت لکيو آهي تہ هي هڪ نيم مقدس قبيلو آهي جيڪي پنهنجو تعلق قريش سان ڄاڻائين ٿا، جنهن ڪري ڪجھ ماڻهو انهن جو احترام ڪندا آهن.

هي سنڌ ۾ قمبر، لاڙڪاڻو ۽ خيرپور ضلعن ۾ رهن ٿا. سنڌن مادري زبان سرائڪي آهي ۽ سنڌي بہ ڳالهائيندا آهن. ڪن جي خيال مطابق اصل ۾ هي جت قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

# چڇڙو

هي سمات قبيلو آهي جنهن جو اصل تعلق جيسلمير سان آهي، چون ٿا تہ هو ڀٽين جي شاهي نسل مان آهن، جيڪي راءِ کيهر ڀٽي جي سرڪردگيءَ ۾ ملتان ۾ اچي آباد ٿيا. بعد ۾ انهن مان ڪي سنڌ جي سري (اتر) واري پاسي لڏي آيا. هنن جا وڏا ڳوٺ ضلعي لاڙڪاڻي ۽ قمبر ۾ موجود آهن. سنڌن بولي سنڌي آهي.

# مانجهند

هي سنڌ جو قديم ۽ ننڍو قبيلو آهي. مقامي روايتن موجب، مانجهند قبيلي وارا ايران کان آيا ۽ اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لکت موجب انهن مان ڪنهن وڏي جو نالو مانجهند هو، جنهن جي پويان هي سڏيا ويا. هن کي ٽي پٽ هئا، تنگئڪي، پنيو ۽ مريد جن کي اولاد ٿيو، تنگئي کي ٻه پٽ هئا: ورم ۽ نهال.

سنڌن پيڙهي هيئن بيان ڪئي وئي آهي. مانجهند پٽ عالي، پٽ سهنڙو، پٽ زماچ پٽ ڏرت (ان کان پوءِ ڪيئي پيڙهيون مٿي) پٽ عالي پٽ نوشروان پٽ ڪيقباد.

منهنجي خيال موجب هي ايراني دراصل سنڌيءَ نسب ماڻهن جو ننڍو قبيلو آهي جيڪو پنهنجي وڏي مانجهند جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ان جي وڏن جا نالا سنڌي النسل آهن، نه ڪي ايراني، جيئن ته هتي جي اڪثريتي آبادي، قبيلن ۽ ذاتين وارا پنهنجو نسل ڪنهن نه ڪنهن ڌارئي شاهي نسل سان ڳنڍڻ جا عادي آهن، تنهن ڪري هنن به پاڻ کي ايراني نسل سان ڳنڍيو آهي. وڏيڪ غلط بياني ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ دستور موجب ڪئي آهي. هي ڄامشورو ضلعي ۾ رهن ٿا جتي سنڌن هڪ ڳوٺ آهي.

# ڪتري

ڪتري سنڌ ۾ هندو ذات، جيڪي سنسڪرت جي لفظ ڪشتريه مان نڪتل آهي. ڪشتريه وري ڪشتر يعنيٰ ملڪ مان نڪتو آهي. وشنو پراڻ جي مطابق ”پرت“ کي نو (9) پٽ پيدا ٿيا پر سندس ماءُ انهن کي ماري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته اهي ”پرت“ سان مشابهت نه پيا رکن. تنهن ڪري ڪيس خوف هو ته متان پرت کي ڪو پٽاڻُ اولاد نه رهي، سو، هن پٽ لاءِ ديوتائن کي قربانيون ۽ نذرانو ڏنو، جنهن کان پوءِ برهسپي پر ديواج ڄائو. ڪيس چار پوٽا ٿيا، جنهن مان ٻه برهمڻ ٿيا ۽ ٻه ڪتري رهيا.

هاڻي ڪتري ذات ٽن نسلي عناصرن تي موجود آهي: هڪ سوريه ونشي، ٻي چندر ونشي ۽ ٽين اگني ڪل وارن جون ذاتين مان.

# گهمڻ

سنڌ ۾ هيءَ ذات حيدر آباد بدين ۽ ميرپورخاص واري پاسي رهي ٿي. اهي پنجاب کان اچي آباد ٿيا آهن. هي پنجاب ۾ جٽ قبيلي ۾ شمار ٿيندا آهن.

هيءَ دهلي جي چندر ونشي راجپوت راجا ”دليپ“ جي اولاد مان آهن. هنن جي پنجين پشت مان ”جوڏا“ کي ٽي پٽ هرپال، رڻ پال ۽ سن پال هئا. هرپال ۽ رڻ پال جو اولاد ”هجولي راجپوت“ سڏجي ٿو جڏهن تہ سن پال کي 22 پٽ هئا. انهن مان ننڍي پٽ جو اولاد گهمڻ سڏجي ٿو، جيئن تہ سن پال جون زالون مختلف ذاتين مان هيون. ان ڪري سندس اولاد کي نج راجپوت نہ سمجهيو ويو ۽ پنجاب ۾ ان کي هيٺين مقام تي رکيو ويو. گهمن يا گهمڻ هڪ نسل مان بہ آهن. ڏسو وئينس ذات ۾.

هي فيروز شاهہ تغلق جي وقت مڪيا لايا ملهياڻ کان اچي جمون ۾ آباد ٿيا ۽ اتي گهمڻ قبيلي جو بنياد رکيائون.

# ڪلال

هن ذات وارا سنڌ ۾ ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا. ڪلال يا ڪدال مخلوط نسل ماڻهو آهن. هي اصل ۾ هندو راجپوت آهن. جن مان گهڻا مسلمان ٿي ويا آهن ۽ ڪيترا سک آهن.

هن ذات وارن جو تعلق راجپوتانہ جي ڪرولي رياست سان آهي، جنهن ڪري ڪلال سڏيا ويا. هو ديسي شراب ٺاهڻ جي ڪري بہ ڪلال سڏبا آهن. جتي انهن جا 52 پاڙا ملن ٿا. هنن مان ڪيترا، ڳائڻا ۽ فنڪار بہ آهن. اهي ڪلائونٽ، ڪلاونت جنهن جي لفظي معنيٰ آهي، فنڪار. انهي ڪلائونت ۽ ڪلاونت مان وري ڪلال بہ سڏجڻ ۾ آيا آهن. هنن جا ڪجهہ گهر لاڙڪاڻي ۽ قمبر ۾ آهن.

# سنديلو

هن ذات وارا اصل ۾ هندستان جا رهاڪو هئا جيڪي شاهجهان جي وقت ۾ پنجاب ۾ ملتان ۾ اچي آباد ٿيا. انهن مان ڪجھ گهراڻا لڏي سنڌ ۾ آيا. جن اچي ڳوٺ ٻڌا. هنن جا وڏا ڳوٺ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آسپاس ۾ آهن.
هنن جي اصل ٻولي هندستاني هئي، جڏهن پنجاب ۾ آيا ته ملتانين سان گڏجي رهڻ ڪري سرائڪي ڳالهائڻ لڳا، هي اڄ به سنڌ ۾ سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن ۽ هاڻي سماٽ ۾ شامل ٿي ويا آهن.
سنڌ جو نالي وارو اديب مرحوم عبدالڪريم سنديلو هن ذات مان هو.

# سيار

هي سماٽ قبيلو سنڌ مان وڃي پنجاب ۾ آباد ٿيو ۽ ڪدوڙ لعل عيسيٰ جي ويجهو درياءَ سنڌ جي ڪناري ڳوٺ تاهي ويهي رهيو.
چون ٿا ته سيار پهريان مال ڍوئڻ جو ڪاروبار ڪندا هئا ۽ پوءِ بنجر زمينون آباد ڪري هميشه لاءِ اتان جا ٿي ويا، سنڌ ۾ هاڻي هيءَ ذات ڪو نه ٿي ملي.
اي ڊي ميڪليگن جي ڄاڻ مطابق هي سنڌ جي جتن مان ٿي سگهن ٿا.

# ڳاهو

سمه قبيلن مان هڪ وڏو قبيلو جنهن مان گهٽا پير پاڳاري جا مريد "حر" آهن. هنن جي گهڻائي خيرپور ضلعي ۾ رهائش پذير آهي ۽ ڪافي ترو واري پاسي رهن ٿا. شجري مطابق هو ٿي پٽ هالي ڪي پنج پٽ هئا، پنيرو، ڳاهو، وساڻ، هنگورو ۽ جوٽيجو. انهن مان ڳاهي جو اولاد ڳاهو سڏجي ٿو.

هن قبيلي جو موجوده پڳدار پاڙو موجناڻي آهي، جنهن جو ابڙي سان تعلق آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ابڙي جا | (2) ڪاري جا | (3) باگڙ جا |
| (4) ماڪريا | (5) پيروجا | (6) لاڪير جا |
| (7) مهر جا | (8) سرماڻ جا | (9) خان جا |
| (10) ديندجا | (11) انوجا | (12) سماڻي |
| (13) ڏاندر بي | (14) آرادين جا | (15) لالا جا |
| (16) جڳاڻي | (17) فدوجا | (18) محسن جا |
| (19) موڪوڙا | (20) ساهڻ جا | (21) ڪامل جا |
| (22) غالب جا | (23) پيرو جا | (24) ڪاري جا |
| (25) عالم جا | (26) موجناڻي | |

# مرزاڻي

سنڌ ۾ سومرن جي زوال کان پوءِ سومرن مختلف پاڙن جي نالي تي ذات سڏايو. انهن مان هڪ ذات مرزاڻي به آهي. چون ٿا ته آخري سومري حاڪم خفيف جي هڪ پٽ جو نالو "ميرڻ" هو جنهن جي اولاد مرزاڻي يا ميرڻاڻي سڏايو. جيڪي حيدرآباد ۽ ٻين علائقن ۾ رهن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ انهن جو شجرو ڏنو آهي جنهن ۾ الله داد خان ۽ شهداد خان جي آيل نالي تي شڪ ڏيکاري ڪين بلوچ نسل مان هجڻ جو گمان ظاهر ڪيو آهي جيتوڻيڪ پاڻ اقرار ڪري ٿو ته ميرڻ کان اڳ ۾ جيڪي نالا آهن اهي سومرن جي شجره جا آهن. سنڌن شجرو هيئن آهي.

غلام علي خان (حيدرآباد جي هڪ وڪيل عنايت علي مرزاڻي جو وڏو) پٽ حاصل خان پٽ باقر خان پٽ رانجهو خان پٽ مصري خان پٽ مهره خان پٽ مير الهداد خان پٽ شهداد خان (اهي به نالا رڳو بلوچ ذات وارن لاءِ مخصوص نه آهن) پٽ شادو خان پٽ سلطان باهو پٽ حاجي موراڻي پٽ ميرڻ پٽ خفيف پٽ دودو نهري. اڳتي هلي ان ڪي حضرت علي رضه جي اولاد ظاهر ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته ڪيترن عالمن سومرا ذات تي تحقيق ڪندي لکيو آهي ته هو عرب نسل جا آهن. ڪن عالمن انهن کي حضرت علي جي علوي پٽن جي اولاد ثابت ڪرڻ جي ڪئي آهي جيڪا سراسر غلط بياني تي مبني آهي ۽ اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته سومرا مقامي نسل جا ماڻهو آهن ۽ هو پرمار راجپوت آهن.